گڏوگڏ برسات بہ چالوُ ٿي ويئي. مون روپا
کي ڏاڍو زور سان پڪڙيو. ڪا اوٽ ڳولڻ
لڳس جتي ڪجهہ دير سر لڪائي سگهون.
ٿورو پريان ئي هڪ ٽٽل پٽ تي پريان ڇپرا
لڳل هئا جن جو سهارو ملي ويو. روپا ڀُسي
سڄي آلي ٿي وئي هئي، ڪافي ڏڄي رهي
هئي پر منهنجي مضبوط ٻانهن ۾ اچي هن
پاڻ کي محفوظ سمجهيو. نہ ڄاڻ ڪهڙي
وقت اسين پڻل جو شڪار ٿياسين. مان
سمجهانٿو اِها اسانجي پل ڪانہ هئي. پر
هڪ آس هئي ۽ شايد اِها گڏجاڻي اسانجي
پهرين ۽ آخرين هئي.

روپا جي مامي کي اسانجي پيار جي
خبر پئجي وئي. ڪنَ ٻئي ڏينهن ئي روپا
کي ڪٿي موڪلي ڇڏيو. گهڻيءَ ڳولها جي
باوجود بہ روپا جو پتو ڪونہ پائي سگهيُس.
اوچتو هڪ ڏينهن هڪ سهڻو لفافو مليم.
کولي پڙهيم. لکيلُ هو تہ روپا منهنجي پٽ
کي حنم ڏيئي پاڻ آپگهات ڪري وڃي رهي
هئي. لفافو چوڌطرف ڦيرائي هيٺان مٿان
اڳيان پٺيان ڏٺم، پر ڪٿي بہ اُتو پتو ڪونہ
هو. پٽ! مون پنهنجي پيار کي پائڻ جي،
ڳولهڻ جي ڏاڍي ڪوشش ڪئي پر ناڪامياب
رهيس. نہ پيار مليو نہ منهنجي پيار جي
دنيا ئي ملي. بچپن جو پهريون پيار، سهڻا
سپنا، سهڻيون يادگيريون بس هڪ پل ۾ ئي
ٽڪڙجي ويئون.

گوپال :- تہ ڇا بابا توهان شادي نہ ڪئي؟
ديوانو : ”شادي“....هڪ ٽهڪ فضا ۾ اُڀريو.
”پيار ڇا شاديءَ کان سواءِ نٿو ڪري سگهجي؟
شادي بہ تہ پيار جي منزل آهي نہ؟
وري جنهن منهنجي پيار کي قائم رکڻ
لاءِ پاڻ قربان ڪيو، تہ ڇا مان ان پيا
جي خاطر ايتري بہ قرباني نہ ڪريان؟“
وري گيت شروع ٿيو جنهن ۾ درد هو سو
هو، پيار هو ۽ مناس هو.

ڪجهہ وقت سوچڻ کان پوءِ گوپال
آنڊل ناشتي جو باڪس اُتي ئي رکيو
پاسي ۾ رکيل ڦراٽي چادر سان ديواني ج
منهن ڍڪي هڪ طرف هليو ويو.

ڪجهہ دير کان پوءِ گوپال ڪجهہ
ماڻهن کي ساڻ ڪري موٽيو. شمشان ياتر
شروع ٿي. اڳيان گوپالُ هٿن ۾ ڏيئو کڻي
هليو، پٺيان هو رام ڌُنيءَ جو آواز.

اُرٿيءَ کي ڌُهن شمشان پڄميءَ ۾
کوليو ويو، تہ ديواني جو چهرو چمڪندڙ ٿي
نظر آيو، جڻ ڪنهن ننڊرا ۾ هجي. آگ
جي لپٽن طرف گوپال چتائي نهاري
رهيو هو. کيس ايئن محسوس ٿيو تہ ديوان
اِنهن لپٽن مان جهاتي پائي کيس پنهنجي
داستان جا آخان بہ ڪي ورق بيانڻ ڪري
رهيو آهي. ڪن جي نيڻن ۾ نيرُ هو ۽ اِنهن
۾ هئا ماضيءَ جا ڏنڌلا ورق.

اوچتو سڏ تي گوپالُ جڻ ننڊ مان
چرڪ پريو. ”سائين، هاڻ هلون. آگ تہ
پوري ٿي وئي.“ گوپالَ ڪنڌُ ڌوڻي ها
ڪئي. سڀُ اُنَ سائيٺي رستي تان هلڻ لڳا
جتي اڃا بہ ڪي ديواني جا جوابَ موجود
هئا.

****

ديواني جوش ۾ اَچي چيو تہ ٻُڌ، ۽ هوُ شروع
تي ويو. مان اڃا ١٧ سالن جو هوس ۽ روپا
١٦ سالن جي قوهہ جوانيءَ ۾ هئي. هن جو
نالو نہ صرف روپا هو پر هوءَ تہ روپ
سندرتا جي کاڻ هئي. سندس گُلابي ڳلن
تي کلڻ سان لڳندو هو تہ قدرتي روُج لڳل
آهي. سندس ڊِگها وار هوءَ مٿي جڏهن چوٽ
تي سُڪائڻ ايندي هئي تہ مان هنکي
ڏسندو ئي رهجي ويندو هوس. ڪتابَ کي
ديوار ٻٽائي مان اُن اپسرا جي ديدار ۾
کوهجي ويندو هئس. سِياري ۾ تہ مونکي
اُس ۾ ويهي پڙهڻ جو سُٺو بهانو هوندو هو.
هوءَ بہ ڪو نہ ڪو بهانو ٻٽائي چوٽ تي
ضرور هِڪ بہ ڦيرو ايندي هئي، پوءِ خبر
ناهي تہ هنکي منهنجي ڪشش ڇڪي ايندي
هئي يا سچ پچ پنهنجو ڪم هوندو هئس.

هِڪ ڏينهن دِل ۾ خيال ڪيم تہ اڄ
ضرور روپا سان ڳالهائيندس. پاڻ ۾ هِڪ
ڀکي همت رکي ڀنوڙي تي ويهي، هنجو
انتظار ڪرڻ لڳس. اوچتو منهنجي نظر هِڪ
سِرڻ ۽ باز تي پيئي. سِرڻ باز کان دور رهڻ
ٿي چاهيو ۽ باز هر هر لامارا هٽي سِرڻ جي
ڀاسي ۾ تي ويٺو. نہ ڄاڻ ڇا سوچي مان
هِڪ ٽِڪ هي نظارو ڏسڻ لڳس. اِها بہ سُڌِ
ڪانہ رهي تہ ٿوري لاپرواهي ڪرڻ سان
ڇني تان ٿڙڪي گهٽيءَ جي ٻيءَ ڀرِ وڃي
ڪِرندُس.

ازي! ازي! هي ڇا پيو ڪرين؟ سنڀال
ـہ سِهين، ڪٿي ڪري نہ پوين. هِڪ مِٺي
ڀٽا جي آواز مونکي جاڳايو، ڏسان تہ
روپا مونکي للڪاري رهي آهي. سندس منهن
تي عجيب ڏِپ جون ريکائون هيون. سرخ
لب ڪارانجي ويا هئس. مون سندسِ ڏپ
دور ڪرڻ لاءِ مشڪيو ۽ مون هُنجو مِٺيءَ
مشڪ سان سُواگت ڪيو.

هاڻ تہ روز جو نيم تي ويو. پهرين
اِشارن ۾ ڳالهيون ٿيون پوءِ وري وڏين وڏين
چِنين ۾. ٻہ معصوم دليون ملڻ لاءِ آتيون
تي وييون.

هاڻ اسين ٻئي هر روز نديءَ جي
ڪناري گڏجي خوب ڳالهيون ڪندا هئاسين،
پاڻ ۾ پريم ونڊڻ لڳاسين؛ پر هي ڇا، هِڪ
ڏينهن روپا ڏاڍي اُداس هئي. مشڪندڙ چهرو
خشڪ ڏسي مان ڏکي ويس.

پُڇڻ تي روپا ٻُڌايو تہ سُياڻ هُنجو
مامو هنجو رِشتو ڪنهن شرابيءَ وڏي عمر
جي سيٺ سان پئسن جي لالچ ۾ ڪري
رهيو آهي، ٿورن ڏينهن ۾ شادي بہ اُن سان
ٿي ڪرائيندو. مون لِکي لِکي دَرَ جي پٺيان
ٻيهي ٻڌو آهي. مونکي ماءُ پيءُ ياءُ ڀيڻ
ڪير بہ ڪونہ آهي. هُن مامي ئي مونکي
ماءُ پيءُ ڀنهين جو پيار ڏنو آهي، مونءَ ۾
مون بہ مامي کي پيءُ جهڙي ئي عزت ڏني
آهي. پر مونکي اِها خبر نہ هئي تہ پنهنجي
عيش عشرت لاءِ منهنجو سوُدو ڪندو، اِن
ڳالهہ مونکي ڏاڍو دکي ڪيو آهي.

پر بہ ڇو هن توکان صلاح بہ ڪانہ
پُڇي، اِئين ڇو؟

هو ڀلا مونکان صلاح ڇو پڇندو؟ هنکي
تہ پئسو کپي، پئسو. اوچتو طوفان اچي لڳو.

# ماضيءَ جا ڌنڌلا ورق

· مسز وينا ڪشور دادلاڻي

هميشه جيان گوپالُ اَڄُ بہ پنهنجي ڪار آڇي اُنَ وَڻَ جي هيٺان بيهاري. هوُ جڏهن ٿي ناشتي جو باڪسُ ڪڍي آڏيان وڌيو تہ ڇاڻو ڏسي ديوانو گهريءَ ننڊ ۾ سمهيو پيو آهي. گوپال ٿوري دير سوچڻَ لڳو تہ هن جي اَچڻَ کان اَڳُ ٿي ديوانو تنبوري جي ٽلٽلَ تارُن کي اڻين تہ ڇيڙيندو آهي ۽ هن ۾ نئين جان وجهي گيت پنيان گيت ڳائيندو آهي. اڄُ هن کي ڇا ٿيو آهي. چوطرف شانت آهي. لڳي ٿو نِدرا ديويءَ هميشه هميشه لاءِ پنهنجي گود ۾ سمائي مِٺي لولي ڏيئي هنکي سمهاري ڇڏيو هو. وڻ تي ويٺل پکي پکيئڙا سڀ اُداس اکڙين سان ديواني کي ٿهوڙي گهوري ڏسي هڪ ٻئي کان پڇي رهيا هئا، ڇو اڄُ اوهانجو يار مٺڙو گيت ڪانہ ٿو ڳائي جهرڪيون چون چون ڪري هنجي اڳيان پٺيان پيهون گهُمن تہ من اسانجو آواز ٻڌي ديواني جي اک کُلي. پر سڀ بيسوُد، هو تہ اهڙيءَ دنيا ۾ پهچي چڪو هو جتي ڪنهنجو بہ آواز ڪانہ ٿو پهچي.

گوپال کي يادِ آيو اُهو پهريون ڏينهن، جنهن ڏينهن هو ديواني سان گڏيو هو. جيئن ئي هن ڪار جو دروازو کوليو تہ ديواني هٿُ ڏيئي هنکي بيهاريو هو.

گوپال : ڇو بابا، ڪٿي هلڻو اَٿوَ؟

ديواني خوشيءَ ۾ جهومندي گوپالَ کي چيو : ڇا چيُئہ، ڇا چيُئہ؟ اڙي، تو مونکي بابا چيو! جي ڪَنَ اِنهن مِٺن لفظن ٻڌڻ لاءِ ڪمتري تہ عرصي کان پيا ترسن.

گوپال : تہ ڇا بابا، توهان کي اولاد ڪونہ آهي؟

ديواني اُتي گوپال جي وات تي هٿُ رکيو. نہ نہ. ائين نہ چئُہ. منهنجو بہ هن دُنيا ۾ ڪبر آهي.

گوپال : پوءِ توهان هِن حالتَ ۾ اڪيلا ڇو؟

ديوانو : پٽ، اِها هڪ وڏي داستان آهي جيڪا درياہ جي لهرُن ۾ لُڙهندي رهي آهي. اُن درياہ جون لهرون هڪ مِٺي يادِ ڪڍي، ڪڏهن ڪڏهن منهنجي ذهن ۾ اُڀري، مونکي اُن ماضيءَ جي ياد ڏياريندريون آهن، ۽ مان اُنَ ۾ ئي ڪوڃي ويندو آهيان.

گوپال : بابا ! اَڄُ مونکي اُها داستان ٻڌايو.


| | | |
|---|---|---|
| نالو | : | وينا ڪِشور دادلاڻي |
| جنم | : | |
| ڇپايل ڪتاب | : | |
| انعام | : | |
| پيشو | : | |
| پتو | : | Sector - 8 , 80/163, Mansarover, Jaipur-302020 |

هئي. راڌا کي پنهنجي پيءُ تي به غصو اچڻ لڳو، سوچڻ لڳي ته منهنجي پيءُ جي اِها دل ئي ڪونهي جو منهنجي ڳوليا ڪري. جيڪڏهن منهنجي جڳهه تي سندس پٽ هجي ها ته پوءِ جو هن کي نه ڳولي ها!

جيئن جيئن راڌا کي ڊليوري جو وقت ويجهو پوندو پئي آيو ته راڌا گهبرائڻ لڳي ڇاڪاڻ ته پهرين ڊليوري ۾ هرڪا عورت گهبرائبي آهي. ليلا ۽ سندس گهوٽ کي راڌا جو ڏاڍو فڪر هو ڇاڪاڻ ته راڌا بيچين هئي.

ليلا جي گهوٽ ليلا کي چيو ته رات جو راڌا جي ڪمري ۾ سمهندي ڪر. راڌا سوچڻ لڳي ته ليلا ڀاڀي نه هجي ها ته ڇا ٿئي ها! راڌا کي راڪيش جو خيال ايندو هو ته هوءِ چوندي هئي ته مڙس بنا زندگي اڌوري ۽ سُڃي آهي. زال ذات لاءِ ڇا اِهو دکه گهٽ آهي! راڌا کي پٽ ڄائو. هوءِ ٽن سالن کان ليلا وٽ رهي پيئي هئي.

ٻئي طرف راڪيش نوڪريءَ جي ڪافي ڳولا ڪئي پر کيس نوڪري ڪونه ملي. راڪيش کي ننڍپڻ جو دوست ملي ويو جنهن کيس پاڻ وٽ رهايو. هن کي راڪيش جي حالت تي رحم اچي ويو. هن راڪيش کي وڪالت پڙهڻ لاءِ همٿايو. راڪيش وڪالت پاس ڪئي. هن ٿوري وقت ۾ وڪالت ۾ نالو ڪڍيو. راڪيش هميشه راڌا کي يادِ ڪندو هو. جيئن ته راڪيش قسم کنيو هو ته جيستائين مان پنهنجي پيرن تي نه بيهندس تيستائين راڌا کي شڪل ڪونه ڏيکاريندس.

هڪڙي ڏينهن راڪيش راڌا کي ولڻ آيو. راڪيش راڌا کي نه پيو سڃاڻي سگهي ته هوءَ ڪا راڌا آهي، ڇاڪاڻ ته راڌا راڪيش جي سوچ ۾ ڪافي ڪمزور ٿي ويئي هئي. اڄ راڪيش کي ڏسي هن جا سالن جا ڏک هڪ گهڙيءَ ۾ لهي ويا. هوءَ راڪيش سان گلي ملي. راڪيش پنهنجي امانت ڏسي ڏاڍو خوش ٿي ليو. پٽ کي ڳود ۾ کڻي نچڻ لڳو. راڪيش ليلا ۽ سندس گهوٽ جي پيرن تي هٿ اهڙيءَ طرح رکيا جڻڪ هو سندس سڳا ماءُ پيءُ هئا ۽ ٻئي ماءُ پيءُ سان مليو. راڪيش کين چوڻ لڳو ته مون سان گڏ هلو هنن ٻنهين چئن نه ڪئي، کيس چوڻ لڳا ته اسانکي اڪيلائيءَ جي زندگي ڏاڍي پسند آهي. اسانکي تنهنجي پٽ ۾ ڏاڍو موهه آهي پر ڇا ٿو ڪري سگهجي. اِهو دنيا جو دستور آهي ته ڌيءُ پرائي گهر جي امانت آهي. اِنهي ڪري اسانکي موهه ڪيڏو آهي. راڪيش کين پئسا ڏنا پر هنن نه ورتا. هنن راڌا ۽ راڪيش جي ڌام ڌوم سان شادي ڪرائي.

ليلا راڌا کي چيو پيار جي شادي خراب نه آهي، جيڪڏهن ڇوڪرو پنهنجي پيرن تي بيٺل آهي ته پوءِ شادي آنند واري آهي نه ته ڏکن جو ساگر آهي.

****

راڌا ليلا جي همدردي ڏسي ڪري ڏاڍي سوچ ۾ پئجي ويئي. سندس اکين ۾ پاڻي ڀرجي آيو. سندس آنسو ڪرڻ لڳا ۽ پنهنجو پاڻ کي چوڻ لڳي ته ڇا سنسار ۾ اڃا به ڪي انسان آهن جن جي دل ۾ انسانيت آهي. اُنهيءَ ڏينهن کان وٺي هوءَ ليلا کي 'ڀاڀي' چوندي هئي. راڪيش به نوڪريءَ جي تلاش ۾ هو پر ڪٿي اڃا تائين نوڪري ڪانه ملي هئي. راڪيش کي ڪڏهن ڪڏهن ليلا جي همدرديءَ تي غصو ايندو هو، ڇاڪاڻ ته راڪيش هڪ وڏگهرائو ۽ سوابيماني ڇوڪرو هو.

راڌا راڪيش کي سمجهائيندي هئي ته تون ڀاڀيءَ تي اجايو غصو ٿو ڪرين. ڀاڀي هڪ زال آهي ۽ زال کي زال ئي سمجهي سگهندي آهي. راڌا راڪيش کي چوڻ لڳي ته توکي خبر آهي ته مان ماءُ ٿيڻ واري آهيان. ڀاڀي منهنجو خيال رکي ٿي. توکي اِها خبر هئڻ گهرجي ته پئسي بنا زندگي ڪيتري نه مشڪل آهي. بنا پئسي زندگي ذليل ۽ بي-عزتيءَ واري آهي. هن زندگيءَ کان ته پيءُ جو گهر بهتر هو. هيءَ به ڪا زندگي آهي!

راڪيش راڌا جي اکر ٻڌي غصي ۾ اچي ويو. هن غصي ۾ راڌا کي چماٽ هڻي ڪڍي. راڌا کي ڏاڍو ڏک ٿيو. هوءَ روئڻ لڳي ۽ چوڻ لڳي ته پيار واقعي انڌو ٿيندو آهي. مان ڇو ڀڄي نڪتس؟ افسوس! ٻئي طرف راڌا کي چماٽ هڻي ڪري راڪيش کي ڏاڍو افسوس ٿيو. هن گهر ڇڏڻ جو ارادو نوڪري ڳولهڻ لاءِ ڪيو هو. هو راڌا جي نالي چٺي

لکي ڪري گهر ڇڏي هليو ويو :

پياري راڌا،

پيار سان پيٽ ڪونه ڀريو ويند[illegible]

آهي. روٽي کپي. تو سچ چيو ته بنا پئسي زند[illegible]

ي ڪيتري نه مشڪل آهي! امانت جو خيا[illegible]

رکج. توکي ليلا جهڙي ماءُ ملي آهي جنهن جي [illegible]

ڳالهائڻ تي مان خوامخواه غصو ڪندو هيس [illegible]

پنهنجي پيرن تي بيهڻ کان پوءِ توکي ول[illegible]

ويندس.

تنهنجو راڪيش.

راڌا جنهن وقت راڪيش جي چٺي پڙهي ت[illegible]

زور زور سان رُئڻ لڳي. راڌا کي ليلا دلا[illegible]

ڏيڻ لڳي ته تون فڪر نه ڪر. تون منهنجي [illegible]

ڌيءَ آهين. مونکي ڌيءَ ڪانه آهي. تو[illegible]

منهنجي ڌيءَ آهين. اهڙيءَ طرح ليلا راڌ[illegible]

کي پرچائي رهي هئي.

هڪڙي ڏينهن ليلا ۽ سندس گهو[illegible]

ورانڊي ۾ ڳالهيون ڪري رهيا هئا ته لي[illegible]

جي گهوٽ چيو :

" پريم هڪ قسم جي چوغم جي براب[illegible]

آهي، چوغم کائڻ کان اڳ ۾ مِٺو، مٺو

چڪنو ٿيندو آهي. کائڻ کان پوءِ هڪدم

بي-سواد، ڦڪو ۽ ڇپڇو ٿيندو آهي. اهڙي

طرح پيار جي شادي ٿيڻ تائين تمام سُٺي

مٺو لڳندي آهي، پر پوءِ بي-سواد ٿي

پوندي آهي."

ليلا جي گهوٽ جا اکر راڌا ڪمري ۾

ٻڌا ۽ من ئي من ۾ چوڻ لڳي ته دادا سچ[illegible]

چئي رهيو آهي. مون واقعي گهر مان نڪري

غلطي ڪئي آهي اِها منهنجي بيوقوفي

تہ راڌا جو پيءُ غريب هو. راڌا جي پيءُ
جي پوزيشن ۽ راڪيشَ جي پيءُ جي پوزيشن
۾ ڏينهن رات جو فرق هو. راڌا جو پيءُ
راڪيشَ جي پيءُ جي سامهون ڪُجهہ بہ ڪونہ
هو، ڇاڪاڻ تہ راڪيشَ جو پيءُ هڪُ ناميارو
اينجنير هو ۽ راڌا جو پيءُ هڪُ چپراسي
هو. اِنهيءَ ڪري راڌا جي سامهون راڪيشَ
پڇي هلڻ جو اِرادو ڏيکاريو. هڪڙي ڏينهن
راڌا راڪيشَ سان گڏُ پڇي نِڪتي. راڌا
پنهنجي ڪنيَلَ قَدَمَ تي ٻڌجي رهي هئي.
هُن جي ٻڌپَ جو ڪارڻُ هو تہ ڪو ڪيسِ ڏِسي
نہ وٺي. راڌا جي مَٿي مان پسينو نڪري
رهيو هو. راڌا تيستائين ٻڌجي رهي هئي
جيستائين گاڏي اَچي. ٻئي ڄَڻا اِسٽيشن
تي پهُتا پر راڌا جي پيٽَ ۾ ساهہ ڪونہ هو
ڇاڪاڻ تہ راڌا جي زندگيءَ جو پهريون
غلط قدمُ هو. گاڏيءَ جي اَچڻ ۽ هلڻَ کان
پوءِ راڌا سُکَ جو ساهُ کنيو.

راڌا راڪيشَ جي ڇَوَڻَ تي کنيَلُ قدمَ
تي پڇتائي رهي هئي ۽ مَنَ ۾ ڇَوَڻ لڳي
تہ ماڻهو ڇا ڇَوندا.

راڪيشَ راڌا کي هِمَت ٻڌائيندي
چئي رهيو هو تہ تون ڪوبہ فِڪر نہ ڪر.
ماڻهو گِلا تہ ڪندا، پَرَ اَسان ڪو غلط قدم
ڪونہ کنيو آهي. سڀ ڪنهن کي آزادي آهي.
راڌا اِنهيءَ ڳالهہ لاءِ راڪيشَ سان شامِل
راءِ ڪانہ هئي. هوءَ ڇوڻ لڳي تہ راڪيشَ،
تون مردُ آهين ۽ مان زالَ آهيان. زالَ ۽ مردَ
۾ تفاوتُ ٿيندو آهي. هرڪو زال ذات
ڏانهن آڱر کڻندو آهي. هوءَ ويچاري سيني
جا تعنا ٻُڌندي رهندي آهي. تون مردُ آهين،
توکي ڪوبہ ڪُجهہ ڪونہ ڇَوندو. جيڪڏهن ڪو
ڇَوندو تہ زالَ کي ڇَوندو. هاڻي جيڪو قدم
اَسان کنيو آهي اُنهيءَ کي نِڀائڻو ۽ سنڀالڻو
آهي. هاڻي اُکرِيُن ۾ سر وِڌو آهي تہ مُهرِيُن
کان ڪيرُ ڊِجندو؟ هاڻي زندگيءَ ۾ ڪجهہ بہ
ٿيڻو آهي، تنهن کي منهن تہ ڏيڻو آهي، ۽ اَسان
کي سهڻ لاءِ تيار رهڻُ گهرجي. ٻئي ڄَڻا
هڪ شهر ۾ لٿا. سندن ڪا قسمت سُٺي هئي
جو ڪيس مڪانُ مسوارَ تي مِلي ويو. مڪان
مالِڪُ ۽ هُنجي زال هُئي. هوُ ڀاڻَ ۾ ٻہ
ڄَڻا هئا. ٻئي زالَ مُڙسَ ديالوُ هئا. ٻئي
ڄَڻا نوڪريءَ مان رِٽائر ٿي ڪري اَڪيلائيءَ
جي زندگي گذاري رهيا هُئا. سندن ٻارَ
شادي ڪري ٻين شهرن ۾ نوڪري ڪندا هئا.
مڪان مالِڪ جي زالَ جو نالو ليِلا هو. هوُءَ
ڀڳوانَ جي ڀڳتياڻي هُئي، پنهنجو وقتُ پاٺ
پوُڄا ۾ گذاريندي هُئي. هڪڙي ڏينهن
راڌا پنهنجي دِل جو بوجهو هلڪو ڪرڻ لاءِ
لِيلا کي سچي حقيقت ٻُڌائي.

لِيلا راڌا کي چيو تہ مان بہ زالَ
آهيان. مونکي خبرَ آهي تہ زالَ جو ڏُکُ
ڇا ٿيندو آهي. تون ڪوبہ فِڪر نہ ڪر، تون
منهنجي ڌيءَ آهين. توهين ٻئي ڄڻا هتي
آرامَ سان رهو. توکي ڪنهن بہ شيءِ جي
ضرورت پوي تہ مونکي چئِجِ. اَسان کي ايشورَ
سڀ ڪُجهہ ڏنو آهي. تون ايئَن سمجهہ تہ
تون پنهنجي پيڪي گهر آهين. راڪيش
کي جيستائين نوڪري ملي، تيستائين تون
مسوار جو فڪر نہ ڪر.

# پريم جي شادي

## ايم. ٽي. ياٽيا

ڇو ڪري ڪي ڪو به قدم کڻڻ کان اڳ، سوچڻ گهرجي ته سندس کنيل قدمُ ڪيتري قدر سُندائي يا ڏکدائي ٿيندو. پوءِ اِيئن نه ٿئي ته ڪيس زندگيءَ ڀر روئڻو پوي. ڪنهن به هڪڙي قدم کڻڻ جو مطلبُ ٿيو پنهنجي لاءِ مصيبت کي سڏائڻ. پڇاڙيءَ ۾ اِئين نه ٿئي جو ڪيس پڇتائڻو پوي. اهڙو سائيهو حالُ راڌا جو ٿيو. راڌا زندگيءَ ۾ هيڪو پهريون قدمُ کنيو، اُنهيءَ تي ڪيس ڏاڍو پڇتائڻو پيو. راڪيش جو گهرُ راڌا جي گهرَ جي سامهون هو. راڪيشُ هس مُک هو. سندس بدنُ پريلُ هو. انگريزي ٻالهائڻ ۾ هوشيار هو. سندس وارَ اُلٽرن وانگر ڪنيل هئا. هوُ ٻالهائڻ جو مِلو هو. اِنهي ڪوئيڻ جي ڪري سيڪو سندس ڏانهن جڪبو هو. راڪيش-پيءُ اِنجنير هو. سندس پيءُ هونالو هريرام هو. هوُ هڪُ ايماندار اِنسانُ هو. هوُ رشوت وٺڻ جي برخلاف هو. جيڪي ٻيا اِنجنيرَ هئا، تن جي گهرَ جو خرچ پڻيءَ پاڻُ لهندو هو، ته هريرامُ سِيڌي سنئين خرچُ ڪندو هو. چالاڪ ته

هُنَ کي پوُرَت پنهنجي پگهار مان ڪرڻ هئي. جڏهن ٻيا اِنجنير رِشوت وٺندا هئا تن جي پنڊ قيمتُ هئي ته ڪاري ڏنُ کي سفيد ڪيڻن ڪريون. پرَ هريرامُ اِنهيءَ چنتا کان مُڪت هو. آرامَ جي ننڊَ ڪندو هو. هريرامَ جي دِلي تمنا هئي ته سندس پٽُ راڪيشُ اِنجنير ٿئي، پر راڪيشَ جو اِنجنير ٿيڻَ جو اِرادو ڪونه هو. هُنَ بي.ايس.سي پاس ڪئي هئي. هُنجو اِرادو نؤڪري ڪرڻ جو هو. راڪيشَ پنهنجي پيرَن تي بيهڻُ ٿي چاهيو. راڌا جو پياءُ راڪيشَ سان گڏ پڙهندو هو. راڪيش راڌا جي پياءُ جو دوستُ هو، اِنهيءَ ڪري راڪيشَ جو راڌا جي گهر اچڻُ-وڃڻُ ٿيندو هو. راڪيشَ جي راڌا جي گهر اچُ-وڃُ جي ڪري راڌا جو راڪيشَ ڏانهن جهڪاءُ ٿيو. ٻنهي شادي ڪرڻَ جو فيصلُ ڪاڌو. راڪيشَ جو پيءُ اِنهيءَ شاديءَ لاءِ شايد موڪلَ نه ڏئي ها. جيڪڏهن راڪيشُ پيءُ سان شاديءَ جي باري ۾ ذڪر به ڪندو ته هريرام راڪيشَ جي شادي راڌا سان ڪونه ڪرائيندو چاڪاڻ

نالو : ايم. ٽي. ياٽيا
ڄمڻ : روهڙي، سنڌ، ۲۱ - ۱۲ - ۱۹۲۸
ڇپيل ڪتاب : ڪلجڳي راڄ، ڪرفيو، ڪلجڳي ڪنتي ڪنواري، سوامي چيتنا وغيره.
لکڻ :
ڌنڌو : رٽائرڊ ٽيليفون انسپيڪٽر
پتو : ۲/۲۰۸، پانگ باڙي، اجمير - ۳۰۵۰۰۱.

۽ ڦُولو. ڏيئر هٽس : بينا، مينا، لينا، ٽينا،
نينا ۽ رينا. ڏھ ٻار، ٻارهون ڇولو ۽ ٻارهين
سندس ملوڪ سينياڻي ڇولي. مطلبُ تہ
هِڪُ اسپيئر پليئر (spare player) سميت پوري
ڪرڪيٽ ٽيم هئي.

شادي ڪئي هئائون تڏھن ٻي مهاڀاري
لڙائي پئي هلي. اُن لڙائيءَ ۾ زبردست
جاني نقصان ٿيو. اِنگلينڊ ۾ تہ مرد ذات
(Man power) جي اينري ڪوتِ ٿي پئي جو
اَنگريزن هندُستاني ڏنامُنا جوانَ اِمپورٽ
ڪري ڪين اُتي جي گورين منڊمن سان شادي
ڪرائي اَلڳ ڪالوني وسائي ڏني.

اُنَ وقت سيني مُلڪن ”آدم-شُماري
وڌايو“ جو نعرو بلند ڪيو. گهڻن ٻارن ڄڻڻ
وارن مائٽن کي سرڪار اِنعام ڏيڻ لڳي ۽
سرڪار ٻاران سندن سنمان ٿيڻ لڳو. اَخبارُن وارا
شدمد سان سندن فوٽو اَخبارن ۾ ڇپڻ لڳا.

ڇولي ۽ ڇوليءَ جي بہ دل سُرڪي تہ
سندن بہ سنمان ٿئي. ڇوليءَ جي پيٽ ۾
تہ وِلوڙا پوَڻَ لڳا. هوندن بہ شادي ڪئي
ٽي سالَ گذري ويا هئن، پر سندن هنج ۾
ڪو کيلڻ وارو ٻارڙو ڪونہ آيو هو.

ڇولو ڇوليءَ کي خوب پستا، بادامَ،
کيرَ ملايون کارائڻ لڳو ۽ ڇولي بہ ڏاهين
دائين وٽ ڦيرا پائڻ لڳي. نيٺ ڪنهن
ڏاهيءَ دائيءَ جو ڏسُ لڳي وِيس. بس،
پوءِ تہ ڇولي ۽ ڇوليءَ پائيواريءَ ۾ فئڪٽريءَ
پوري زور شور سان پرادڪشن چالوُ ڪري
ڇڏي. هر ٻئي سال ٻار پيدا ٿيڻ لڳو.

پنج ڇھ ٻارَ آيا تہ ڇوليءَ محسوس
ڪيو تہ هيءُ نسخو ڏاڍو مهانگو ۽ ڏکي
ڪندڙ ٿي پيو آهي.

اَنگريز بہ ڀارت ڇڏي ويا. سندر
وچڻ ڪان پوءِ، پارٽي نيتائن، ڪارخانہ
کي همٿائڻ شروع ڪيو. ڪيت بدلجي
ڪارخانا ٿيڻ لڳا ۽ اَناجَ جي پئدائش
ڏينهون پوءِ گهٽجڻ لڳي. راشن جي بہ
سختي ٿيڻ شروع ٿي. هاڻي ڇوليءَ جي
ڪمر بہ ڪڙهڻُ شروع ڪيو.

سوچڻ لڳي، هاڻي هِن آدم اُپجائو
اِنڊسٽريءَ کي لاڪ آئوٽ ڪرڻ گهرجي.
سرڪار طرفان بہ ”آدم گهٽ پيدا ڪريو“
جو اعلان ٿيو. اِن ڪري اِنعام مِلڻ جو
آسرو نہ رهيو. سنمان ٿيڻ جو تہ سَوالُ ئي
نٿي اُٿيو. هاڻي ڇاڇي ڇولي اُلٽا ڏسَ
پُڇڻَ لڳي. جيسين ڪنهن ڏاهيءَ جو ڏسُ
لڳي، تيسين ڏاڪو پورو ٿي ويو. الڳ
الڳ نسخا آزمائڻ لڳي، جنهن پيو بہ
سندس جسم جهوري ڇڏيو.

آخر ڇوليءَ ڇولي کي للڪاريو تہ
پاڻ تہ هليِ پيڪي، ۽ جيسين هن آدم
اُتپادڪ اِنڊسٽريءَ تي لال ٽِڪُنڊي سيل نہ
لڳندي، تيسين سندس درُ ئي نہ ڏسندي.

”مَرتا ڪيا نہ ڪرتا“. ٻئي ڏينهن
لاچار ويچاري ڇولي هڪ سرڪاري ڊاڪٽر
(جو سندس دوست هو) جي مدد سان لال
ٽِڪُنڊي جي مُهر لڳارائي آدم اُپجائو
اِنڊسٽريءَ کي اصل لاءِ لاڪ آئوٽ ڪري
ڇڏيو. اوڏي مهل ئي ڇوليءَ کي تارَ ڪيائين
reach immediately Karkhana closed (ڪارخانو
بند ٿي ويو، هڪدم هليِ اَچ).

❖❖❖❖

# نانڪ ڏکيا سڀ سنسار

## نارائڻ محبوباڻي

خوشيرام جو جهڙو هو نالو، اهڙو ئي هو سندس آچار وهنوارُ. هميشه ڏس تہ کِلندوئي رهندو هو.

اُنهيءَ ڏينهن سندس اوطاق وٽان لنگهيس. ڏٺم ٻاهر موڙ تي ويهي خياليرام سان وينو گپ شپ ڪري. مونکي ڏسي چَوڻ لڳو، ”موجيرامَ ! يارَ ! ڏاڍن ڏينهن کان پوءِ ڏٺو آهين. اَڄڪلهہ عيد جو چنڊُ ٿي پيو آهين. ٻئڏل ماڻهوءَ جو مزّه بہ ٽئين ڏينهن يکري نِروار ٿيندو آهي. پر، يار ! تون اَهڙي ڳُتَ هٽندو آهين، جو هفتوڏهہ ڏينهن تہ پتو ندارد. خياليرامَ کي ويلي خوشحاليءَ جو نُسخو ٻڌايم. تون بہ ٻڌ، ڪڏهن ڪم ايندُءِ.“

مون واڇون ٽيڙيندو وَراڻيو، ”خوشيرامَ! تو وٽِ ڪهڙا ڪهڙا نُسخا آهن؟“

جواب ڏنائين،”توکي ڪهڙو نُسخو کپي؟ نيتاگيريءَ جو يا چمچاگيريءَ جو؛ داداگيريءَ جو يا پنڊاگيريءَ جو. تندُرستيءَ جو يا بيماريءَ جو. سنسڪرتيءَ جو يا ساهتيہ جو. تنگدستيءَ جو يا راحتَ جو؛ بي حاليءَ جو يا باحاليءَ جو؛ تلوار جو يا ڍا[...] جو؛ مُکي ٿيڻ، سُکي ٿيڻ يا ڏُکي ٿيڻ جو؟“

مون عجب مان پڇيو، ”ڏُکي ٿيڻ لاءِ بہ ڪو نُسخو ٿيندو آهي ڇا؟“

جواب ڏنائين، ”پاڻَ کي ڏُکي ڪر[...] جا تہ سوين نُسخا آهن.“

”خياليرامَ ! خوشحاليءَ جو تہ هِڪ ئي نسخو آهي. جنهن حال ۾ مالِڪُ رکي اُنَ ۾ راضي رهُ. جي ڪيرُ توکي اونڌو ڪري ٽنگي، تہ سوچ اُن ۾ بہ مالِڪَ جي مهرباني آهي. اونڌو ٽنگڻ واري توتي لک لک مهربانيون ڪيون آهن. پير هميشہ هيٺاهينءَ تي رهي، سڄي بدن جو بارُ کڻي ٿا سگهن. مٿو هيٺ رهندو تہ سندس سوچڻ جي شڪتي وڌي ويندي. سوچڻ جي شڪتي وڌي تہ جسماني ڏُک دور ٿي ويندا.

”هاڻي موجيرام ! ڏُکي ٿيڻ جو اَمُلهہ نسخو ٻڌ. آسانجي پاڙي ۾ رهندو هو سيٺ چوُلو. کيس چار پٽ هئا - لوُلو، ٻوُلو، موُلو

| | | |
|---|---|---|
| نالو | : | نارائڻ آسومل محبوباڻي |
| جنم | : | ڳوٺ آراضي، تعلقو سيوهڻ ضلع دادو سنڌ، ١٧-٣-١٩٢٢ |
| ڇپايل ڪتاب | : | ڪاياڪلپُ(ڪهاڻيون)؛ مئگزنن/رسالن ۾ ليک/ڪهاڻيون |
| انعام | : | آڪاشواڻي، جئپور تان جدا جدا وشين تي وارتائون. اَلگ اَلگ سِنڌي سنستائن دوارا سنمانَ. |
| پيشو | : | پنهنجو ڌنڌو. سنگيت ۽ نانڪ وديا جو ڄاڻُو. |
| پتو | : | Swastak Radlo Co 4 Jawahar Market, New Sabzl Mandi, Kota-324006 |

ڏيکاريو جو في الحال تہ دشمن جي فوڄ
پنھنجا ماڻھو مرندا ڏسي پٺتي ھٽڻ لڳي.
پر آخر ھيڏي وڏي فوڄ سان مقابلو ڪرڻ
ڪٺن ھو. اِن ھوندي بہ راجا ھمت
ڪونہ ھاري. پنھنجي مُٺِ ڀر بچيل سپاھين
جان‌بازن سان، دشمن جي فوڄ سان
ھولي کيلندو رھيو ۽ لڙائيءَ جي ميدان ۾
شھيد ٿي ويو.

لڙائيءَ جي ميدان ۾ پنھنجي پتا
جي (راجا) شھيد ٿيڻ جو ڏکدائڪ سماچار
ٻڌي، راجڪمار راجڪماريءَ کي گھرو صدمو
پھتو. ھاڻي دکہ ڪرڻ، آنسون وھائڻ ۽
ماتم ڪرڻ جو وقت ڪونہ ھو. اِھو سوچي،
ٻئي جڻا گھوڙن تي چڙھي، ھٿيار پنھوار
پھري قلعي کان ٻاھر لڙائيءَ جي ميدان
طرف ڊوڙيا. اُتي پھچي ٻنھي پنھنجي
ھوش حواس ۽ جوش سان دشمن جي فوڄ
تي تلوار سان زوردار حملو ڪيو. اھڙي فن
سان تلوارن جا وار ڪندا مليڇن جا سِرَ
ڪاٽيندا رھيا ۽ اڳتي وڌندا رھيا. جڻن
ڪسان پنھنجي کيت ۾ لابارو وجھندو آھي
اَھڙيءَ طرح فوڄ کي نابود ڪندا رھيا. پر
ڪيستائين؟ بہ اَڪيلا جوڌا ھيڏي وڏي فوڄ
سان مقابلو ڪرڻ ڏاڍو مشڪل ھو. موت سان
مقابلو ڪرڻو ھو. دشمن کي ناش ڪند
ٻيئي سخت گھايل ٿي پيا، اِن ھوندي بہ
ٻئي آخري دم تائين دشمن جي فوڄ جو
سنگھار ڪندا رھيا.

مليڇن ھاڻي راجڪمار ۽ راجڪماريءَ
کي سخت گھايل ۽ ڪمزور ڏسي، ٻنھي کي
جيئرو پڪڙڻ لاءِ گھيرو ڪرڻ لڳا. راجڪماري
ھنن جي بدنيت سمجھي ويئي. ڏٺائين تہ
ھاڻي بچڻ محال آھي ۽ دشمن جي ور چڙھڻ
کان موت ڀلو آھي. ھڪدم ڀاءُ کي اِشارو
ڪيائين. ڀاڻس اِشارو پائي سمجھي، پنھنجي
تلوار جي ھڪ ٺَي وار سان ڀيڻ جو سِرُ ڌڙ
کان ڌار ڪري وڌو. دشمن وائڙا ٿي ويا. اِن کان پوءِ
راجڪمار پوري جوش ۽ ھوش سان اھڙي تہ لڙائي
ڪئي جو دُشمن بہ واہ! واہ! ڪرڻ لڳا. آخر اڪيلو
گھايل ٿيل لڙائيءَ ۾ دشمن کي ناسُ ڪندو پاڻ بہ
شھيد ٿي ويو پنھنجي سوُمان خاطر، ڀيڻ جي
عزت بچائڻ خاطر.

اڄ بہ اِنھن جي شھيديءَ جو نالو ڀارت
جي اِتھاس ۾ سونھري اَکرن ۾ لکيل آھي.

❖❖❖❖❖❖❖❖❖❖❖❖❖❖❖❖❖

آواز ويجهو ايندو ٻڌڻ ۾ آيو. سيئي خبردار
ٿي ويا. ايتري ۾ راڄڪمار ۽ راڄڪماري
پڻ اِن آستان جي ويجهو اچي پهتا. لڪل
ماڻهو هنن ٻنهي کي اڪيلو ڏسي بي-ايمان
ٿيا. پاڻ ۾ صلاح ڪيائون ته راڄڪمار کي
ماري راڄڪماري کي کڻي هلجي. اِهو سوچي
لڪل ماڻهن وڻن جي جهڳٽن مان ٻاهر نڪري
ٻنهي کي گهيرو ڪيو.

راڄڪمار ۽ راڄڪماري ٻنهي پاڻ کي
گهيريل ڏسي ڀيريائين ته گهٻرائجي ويا،
پر پوءِ پنهنجو هوش سنڀالي پنهنجي
جان بچائڻ لاءِ مياڻ مان تلوارون ڪڍي
ملڇن تي ٽُٽي پيا ۽ ڏسندي ڏسندي ڪيترن
ئي دُشمنن جا سِرَ ڪَپجڻ-مُڙڻ جيان ڪٽيندا
رهيا. هوڏانهن حملاوَر دُشٽ پنهنجي ماڻهن
جا لاش زمين تي ڪريل ۽ ليٽڙيون پائيندا
ڏسي پنهنجي همت هاري ويا ۽ حملي جي
زوردار سٽ سهي نه سگهيا ۽ ڀڄڻ لڳا.
پنهنجي جان بچائي ڀڳُل پائي ڀڄي سِڌو
وڃي دهليءِ جي سُلطان وٽ پهتا.

ان وقت دهليءِ جو سلطان قطب-ال-
دين هو. اُتي پهچي اُن کي اچي دانهن
ڏنائون، قبلا! اسان جهنگل ۾ ڪسُورا جي
رياست جو راڄڪمارُ ۽ راڄڪماري اڪيلا
ڏٺا. راڄڪماريءَ جي سونهن لاجواب هُئي.
اسان اُن جي حسن جي ڪهڙي تعريف
ڪريون. اسان سوچيو راڄڪمار کي ماري،
راڄڪماريءَ کي پڪڙي سُلطان کي هلي
'باب سوغات ڏيون. قسم آهي خدا جو!

توهانجي بيگم بڻجڻ لائق آهي. توهانجي
حرم کي چار چاند لڳي ويندا. چند به هن
جي اڳيان شرمائجي رهيو هو. پر هنن
اسانجو حملو ناڪام ڪري ڇڏيو. هنن جي
تلوار اڳيان اچڻ موُت سان مقابلو ڪرڻ هو.
ڪيترائي اسانجا ماڻهو گجر موريءَ وانگُر
ڪاٽي ڇڏيائون باقي اسان پنهنجي جان
بچائي ڀڄي هيتِ پهتا آهيون.

سلطان راڄڪماريءَ جي اهڙي واکاڻ
ٻڌي هوش حواس گنوائي ويٺو ته ڪنهن
به صورت ۾ راڄڪماريءَ کي پنهنجي بيگم
بنائڻ گهرجي. اِهو سوچي پنهنجي فوج کي
ڪسورا رياست تي حملو ڪرڻ لاءِ تيار
ڪيو. فوَج قلعي کي گهيرو ڪري ورتو ۽ راجا
کي حڪم ڪيائين، ”راڄڪماري اسانجي
حوالي ڪريو يا لڙائيءَ لاءِ تيار ٿيو.“
راجا اهو بيهودو اڻ-سُهائيندڙ حڪم ٻڌي
آگ بگولا ٿي ويو. جواب موڪلائين،
” اسين لڙائيءَ لاءِ تيار آهيون. مٿي
مارائي ڪان سواءِ راڄڪماري توهانجي
حوالي ڪرڻ اسانجي بي-عزتي آهي. اسين
اهڙا ڪانئر ڪونه آهيون جو توهانجي
حڪم سان اسان پنهنجي عزت توهانجي
حوالي ڪريون.“

راجا سجڻ سنگهه پنهنجي ننڍڙي فوَج
تيار ڪري قلعي جو بار راڄڪمار ۽ راڄڪماريءَ
جي حوالي ڪري پاڻ لڙائيءَ جي ميدان
۾ ٽپي پيو. سوروير راجا پنهنجي سوُمان
خاطر پنهنجي تلوار جو اهڙو ته جوهر

# وِير ڪُماري

## پورن لال ٿهلياڻي

ڪ سورا هِڪ ننڍِي رياست هُئي جنهنجو مالڪ راجا سچڻ سِنگهه هو. کيس ٻہ ٻار هُئا. هِڪ جو نالو راجڪُمار لڪشمڻ سِنگهه هو ۽ ٻئي جو نالو تاجڪُماري هو. جڏهن ٻنهي ٻارن هوش سنڀاليو تڏهن راجا کين پنهنجي گُروءَ وٽِ وديا سکڻ لاءِ وِهاريو. وديا سيکارڻ سان گڏ خالي وقت ۾ گُرو ٻنهي ٻارن کي تير ۽ ترار هلائڻ پڻ سيکاريندو هو. ڪڏهن ڪڏهن گرو ٻنهي ٻارن کي وٺي جهنگل ۾ شِڪارُ کيڏڻ لاءِ ويندو هو، جتي کين تير ۽ تلوار هلائڻ جو پاڻ ۾ پورو وشواس ٿئي.

گروءَ جڏهن ڏٺو تہ ٻئي ٻالڪ نہ رُڳو وديا ۾ پڙُ ٿي ويا آهِن پر تير ۽ تلوار هلائڻ جي فن ۾ بہ نِپڻ ٿي چُڪا آهِن، تڏهن کين واپس راجا وٽِ موڪليو. هاڻي راجڪماري ۽ راجڪُمار ٻيئي اڪيلي سِر جنگل ۾ شڪار ڪرڻ ويندا هُئا ۽ ننڍو وڏو شِڪار ڪري موٽندا هُئا. شِڪار ڪندي ڪندي ٻنهي کي پاڻ ۾ پورڻ وشواس پڻ ٿيو ۽ آزمودو بہ ٿيو. روزمره شِڪار ڪرڻ جو ٻنهي جو نيم ٿي ويو. راجا بہ ٻنهي ٻارن جي قابليت ۽ هوشياريءَ ڏسي ڏاڍو خوش ٿيندو هو. دِل ۾ ڦوليو نہ سمائيبو هو.

هِڪ دفعي جي ڳالهہ آهي ٻئي ڀاءُ ڀيڻ تيار ٿي نيم موجب شِڪار کيڏڻ لاءِ جهنگل ڏانهن روانا ٿي ويا. جهنگل ۾ شِڪارُ ڳوليندي کين ڪو بہ شڪار هٿِ ڪونہ چڙهيو. شِڪار کان سواءِ واپس وڃڻ جو ٻنهي جو ڪو بہ اِرادو ڪونہ هو. گهوڙن تي سوار شِڪار جي ڳولا ۾ ٽوه ولندا هلندا رهيا. ڀٽڪندا رهيا پر قدرت سان اُن ڏينهن ڪو بہ شڪار هٿِ ڪونہ چڙهيو پر نِراس ڪونہ ٿيا ۽ همٿ سان اڳتي وڌندا رهيا من ڪو شِڪار هٿِ چڙهي وڃي پر قسمت ٻنهي کي ڪو بہ ساٿ ڪونہ ڏنو. ڀٽڪندا ڀٽڪندا آخر اَچي هِڪ نِرجن بن ۾ پهتا.

اِن نِرنجن بن ۾ ڪجهہ ماڻهو ڳهاٽن ڇايادار وڻن جي ٽِلِيان لڪي ويهي پاڻ ۾ ڪائي صلاح مصلحت ڪري رهيا هُئا تہ هُنن کي اوچتو گهوڙن جي ٽاپ ٽاپ جو


نالو : پورن لال ٿهلياڻي
جنم : سنڌ
ڇپايل ڪتاب : اڌوري خواهش، وشواس گهات.
انعام :
پيشو : سرڪاري نوڪريءَ تان رٽائرڊ
پتو : ٢٤٩، ڊبل اِستوري، نيو راجيندر نگر، نئي دهلي - ١١٠٠٦٠.

پنهنجي هٿن سان ڪارائيندي هئي ۽ ٺري پوندي هئي.

روپا جي ڪليڪٽر ٿيڻ تي هن کي شاهي بنگلو مليو. ڪار ۽ نوڪر چاڪر مليا. هاڻي سڀُ وڏي بنگلي ۾ سُکت ٿي ويا. سوين ماڻهو روز روپا وٽ ڪا نہ ڪا فرياد کڻي ايندا هئا. ڏاڏيءَ کي اُنهن ماڻهن تي ڏادو گهڻو ترسُ ايندو هو ۽ هوءَ روپا کي

هاڻي گهٽيءَ مائٽيون ڇوڪرين
لاءِ اچڻ لڳيون. پر ڇوڪرا ڏاڏي پيرين
ڏسندي هئي. چوندي هو باندر ڪند
منهنجي سونوءَ سان شادي؟ اڙي مُنهن ڏن
اٿائين آرسيءَ ۾؟"

" ڦلاڻو تہ روپا جي جُتيءَ شي
برابري بہ نہ ڪري سگهي." هاڻي پوئيون
هن کي پوئن کان بہ ملبون هُيون.

انهن جي سفارش ڪندي هئي. روپا بہ ڏاڏيءَ جي عزت رکندي هئي. جيترو ٿي سگهندو هوس غريبن جي مدد ۽ ڏکين جا ڏُکہ دور ڪندي هئي. اُنهن کي نباءَ ڏياريندي هئي، اِن تي هُن کي دُعائون ملنديون هيون. پوٽن کي خوشي هئي تہ هنن ڏاڏيءَ جو من جيتي هن جو پيارُ حاصل ڪري ورتو هئو.

هڪ ڏينهن سونا ڏاڏيءَ کي
چيڙيندي چيو، " امان هاڻي پڏاي
اسين ڪو پٽن کان گهٽ آهيون؟
ڏاڏيءَ پنهين پوٽين کي ڀاڪُر ۾ ڀريندي
مٺي ڏيندي چيو، " نہ پٽ! توهان
منهنجا نهرا پٽ آهيو."

۽ ڏاڏي پُراڻين روايتن کي ٻڌائي
نئين دَور ۾ شامل ٿي وئي هئي.

❖❖❖❖❖❖❖❖❖❖❖❖❖❖❖❖

آهڙيءَ طرح ٻنهي ڇوڪرين جو لالن-
پالن چندرو تمام سٺي ڍنگ ۽ پيار سان
ڪندو هو. پٽن جي هن کي تمنا ئي نه رهي.
ٻالڪيون بس ڏاڏيءَ جي پيار کان وانجهيل
هيون ته به ڏاڏيءَ جي دل جيتڻ جي ڪوشش
ڪنديون رهنديون هيون.

ٻئي ٻالڪيون تمام سٺن اسڪولن ۾
پڙهي تمام هوشيار ۽ لائق ثابت ٿيون.

وقت ويندي ويرم ئي نه ٿي. سونا ۽
روپا، اڄ ننڍيون، سڀاڻ وڏيون. سونا سِول
سرجن بڻي ۽ روپا ڪليڪٽر.

هڪ ڏينهن اڌ رات جو جڏهن ڏاڏي
سنان ڪونيءَ ۾ وئي ته پاٽيءَ جي ترڪڻ تي
هن جو پيرُ ترڪي پيو. هوءَ ڌوُ وڃي ڪري.
هن جي منهن مان رڙ نڪري وئي -" آڙي
مري ويس، گهوڙا ڙي، ظلم ٿي ويو."

سونا ۽ روپا ڏاڏيءَ جي ڪمري ۾ ئي
سمهنديون هيون، سي هڪ دم جاڳي پيون.
ڏاڏيءَ کي ڪريلُ ڏسي گهٻرائجي ويون.
هن کي کڻي آڻي پلنگ تي ليٽايائون، پر
ڏاڏيءَ جي رڙ هيٺ، رڙ مٿي پئي پوي.

سونا جاچ ڪري ڏٺو ته سمجهي وئي
ته آمان جي ٽنگ جي هڏي ڀڄي پئي آهي.
بس، پوءِ ته هن ڊاڪٽري پينترا هڻڻ شروع
ڪري ڇڏيائين. جلد اسپتال مان ائمبولنس
گهرائي اُنهن ۾ ڏاڏيءَ کي اِسپتال وٺي ويئي.
ڊاڪٽرن ايڪس-ري ڪري پٽو چاڙهي
ڇڏيو. ٻن ٽن ڏينهن کان پوءِ آمان کي گهر
ڪٺائي آيا.

اِنَ وچهر آمان کي ڄاڻ پئي ته سندس
پوٽي سونا، وڏي ڊاڪٽر آهي ۽ هنجي ڪري

ئي سڀ ڊاڪٽر کيس 'آمان آمان' ڪري پيا
ڪونينِ ۽ هر هر ڏسڻ پيا آچنِ، پريم سان
پيا ڳالهائين. نرسون به وقت سر وقت دوا
ڏيئي حال چال پيون معلوم ڪن.

گهرَ ۾ به سونا ڏاڏيءَ جي تيمارداري
تمام پنهنجپائيءَ سان پٽئي ڪندي هئي.
هٿ سان دوا ۽ گوريون ڏيڻ، سوڙ وڌڻ تي
سيون هڻڻ، رات جو ننڊ نه اچڻ تي ننڊ
جي دوا ڏيڻ جو ڪمُ پنهنجي هٿ سان
ڪندي هئي. ڏاڏيءَ کان هر وقت پٽئي
پڇندي هئي، "آمان! ڪا تڪليف ته ڪونَ
آٿو؟"

شام جو اِسپتال مان موٽڻ مهل مؤسميءَ
جو جوڙسُ ڪدائي ايندي هئي ۽ ڏاڏيءَ
کي هٿن سان اچي پيئاريندي هئي.

ڏاڏيءَ کي احساس ٿيو ته پوٽو به
شايد منهنجي ايڏي سارَ نه لهي هان، نه
شيوا ڪري هان، جيڏي پوٽيءَ ٿي ڪئي.

ڏاڏيءَ لاءِ نرس به رکي وئي هئي پر
رات جي وقت سونا ئي ڏاڏيءَ جي سنڀال
ڪندي هئي. هن جي راتِ جي ننڊ پڻ
ڦٽندي هئي پر چوندا آهن ته پريم ۾ سڀُ
جائز آهي.

ڏيڍ مهيني کان پوءِ ڏاڏيءَ جو پٽو
کُليو. سونا ٻارن جيان ڏاڏيءَ کي آهستي
آهستي پنڌ ڪرائيندي هئي. اِن ڪم ۾ هوءَ
بلڪل خفا نه ٿيندي هئي ۽ هڪ ڏينهن اهڙو آيو
جو ڏاڏي جهڙي هئي تهڙي جاڻي تي
وئي.

هاڻي ڏاڏي-پوٽيءَ جو پريم ڏسڻ
وٽان هو. ڏاڏي ٿُرُ مان ٿُر سونا روپا کي

راڌا گرئجوئيٽ ٿي ۽ اسٽينو ٽائيپسٽ پڻ. راڌا کي پيڪن جي ياد اچي ولي. اڪس مان ڳوڙها ريءَ ڪري وهڻ لڳس. هن جي پيڪي گهر ته سڀ ڦارورڊ هئا. ٿي جي ماءُ پولن پولڻ ۾ فرق نه سمجهندي هئي، ٿنن کي برابر سمجهندي هئي. لوڪن کي به الين پاڻيندي هئي جڻ ته ڏينڙ هجن.

چندرو ماءُ جو سڪيلڏو پٽ هو. جيڪر به ٻي ٻار هجنس ها ته چاندي واري-ولي سان وچي ڪٿي ولڻ هر هڪ وٽ رهي ها، پر هالي ته راڌا ٿ ڪا واهز لي ڪاڻه هئي.

هنجي ٿسڻ سڄو ڏينهن لوڪن جون ويڪون پئي ڪيندي هئي ۽ ڪنڪئي جا ڪاڪ پاڙيوارين سان وچي ڪچهريون ڪندي هئي.

راڌا گهر، ٻار، پتي ۽ ٿسڻ سڀني جي شيوا پئي ڪندي هئي. ليڪ به ڪچا ڪٽس ۽ ويم کان پوءِ آرام ۽ ڪوله ملڻس ته هوءَ ڪمزور ٿي ويئي ۽ هن کي بخار اچڻ لڳو. چندرو راڌا جي بيماريءَ جي دوا ته ڪري ٿي سگهيو، پر هن جي بيماري ڪيئن وڃس؟

روپيا جي جمڻدي ٿي چندرو کي پروموشن ملي ويو. چندرو کي پڪڪ ٿي ولي ته برابر ٽاڪلون لڇميءَ جو روپ ليندين آهن. خوشيءَ مان ماءُ کي چيائين، ''ڏٺو، امان! مونکي روپا جالي کان پوءِ ڪيڏو نه فائدو ٿيو آهي؟ پنج سؤ روپيا هر مهيني جو فائدو. چوندا آهن ته ايشور هنر کان اڳ ٿي هن جي پاڻ جو انتظام ڪري ڇڏيندو آهي. هيءَ پنهنجو پاڻ پاڻ سان ڪٺي آئي آهي. سچ آهي، جنين کي سواسڻ ٿوڏلي ٿنهن ...رڻ به ڏٺي ٿو.

ولتُ ويو گذرندو. سونا به اجي ٻن سالن جي ٿي، هالي هوءَ اسڪول به ويڻ لڳي ته چاندي کي پوئي جي چاهه ٿي. راڌا وري اميدواري ٿي، پر شرم کان ٿي چار مهينا ته ڪنهن سان ڳالهه ٿي ڪانه ڪيائين. هنجي چندرو کي خبر پئي، ته هن راڌا جي سونوگرافي ڪرائي، جيئن ماءُ جي چئي پنانڊڙ پٽ ٿي ٿي سگهي. سونوگرافيءَ مطابق راڌا سان گڏ چانديءَ کي ٿي موڪليو ويو. سونوگرافيءَ ۾ ڇوڪريءَ جا ٿي نيڇڻ ڏسڻ ۾ آيا ته چانديءَ جا به سه وپا ته ڇهه به وپا. هوءَ ڊاڪٽر کي چوڻ لڳي، هن جو ڪو علاج ڪر، جيئن انسان کي ٻي ڇوڪري نه ڪپي. ڊاڪٽر سمجهايس، ''پهرين ڳالهه ته هالي دير ٿي وئي آهي، ۽ انهن ۾ هن جو خطرو آهي ٻيو ته پٽ ڄڻ ۾ مرد ئي ٿي ذميوار آهي سائنسدانن اهو ثابت ڪيو آهي. ان ڪري عورت جو ان ۾ ڪوبه ڏوهه ڪونه آهي.''

گهر اچي چاندي چندرو سان بحث ۾ اچي پئي. چندرو چيو، '' امان، توهان ڇوڪرين مان ناراض ڇو ٿا ٿيو. ڏيءَ ته مون کي جمڻدي نه؟ توهان کي ڪهڙو ڀاڙ پڙندو؟'' پٽ توهان به ته ڪنهن جي ڏيءَ ٿي آهيو. جيڪر توهان جا ماءُ پيءُ به توهان کان نفرت ڪن ها، ته توهان کي ڪهڙو ڀلو لڳي ها؟ ٻيو ته توهان نه ٿي ڏينر جڻيون آهن. ڇا اهي توهان کي ڪاريون آهن؟''

ملس سيني دلٽل سان چاندي سمجهت ته هئي، ته به پوليءَ ٿ هن جو من نه پيو مڃي.

# نئون دؤر

## ڪملا ٻُتاڻي

**آ** مان! واڌايون هجَنِوَ، گهرَ ۾ لڇمي
آئي آتوَ. نرس جا اِهي اَکرَ ڪنن
۾ جڻ زهرُ اوتي ويا. چانديءَ جو بدنُ
ڪنڊارجي ويو. هوءَ ٻئي هٿَ متي تي رکي
روئڻ لڳي. '' هاءِ، پهرين ئي ڌيءَ جائي،
ڪُلُ نہ تريو ئي ڪينَ.''

چانديءِ چانديءَ جي ڪلدارن جي
جيڪا ڳنڍِ ٻڌي آئي هئي، ڇوڙي نہ سگهي.
ڊاڪٽر، نرس يا نوڪرن کي خرچي ڌيءَ ڄمڻ
تي نہ، صرف پُٽَ ڄمڻَ تي مِلندي آهي.

راڌا ڏنو نہ سَسُ جو ٻوٿ سُڄيل هو.
مُنهن تي جيڪا مُرڪ ويم کان اَڳُ هئس
غائِب ٿي وئي هئسِ. ٽي ڏينهن نہ اسپتال
۾ هوءَ چپ رهي پر جڏهن ئي گهر آئي تہ
سڄي ڪاوڙ چندروءَ تي اڇي ڪڍيائين.

ڇٺيءَ جي ڏينهن چندروءَ دوستن کي
پارٽي يا روٽي کارائڻ جي پيشڪش ڪئي
تہ چانديءِ هيڪاري اڇي ڪُلي ''ڇي وڏو ٻورُ
ڄڻيو اَٿائين جو داوتون ڪندو. اَڙي ڏئي
ها ڪو پُٽڙو تہ مان ئي شهنايون وڄارايان
هان.''

چندروُ :- ''پر بہ امان اِها بہ ڪا
ڪنهنجي وَسَ جي ڳالهہ آهي تہ پُٽُ ئي
ڄمندو، ڌيءَ نہ.''

چاندي :- ''مون تہ پنڊتن کان جاپ
ڪرايا هئا، ڇيائون پُٽُ ئي ڄمندو. هِنَ
جا ئي ڪرم خراب هوندا. لڇڻ تہ سڀ
پُٽ جا هئسِ.''

چندروُ :- '' امان اَڄ ڪلهہ ڇوڪرا
ڇوڪريون برابر آهِن. پاڻ ڇوڪريون ماءُ
پيءُ جي وَڌيڪ شيوا ڪن ۽ ٻانهن ٻيلي
ٿيون ٿين. ڏسو نہ توهانجون بہ تہ ٽي ڌيئرُ
آهِن اُهي توهانکي ڪيڏيون نہ مليون آهِن.''

چاندي سندس ڌيئرن جو ذڪر ايندئي
چپ ٿي وئي. پر نونهن کي نہ سچو گيهہُ
کارايائين نہ لڏون. نہ دِل سان ڪا شيوا
ڪيائينس. ٻارهين ڏينهن تي ئي سنان
ڪرائي رسوئي سندس حوالي ڪري ڇڏيائين

نالو : ڪملا ٻتاڻي
جنم : ڪراچي، سنڌ؛ ١-٨-١٩٤٠
ڇپايل ڪتاب : پرائي درد جو احساس، هڪ ٻيو مسيحا، نئي زندگي،انسانيت جي راهہ.
انعام : راجستان سنڌي اڪادميءَ طرفان ناول تي، راجستان سطح تي ڪهاڻي چٽاڀيٽيءَ ۾ ٻيون اِنعام.
پيشو : ليڪچرار گورمينٽ ماڊل سينئر سيڪنڊري اِسڪول.
پتو : اِي.آءِ.يو.آءِ.ٽي. ڪالوني ناڪا مَدار، اجمير.

مون اُديپور ۾ پڪيءَ طرح مُقام ڪيو
ته ڀيڻ وٽ هر گهڙيءَ پيرو ڪرڻ جو موقعو
ملندو رهيو. ساوتريءِ ۽ سندس ڏيءَ سان به
ڪڏهن ڪڏهن ملاقات ٿيڻ لڳي. خبر ناهي
ته ڇو مون دليون چاهيو پي ته ساوتريءِ
پنهنجو ٻُڍاپو سک ۽ چين سان گذاري. هوءَ
ماءُ آهي ۽ ماءُ سرڳه سمان ٿيندي آهي.
سندس چرنن ۾ ئي سُرڳ آهي. هر عورت
کي ڪڏهن نه ڪڏهن ماءُ جو پد ملي ئي
ملي ٿو، پوءِ اُها ڏيءَ هجي يا نونهن!
هرڪنهن عورت کي اِن پد تي پهچڻ جي
لالسا ٿيندي آهي. ساوتريءَ جي ننهن پڻ
اِهو پد حاصل ڪيو آهي. ڪڏهن نه ڪڏهن
ته ڪيس اهو احساس ٿيندو ئي. اِها مونکي
اُميد هئي ۽ مون ڏسڻ پي چاهيو ته اِها
خواهش حقيقت جو روپ ڌارڻ ڪري ٿي يا
نه. اها سچ پچ انسانيت جي تقاضا پڻ آهي.
۽ سچ پچ هڪُ ڏينهن اهڙو اَچي ويو، جو
ساوتريءِ مونکي سندس ڏيءَ جي گهرِ نظر
ڪانه آئي. ڏيٽس خوش ٿيندي چيو، ''دادا،
امان جي نسڪ پگوان ٻڌي. ڏيڍ سال اڳه
ڏوهٽي جي شاديءَ ٿي هئس. ان وقت اوهان
سنڌو نگر ويل هئا، انڪري اوهانکي اها خبر
پيئي نه سگهي. پر دادا، منهنجي ڀاڀي
پنهنجي نونهن کي به سکي رکي نه سگهي.
ڀلا نونهن ورتائين ڪمائيندڙ. خيال پنهين جا
الڳه الڳه. نونهن ئي ڪانئس جدا ٿي ويئي!
پيٽ جي جُدائيءَ کيس محسوس ڪرايو ته ڪ
سالن کان جنهن

سسُ کي پٽ جي پيار کان وانجهي رکيو
هئائين، تنهنجو ئي ايشور کيس بدلو ڏنو.
ايشور وٽِ نياءَ جي دير آهي پر ملي
ضرور ٿو! هڪ ڏينهن منهنجي ڀاڄائيءِ
پاڻ چڙهي آئي ۽ آمان جي قدمن ۾
اچي ڪري پيئي!! ۽ آمان سانُس
هلي ويئي.

ساوتريءَ جي اَنتم زندگي سکدائي
بڻجي ويئي، اِهو ڄاڻي مونکي بيحد
خوشي ٿي ۽ اها چرم-سيما تي تڏهن
پهچيِ ويئي جڏهن ڏيٽس وڌيڪ
ٻڌايو، ''آمان هينئر ڏاڍي خوش آهي.
هوءَ هاڻي گهڻو وقت پنهنجي پوٽي
جي نونهن وٽ ئي گذاريندي آهي
هوءَ اَج ننڍڪي ناهي. هينئر ته کيس
پرپوٽو به گود ۾ مليو آهي. ائين پيئي
ڀائين ته هن ڪلجڳه ۾ کيس سرڳه ملي
ويو آهي. هر گهڙيءَ چوندي آهي - مان ته
خيرپور پهچي ويئي آهيان. هيءُ منهنجو
ٿيندڙ فرشتو پوٽو ناهي پر منهنجي گهوٽ
جي هوبهوُ صورت آهي. دادا.... آمان ايترو
خوش آهي....ايترو خوش آهي جو...''

۽ ڏيٽس جي اکين مان خوشيءَ جا
آنسون ڇُلڪڻ لڳا!

****

سماج ۾ ماءُ پيءُ نہ ڌيءُ جي در جو پاڻي
بہ نہ پيئندا آهن، پوءِ ساوتريءِ پنهنجي
ڌيءُ وٽِ ڪيئن وڃي رهي آهي؟''
'' آخر ڌيئر ماڻهو ڇو گهرندا آهن؟''
پيءُ سوال ڪيو.
'' ڌيئر....؟ اڄ ڪالهہ ڪٿي ٿا گهرن
ڌيئر... پاڻ مٿو پٽيندا آهن!''
'' ٻہ ڪوٺي ڪانهي،'' پيءُ چيو.
'' ماڻهن کي ڌيئر وڌيڪ ڪم ايندڀون آهن.
دکہ سکہ جون پاڻي پاڻيوار وري بہ ڌيئر ئي
ٿيندڀون آهن. ساوتريءِ ۾ پڻ ڌيءَ جو موهہ
وڌيڪ آهي. هوءَ ماءُ جو دکہ سهي نہ سگهي،
ڪيس زوريءَ وٺي ويئي!''
''تہ ڇڏيبو سندس نونهن جا افعال اڃا
ساڳيا آهن،'' مون ارمان ظاهر ڪندي چيو.
هوءَ تہ هينئر نونهن ڪانہ رهي آهي، ماءُ
ٻڌجي ويئي آهي. اڄ نہ سڀان ڪيس بہ
نونهن ملندي. اولاد جو پيار ڇا ٿيندو آهي،
اِن جو احساس اڃا بہ ڪيس نہ ٿيو آهي؟
اِنسان آهي يا پٿر؟''
''احساس تہ پري رهيو،'' پيءُ چيو
''هوءَ پاڻ مڙس کي ڌمڪيون ڏيندي رهندي
آهي تہ جيڪڏهن ماءُ کي واپس وٺي ايندو تہ هوءَ
آپگهات ڪندي! ڪيس جيل جي هوا
کارائيندي!! جيل جون چڪيون پيهارائيندي!!!''
'' ساوتريءَ کي سڪيلڌو پوٽو بہ تہ
آهي نہ؟'' مون پڇيو هو، ''مُوڙ کان وڌِ تہ
وياج پيارو ٿيندو آهي. ڇا وِٽس پوٽو بہ
ڪونہ ايندو اهي؟''

''ڪڏهن ڪڏهن ايندو اٿس، هنکي
بہ ماءُ اهڙو تہ ڌمڪايو آهي جو ٻالڪ
هيسجي ويو آهي!''
بعد ۾ مون ساوتريءَ ۽ سندس ڌيءُ
سان پڻ ملاقات ڪئي. سندس ڌيءُ جو گهر
پري ڪونہ هو. مونکي اِهو ڏسي خوشي ٿي
تہ ساوتريءِ اڳي کان صحت ۾ بهتر هئي ۽
سرهي پڻ لڳي رهي هئي. سندس چهري
تان دکہ ۽ اڪيلائپ جا بادل پري ٿي ويا
هئا. هوءَ ڌيءُ تي بہ بارُ ڪونہ هئي، ڇو تہ
خرچ تہ ڪيس پٽ ئي پهچائيندو هو. هوءَ
پنهنجو رڌي پچائي کائيندي هئي. پر
پنهنجي پٽ نونهن ۽ پوٽي کي ڏسڻ
ڳالهائڻ ٻولهائڻ جي ڇڪ بنهہ ڪانہ ٿيندي
هجي، ائين ڪونہ هو. اِنَ ڪري منهنجي
منهن مان اُمالڪ نڪري ويو هو -''سچ پچ
افسوس جي ڳالهہ آهي. ماءُ پتڪندي رهي،
رنج ۽ غم جا بار ڍوئيندي رهي، ڇُڙيِ ڇُڙي
پچاڙي کائي ۽ پُٽَ کي ڪو ڪيڪاءُ نہ
اچي؟ اهڙن پُٽن کان تہ ڌيئر ئي چڱيون!''
منهنجي لفظن تي ساوتريءَ جو هنياءُ
جهري پيو هو ۽ هوءَ پوءِ سڏڪا پري روئڻ
بہ لڳي هئي؛ ڄڻ ڪيس ورهين بعد همدرد
ملي ويو، جنهن سندس پُڪار ٻڌي هجي ۽
صحيح لفظ چيا هجن! منهنجو انداز صحيح
نڪتو هو تہ جيتوڻيڪ هوءَ ڌيءُ وٽِ سکي
هئي، پر پٽ، نونهن ۽ پوٽي جي جُدائيءَ
جو غم سندس هنياءَ کي اُڌوهيءَ جيان
ڪوکلو بڻائي رهيو هو.

”تنهنجي پٽ کي ٻه اولاد هوندو؟“

”ها... کيس ٻه سڪيلڊو هڪڙوئي آهي.“

”پوءِ ته پريوار وڏو نه چئبو... اِن هوندي به.... توکي تنهنجو پٽ پاڻ سان گڏ ڇو نٿو رهائڻ چاهي؟“

ساوتريءَ جو منهن ٿامٽي هٽي ويو. چپ ڏندن سان لڳي ويس. اهڙو ڪچي جهڙي پٽ. جواب ڏيڻ بجاءِ هوءَ اُٿي، متي پنهنجي ننڍڙي ڪمري ۾ هلي ويئي ۽ مان پنهنجي جلد بازيءَ تي پاڻهي پشيمان ٿي ويو هوس.

فرصت ملڻ تي پيڻ وٽان ڄاڻ پيئي ته ساوتريءَ جي شادي سنڌ جي خيرپور رياست ۾ ٿي هئي. اُتيئي کيس هڪ پٽ ۽ هڪ ڌيءَ ڄاوا هئا. ان بعد هوءَ وڌوا بڻجي ويئي هئي. ورهاڱي بعد سندس ڏيرُ کيس ڀارت وٺي آيا هئا. پر کين روزگار ڪونه لڳو ته اُنهن ماں کو ڪولا ته ڪو اِندار ته ڪو پڙپال هليو ويو. ساوتريءَ کي ڪيرُ ٻه پاڻ سان وٺي ڪونه ويو ۽ هوءَ نڌڻڪي بڻجي ويئي! ساوتري چاهي ها ته اُن وقت ٻي شادي ڪري سگهي ها. شهٽي مڇوُل ۽ شلپٽي ساوتريءَ کي قبول پوڻ ۾ ڪا دقت آڏو نه اچي ها، پر اولاد جي موهه سندس اهڙي خواهش کي روڪي ڇڏيو. سندس پيرن ۾ بيڙيون پئجي ڇڏيون. ساوتريءَ اُ... جي صدقي گهر-گهر جو پورهيو پسند ... ٻانديءَ، ڪپڙن ڌوئڻ وغيره ... اُتر جيترو ملي ويو ته جن پنهنجي زندگيءَ جي عيش-عشرتن ۽ سکن کي اولاد مٿان نڇاور ڪري ڇڏيو. ٻنهي ٻارن کي لاڏ ڪوڏ سان پالي پوسي وڏو ڪيو، پڙهايو ۽ لائقيءَ سان لڳايو. ٻنهي ٻارن جي شادي ڪرائي. ڌيٹس ته پرائي گهر وڃي سکي ٿي، پر ساوتريءَ کي نُنهن وٽان سک نصيب نه ٿيو.

چوندا آهن عورت گهر جي لڪشمي ٿيندي آهي. سندس پيرن ۾ ئي ڀاڳ ٿيندو آهي. نئين ڪنوار خوشحالين جا پنڌار پاڻ سان گڏ کڻي ايندي آهي. پر ساوتريءَ جي نونهن جا لڇڻ ئي ڪجهه اُلٽا نڪتا. گهر جي مالڪياڻي، نونهن اڳيان نوڪرياڻي بڻجي ويئي! ساندهه اٺ سال ڏک سهندي سهندي، ساوتريءَ جو سرير سڪي ڪنڊا ٿي ويو ۽ اکين جي جوت پڻ جهڪي پئجي ويس. ساوتريءَ جي عمر پنجاهه ورهين کان مٿي نٿي لڳي، پر هلڻ وقت سندس ٽنگون ٿڙڪي رهيون هيون، سبزيءَ کي چاقوءَ سان ڪٽيندي سندس هٿ ڏڪي رهيا هئس. سندس حالت بلڪل قياس جوڳي نظر آئي هئي.

اٽڪل ڏهه سال اڳ مون جڏهن اُديپور ۾ مقام ڪرڻ جو فيصلو ڪيو تڏهن ڀيڻ سان وري ملاقات ٿي، پر ان وقت مڪان ۾ ساوتري نظر ڪانه آئي هئي. ڀيڻ ٻڌايو ته هوءَ هاڻ پنهنجي ڌيءَ سان گڏ رهندي آهي. مونکي ڏاڍو عجب لڳو هو - ”سنڌي

# نِڌڪي

## ڪشور پهوجا ”جيون“

مُنهنجي ڀاڻيجي جي شادي هئي پر مِٽ مائٽ ۽ مهمان گهڻا ڪونہ هئا انڪري منهنجي رهائش جو بندوبست پنهنجي گهر جي ڀرئين ماڙي تي ڪيو هئائون. ڪمرو ڇڙو وڏو هو جتي بہ مهمان ٻيا پڻ رهايا ويا. مان ايڪانت وڌيڪ پسند ڪندو آهيان، گوڙ شور مونکي بلڪل ئي ڀاءِ نہ پوندو آهي. انڪري مون سيني کان پاسي واري ننڍڙي ڪمري جي گهر ڪئي تہ ٻڌايائين اُهو ڪمرو ساوتريءَ کي مسواڙ تي ڏنل آهي.

”توکي کهڙي بکہ پيئي هئي جو مسواڙي ويهاريو اٿيئي؟“ مون ڪانئس عجب مان پڇيو هو.

”ويچاري وڌوا آهي. نونهن جي ستايل. سندس پٽ سان ڀائرن جهڙو رستو آهي، هو پاڻ ئي ڪيس هِتِ ڇڏي ويو آهي. خرچ ڏيندو اٿس. هاڻي تہ اسان سان ڏاڍي هري مري ويئي آهي.“ ايترو چوندي ڀيڻ گنيير تي ويئي - ”سيڪو ائين سمجهندو آهي تہ سسون ڏاڍيون ڏاريون ٿينديون آهن. پرائين ڌيئرن کي پنهنجي ڌيئرن جيان پيار ڪونہ ڪنديون آهن. ڪين سدائين پيون ڏنب ڏينديون آهن. پر ساوتريءَ جي حالت اُلٽي آهي. هوءَ نونهن جي سَتايل آهي. نُهٽس گهر مان لوڏي ڪڍيو اٿسِ. نِڌڪي تي پيئي آهي!“

ساوتريءَ بابت اُن وقت صرف ايتري ئي ڄاڻ ملي سگهي هئي ڇو تہ ڀيڻم شاديءَ جي ڪارڻ ۾ گهڻو رڌل هئي. ڀيڻم پوءِ ساوتريءَ سان پاڻ واقفيت ڪرائي تہ هوءَ ٻن ڏينهن اندر ئي مونسان هري مري ويئي. هوءَ منهنجي ڀيڻ لاءِ ڄڻ ماءُ سمان هئي پر اِن هوندي بہ هوءَ مونکي ”دادا دادا“ ڪري ڪوٺڻ لڳي. موقعو ملندي ئي مون ساوتريءَ کان پڇيو، ”هِتَ اڪيلي رهڻ ۾ توکي مونجهہ ڪانہ ٿي محسوس ٿئي؟“

”مونجهہ تہ ٿيندي ئي آهي. پر ڪري بہ ڇاتو سگهجي؟“

”توکي گهڻا پٽ آهن؟“

”سدائين جيئي، هِڪڙو ئي آهي.“

نالو :ڪشور پهوجا ”جيون“
جنم :ڳوٺ مولاداد ضلع جيڪب آباد، سنڌ؛ ۵-۱-۱۹۲۲
ڇپايل ڪتاب :لاج، روشن مستقبل، منهنجي ناني، جيون جوت، الا منهنجي دل تي جلي ۽ ٻيا.
انعام : سنڌي ٻولي پرچار ۽ پڙهائي تي جيئہ سنڌ پاران، نئين دنيا پاران ۽ تہ سِتا چتاپيتيءَ تي.
پيشو :رٽائرڊ
پتو :۱۴۵-۱، پرتاپ نگر هائوسنگ بورڊ ڪالوني، پرتاپ نگر اديپور - ۳۱۳۰۰۱

سان اُلٽيءَ ڪري ڇڏيو. آهڙيءَ طرح هُن وٽ به نرڪون ڪم ڪرڻ لڳيون. هُن کي به ڏيئر هُيون. هُن وٽ جهجهو پئسو هو. هن کي پٽ جي چاهنا هئي. پٽ کان سواءِ ڏنڊو، ڏن ۽ دولت کي وِئرت ٿي سمجهائين. اِن پٽ جي چڪر ۾ ڪيس هڪ ٻئي ڇُنيان به نياڻيون پلئه پيون. زالس سرسوتيءَ سمجهايس ته ”ڏيرم حي هڪ پٽ کي ئي ڪٽي گودِ وٺو. هوُ به پنهنجا پٽ آهن نه؟ آخر ته پنهنجو ئون آهي. رتَ کي رهنڊ پوندي آهي.“ سرسوتيءَ حون ڳالهيون هُن کي لٽي آئڙيون. اِنَ ڪري اُنَ جو ڪو حوابُ نه ڏيئي چُپ چاپ رهندو هو.

آگري مان سالي جي ڏيءَ حي شاديءَ حو نبنڊ پتر آيس ته هو اوڏانهن هلبو ويو. گهر ۾ زال حون ڳالهيون ٻڌي ٻڌي هوُ تنگ ٿي پيو هو. تنهن ڪري هوُ اڪيلو ئي آگري هلبو ويو. اُتي هُنَ سالي سان پنهنجي دل جو درد ونڊيو. ٻئي ڏينهن حڏهن شاديءَ حا محمان ٽڙي پکڙي ويا، تڏهن سالنس ساڄنَ کي اُناٿ آشرم وٺي ويو ۽ هُن کي حڪَ سالَ جو هِڪُ ڇوڪرو ڏيکاريائين. سڀ فارملٽيز پوريون ڪري هوُ ڇوڪري کي وٺي رستي لاءِ ڇوڪري حي ضوراڪ ڪٽي اِندوُر لاءِ روانو ٿيو.

هُن سرسوتيءَ کي گودِ ۾ ڇوڪرو ڏيئي چيو، ”هي اُلئي پٽُ. تو ته پٽُ ڪين ڏنو، پر مان ٿو ڏيانءِ.“ هوُءَ ساجن حي اِها ڳالهه ٻڌي هڪي ٻڪي ٿي ويئي، اِئن ڪُڇي حهڙي پِٽ. هوءَ ساحنَ جي منهن ڏانهن تڪي رهي هُئي. هُنَ سوچيو هو آخر هڪ ڏينهن ساجن کي ساڄهِ ايندي ۽ هو هڪ پائٽي کي گود وٺندو، پر هِتِ ته معاملو ئي اُبتو ٿي ويو. هوءَ ڏيراڻيءَ کي ڪهڙو منهن ڏيکاريندي؟ مائٽن کي، پاڙي وارن کي، ساهيڙين سنبنڌين کي ڪهڙو حوابُ ڏيندي ته مُڙسس اِهو ڪمُ ڇو ڪيو؟ جي گود ڇوڪرو وٺڻو ئي هو ته ياڻ جو پٽُ ڇو نه ورتائين؟ ضرور اِن ۾ سرسوتيءَ جو ڏوهه هوندو. هن حي چرچ تي ئي آشرم مان ڇوڪرو ساجن آندو هوندو. لوڪُ ته آهي ٻوڪُ، ڪنهن جو واتُ حهليو. هن صرف ايترو چيو ته ”ڀلو نه ڪيَوَ.“

سرسوتيءَ ۽ ڇوڪريءِ ڇوڪري کي ڇاتيءَ تي ڀٽڙُ رکي، ساجن جي خوشي ۽ ڇوڪري جي آئينده جو خيالُ رکي، ٻار کي پنهنجو ڪري پالبو ۽ نپايو. هُنن ڇوڪري جو نالو پرڪاش رکيو ۽ هُن کي ڀٽن حيان پاليو ۽ نپايو. ڇوڪريون نه ويهن اُلويحن گهرن ۾ پرڻجي ويون. پر پرڪاش جڏهن حوان ٿيو ته مائٽيون چوائڻ لڳا. ساحن ۽ سرسوتيءَ کان حڏهن ڇوڪريءَ وارا ڇليءَ جي ڳجهڙ ڪن، ته هو هڪ ٻئي حي منهن ڏانهن نِحاريندا هئا ۽ ڪو حوابُ نه ڏيئي سگهندا هُئا. آخر پرڪاش اهي ڳالهيون ٻڌي ٻڌي تنگ ٿيو هو. هُنَ پاڻ کي سنڌي جوان سڏائي ۽ پيءُ جو نالو ساحنداس ٻڌائي، آشرم مان هِڪَ ڇُحٽي ڪنوار وٺي آيو ۽ پيءُ جي مال مِلڪيتَ، ڏن دولت ۽ ڏنڊي جو مالڪ بڻجي ويٺو.

❖❖❖❖

اِنتظام - رُڳو ڪاڌو ۽ آواس مفت ڏيو تہ ڇا ڏيو؟
هن پڙهيو هو تہ هندو رياستن ۾ شرڻارٿين
کي مفت راشن/ آواس کان سواءِ ٻيون
سرڪاريِ سهوليتون ميسر آهن ۽ ڪاڏي پيتي
جون سڀ شيون سستيون آهن. مهاراجائن ۽
ماڻهن جيِ شرڻارٿين سان همدرديِ آهي.
ريل ان وقت شرڻارٿين لاءِ مفت هئي.
ساڄن چڙهيِ پيو ريل ۾. اجمير، جئپور،
ڀرتپور، اديپور، گواليئر، اُڄين ۽ اِندور،
گهميو. هن کي سڀنيِ کان اِندور جي هوا
پاڻيِ، ساوڪ، صفائيِ، آچار-وهنوار وڻيا.
روزگار بہ هو. جتي هر نئين جڳهہ ۽ نئين
ماڻهوءَ کي دقتون اينديون آهن، تتي هن
کي بہ آيون . آر.ايس.ايس. جي سوئيم-
سيوڪن ساڄن کي هر طرح جي مدد جو
آسرو ڏنو. اِن ڪري هو ڪُٽنبُ وٺي اندور ۾
رهڻ لڳو. سنگيِ ساٿين جي ڪري هنکي
روڊويز ۾ ڪنڊڪٽر جي نوڪري ملي وئي،
پر هيءَ نوڪري هن کي پسند نہ هئي.
لاچاريءَ کي ڪهڙي آچاري. هو بس ڊرائيورن
لاءِ آفت بڻجيِ پيو، نہ حرام جو پئسو پاڻ
کائي نہ ٻين کي کائڻ ڏي. هوُ هِن مان
تنگ تہ هي بہ هنن مان تنگ. پر مسافر ۽
دڪاندار هن مان خوش هئا. دڪاندارن جو
مال صحيح سلامت پيو پهچي، هنن کي
شهر وڃڻ جي ضرورت ڪانہ ٿي پئي. هو
ڪانئن ڪو سامان بہ وٺندو، تہ اُن جي
قيمت بروقت چُڪائيندو. شروع شروع ۾
دڪاندارن هن جيِ ايمانداريِ پرکڻ جي
ڪوشش ڪئي پر ڪين هنجي سچائيءَ اڳيان
سر جهڪائڻو پيو. اِنڪري دڪاندارن لاءِ هوُ
ساکيات ڀڳوان هو. هنن جو منجهس پورن
وشواس هو. هوُ مسافرن سان بہ ڏاڍيِ فضيلت
سان پيش ايندو هو ۽ وقت پوڻ تي هنن
جون هڙوُن-وڙوُن سهايتا ڪندو هو.
تنهنڪري جنهن بہ لاٿين تي کيس موڪليو
ويو هن سچائيءَ ۽ سنيهہ جو پيغام ڏنو.
اِنهيءَ نوڪريءَ جي ٽن سالن ۾ هن
پئسو تہ ڪونہ ڪمايو پر دُڪاندارن ۽ مسافرن
جو هنکي اَٿاهہ پيار ۽ سنمان مليو. آخر هن
نوڪريِ ڇڏيِ ڏني ۽ پنهنجو ٽرانسپورٽ جو
دُڪان چالو ڪيو ۽ ڳوٺن جي دڪاندارن
هنجو خوب ساٿ ڏنو. هن هڪ ٽرڪ هاير-
پرچيز تي خريد ڪئي. سڄو ڏينهن دڪان
تي مال جي ٻُڪنگ ڪندو هو ۽ رات جو
انهن ڳوٺن جو مال پري کين پهچائيندو هو.
ساڄن رات آڇي پنهنجن ٻچن سان گذاريندو
هو. جي ڪو مُسافر جڏهن بہ هُن سان ملي
ويندو تہ هُن جي نيڻن ۾ سنيهہ ۽ سنمان
جا ڳوڙها تري ايندا هئا. هڪ ٽرڪ مان
کيس ايترو ملي ويندو هو، جو قسط ڀرڻ کان
پوءِ بہ ڀِوَ تي کائيندو هو.
ساڄن کي شڪي ڏسي هن جو ڀاءُ بہ
لڏي آيو. هن جي حالت سقيم هئي. زالس
ساڄن کي چيو تہ ”ڏيرَم جا ٻارَ ڏُکي آهن.
هن کي ڪٽي پاڻ سان گڏ رَهايو، جڏهن کِ
توهان کي ماڻهوءَ جي گهرج آهي. هي بہ
آسان جا ٻارَ آهن نہ؟“ پر ساڄن ٻُڌو اَڻٻُڌو
ڪري ڇڏيو.
ساڄن ٻي ٽرڪ وٺڻ بجاءِ هڪ شيٽيپ
واري مرهٽي جي ٽرڪ کي پنهنجي ٽرانسپورٽ

# گودِ وَرتلُ پُٽُ

## ڪرشڻ مسرور

و رهائي کان پوءِ منهنجو سيٺُ هندستان لڏي آيو هو. سکر ۾ هو بئنڪ ۾ ڪئشيئر هو ۽ آر. ايس. ايس جو برک ڪاريڪرتا هو.

سکر سنڌو نديءَ جي ڪَپَ تي هڪ سهڻو ۽ واپاري مرڪز آهي. سنڌو نديءَ جي پٽ ۾ هڪ ٻيٽ تي هندن جو تيرٿُ ساڌ ٻيلو آهي. ساڌ ٻيلي جي سامهون نديءَ جي ٻئي ڪناري تي آهي منزل گاهه مسجد. اِها مسجد ئي سکر ۾ هندن-مسلمانن جي نفاق جي جڙ هئي ۽ ڪٽرپنٿيُن لاءِ انگريزي حڪومتَ جو سهارو هو، جڏهن چاهين، سکر ۾ هندو-مُسلم فسادَ ڪرائي ٿي سگهيا.

فسادن سکر جو نالو هندُستانَ جي نقشي تي آندو هو. سکر ٻين ڳالهين ۾ به اڳيرو هو - ديش ڀڳتي ۽ اِنقلابي سرگرمين جو مَرڪز هو. شهيد هيمون ڪالاڻي، آسارام پمنائي، ڀڳت ڪنوَر رامُ ۽ ديش ڀڳت ويروُمَلُ سکر جا هئا. لئنسڊائون (بنا ٿنڀن) سنڌو نديءَ تي وڏي لوهي پُل ايشيا جو نڪُ هئي. اُن پُل ۾ شڪ دروازا آهن جي سنڌ ۽ بلوچستان جي ڪيترن کي پاڻي پياريندا آهن. پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ هِندُن کي پارت اچڻو پيو. هندو رياستن ۾ شرڻارٿين کي شرڻ تہ ملي، پر هنن رياستن ۾ مُفت راشن ۽ سرڪاري آواس جهڙيون سهوليتون ميسر ڪونہ هيون، اِن ڪري پنهنجن پيرن تي بيهڻ وارن لاءِ سرڪاري سهوليتون ميسر هيون. تنهنڪري سنڌ مان جا لڏ پلاڻ ٿي سي هند سرڪار جي ڪئمپن ڏانهن پيا. ساڄن بہ ڪٽنب ولي ڪلياڻ ڪئمپ ۾ آيو هو، هن جا ماما ڪئمپ ۾ اڳيئي هئا ۽ بئرڪ ۾ جاءِ والاري رکي هئائون. تنهنڪري هن کي رهڻ-ڪائڻ جي تڪليف درپيش ڪانہ آئي.

ٿوري وقت کان پوءِ هو ۽ هنجا پاڙ ڪئمپ جي نرڳ زندگيءَ کان بيزار ٿي پيا. زالس ۽ ڏيٺس ساڄن کي ڪئمپ ڇڏڻ لاءِ مجبور ڪيو. ڪٿي بئنڪ جو بابو ۽ ڪٿي ڪئمپ جي نرڪنُما زندگي، جتي نہ ڪاڪوس نہ پاڻي! نہ پارنيش جو اِنتظام، ۽ نہ وري صفائي ۽ دوا-درمل جو

| | |
|---|---|
| نالو | : ڪرشڻ ريلومل سيتلاڻي "مسرور" |
| جنم | : حيدرآباد شهر، سنڌ؛ ٢٠ - ٦ - ١٩٢٠ |
| ڇپايل ڪتاب | : ڪيترن ئي اخبارن رسالن اسٽرن ۾ مضمون، ڪهاڻيون ۽ ڪويتائون شايع ٿيل |
| انعام | : الڳ الڳ سنستائن دواران سنمانت ٿيل. |
| پيشو | : ٽيل، سيمنٽ، رنگ پينٽ ۽ سينٽري سامان جو. |
| پتو | : ٢٨ اي، پلسڪر ڪالوني، اِنڊور - ٤٥٢٠٠٢ |

شاعر شيام کي هميشه ڳوناٽو ماحول
پئي پسند پيو آهي. اِن ڪري هوُ ڳوا ۾ مهينو به
رهي سگهيو ۽ ڪائنات جي ڪوملتا ۽ ڪايا تي
لِکي سگهيو. مُکڙيءَ مان گُل، ٻوٽي مان وَڻُ، ۽
جيئن وَڻُ تي سياويڪ نموني ڦَل پيدا ٿِين ٿا،
تيئن شاعري هُن جي ذهن، جِسم جُسي ۽ زبان
مان سياويڪ نموني نڪري نِروار ٿيندي هئي.
ڳوناٽو ماحولُ ئي هن شاعر لاءِ ساز بڻيو هو.
شاعر شيام هِڪَ گُلَ جي تلاش ۾ هو.
ايشوَرَ سندس آس اونائي، ڪيس ڏيءَ ڄائي.
ڪويتا ۽ شيام ڏاڍو خوش ٿيا. پر ايشور
کي ڪجهه ٻيو منظوُر هو. ڪنهن بيماريءَ
۾ هنجي سِڪيلڌي ڌيءَ هيءَ فاني سنسارُ
ڇڏي وڃي پرميشور وٽ پهتي.
شيام اڃا هن ڏُک کي ڀُلائي نه سگهيو
هو جو هُن جي پريتَما، ڪويتا به هِنَ
سنسارَ مان راه رباني وني ويئي. هِنن ٻن
ڏُکن، سوز ڀريل صدمن، شاعر کي، شاعر جي
جيءَ کي جهوري وڌو. شاعر ڏُک ۾ روئندا
ناهِن. اُنَ وقت شيام، عظيم شاعر شيخ آياز
جي لفظن ۾، موَتَ کي پاراتو ڏِنو هو....
هِڪُ هِڪُ ٿيندا هوتَ، وڃن پيا هيڪلا
مارَ ڀتوئي شل موَتَ، جاني ڪوڙ جُدا ڪيئي!
پنهنجي ٻن پيارن جي وڇوڙي ۾ شيام
کي ايئن محسوس ٿيو ته وقتُ جِڪِ بيهجي
ويو آهي. چون ٿا ڪڏهن ڪڏهن ائين ٿيندو
آهي، ڪا گهڙي اهڙِي ايندي آهي جا وقت کي
بيهاري ڇڏيندي آهي. اُن گهڙيءَ ۾ شيام
پنهنجي نيڻن جي لُڙڪن کي روڪي نه سگهيو
هو، هن جي نيڻن جا بادل ڦِسي پيا ۽ وهڻ لڳا.
ڪنهن دانشور درويش چيو آهي :-
” زندگيِ فنا جي وڻ جو اهو ڦول آهي جيڪو
زندگيءَ جو ميوو ڏيئي اجل جي واءُ جي جهوٽي
تي ڇڻي فنا جي مٽيءَ ۾ ملي ويندو آهي!“
هاڻي وري تنهائي.....اڪيلائي شيام
جي جيون ۾ رات جي چادر تاڻي سمهي
پيئي هئي. انهن ڀاري ٻن صدمن جي ڪري
شيام ڪيترا سال ڪجهه لکي ڪونه سگهيو.
ائين پي لڳو ته ڏاتِ ڏاهيءَ کي جٽڪي هن
تلانجلي ڏيئي ڇڏي هئي. پر ڏات پکيڙن
مثل پرزا قرزائيندي هن وٽِ ايندي هئي ۽
هو ان کان منهن موڙي ڇڏيندو هو.
چون ٿا شاعري چئبو ٿي پيڙا جي
اِظهار کي آهي“.... ته پوءِ هو اِن شاعريءَ کان
ايترا سال پنهنجو پلاند ڪيئن پالهو ڪري
سگهيو. ۽ آخر ڪيترا سال اڪيلو ۽ تنها گُذارڻ
کان پوءِ ڏاتِ ڏاهِي هن کي ريجهائي سگهي.
اڄڪلهه اڪيلو شخص تنها اِنسان
ڪويتائون نه پر ڪهاڻيون لکندو آهي. ادب
جي شاخ ڪويتا تي جيترو هنکي عبور هو
اوتِرو هنکي ڪهاڻيءَ تي به آهي. سندس
هر ڪهاڻي سندس اندر جي اِظهار کي لفظن
جي ڪٽوري ۾ اوتڻ لاءِ آتي هوندي آهي.
آخر هو ماڻِ جي ديوار کي اِظهار جو وار ڪرڻ
۾ ڪامياب ٿيو هو ۽ ڪهاڻيون ڪرڻ لڳو هو.
هاڻي هو پنهنجيءَ ڪهاڻيءَ واريءَ
ڪلا جي وسيلي پاٺڪن کي اڳتي وڌڻ جا خواب ڏيندو
آهي ۽ پڙهندڙن جي دلين تي راڄ ڪندو آهي.
اڄ زندگيءَ جي شام ۾ هن اڪيلي
اديب جي جيون ۾ وڏو ڦيرو اچي ويو آهي. هن
محسوس ڪيو آهي ته موت لاءِ نه جيئجي پر
جيئڻ لاءِ موت جي ڇپڻ تي چُمي ڏيڻ گهرجي.
زندگي اهو اٿاهه ساگر آهي جنهن جي امرت مان
اڄ تائين ڪو به پنهنجي اُڃ اُجهائي نه
سگهيو آهي........ زندگيءَ کان وڌيڪ
زندگيءَ جو آدرش پيارو هئڻ کپي.

❖❖❖❖

اڪيلي انسانَ، اڪيلي شاعرَ جي جيوَنَ ۾ اندر گهرو اُتران ٿو، ته مونکي هيءُ اڪيلو انسانُ هڪُ محان انسان نظر اچي ٿو.

هيءُ تنها انسانُ ڪليڪٽرس ڪالونيءَ جي هڪَ فليٽ ۾ اڪيلو رهندو هو. سندس ساٿي ۽ سڄَڻ هو ساهتيہ. سندس فليٽ ۾ چؤطرف ڪتابَ ئي ڪتابَ. سندس خزانو، ملڪيّتَ اُهي ڪتابَ ئي هئا. جڏهن شامَ جو هو باغَ ۾ هوندو هو، ته سندس دوست هوندا هئا وڻَ، ۽ جڏهن گهرَ ۾ هوندو هو، ته سندس مِتر هئا ڪِتابَ.

هو هڪَ پرائيويٽ فرم ۾ نوڪري ڪندو هو. شادي ڪرڻ نہ پيو چاهي. هُنَ جو خيالُ هو تہ هُنجي شادي اڳ ۾ ئي شاعريءَ سان ٿِيَل آهي. آخر هڪَ ڪومَل ڪنيا، جنهنجو نالو ’ڪَوِتا‘ هو، اُن کيس موهي وڌو.

دوستَ کيس چِڙَندا هئا، ”هاڻي تو وٽِ ٻہ ڪَوِتائون آهن. هڪَ مياڻ ۾ ٻہ تلوارون ڪيئَن ماپنديون؟“ آکيندو هو ؛ ٻئي ساهيڙيون ٿي وَيون آهن. هن شام ڳالي واري ڪويءَ جي ڪُنوار ڪويتا، سانوَلي، سلوڻي هئي. هيءُ شام هو تہ هوءَ ڇايا هئي. هيءُ رنگُ هو تہ هوءَ پچڪاري هئي.

شامَ جو جڏهن شيامُ نوڪريءَ تان موٽندو هو، تہ هوءَ هُنَ کي ايئَن چنبڙي پوندي هئي جيئَن ڪائي وَلِ وَڻَ کي چنبڙيا بس، پوءِ شاعريءَ وارو شغل چالو ٿي ويندو هو. هُن جي مُک مان نظم ۽ آزاد نظم اِئين وهي نڪَندا هئا جيئَن هماليہ تان گنگا ۽ جمنا. هن جي ڪومل ڪلامَ ۾ پيار جي سُڳنڌِ ۽ سنگيتَ جي مَڌُرتا هوندي هئي. شيام ڪائنات جو شاعر هو. هُو ڪڏهن ماٿيران تہ ڪڏهن مهابليشوَر ... هو. ڪڏهن اجنتا تہ ڪڏهن ايلورا ... ڪڏهن کنڊالا وٽِ. ڪڏهن

پوني تہ ڪڏهن پنچمڙهيءَ وٽِ. ٻئي ڪويتائون هُنَ جي سنگ ۾ شاد هونديون هيون. هڪَ ڪُنوار ڪويتا تہ ٻي ”ڏاتِ ڪويتا“...هڪَ ساڄي پاسي، ٻي کاٻي پاسي.

هِنَ شاعرَ نہ صرف مشاهدو ڪيو هو، پر شاه، سچل ۽ ساميءَ جو هن گهرو مطالعو بہ ڪيو هو. هن پُشڪِن ۽ مايا ڪووسڪيءَ کي بہ پڙهيو هو. اِنَ ڪري هن جي ڪويتا ۾ قديم ۽ جديد، پراچين ۽ نئين ڪويتا جا رنگَ برَنگي گُلَ نظر ايندا هئا.

هو شاعرُ هو ڇاڪاڻ تہ هُنجي فطرَتَ ۾ شاعري هئي. هو جَذباتي هو. حَساس دِل هو. هنجي شاعريءَ ۾ اوُنهائي هئي، گهرائي هئي ... سونهن هئي، سَچُ هو! مطلبُ تہ هن جو فنُ سچائيءَ ۽ سوُنهن جي مسلسل جُستجوُ هئي. هن کي شاعريءَ لاءِ ايئَن ڇڪَ هئي جيئَن سمنڊ جي ڇوليُن کي چنڊ کي چُمَڻَ لاءِ چاهنا هوندي آهي.

هڪَ دفعي مون کي راهيءَ ٻڌايو هو تہ هن شاعر گوا جي پس منظر تي نظم ۾ ناول لکيو هو. مان عجب پيو کان تہ نظم ۾ ناول ڪيئَن لِکيو؟ تنهن تي راهيءَ ٻڌايو هو تہ فِردوسيءَ ”شاه نامو“ لکيو هو جو نظم ۾ ناول آهي. ساڳيءَ طرح شيام پنهنجي طويل نظم ”گوا“ ۾ گوا جي هَرَ پهلوءَ، هَرَ پاسي جو بيباڪ نموني بيانُ ڪيو آهي جو گوا تي هڪ داستان آهي، دستخط آهي. شيام گوا ۾ هڪ مهينو رهيو هو ۽ اُتان جي تواريخ ۽ جاگرافيءَ جو بہ اڀياس ڪيو هو. گوا جي سوُنهن، سوڀيا ۽ سادگي، ڪوملتا، ڪروتا ۽ ڪلا جو بہ بهترين بيانُ آهي هن ”گوا“ ڳالي واري نظم ۾ جنهن کي راهيءَ ناول ٿي سڏيو.

# تنها

## هولارام هنس

تِن ڏينهن ۾ مون ايم.ئي. پئي ڪئي انگلش ۾. امتحان جي ڏينهن ۾ مان چيمبور ۾ ڪليڪٽرس ڪالونيءَ ۾ ماسيءَ وٽ رهيل هئس. منهنجو اُنهن ڏينهنِ ۾ مُکيہ شغل هو ٻي دفعا پنڌُ ڪرڻُ ۽ سڄو ڏينهن اِمتحان جي تياري ڪرڻُ. پنڌ ڪرڻَ وقتِ مان هميشه هُن کي ڪليڪٽرس ڪالونيءَ وٽِ ڏِسَندو هوسِ. سندس شاهاڻي شِڪِل کُليَلَ پيشاني، گورو بدَنُ، پوُرو پُنو قَدُ، خميس، پينٽ ۽ پيرَنِ ۾ باٽا جي چمپل ... اُنَ وقتِ مون وٽ هُن جي واقِفيتَ صِرف ايستاءِ هُئي. ڇا ڪندو هو؟.. سندس نالو ڇا هو؟.. مون کي ڪا ڪَلَ ڪانہ هُئي.

سندس شِڪِل مان مون کي هوُ شاعر لڳندو هو. ”اڪيلو“ ... ”تنها“. هميشه مون هُنَ کي اڪيلوئي پسيو هو. اِنَ ڪري مَنَ ۾ مون هُن جو نالو ”اڪيلو“ رکي ڇڏيو هو.

اِمتحان لاءِ تياري ڪندي ڪندي مان جڏهن فرانس جي شاهاڻي شاعر باڊليئر جو نظم ”گُناهن جا گُلَ“ پڙهندو هوس ۽ ڏِسندو هوس تہ عظيم شاعر باڊلِيئَر کي بادَل ... سان ڪيڏي نہ مُحبت هُئي ۽ هُئي مَمَنا ... موهہ، تہ اُنَ وقتِ منهنجي ذهن جي ... ڪئنوَاس تي چيمبور وارو اَڪيلو شاعر کِڙي ... بيهندو هو.

مون کي هيءُ اَڪيلو اِنسان، تنها اِنسانُ، باڊليئَر جي بادل مِثل لڳندو هو... بادلن وانگُر لڳندو هو ... بادل جي ويندا رهندا آهِنِ ... اَزلي، حيرتَ اَنگيز بادلَ !

اَڳتي هلي مون کي پتو پيو تہ هوُ اَڪيلو اِنسانُ برابر هِڪُ شاعر هو، جنهنجو تخلص هو ”شيام“. جيئَن جيئَن مان باڊ ليئَر کي پڙهندو وِيُسِ، تہ مون کي هن اَڪيلي اِنسانَ ۾ وڌيڪ ۽ وَڌيڪَ دِلچسپي ٿِيَڻَ لڳي.

بادلن تي باڊلئَر جو شعرُ سندس روح جي نغمي مثل آهي. باڊليئَر جو روح مونکي مانسَرووَرَ ڍنڍ مِثل لڳندو آهي، جنهن هنجَ مثل جڏهن جڏهن مان ٽُٻيون ڏيندو آهيان، تہ مونکي الڳ الڳ موتي مِلندا آهن. ساڳئي نموُني جڏهن آءٌ


نالو : هولارام ”هنس“
جنم : قمبَر، لاڙڪاڻو، سِنڌ. جنم تاريخ : ١٥-٦-١٩٣٤
ڇپايل ڪتاب : ڪهاڻيون هنسَ جون ۽ ٻيا ڪيترا ڪتابَ هِندي، مرهٽي ۽ اَنگريزيءَ مان ترجمو ڪري شايع ڪرايا.
انعام :
پيشو : ليکڪُ
پتو : ٣/٣، سَرَسوَتي نگر، ٺاڻا ايسٽ، ٺاڻا-٤٠٠٦٠٣

دیپک جي ڪاڻ پيئڻ، راند وندر ۽ صحت رکڻ جي پوري پوري سنڀال ٿيڻ لڳي. اوچ گهراڻن جي ٻارن لاءِ شنلي اِسڪول ۾ ودیا پڙهڻ لڳو. جلد ئي پڙهي لکي هوشيار ۽ جوان ٿيو. هيرالال سوچڻ لڳو تہ هاڻي مان ڏيري ڏيري ڇوڪري کي سڄو ڪاروبار سنڀالي ڏيندس ۽ مان ڪجهہ آرام ڪندس.

دیپک هاڻي ويهن سالن جو ٿي ويو هئو. پر چوندا آهن تہ شاهوڪاري ٻار ڇريو يا ڪڙيو. سو هو اپتري دولت ۽ ماءُ پيءُ جو پيار پائي خراب سنگت ۽ خراب عادتن جو شڪار ٿي ويو هئو. هن جي صحت ڪرندي وئي ۽ جلد ئي سخت بيمار ٿي پيو. هن جي علاج لاءِ وڏا وڏا وئد ۽ هوشيار ڊاڪٽر علاج ڪرڻ لڳا، پر بيماري سمجهہ ۾ ئي نہ پئي اچين. هيرالال ڏاڍو پريشان هئو تہ پريوار جو هڪ ئي دیپک جليو پر اُهو بہ هيئنر بيماريءَ جي آنڌيءَ ۾ لوڏا کائي رهيو آهي. هن پنهنجو ڌن داؤ تي لڳائي ڇڏيو. ديس وديشن کان خاص ڊاڪٽر وڏيون فيون ڏيئي گهرايائين ۽ ليلائي ڪري ڊاڪٽرن کي چوڻ لڳو تہ ڪيترو بہ ڌن خرچ ٿي وڃي پر دیپک کي بچائي ڏيو.

هوڏانهن ڪارخانو ڑلي ويو. ''ڌڻ تہ ڏٽي نہ نہ وڪڻ ڪٽي''. نفعي بدران نقصان پوڻ لڳا. مئنيجر ۽ ملازم مال هڙپي رهيا هئا. سنڀالڻ وارو ڪير ڪونہ هئو. جن کي جتي هٿ لڳو ٿي اُتي لُٽ لڳائي ويٺا هئا. گيو ''—ال لڳ ڀڳ ڏيوالي جي حالت کي اچي پهتو. ملازمن کي پگهارون ڪونہ مليون، ملازمن هڙتال ڪئي ۽ ڪارخانو بند ڪيو ويو. هيرالال گهرو ملڪيت، زيورات، سون چاندي بہ نيڪال ڪري رهيو هئو. پر بندي جي من ۾ هڪڙي، صاحب جي من ۾ ٻي. دیپک چاڪ نہ ٿيو ۽ بي هوشيءَ جي حالت ۾ هليو ويو. هيرالال گهٽيئي سڏ ڪيس، ڏونڊاڙيس پر دیپک ڪوما ۾ ئي رهيو. ڊاڪٽرن جو علاج چالو هئو. آخر امريڪا مان هڪ جراح ڊاڪٽر کي هوائي جهاز رستي گهرايو ويو. هن کي ڇٽي گهري في ڊالرن ۾ ڏني وئي. هن جي علاج سان دیپک ڪجهہ هوش ۾ آيو. هيرالال خوش ٿي پٽ کي ڳراٽڙي پائي، منهن چمي چيو پٽ دیپک ڪيئن آهين؟ مونکي سڃاڻي ٿو، مان تنهنجو پاپا آهيان. دیپک پوري هوش ۾ اچي رڙ ڪري چيو تہ هيرالال مان تنهنجو پٽ نہ آهيان پر ڏنالال آهيان! مونکي تو ڇل ڪري ماريو ۽ مون توکان تنهنجو پٽ ٿي ڪري سڄو حساب ورتو، هِن ڊاڪٽر جي في ۽ ٻئي خرچ کانپوءِ سڀ حساب چڪتو ٿيو ۽ مان هيئنر موڪلايان ٿو. ايترو چئي دیپک هميشہ لاءِ اکيون ٻوٽي ڇڏيون. هيرالال چرين وانگر پنهنجو مٿو پٽڻ لڳو ۽ وار ڇنڻ لڳو، ڇاتي ڪٽڻ لڳو ۽ هيانءَ ڦاڙي ٻاڪاڙي رهيو هئو، پر دیپک راهہ رباني ٿي ويو هئو ۽ حساب چڪتو ٿي ويو.

❖❖❖❖

نہ هوندي هئي. پر بہ شينهن بيلي ۾ ڪونہ نهندا آهن. سيٺ هيرالال ويچار ڪيو تہ هيءَ سڄي سڦلتا منهنجي هنر ۽ عقل جي ڪري آهي، سو جي ڏنالال هٽي وڃي تہ سڄي ملڪيت ۽ عزت اِقبال جو مان اڪيلو اَڌيڪاري بڻجي ويندس.

هڪ ڏينهن اوچتو خبر ڦهلجي ويئي تہ ڪارخاني ۾ بجليءَ جي ڪرينٽ لڳڻ ڪري، سيٺ ڏنالال جو موت ٿي ويو آهي. ڪارخانو بند رکيو ويو ۽ پوليس اچي ويئي. موقعي جو جائزو وٺندي پوليس چيو تہ هن ۾ ڪا هٿراڌو سازش ڪئي وئي آهي. سيٺ ڏنالال جو موت حادثو نہ پر هتيا آهي. سيٺ ڏنالال جو ڏن، ڏنالال جي هتيا کي حادثي ۾ بدلڻ جي ڪم آندو ويو. پوليس جو منهن بند ڪيو ويو. ڊاڪٽرن جن پوسٽ مارٽم ڪيو، اُنهن جو بہ هٿ گرم ڪيو ويو. سيٺ هيرالال پنهنجي سازش ۾ ڪامياب ويو ۽ اڪيلو ڪارخاني ۽ ملڪيت جو مالڪ ٿي ويو.

سيٺ ڏنالال جي مرتيوءَ جو شوڪ مناڻ لاءِ، شوڪ سڀا ڪوٺائي وئي، جنهن ۾ شهر جا معزز ماڻهو، ڪارخانيدار، ۽ ڪارخاني جو عملو شامل ٿيا. سيٺ هيرالال اُٿي ڪري پريل گلي سان سيٺني آيلن کي مخاطب ٿي ڪري چيو تہ ”اسان سيٺني کي سيٺ ڏنالال جي اوچتي سرڳواس ٿيڻ ڪري سخت صدمو رسيو آهي ۽ ڪاخاني کي بہ زبردست ڌڪو لڳو آهي. منهنجي تہ ڄڻ هڪ ٻانهن ئي ڀڄي پئي آهي. مان اِهو خال ڪڏهن بہ پُري ڪونہ سگهندس، مونکي اڪيلي سِر ايڏي وڏي جوابداريءَ کي منهن ڏيڻو پوندو. ايشور سرڳواسي ڏنالال جي آتما کي شانتي بخشيندو. سيٺني آيلن جو ڏنيواد جن اچي ڪري هِن دُک جي وقت مون سان سات ڏنو آهي.“ آيل ماڻهو اعزاپرسي ڪري اُداس من سان اُٿي هليا ويا.

هيرالال جلد ئي ڪارخانو وري چالو ڪيو ۽ اڳتين ڪان اڳري ترقي ڪرڻ لڳو. هيرالال من ئي من ۾ خوش ٿي رهيو هئو ۽ پنهنجي عقل ۽ هوشياريءَ کي ساراهي رهيو هئو.

هن حادثي کان آتڪل سال کن پوءِ هيرالال کي هڪ پٽ ڄائو. سڄي شهر ۾ واڌايون وري ويون. ڪارخاني جي ملازمن ۾ مٺائي ورهائي وئي ۽ خوشيءَ ۾ هڪ ڏينهن جي پگهار سان موڪل ڪئي وئي ۽ جشن ملهايو ويو. جشن ۾ شهر واسين ۽ ملازمن ڀاڳ ورتو. جنهن بہ واڌايون ڏنيون ٿي، تنهنجي مرحبا ڪئي وئي. ماڻهو جلد ئي ڏنالال کي ڀُلجي ويا ۽ هيرالال جا گڻ ڳائڻ لڳا. هيرالال جي خوشيءَ جي سيما نہ هئي جو هيترن سالن جي نااُميديءَ ڪانپوءِ ڪيس هڪ پٽر رتنُ مليو ۽ هوڏانهن اڪيچار ڏن جو ڏٽي بہ ٿي ويو هئو. ٻار جو نالو ديپڪ رکيو ويو، جو هُن جي نراش جيون ۾ آشا جو روشن ديپڪ بڻجي آيو هئو. هيرالال بيحد خوش هئو.

# حساب چُڪتو

اين. بي. مولچنداڻي

ھ بيرالال کي هنر تہ گھڻو ئي هئو پر پيسو ايترو ڪونہ هوس جو پنهنجو ڪارخانو وڏي پئماني تي کولي سگهي. هو اوچن اوچن محلن اڏڻ جا خواب لحندو هو پر ڌن جي ڪميءَ ڪري ڪجھہ ڪري نٿي سگھيو. هن کي اِهو گويا خفت هو تہ دنيا ۾ ڪنهن بہ نموني اونچي هستي ٿيان ۽ اُن لاءِ ترڪيبون تجويز ڪرڻ لڳو. هن کي ڪو اولاد بہ ڪونہ هئو، جنهن لاءِ هن ڊاڪٽرن ۽ سنتن سادن جا خوب در کڙڪايا پر شاديءَ جي ڏهن سالن کان پوءِ بہ هو بي-سنتان رهيو. اِن ڪري هن جو سڄو ڌيانُ ۽ شڪتي اونچي هستي بڻجڻ ۾ لڳو رهيو.

هن اخبارُن ۾ اِشتهارَ ڇپايا تہ کيس هڪَ پوُنجي‌پتي ڀائيوارَ جي ضرورتَ آهي جنهنجي پوُنجيءَ ۽ هن جي هنر سان اِنڊسٽري وڏي پئماني تي کولي سگهجي. آخر ڏنا لال نالي هڪ ڌني سيٺ سان هن جي ملاقات ٿي. تفصيل سان ڳالهيون ٻولهيون ٿيون. رِٿا تي غور ڪري پاڻ ۾ [illegible] اَئگريمينٽ ڪيائون تہ سڄي پونجي سيٺ [illegible] ڏنالال جي ۽ هنر جو ڪمُ سڄو هيرالال ڪندو [illegible] ڀائيواريءَ ۾ نفعو نُقصانُ اَڌو اَڌُ.

زمين ورتي ويئي لئين ڪارخاني ج[illegible] نقشا ٺهي ويا، جاءِ ٺهي وئي ۽ مشينري [illegible] اچي وئي. جلد ئي ڪارخاني جو محورت [illegible] ٿيو ۽ ڪارخانو چالو ٿي ويو. ڌن ڏنالال جو [illegible] ۽ هنر هيرالال جو جڏهن گڏيا تہ ڪارخانو [illegible] گهوڙي جي ٽاپين جيان ترقي ڪندو ويو ۽ [illegible] "ڏنالال هيرالال اينڊسٽريز" جي نالي سان [illegible] ڪارخانو مشهور ٿي ويو. خوب مال ٺهي [illegible] رهيو هو ۽ گرم ڪيڪن وانگر مال خوب [illegible] وڪامي رهيو هئو، چاڪاڻ تہ هي مال سيني [illegible] برابر جي ڪارخانن کان گهوءِ ڪٽي ويو. [illegible] ٿوري ئي وقت ۾ ڏنالال ۽ هيرالال اوچ[illegible] ڪوٺيءَ جا سيليون ڳڻجڻ لڳا، هر هنڌ [illegible] سندن عزت آبرو ۽ روب رُتبو هلڻ لڳا. [illegible] عائلقي ۾ اهڙو ڪو بہ جلسو يا ميڙ ڪونہ [illegible] هوندو هئو جنهن ۾ هنن سيٺن کي دعوت [illegible]

نالو : نانڪرام مولچنداڻي
جنم : دولت پور تعلقو مورو، ضلع نواب شاه، ٣٠ - ١٠ - ١٩٢٢
ڇپايل ڪتاب : ڪيترن ساهتيڪ رسالن ۽ مخزنن ۾ ليک مضمون، ڪهاڻيون
انعام : راجستان سنڌي اڪادمي طرفان اکل ڀارت سطح تي ڪهاڻين ۾ اِنعام
پيشو : سرڪاري نوڪريءَ تان رٽائرڊ
پتو : مڪان نمبر ٢ ڊي ١٩ هائوسنگ بورڊ، شاستري نگر، ڄيپور-٣٠٢٠١٦

نہ هوندي هئي. پر بہ شينهن ٻيلي ۾ ڪونہ
نهندا آهن. سيٺ هيرالال ويچار ڪيو تہ
هيءَ سڄي سڦلتا منهنجي هنر ۽ عقل جي
ڪري آهي، سو جي ڏنالال هٽي وڃي تہ
سڄي ملڪيت ۽ عزت اِقبال جو مان اڪيلو
اَڌيڪاري بڻجي ويندس.

هڪ ڏينهن اوچتو خبر ڦهلجي وئي
تہ ڪارخاني ۾ بجليءَ جي ڪرينٽ لڳڻ
ڪري، سيٺ ڏنالال جو موت ٿي ويو آهي.
ڪارخانو بند رکيو ويو ۽ پوليس اچي وئي.
موقعي جو جائزو وٺندي پوليس چيو تہ هن
۾ ڪا هٿرادو سازش ڪئي وئي آهي. سيٺ
ڏنالال جو موت حادثو نہ پر هٽيا آهي.
سيٺ ڏنالال جو ڏن، ڏنالال جي هٽيا کي
حادثي ۾ بدلڻ جي ڪم آندو ويو. پوليس
جو منهن بند ڪيو ويو. ڊاڪٽرن جن پوسٽ
مارٽم ڪيو، اُنهن جو بہ هٿ گرم ڪيو ويو.
سيٺ هيرالال پنهنجي سازش ۾ ڪامياب
ويو ۽ اڪيلو ڪارخاني ۽ ملڪيت جو مالڪ
ٿي ويو.

سيٺ ڏنالال جي مرتيوءَ جو شوڪ
مناڻ لاءِ، شوڪ سڀا ڪوٺائي وئي، جنهن ۾
شهر جا معزز ماڻهو، ڪارخانيدار ۽ ڪارخاني
جو عملو شامل ٿيا. سيٺ هيرالال اُٿي ڪري
ڀريل گلي سان سيني آيلن کي مخاطب
ٿي ڪري چيو تہ ''اسان سيني کي سيٺ
ڏنالال جي اوچتي سرڳواس ٿيڻ ڪري سخت
صدمو رسيو آهي ۽ ڪاخاني کي بہ زبردست
ڌڪو لڳو آهي. منهنجي تہ جڻ هڪ ٻانهن
ٿي ڀڃي پئي آهي. مان اِهو خال ڪڏهن…
بہ ڀري ڪونہ سگهندس، مونکي اڪيلي سِ…
ايڏي وڏي جوابداريءَ کي منهن ڏيڻو پوندو…
ايشور سرڳواسي ڏنالال جي آتما کي شانتي…
بخشيندو. سيني آيلن جو ڌنيواد جن اچي…
ڪري هِن ڏُک جي وقت مون سان ساٿ ڏنو…
آهي.'' آيل ماڻهو اعزاپرسي ڪري اُداس
من سان اُٿي هليا ويا.

هيرالال جلد ٿي ڪارخانو وري چالو
ڪيو ۽ اڳئين کان اڳري ترقي ڪرڻ لڳو.
هيرالال من ٿي من ۾ خوش ٿي رهيو هئو
۽ پنهنجي عقل ۽ هوشياريءَ کي ساراهي
رهيو هئو.

هن حادثي کان اَٽڪل سال کن پوءِ
هيرالال کي هڪ پٽ ڄائو. سڄي شهر ۾
واڌايون وري ويون. ڪارخاني جي ملازمن ۾
مٺائي ورهائي وئي ۽ خوشيءَ ۾ هڪ ڏينهن
جي پگهار سان موڪل ڪئي وئي ۽ جشن
ملهايو ويو. جشن ۾ شهر واسين ۽ ملازمن
ڀاڳ ورتو. جنهن بہ واڌايون ڏنيون ٿي،
تنهنجي مرحبا ڪئي وئي. ماڻهو جلد ٿي
ڏنالال کي ڀُلجي ويا ۽ هيرالال جا گڻ ڳائڻ
لڳا. هيرالال جي خوشيءَ جي سيما نہ هئي
جو هيٺرن سالن جي نااُميديءَ کانپوءِ ڪيس
هڪ پٽر رتنُ مليو ۽ هوڏانهن اڪيچار ڏن
جو ڏٽي بہ ٿي ويو هئو. ٻار جو نالو ديپڪ
رکيو ويو، جو هُن جي نراش جيون ۾ آشا
جو روشن ديپڪ بڻجي آيو هئو. هيرالال
بيحد خوش هئو.

# حساب چُڪتو

اين. بي. مولچندائي

هيرالال کي هنر تہ ٺهڻو ئي هئو
پر پيسو ايترو ڪونہ هوس جو
پنهنجو ڪارخانو وڏي پئماني تي
کولي سگهي. هو اوچين اوچين محلن اڏڻ
جا خواب لهندو هو پر ڌن جي ڪميءَ
ڪري ڪجهہ ڪري نہ ٿي سگهيو. هُن کي
اِهو ڳويا عقت هو تہ دنيا ۾ ڪنهن بہ
نمولي اوچي هستي ٿيان ۽ اُن لاءِ ترڪيبون
تجويز ڪرڻ لڳو. هُن کي ڪو اولاد بہ ڪونہ
هئو، جنهن لاءِ هُن ڊاڪٽرن ۽ سنتن سادن جا
ڪوب در کڙڪايا پر شاديءَ جي ڏهن سالن
کان پوءِ بہ هو بي-سنتان رهيو. اِن ڪري
هُن جو سڄو ڌيان ۽ شڪتي اوچي هستي
پرپتيءَ ۾ لڳو رهيو.

هُن آسپاڙي ۾ اِشتهار ڏيهاڙيا تہ
ڪنهن هڪ پونجيپتي پائيوار جي ضرورت
آهي جنهن جي پونجيءَ ۽ هُن جي هُنر سان
اِنڊسٽري وڏي پئماني تي کولي سگهجي.
آخر ڏنا لال نالي هڪ ڌني سيٺ سان
هُن جي ملاقات ٿي. تفصيل سان ڳالهيون
ٻولهيون ٿيون. رِٿا تي غور ڪري
اَئگريمينٽ ڪيائون تہ سڄي پونجي
ڏنالال جي ۽ هُنر جو ڪم سڄو هيرالال ...
پائيواريءَ ۾ نفعو نُقصانُ اڌو اَڌ.

زمين ورتي ويئي نئين ڪارخاني ...
نقشا لهي ويا، جاءِ لهي وئي ۽ مشي...
اچي وئي. جلد ئي ڪارخاني جو مه...
ٿيو ۽ ڪارخانو چالو ٿي ويو. ڌن ڏنالال ...
۽ هنر هيرالال جو جڏهن گڏيا تہ ڪار...
گهوڙي جي ٽاپين جيان ترقي ڪندو ويو...
"ڏنالال هيرالال اينڊسٽريز" جي نالي س...
ڪارخانو مشهور ٿي ويو. خوب مال لهي...
رهيو هو ۽ گرم ڪيڪن وانگر مال خوب...
وڪامي رهيو هئو، جاڪاڻ تہ هي مال سيني...
برابر جي ڪارخانن کان گهڻو ڪٽي ويو...
لهري ئي وقت ۾ ڏنالال ۽ هيرالال
ڪونيءَ جا سيليون ڳڻجڻ لڳا، هر ...
سندن عزت آبرو ۽ روب رُتبو هلڻ لڳ...
عزتقي ۾ اهڙو ڪو بہ جلسو يا ميڙ ڪو...
جوندو هئو جنهن ۾ هنن ٻنهي کي دعوت...

نالو : ناٽڪرام مولچندائي
ڄم : شوقت پير تعلقو مورو، ضلع نواب شاهہ، ٢٠-١٠-١٩٣٢
ڇپايل ڪتاب : ڪيترن ساهتيڪ رسالن ۽ مخزنن ۾ ليک مضمون، ڪهاڻيون
تعليم : راشٽري سنڌي اڪيڊمي طرفان ائٿ پارٽ سطح تي ڪهاڻين ۾ انعام
پيشو : سرڪاري نوڪريءَ تان رٽائرڊ
پتو : مڪان نمبر ٢ ڊي ١٩ هائوسنگ بورڊ، شاستري نگر، ڀيلواڙا ٣١١٠٠١ (...٢٠٢٠١٦)

اهڙو ڪو جادو هو اُن سنتياڻيءَ
جي آواز ۾ سپرش ۾، جو سريش ڇڻ
سڏڪندي چيو، ”مونکي آشيرواد ڏيو مان
توهان جو ڪم ضرور ڪندس.“

”ما“ هڪ ششياڻيءَ کان ١٠٠ جو
نوٽ وٺي سريش کي هٿ ۾ ڏيندي چيو،
”پٽ فلاڻي گهٽيءَ ۾ اندر هڪ گهر اٿئي
جنهن ۾ هڪ ودوا پنهنجن ٻارن سميت رهندي
آهي. اُنهيءَ کي هنن پئسن مان سيڌو وٺي
پهچائي پوءِ جيئن وڻيئي تيئن ڪجه ۾
سريش ڪجهه چوي تنهن کان آڳ هوءَ
ششن سان گڏ اڳتي وڌي ويئي.

سريش دال، چانور، اٽو، گيهه، چانهن،
کنڊ ۽ ڪجهه ڪيلا صوف ورتا. اُهو گهر
ڳولهي اُتي پهتو ته رات جا ساڍا اٺ لڳي
چڪا هئا. دروازو هڪ اٺن سالن جي ٻار
اچي کوليو. سريش سڀ سيڌو اندر رکندي
ڪيس ڪيلا ڏنا ته اينٽري ۾ ٻه ٻيا ٻار آيا.
ڪيلا ڏسي سندن اکيون چمڪڻ لڳيون.
”انڪل هي ڪيلا ڪنهن موڪليا آهن ؟
مونکي ته ڏاڍي بک لڳي آهي.“ سريش
هڪدم هڪ ڪيلو ڇلي کيس کارائڻ لڳو.
هو ڏاڍو خوش ٿيو. اينٽري ۾ ٽيون ٻالڪ
آيو. سريش هن کي به ڪيلو کائڻ لاءِ ڏنو.

اچانڪ سريش پاڻ کي ڏاڍو خوش
محسوس ڪرڻ لڳو. الاجي ڪيترن محينن
کان پوءِ هن دل ۾ پاڻ کي هلڪو محسوس
ڪيو هو !

ٻالڪ چيو، مهرباني انڪل، سچ
ته گهر ۾ اَن جو داڻو به نه آهي.
ڪالهه کان امان ڪجهه به نه رڌو آهي.
اڄ توهان دال چانور آندا آهن امان کي
وچين ٿو ٻڌايان. اڄ ته پيٽ ڀري گرم
گرم دال چانور کائيندا سين. ٻيا ٻار به نچڻ
لڳا.

سريش جون اکيون ڀرجي آيون. ۽
پيار مان ٻارن کي ڀاڪر پائي چيائين،
”مان توهان لاءِ سياڻي به کاڌو کڻي
ايندس.“

”سياڻي به ؟“ عجب ۽ خوشيءَ مان
ٻارن پڇيو. ۽ سريش ٻاهر نڪري آيو. وڻرٽ
زندگيءَ کي جڻ دشا ملي ويئي هئي ۽ هو
گنگنائڻ لڳو :-

ٻيا به غم گهڻا دنيا ۾ ،
محبت جي غم کانسواءِ

❖❖❖❖❖❖❖❖❖❖❖❖❖❖❖❖

ستائڻ لڳي. جو تہ هڪ دفعو ٻئي ڳڇي
چانهہ ضرور پيئڻ ويندا هئا. ساهيڙيون
يوگيتا سان رشڪ ڪنديون هيون. جو تہ
سريش اشراف ۽ ڏاڍو پيارو انسان هوندو
هو.

سريش جي گهر ۾ فقط سندس ماءُ
هئي. اوچتو اُها بہ دِل جي دوري ۾ رمندي
رهي. سريش کي جڻ اڪيلائي کائڻ لڳي.
ڪبس آفيس مان بہ مزو نٿي آيو. پاڻ
سان پيو پڻ پڻ ڪندو هو تہ جيون تہ
وئرٿ آهي منهنجو. ڇا لاءِ ڪمايان ؟ ڇا لاءِ
جيان ؟

مهينا گذري ويا هاڻي تہ سندس راتين
جي ننڊ بہ ڦٽي پئي هئي ! هو ڏاڍو اجايو
سجايو سوچيندو هو. هڪ دفعي دِل تي ايڏو
نہ غم سمجهيائين جو ٿڌو ساهہ کڻندي
چيائين، ”ڪاش ڪو روشن روح انسان
هجي جو مونکي هن بيڪار زندگيءَ جو
ارٿ سمجهائي ! مون کي هن پيڙا کان
ڇڏائي !“

بس شيطان کي وجهہ ملي ويو شيطان
اهڙن مايوس انسانن جي تلاش ۾ هوندو
آهي. آواز آيس اندر مان، ’سولي ڳالهہ
آهي جو نہ تو زندگيءَ جو انت آڻي ڇڏي.
رات جي وقت بندگاردن جي پاڻيءَ ۾ ٽپو
ڏيئي ڇڏ. ڪبل ختم سڀ پيڙا گُم !

سريش ٻئي ڏينهن شام جو دير سان
ڪ لاءِ بندگاردن ڏانهن پنڌ
، ڪاليج جي پل پار ڪري بلڪ
ڊائمنڊ هوٽل واري رستي جي سامهون واري
ننڍڙي گهٽيءَ کي ڏسي سوچڻ لڳو جو نہ
اتان اندرا ڻي اندران وڃي بندگاردن واري
رستي تي پهچان. گهٽي اڌ پار ڪيائين
مس تہ سامهون ڪجهہ ڏٺائين ! ڪير جهڙي
اڇن وسترن ۾ ملبوس هڪ استري جنهن
جو روشن مکڙو چمڪي رهيو هو، اُها ڪيس
ڪوني رهي آهي. ان سنت استريءَ سان
ٻہ چار پنج پيون بہ ڇوڪريون ٻڌ هيون.
اچانڪ سريش سوچيو مرڻ کان اڳ ڇو نہ
سندس آسيس وٺان. ۽ اچي انهن استرين
جي ويجهو پهچي بيهي ويو.
نجاڻان ڪهڙي ڪشش هئي ان
سنتياڻيءَ جي مکڙي ۾ ! هن سريش
ڏانهن نهاريو تہ سريش هٽ
جهڪي سندس چرن ڇهيائين ۽ جيئن منهن
مٿي ڪنيو تہ سندس چهري جي
مايوسي سنتياڻي کان ڳجهي نہ رهي.
سندس مٿي تي هٿ رکندي چيائين ”پٽ
ڪيڏانهن پيو وڃين ؟“ سريش ان سوال
تي حيران ٿي ويو. پوءِ هلڪندي چيو
”ما، مان ڏاڍو دکي آهيان، منهنجي جيون
وئرٿ پيو پايان. سو وڃان ٿو
بندگاردن ۾ ٻڏڻ.“

سنتياڻي ڏاڍي پيار مان چيس،
تنهنجي جيون وئرٿ ڪين آهي. پر جي
هرو ڀرو پاڻيءَ ۾ ٽپي ڏيڻ جو شوق
جاڳايو اٿئي تہ پهرين منهنجو هڪڙو ڪم
ڪر. ٻڏائي ڪندين ؟

# ٻيا ٻہ غم گهٽا- محبت جي غم کانسواءِ

## ايشوري جوتواڻي

سُريش اڄ ڏاڍو اُداس هو. ڪيتري وقت کان آفيس ۾، پنهنجي ڪرسيءَ تي گم سُم ويٺو رهيو. اِها ڳالهہ سندس ساٿين کان لڪل نہ رهي. ڇو تہ هو تمام سوشل سڀاءَ جو هو. آفيس ۾ ڪنهن کي موڳو ڏسندو هو تہ چرچو ڀوڳ ڪري نہ فقط اُن کي کلائيندو هو پر آفيس جي مايوس ماحول کي ئي بدلائي ڇڏيندو هو. سيئي ننڍا وڏا ڪلارڪ مرد توڙي ڇوڪريون کيس چاهينديون هيون. هو هر ڪنهن جي مدد ڪندو هو. ڪا ڇوڪري ڪم ۾ ڍلي نظر ايندي هيس تہ کيس هٿ وجهائي ڪم پورو ڪرائي ڇڏيندو هو. پاڻ تہ ڪم جو جبرو ۽ تکڙو هوندو هو ۽ ان ڪري صاحب جو بہ فيوريٽ هوندو هو. کيس ملول ۽ موڳو ڏسي آفيس وارا بہ ڄڻ منجهي پيا. سُريش کي چانهہ سان دِل هوندي هئي. نہ صرف پاڻ پيئندو هو پر ٻين کي بہ دِل کولي پيئاريندو هو. ٿهل، موهن ۽ نينا پاڻ ۾ گڏجي وٽس ويا ۽ چيائونس تہ سُريش هل چانهہ تہ پيئون منجهندِ جا ساڍا ٻارهان ٿا لڳن تنهنجو هڪ بہ ٽهڪ نہ ٻڌو اٿئون. نيٺ ڪهڙي ڳالهہ ۾ منجهيل آهين؟ پر سُريش ڦڪي مرڪ مرڪي ڳالهہ ٽاري ڇڏي. سُريش جو رستو يوگيتا سان هوندو هو. يوگيتا نينا جي آفيس ساهڙي هئي. هنکي خبر هئي تہ نينا ماٽن سان جئپور گهمڻ ويئي هئي. مهيني جي موڪل ورتي هئائين ليڪن اڃا تائين واپس نہ موٽي هئي. سريش جي دل ونڻ لاءِ چيائين، ”يوگيتا جو خط پٽ نہ آيو اٿئي ڇا؟“ جواب ۾ سريش خاموش نگاهن سان ڏانهس نهارڻ لڳو. ۽ نينا ڏٺو تہ سريش جو چهرو وڌيڪ مايوس ٿي ويو!

سُريش کي خبر ملي تہ ڪنهن لکاپتيءَ جي پٽ سان يوگيتا جي پيءُ سندس شادي ڪرائي ڇڏي. ”هنيمون“ لاءِ جوڙو ڪُلو-منالي جي برفاني پهاڙن ڏانهن ويل آهي. سُريش کي ڏڪو اچي ويو. ڇا يوگيتا کيس هڪ خط لکي ٻڌائي نٿي سگهي؟

يوگيتا جي ياد کيس آفيس ۾ بہ


نالو : ڪُماري ايشوري جوتواڻي
جنم : سيوڻ، ضلع دادو، حيدرآباد سنڌ تاريخ ٣٠ نومبر
ڇپايل ڪتاب : محبت جو تياڳ، اُلفت جي آگ، اُمنگن جا آبشار.
انعام : ڪيندريہ هندي سنستان، دهلي، ۽ ساڌو واسواڻي پرائيز
پيشو : آنرر سپرنٽينڊنٽ، ميران گرلس ڪاليج، پوني.
پتو : ايم.ڪي.ايم. هاسٽل، ١٠ ساڌو واسواڻي مشن مارگ، پونو- ٤١١٠٠١

ڪئي تہ بوٽ جي مٿان دستانو ڪڇي آڇي، پر ٽرين اُنهيءَ وقتِ جهوِبو کاڌو ۽ دستانو هيٺ ڪري پيو. مِلٽريءَ جي جوانَ پنهنجي زنده دلي ڏيکاريندي موتيرامَ کي چيو، ”يار، تنهنجو هڪ هٿ تہ هيٺندل ۾ آهي، ٻئي ۾ گهٽِ ٻئي هٿ کي تہ ٿوري گرمائش مِلندي. دستانو پائي ڇڏ.“

تڏِ آچُ ضرورت کان وڌيڪ هئي يا گاڏيءَ جي تيز رفتار ڪري ٻنهي کي ٿڌ محسوس ٿيڻ لڳي. موتيرامَ جهڙو زرَ مڙسُ بہ ڌهي پيو هئو. مِليٽريءَ جي جوانَ سندس هِمٿ وڌائيندي چيو تہ ”يار، بہ ڪلاڪ ڪن تہ گذري ويا آهن.“ چانڊوڪي رات هُئڻ ڪري واچ کي ڏِسندي چيائين، ”پندرهن ڪن منٽ ٻيا بہ ٿي ويا آهن. هاڻي ڪنهن وقتِ بہ اُجين آچي سگهي ٿو. اُتي لهي پهرين تہ هڪ هڪ ڪوپ گرم چانهہ جو پيئنداسين ۽ پوءِ هِڪ ٻئي موڪلائينداسون.“ موتيرامَ جو دماغ هن کان بہ بہ رتيون تيز هئو. چيائين، ”يار، چانهہ ٻانهہ پوءِ پيئجانءِ، پهرين جيڪو گاڏو کُلي اُنهيءَ ۾ گهري وڃجانءِ. چانهہ تنهنجي لاءِ مان ولي ايندُس.“ مِلٽريءَ جي جوانَ کي اِها صلاح وڻي. هاڻي پريان کان ٻجليءَ جي بتين جي روشني ڏسڻ ۾ اَچڻ لڳي.

تڏِ تمام تيز ٿي ويئي هئي.

مِلٽريءَ جي جوانَ موتيرامَ کي نِسٽو ٿيندو ڏسي ڪيس هِمٿ ڏِياريندي چيو تہ ”دروازي جي ٻنهي هيٺندلن کي سوگهو جهلِ ۽ مٿان وري مان ٿو توکي سهارو ڏيان.“

گاڏي هاڻي سِگنل ڪراس ڪرڻ لڳي. موتيرامُ ۽ مِلٽريءَ جو جوانُ دروازي سان سٽجي بيٺا، وغيره جي ٿنڀن سان نہ ٽڪرائجن.

۽ هاڻي رفتار ڍلي ڪئي. شهر جي بجليءَ جي روشني صاف ڏِسڻ ۾ اَچڻ لڳي. موتيرام جي حالتَ ڏِسڻ وٽان هئي.

پنهنجي اِشٽ ديوتا ڀڳوان جهوليلال کي ياد ڪرڻ لڳو ۽ من ئي من ۾ آراڌنا ڪرڻ لڳو تہ جهوُلبلالَ! آسان جي آس پڄاءِ. ايڪسپريس جو نالو ”سِنڌوايڪسپريس“ ڪراءِ.

هاڻي اِسٽيشن جي پليٽ فارمَ تي گاڏي بيٺي. سامهون ڪافيءَ جو اِسٽالُ هئو. موتيرامَ مِلٽريءَ جي جوانَ کي اِشارو ڪيو تہ هوُ سامهون ڪمپارٽمينٽ کُلبوآئيئي. توُن اُتي پهچُ، مان تنهنجي لاءِ ٿرموڪول واري گِلاسَ ۾ ايڪسپريسو ڪافي ٿو ولي اچان.

مِلٽريءَ جوجوانُ کُليلَ ڪمپارٽمينٽ ڏانهن ڊُڪيو ۽ ڏٺائين تہ قسمتَ سان هِڪَ مٿيون برٿِ خالي پيو هئو. پنهنجي شولڊر بئگ کي اُتي رکي اَچي گاڏيءَ جي دروازي تي بيٺو. ايتري ۾ موتيرامُ ٻنهي هٿن ۾ ڪافيءَ جا ٻہ گِلاسَ ۽ ٽِنالن جي چپس جو پئڪيٽُ جهوليءَ ۾ وجهيو اَچي دروازي تي پهتو.

ٻنهي ڪافيءَ جا وَڏا وَڏا ڍُڪَ پريا. گاڏيءَ هلڻ لاءِ سيٽي هڻئين. موتيرامَ پهرين ٽِنالن جي ويفرس جو پئڪيٽُ مِلٽريءَ جي جوانَ ڏانهن وڌايو ۽ چيو تہ، ”يارَ! هيءُ سفر سدائين ياد رهندو.“ تنهن تي مِليٽريءَ جي جوانَ پڇيس تہ ’سفرُ سدائين ياد رهندو يا هم-سفر بہ ياد رهندءِ؟‘ موتيرامَ پنهنجي هٿَ ۾ دستانو ڏسي لاهڻَ جي ڪوشش ڪئي تہ مِليٽريءَ جي جوانَ چيس تہ ”رکي ڇڏ، رکي ڇڏ، اِها ياد پاڻ وٽِ.“ گاڏي هلڻ لڳي. موتيرامَ کي ڌيان آيو تہ هن هم-سفر مُسافر کان تہ سندس نالو ئي ڪونہ پڇيو هو. ۽ جيستائين هو پڇي پڇي، گاڏيءَ رفتارَ پڪڙي ورتي.

❖❖❖❖

موتيرام ملٽريءَ جي جوان کي چيو
ته ڏس ڪيڏو نه عجيب زمانو اچي ويو
آهي جو ڳُنڊڻ هڪ ڪٽڪ کان اسين
دروازي تي لٽڪيا پيا هئون پر هنن جي
دل ۾ ديا نٿي اُڀري ته دروازو کولي اسان کي
اندر اچڻ ڏين. هاڻي ملٽريءَ جي جوان
کي تاءُ آيو ۽ زور زور سان شيشي واري
دريءَ کي ٺڪ هڻڻ لڳو. ايتري ۾ گاڏيءَ ۾
جنهن سيٽ تي هڪڙو ننڍڙو ٻالڪ ليٽيو
پيو هئو تنهنجي اکِ تي سندس ماءُ، جيڪا
هڪ ڪنڊ کان ويٺي هئي اُها به پنهنجي ٻار
کي ڪڇ ڪڇ چوڻ لڳي- لڳو پئي ته هوءَ
سگريٽ ڇڪيندڙ جي پريوار مان هئي. ملٽريءَ
جي جوان تنهن کي ٻاڪاريندو ڏٺو ته هن کان
رهيو نه ويو ۽ هُو وري دريءَ تي زور زور سان
ٺڪ هڻڻ لڳو ۽ زور زور سان واڪا ڪرڻ لڳو.
پر ٽرين جي تيز رفتار ۽ دريءَ جي بند هئڻ
ڪري سندس واڪن جو ڪو اثر ڪونه ٿيو.

گاڏيءَ پنهنجي تيز رفتار هاڻي ڍيري
ڍيري گهٽائڻ شروع ڪئي. ٻنهين کي هاڻي
ساهه ۾ ساهُ پيو ته شايد اڳين اسٽيشن تي
ڪي پل گاڏي بيهي ۽ هي هيٺ لهي به پل
سامهين جو ساهه پٽيندا- پر ائين نه ٿيو- شايد
آئوٽر تي انهيءَ وچ ۾ سگنل هيٺ ٿيو هوندو ۽ گاڏي
ڍيري ڍيري اڳتي وڌڻ لڳي ۽ ٿوريءَ دير ۾ وري رفتار
پڪڙي هوا سان ڳالهيون ڪندي وڌڻ لڳي.

موتيرام ملٽريءَ جي جوان کي گاڏي
جي اندر جيڪا هلچل ٿي رهي هئي اُنهيءَ
بابت اِشاري سان ڏسڻ لاءِ چيو- ٻنهين ڏٺو ته
اندر ويٺل ماڻهن ڪنهن ميل پنهنجي ڳلي ۾ پيل
سون جي زنجير کي پڪڙي ڏسي ته ڪنهن
ميل وري پنهنجي پيل ساڙهيءَ سان پڪڙي

اُن کي ڏسي ۽ جيڪو مسافر سگريٽ ڇڪي رهيو
هئو اُنهيءَ سان ڀُس ڀُس ڪرڻ لڳي. ٿوريءَ
دير کان پوءِ اُها عورت پنهنجيءَ سيٽ تان اُٿي
ته ٻنهي کي لڳو ته شايد دروازو کولڻ لاءِ
اُٿي آهي- انتظار ڪندا رهيا ۽ ڏهن کن منٽن
کان پوءِ هوءَ وري اچي پنهنجيءَ سيٽ تي
ويهي رهي. شايد باٿروم ۾ ويئي هوندي.

ٿڌ هاڻي برداشت کان ٻاهر ٿيڻ لڳي.
موتيرام جي همت هينئر پست ٿيڻ لڳي.
ڪمپارٽمينٽ ۾ ڪتي ويٺل مسافر هينئر هيٺ
لٿو. اِنهيءَ وچ ۾ هينئين مسافر به وڃين سيٽ
کولي اُنهيءَ تي ٻار ۽ عورت کي ويهاريو ۽ ٽئين
لٿل مسافر دريءَ جا پٽ تاڪ لڳائي ڇڏيا.

هاڻي اندريان اَندر ۽ ٻاهريان ٻاهر. گاڏيءَ
کي لڳاتار هلندي به ڪلاڪَ کن ٿي ويا هئا. اَڃا
به اَڌ-ڪني ڪلاڪَ جو سفرُ طئه ڪرڻو هئو.

ملٽريءَ جي جوانَ کي ياد آيو ته هُنَ
شولڊر بيگ ۾ دستانا به رکيا هئا. دروازي
جي هينڊل مان اَندران ٿي هٿُ وجهي ٻئي
هٿَ واريءَ ٻانهن جي ڪُلهي ۾ لٽڪيل شولڊر
بيگ ۾ هٿُ وجهي ۽ اَندران ٿي اَندران
ٽٽوليندي هِڪُ دستانو ڪڍي ورتائين ۽ موتيرام
طرف هٿُ وڌائيندي چيائين ته ”وٺُ يارَ!
هٿَ ۾ پاءِ ته ٻيو دستانو ڪڍي وٺان.“
موتيرام کي ٿڌِ ته ڏاڍي لڳي رهي هئي،
پر وري به ٻاهريون ڀنو رکندي چيائين، ”نه
يارَ، مان دستانا پايان ۽ تون ڏسندو رهين.
اِهو ٺيڪ نه آهي.“ ايتريءَ دير ۾ ملٽريءَ
جي جوانَ شولڊر بيگ مان جيئن ئي ٻيو دستانو
ڪڍي موتيرام اَڳيان وڌايو، ته سندس هٿَ
مان ترڪي ويو ۽ وڃي هيٺ فوٽ بورڊ تي
ڪريو. ملٽريءَ جي جوانَ ڪوشش ته گهڻي

آهي ۽ وڃبو به اُنهيءَ مدراس جئپور ايڪسپريس ۾. پر چڙهڻ کان اڳ ڪرين ڀوپال کان لنگهڻ لڳي هئي ته اُجين ۽ ڪوٽا وارا ماڻهو بنا رزرويشن جي هر ڪنهن سليپر ڪوچ ۾ چڙهي پوندا هئا ۽ اُجين اڳيائي کن ڪلاڪن ۾ ايندي هئي- وهڻ لاءِ جڳهه نه به ملندي هئي ته اڳيائي ڪلاڪ گاڏيءَ جي هڪ پاسي کان ٻئي پاسي گهمڻ ۾ ئي پورا ڪري ڇڏيندا هئا. هوڏانهن ڀوپال مان رزرويشن جي ڪوٽا هئي آخرين ٽي ٻڻ ڄيتري، تنهنڪري جن گاڏن ۾ ڀوپال جي ڪوٽا نه هوندي هئي اُنهيءَ گاڏي وارا ڀوپال اسٽيشن اچڻ کان اڳواٽ ئي گاڏيءَ جا دروازا بند ڪري هٿان مٿان بولٽ ڪري ۽ دريءَ واري پاسي جون ٻئي ڪڙڪيون ٽيبسٽائين بند رکندا هئا جيستائين گاڏي پليٽفارم نه ڇڏيندي هئي.

موتيرام ته اڳيئي طئه ڪيو هو ته ويندس ته مدراس جئپور ايڪسپريس ۾. اڳيائي ڪلاڪن ۾ اُجين پهچندس، رات جو سنڌي ڌرمشالا ۾ رهندس ۽ صبوح جو سج اُڀرڻ وقت شپرا نديءَ ۾ سنان ڪري پشپانجلي ارپت ڪندس. جهوليلعل سائينءَ جي مهر ٿي ته ايڪسپريس گاڏيءَ جو نالو ”سنڌو ايڪسپريس“ ضرور ٿيندو.

موتيرام آهي بدن ۾ ڀريل سو پنهنجيءَ متوالي چال سان حڏهن پليٽفارم تي پهتو ته گاڏيءَ هلڻ جي سيٽي وڄائي. هيءَ سچ هڪ گاڏي کان ٻئي گاڏي ڏانهن ڊُڪڻ لڳو، پر دروازا سيني گاڏن جا اندران بند. ايتري ۾ گاڏي ڌيري ڌيري هلڻ لڳي، هن به تڙ... ۾ هڪ دروازي جي هئنڊل کي ...هن کي فوٽ بورڊ تي بيٺل ڏسي هڪ ملٽري جوان به ساڳئي فوٽ بورڊ جي هئنڊل کي جهلي چڙهي پيو. خوشقسمتيءَ سان نڪو موتيرام کي ڪو سامان هيو ۽ نڪو ملٽريءَ جي رنگروٽ وٽ ڪو سامان هئو. موتيرام کي اُجين لهڻو هو ۽ ملٽريءَ جي رنگروٽ کي ڪوٽا تائين وڃڻو هو.

تپه سياري جا ڏينهن هئا. هن سال ٿڌ به ٿڌ جهڙي هئي. پهرين پنج ڏهه منٽ ته ٻنهين کا ڇُرڪر ڪانه ڪئي پر هڪ ته ٿڌي هوا مٿان گاڏي وري پوري رفتار سان هلي رهي هئي. ملٽريءَ جو جوان پنهنجي پوريءَ طاقت سان دروازي کي ڌڪ به هڻڻ شروع ڪيا ۽ زور زور سان واڪا ڪري گاڏيءَ ۾ اندر ويٺلن جو ڌيان به ڇڪائڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳو. هوڏانهن دريون بند هئڻ جي ڪري گاڏيءَ جي اندر جا وهي واپري رهيو هئو تنهنجي خبر ئي نٿي پئي.

گاڏي هڪ طرف هوا سان ڳالهيون ڪندي هلي رهي هئي ته ٻئي طرف ٿڌ به وڌي رهي هئي. موتيرام جو سڄو شرير هاڻي ٿڌ جي ڪري ڏڪي رهيو هو-

ايتري ۾ اندران گاڏي مان دريءَ جي کلڻ جو آواز ٿيو. سامهون ويٺل هڪ مسافر اُٿيو ۽ هڪ دري ته کوليائين پر ٻين واري دري اڃا بند هئي، گاڏيءَ ۾ اندر اڃا لائيٽ ٻري رهي هئي. سامهون نظر ايندڙ مسافر پنهنجي ڪرتي جي هڪ پاسي واري کيسي مان پهرين سگريٽن جو پئڪيٽ ڪڍيو ۽ تنهن کان پوءِ وري لائيٽر ڪڍي سگريٽ دُکائي ۽ آرام سان سگريٽ مان وڏا وڏا سوٽا هڻڻ لڳو ۽ دروازي جي فوٽ بورڊتي بيٺل ٻنهي مسافرن ڏانهن نهارڻ لڳو.

# سنڌوءَ کان شپرا جو سفر

## جهمون چِڳاڻي

ڪ لياڻ ڪئمپ وارا اُلهاس نگر کي سنڌو نگر بڻائڻ لاءِ گذريل پنجاهه سالن کان پاڻي وِلوڙي رهيا آهن پر اجا تائين کو کڙُ-تيلُ ته ڪونه نڪتو آهي. هيڏانهن بئراڳڙه وارن به سوچيو ته ڪئمپ جو نالو بدلي سنت هردارام نگر ڪريون ۽ هنن اِهو ڪم پارٽ جي وڏان جي داعري ۾ ڪيو. شهر جي نگرنگم جي ميئر طرفان نالي بدلائڻ جو پرستاو پاس ڪرائي راجيه سرڪار معرفت مرڪزي سرڪار ڪي موڪليائون. پر لڳي ٿو سنڌي جو آهي اللهُ واهي. مدراس جو نالو ’چينئي‘ ۽ بمبئيءَ جو نالو ’ممبئي‘ ته ٿيو آهي پر بئراڳڙه وارا اجا به بئراڳين وانگر پيا واجهائين.

ويجهڙ ۾ جو وري سنڌين کي چاڻ ملي ته سنڌو نديءَ جو اُدگم اِسٿل ته ڪئلاش مانسروور آهي ۽ اُتان ئي سنڌو ندي وهندي جمون ڪشمير جي ليهه ۽ لداخ کان ٿيندي پوءِ سِنڌ (هاڻي جنهنکي پاڪستان ٿا چون) ۾ چيهه تي ڪري ته موتيرام کي به ڪُڏ ڪنيو ته جڏهن گنگا، گوداوري، ڪاويري ۽ جهيلم ندين جي نالن پٺيان ريل گاڏيو[ن] هلن ٿيون، ۽ جيڪڏهن راشٽر-گان ۾ س[نڌ] جوذڪر آهي، ته پوءِ ”سنڌو ايڪسپريس“ ڇو نه هجي.

موتيرام آهي ته جل ڦٽاڪو، سو هن به ڪئمپ ۾ ”ريلوي سُوِڌا سنگهرش سَمِتي“ برپا ڪري ګهڙَ ڪئي ته هِڪ ته مدراس کان جئپور جيڪا ايڪسپريس ريلگاڏي ٿي هلي اُها بئراڳڙه ۾ به بيهي، ڇو جو سِنڌين جا سوين رِشتيدار جئپور ۽ وچ وارين اسٽيشنين تي رهن ٿا ۽ ٻيو ته انهيءَ ايڪسپريس گاڏيءَ جو نالو به رکيو وڃي ”سنڌو ايڪسپريس“

موتيرام جي وري مساڻي ٻاون سان ګ هڻي دوستي هئي ۽ هڪ مساڻيءَ ڪيس صلاح ڏني ته جيئن ته توهانجو مسئلو سِنڌوءَ جهڙي پوِتر نديءَ سان جڙيل آهي تنهنڪري جيڪڏهن ويجهي ڪا پويتر ندي هجي ۽ اُنهيءَ ۾ توهان سنان ڪندا ته توهانجو ڪارج سِڌ ٿيندو.

هاڻي موتيرام طئہ ڪيو ته وڃبو ته اُجين ڇو جو اُتي شپرا جهڙي پويتر ندي

| | | |
|---|---|---|
| نالو | : | جهمون چِڳاڻي |
| جنم | : | حيدراباد سِنڌ ١٩٣٠-٩-٥ |
| ڇپايل ڪتاب | : | مهامتي پراڻ ناٿ جي واڻي (ٻه ڀاڱا)؛ هِڪُ ٻيو وِرهاڱو |
| انعام | : | سينٽرل هندي ڊائريڪٽوريٽ طرفان (مهامتي پراڻ ناٿ تي)<br>سنڌي اَڪادمي دهلي طرفان (ساهت اِنعام ١٥٠٠٠ رُپيه) |
| پيشو | : | ريجنل اِنسٽيٽوٽ آف ايڊيوُڪيشن، ڀوپال (مڌيه پرديش) |
| پتو | : | G-1 Ram Laxman Niwas, Baira Garh, Bhopal-462030 |

هوءَ ڪويتا کي ڪٿي نہ ڪٿي اڪيلائي جو فڪر. پر ڪويتا تہ اڳ ئي پنهنجي سپنن جي سوداگر کي دل ڏيئي چڪي هئي. هن اڻ سڌيءَ طرح شوبا سان اظهار ڪيو تہ ڪيلاش قسمت وارو آهي. شوبا کي ڪويتا جي دل جي ڳالهہ سمجهڻ ۾ دير نہ لڳي. هن چيو ڏيڏي تون فڪر نہ ڪر مان موقعو ڏسي ڏيڏيءَ سان ضرور ڳالهہ ڪندس.

هڪ ڏهاڙي پنهنجي پيءُ کي موڊ ۾ ڏسي شوبا چيو ڏيڏي ڪيلاش سٺو ڇوڪرو آهي نہ؟ سندس پيءُ چيو ها ڏاڍو قابل آهي تڏهن تہ انيل جي پيءُ جي پئسن تي پسو ڳنڍو ڇمائي. ڪويتا جهڙا پردي جي پٺيان بيٺي هئي تنهن جڏهن پنهنجي ڀاءُ جا لفظ ٻڌا تہ هن جي دل لڳي پيئي. پنهنجي پيءُ جو موڊ ڏسي شوبا کي وڌيڪ ڳالهائڻ جي جرئت ئي ڪا نہ ٿي.

هڪ ڏينهن جڏهن شوبا پنهنجي پيءُ کي ڪنهن سوچ ۾ غلطان ڏٺو تہ چيو، ڏيڏي جا پيا سوچيو. چيائون تنهنجي آئيندي جي باري ۾. ان وچ ۾ ڪيلاش اچي نڪتو جا ڳالهہ هن کي نہ وڻي. هو بنا سبب ڀڙڪي اٿيو. ڪيلاش کي چيائين مهرباني ڪري هلو ڪمهلو اسان وٽ اچي اسان کي پريشان نہ ڪندو ڪر.

ڪيلاش کي هن جي ان طرح جي ورتاءُ تي نہ صرف عجب لڳو پر سخت افسوس ٿيو. ڪيلاش جي وڃڻ کان پوءِ ڪويتا زار زار رنو. هن پنهنجي قسمت تي ملال ڪيو.

هڪ ڏينهن هوءَ گهران لڪ چوريءَ ڪيلاش سان ملڻ ويئي. ڪيلاش چيو مان تنهنجي جذبن کان واقف آهيان. مان توکي اهڙي ڪا صلاح نہ ڏيندس جنهن سان تنهنجي ڀاءُ جو ڪنڌ ... دنياداريءَ ۽ سماج کي ڏسڻو آهي. هو ... هلي ويئي. ٻئي طرف

گهنشام جڏهن شوبا جي رشتي جي انيل سان ڳالهہ ڪيدي تہ هن چيو توهان کي غلط فهمي ٿي آهي. شوبا منهنجي دوست آهي. رشتي جي لحاظ کان اسان جي خاندانن ۾ زمين آسمان جو فرق آهي. گهنشام جي پيرن هيٺان زمين نڪري ويئي. هو جڏهن گهر واپس وريو تہ شوبا روئي رهي هئي. هن ڏڪندڙ هٿن سان ڪويتا جو خط پيءُ کي ڏنو. هن خط پڙهڻ شروع ڪيو.

پيارا ڀاءُ

اڄ ڏينهن تائين مون پيءُ ۽ ماءُ جي ڪمي محسوس نہ ڪئي هئي. مون اوهان کان ڪڏهن بہ ڪجهہ ڪين گهريو. اڄ مان ائين محسوس ڪري رهي آهيان تہ جن جا ماءُ پيءُ نہ هوندا آهن سي بدنصيب ۽ بدبخت هونديون آهن. جن مان، مان بہ هڪ آهيان، يتيم لاوارث، پيار کان محروم. توهان هميشه مون ۾ ۽ شوبا ۾ فرق ڪيو، جڏهن تہ شوبا مونکي پنهنجي جان کان بہ پياري ۽ مان شوبا لاءِ سڀ ڪجهہ هيس. ڪيلاش جي شرافت عزت ڪري شڪست کاڌي. هن لاءِ اوهان جي دل ۾ هميشه نفرت رهي. منهنجي زندگي ڪيلاش کان سواءِ اڌوري آهي. جيستائين اوهان کي هي خط ملندو تيستائين مان پنهنجي اما بابا وٽ پهچي چڪي هوندس. توهان لاءِ پئسو ئي سڀ ڪجهہ آهي. مون سوچيو هو تہ پنهنجا تہ پنهنجا ئي هوندا آهن. مونکي خبر ڪا نہ هئي، پنهنجا بہ پراوا ٿيندا آهن.

توهانجي ناسمجهہ ڀيڻ
ڪويتا

ڪويتا جو خط پڙهي گهنشام جي اکين مان ڳوڙها لڙي آيا.

❖❖❖❖

شويا پنهنجي سالگره تي پنهنجي ڪاليج جي ساٿين کي نينڊ ڏني ته ڪويتا هن کان پڇيو انيل ايندو ڇا؟ شويا معنيٰ خيز نظرن سان ڪويتا کي ڇيو توهين انيل جي ڳالهه ڇڏي ڏيو، توهان اگر ڪنهن کي نينڊ ڏيڻ چاهيو ٿا ته ٻڌايو ؟ ضرور نينڊ ڏينديس. ڪويتا شرمائيندي چيو ،نه نه مونکي ڪنهن کي اِنوائيٽ نه ڪرڻو آهي. شويا شرارتي انداز ۾ چيو، ديدي صاف صاف چو نه ٿا چئو ته ڪئلاش کي ضرور سڏج. اوهين فڪر نه ڪريو مون اڳ ۾ ئي ڪيس نينڊ ڏني آهي. هاڻي ته خوش آهين نه ؟

ڪويتا شرم ۾ ٻوٽيءَ جيان نيڻ جهوڪائي ڇڏيا.

ڪويتا گهر کي خوب سجايو لذيذ طعام تيار ڪيا. شويا ڪلي ڇيو ديدي توهان ته ايڏيون تياريون ڪيون آهن ڄڻ منهنجي سالگره نه بلڪ شادي خانا آبادي جو جشن آهي. اڄ ته رنڌڻي جي پڇر ڇڏيو. شام جو سالگيره واري پارٽيءَ ۾ جڏهن انيل سان گڏ ڪئلاش کي ڏٺو ته ڪويتا جا نيڻ ٺري پيا. شويا انيل جو پنهنجي پيءُ سان تعارف ڪرائيندي چيو ڊئڊي انيل جو اِمپورٽ ايڪسپورٽ جو بزنيس آهي ۽ هنن جي ڊئڊيءَ جون وڏيون اِنڊسٽريز آهن. شويا جي پيءُ کي پنهنجي ڌيءَ تي فخر ٿيڻ لڳو ته ايڏي وڏي ماڻهوءَ سان سندس واقفيت آهي. انيل ڪئلاش جو تعارف ڪرايو. پر شويا جي پيءُ ان کي نظر انداز ئي ڪري ڇڏيو. شويا کي پنهنجي پاءُ جي وهنوار تي افسوس ٿيو. جڏهن انيل کي محفل ۾ ڪو گيت پيش ڪرڻ جي فرمائش ڪئي ويئي ته هن ڇيو مونکي ڳائڻ ڪونه ايندو آهي. باقي ڪئلاش تمام سنو ڳائيندو آهي. ڪئلاش جي غزل پيش ڪرڻ تي شويا داد ڏيندي پنهنجي پيءُ کي ڇيو ڊيڊي ڪئلاش جو آواز سنو آهي نه ؟

گهنشام طنزايه انداز ۾ ڇيو ها محمد رفي آهي. انڪري هن پڙهڻ ۾ ڪو ڀوتو نه ڀاريو آهي.

ڪويتا کي پاءُ جا لفظ تير وانگر ڇپي ويا. دل ۾ سوچڻ لڳي دادا هن لاءِ اهڙا لفظ ڇو ٿو ڳالهائي، هو غريب آهي انڪري.

انيل ڪئلاش کي ڪاروبار ڪرڻ لاءِ ڪجهه پئسا پنهنجي پيءُ کان وٺي ڏنا. ڪويتا جي گهر کان ٿورو پرڀرو سندس دڪان هو. هوءَ لنگهندي پائيندي ڪئلاش سان پنهنجي دل جو حال اوريندي هئي. هو ٻه پنهنجي ننڍپڻ جون ڳالهيون ۽ زندگيءَ تي وقت جي مار جو ذڪر ڪندو هو. ڪويتا جي دل چاهيندي هئي ته هوُ ڪنهن نه ڪنهن بهاني هن سان روز ملي. هو جڏهن ٻه سندس گهر ايندو هو ته هن جو پاءُ گهنشام ٺوڪ مخول ڪندو هو. ٻئي طرف انيل جي اچڻ تي خوشيءَ ۾ ڪٿو نه سمائيندو هو. هوُ چاهيندو هو ته سندس ڌيءَ جي شادي هن سان ٿئي ته هو تري هٿي وچي تخت تي وهندي. هوڏانهن ڪئلاش وڏن جو ادب ڪرڻ وارو محنتي نوجوان هو. هن پنهنجي جذبن کان ڪيترا دفعا ڪويتا کي واقف ڪرڻ چاهيو پر سندس زبان ساٿ نه ڏيندي هئي. ٻنهي جي دل ۾ هڪ ٻئي لاءِ بي اِنتها پيار هو. ڪويتا پنهنجي پاءُ اڳيان دل جي ڳالهه ڪرڻ جي جرئت نه پئي ڪري سگهي. وقت گذرڻ لڳو. ٻنهي ڪاليج جي پڙهائي پوري ڪري ورتي. گهنشام پنهنجي ڌيءَ جو رشتو انيل سان ڪرڻ لاءِ اُتاولو

# پنهنجا پرائوا

## وينا شرنگي

ڪويتا جا ماءُ پيءُ ننڍي هوندي ئي گذاري ويا هئا. ڪويتا کي ڀاءُ ڀاڄائيءَ پاليو. سندس عمر ۽ ڀاءُ گهنشام ۾ پندرهن سالن کان مٿي جو فرق هو. گهنشام کي ڌيءُ ڄائي جنهن جو نالو شوڀا رکيو. ڪويتا ۽ شوڀا ۾ عمر جو فرق هو پر ٻئي قدبُت جي لحاظ کان هڪ جيتريون ئي لڳنديون هيون. ڪويتا فهمبدي ۽ شوڀا شوخ ۽ چنچل. ڪويتا سهڻي سنجيده ۽ شوڀا ناز-نخري واري. شوڀا جو پڙهڻ ۽ لکڻ طرف ڌيان گهٽ ۽ کائڻ ٺهڻ جو شونق وڌيڪ. ڪويتا کي پڙهڻ-لکڻ جو بيحد شونق پر قسمت هن سان بي وفائي ڪئي. ماءُ پيءُ جي گذاري وڃڻ ڪري هن جي پڙهائي اڌ ۾ رهجي ويئي. گهر جي ڪم ڪار جو بوجهه سندس نازڪ ڪلهن تي اچي پيو. شوڀا جڏهن ڪاليج کان ايندي هئي ته هوءَ ان کان ڪتاب وٺي پڙهندي هئي. هن پنهنجي ڀاءُ گهنشام کي منٿون-منٿون ڪيون ته ڪس پرائيويٽ طور امتحان ڏيڻ جي اجازت ڏئي. پهرين ته هن ڪافي آنا ڪاني ڪئي پر پوءِ ميزان منٿن ڪري نيٺ هن ها ڪئي. ڪويتا ۽ شوڀا ڪڏهن به هڪ ٻئي سان حسد نه ڪيو. هڪ ڏهاڙي شوڀا ڪاليج جي شاگردن سان پڪنڪ تي وڃي رهي هئي. هن ڪويتا کي به هلڻ لاءِ چيو پر گهنشام هن کي منع ڪري ڇڏي. جڏهن شوڀا کي خبر پئي ته هن پنهنجي پيءُ جي اڳيان ضد ڪرڻ شروع ڪيو. مجبور هن کي پنهنجي لاڏلي ڌيءَ اڳيان جهڪڻو پيو.

پڪنڪ تي شوڀا سندس ساٿي پنهنجي هم ڪلاسي انيل ۽ ان جي ٻئي دوست ڪنلاش سان ڪرائي. ڪنلاش جا ماءُ پيءُ ننڍي هوندي ئي گذاري ويا هئا. سندس ڪچڙن ڪلهن تي پيءُ جي بزنس جو بوجهه پئجي ويو. جنهن ڪري هو پنهنجي پڙهائي جاري نه ڪري سگهيو ۽ سندس دوست انيل مالدار پيءُ جو سڪيلڏو پٽ هو.

خبر سان امتحانن جا نتيجا نڪتا. شوڀا رواجي نمبرن سان پاس ٿي ته ڪويتا سُٺي نمبرن سان. ڪويتا خوشيءَ خوشيءَ وڃان جڏهن ڀاءُ کي ٻڌايو ته هن منهن ڦيري ڇڏيو. ٻنهي جي پڙهائي جاري رهي.

| | |
|---|---|
| نالو : | وينا شرنگي |
| جنم : | لاڙڪاڻو، سنڌ ١٦ فيبروري ١٩٤١ |
| ڇپايل ڪتاب : | سنڌ جون يادگيريون، ڪمڻي وساريان ويڙهيچن، سنڌ جا سفرناما، پکا پنهوار، ڏلي مون ڏيهن ڦما، واسا جا واسنگ، ڪچان ترڪافر، اجنتا جي مورت، ٻيا مختلف |
| انعام : | هندي ڊائريڪٽوريٽ دهلي، نئين دنيا پبلڪيشن، ڊاڪٽر هرومل سدارنگاڻي گولڊ ميڊل، رامڪشاڻي فائونڊيشن، آل انڊيا ڪلچر سون |
| پيشو : | ڍڪي جنيپور طرفان- سنئر پروڊيوسر، پرڏيهي نشريات آل انڊيا ريڊيو |
| پتو : | ٥-ان-ترڙيري، نئين دهلي-١١٠٠١٢ |

ويٺو ۽ ڇوڪري تي ڪڙي نظر رکڻ لڳو. ڇوڪرو
سليپرَ کي پالش مٿان پالِش پياري رهيو هو،
ليڪن سُڪَلُ نوٽ ڇمڙو اُها چمڪ نہ آڻي
رهيو هو، جيڪا ڇوڪري چاهي ٿي. ڇوڪرو
سليپرَ کي تيز تيز برش سان چمڪائڻ لڳو.

- اڙي، ڇوڙا! رُکو پيو برش رهڙين.
پالش لڳاءِ، پالِش.

ڇوڪري هُنجي ڪڙڪ آواز کان
گهبرائجي سليپرَ تي پالِش لڳائي.

- هيءَ پالِش تو لڳائين؟ صفا تِرَ
جيتري! ٻي بہ لڳاءِ.

ڇوڪري ٻي بہ پالِش لڳائي ۽ سليپر
پالِش ڪرڻ جو گويا مَٿس جنون سوار ٿي ويو.
پالِش ۽ برشُ، برشُ ۽ پالِش، پالِش ۽ برش ...

بس، بس، ڇورا! جڻُ تہ نہ سَوار ٿيو
اَٿيئي؟ هڪَ مُسافر، جنهن بوٽُ پالِش ڪرايو
هو، سليپر جي ڪايا ڪَلپ ڏسي چيو.

مُسافر جي آواز تي ڇوڪري ٿمجي سليپَرُ
ڏنو ۽ خود ئي ڪِڻ لاءِ حيرت ۾ پئجي ويو. سليپَرُ
تِجلا ڏيئي رهيو هو، جڻِ نئون نڪورو هجي.

- ڪٿو، سيٺ. ڇوڪري ساڻي لهجي ۾ چيو.

هُنَ سليپَرَ تي تنقيدي نظر اُڇلي،
ليڪِن مين-ميڪ جهڙو بہ ڪُجهہ نہ ڏِسي،
کيسي مان هڪ ڀُراڻو سُراڻو نوٽُ ڪڍي
ڇوڪري کي ڏنائين. هاڻِ ڇهَ مهينا ڪنُ
نئون سليپَرُ نہ وِٺو پَوَندو، هُنَ سوچيو.

ڇوڪري نوٽُ کيسي ۾ وِڌو ۽ پالش
جي دٻي ۽ برشُ ٿيلهي ۾ وِڌائين. ٻين
مُسافرن کان پالش جو پُڇڻُ هُنَ کان جڻِ
وسري ويو. فرش تان اُٿيو تہ مٿي قِرَڻَ
سبب ڪريو تہ هُنَ ٿيلهو ڏيئي چِيُس -
اَڙي، ڇوڙا! سنڀالي هلُ، مٿان پيو ڪِرين.

ڇوڪري پاڻ سنڀاليو.

- هيءُ چمپلُ پالِش ڪر. هڪ مُسافر ڇو...
کي چيو. ليڪِن ڇوڪري ڪُجهہ ٻُڌو ئي ڪون...
مُسافِرَ ڇوڪري کي ٻانهن کان ڏونڌا...
چيو - ٻوڙو آهين ڇا؟ چمپل پالِش نہ ڪرڻي اَٿيئ...

- ها صاب، ڪرڻي آهي. ڇوڪ...
گويا غشيءَ مان سُجاڳُ ٿيو.

ٽرين هِڪَ اِستيشن تي بيٺي تہ ٿيله...
مان لوٽو ڪڍيَ هُن پاڻيءَ واري کي سڏيو. اِ...
اِستيشن جو موبائل پيائو هو. پاڻيءَ واري اچڻ ...
ٿوري دير ڪئي تہ هو زور زور سان رڙين مٿان...
رڙيون ڪرڻ لڳو. هُن لوٽو پرائي سيٽ تي رکيو...

ڇوڪرو چمپل پالش ڪري...
ڪمپارٽمينٽ جي ٻئي خاني ڏانهن هلي...
ويو. ٽرين هلي تہ هُن پنجن ڀُرن وارو وڏو...
ٽفن کوليو. ٻزن ڪن پوريون، ڇانور، ٻہ ٽي...
سبزيون، آچار ۽ مٺائي وغيره هو. لوٽي مان
هٿ تي پاڻي لاهي هُن پٽ تي ڇٽڪا...
فرش تي گپ جهڙو ڪجهہ ٿي پيو. مسافرن
تنهن هوندي هُن ڏانهن عزت جي ڀاوَ سان
نهاريو. لوٽو سيٽ تي رکي ڏوتيءَ سان
هٿ اُگهي روٽيءَ کي هٿ جوڙي، هُن
کائڻ شروع ڪيو. روٽي کائي، دريءَ مان
گرڙي ڪري، پاڻي پي، هُن ٽفن بند ڪيو.
هُن ڏوَ جون چار پنج اوگرايون ڏنيون.

هاڻي ٽرين هڪ پُل تان هلي رهي
هئي. پُل تان هلڻ سبب ٽرين جو آواز
بدلجي ڀاري ٿي ويو. هُن دريءَ مان ٻاهر
نهاريو. هيٺ نديءَ جو جل هو. هُن کيسي
مان ڪجهہ سڪا ڪڍي نديءَ ۾ اُڇاليا ۽
ڪنڌ جهوڪائي هٿ جوڙيائين.

❖❖❖❖

چوڪري تيليءَ مان پالش جي دٻي ۽
برش ڪڍيو. چمپل کي برش سان پهرين صاف
ڪيائين ۽ دٻيءَ مان پالش ڪڍي، چمپل تي
لڳائي، برش سان چمپل چمڪائڻ لڳو. چمپل
پالش ڪرڻ ۾ هو ايترو ته محو ٿي ويو ڄڻ
چمپل کنهن ڪامپيٽيشن لاءِ رکڻي هئس.
چمپل پالش ٿي چڪي ته هن جي چهري تي
هڪ رچناڪار جهڙي خوشي اڀري آئي.
- صاب، ڏسو چمپل. چوڪري فخر سان چيو.
- واهه! چمپل ته بلڪل نئين ڪري
ڇڏي اٿيئي، منهنجي به چمپل پالش ڪر.
لڳولڳ ويٺل مسافر چيو.
چوڪري ۵۰ پئسا ولي کيسي ۾ وڌا ۽
هڪ ٻي چمپل پالش ڪرڻ لڳو - سائين
نموني، سائين لڱن سان. چوڪري پالش ڪري
هڪ ڪلاڪار وانگر جاچي ۽ جڏهن تسلي
ٿيس ته اُها پٽ تي رکي پئسا ورتائين.
انهن ٻن پالش ٿيل چمڪندڙ چمپلن جي اڳيان،
پرسان ويٺل مسافرن کي پنهنجا بوٽ ۽ چمپلون
مريون سريون لڳيون. هڪ مسافر چوڪري
کي چيو - بوٽ پالش جو گهڻو؟
- هڪ رپيو، صاب.
مسافر بوٽ لاٿو.
دريءَ مان منهن ڪڍي آس پاس سرسري
نظر گهمائي. پرسان ئي هڪ سنهڙي سپڪڙي
۽ مري گندي چوڪري کي بوٽ پالش ۾
مشغول ڏٺائين. اڄجي گهڻن ڏينهن کان سنانُ
ئي ڪونه ڪيو هوندائس، هن سوچيو. آرام
سان ويهڻ لاءِ هو پيرن ۾ پيلُ سليپر اهي
پلٿي ماري ويٺو. لڳولڳ مسافر کي سوڙهه
... ن ڏانهنس ڏيانُ ئي ڪونه ڏنو ۽
هنن منتر جو جاپُ ڪرڻ

لڳو. هن جي سامهون سيٽ تي ويٺل مسافر
هن ڏانهن عزت جي ڀاوَ سان نهاريو.
چوڪري بوٽ پالش ڪري لاٿو ته مسافر
کيس رپئي جو سڪو ڏنو. چوڪري سڪو کسي ۾
وجهي ٻين مسافرن کي پالش ڪرائڻ لاءِ مخاطب
ڪيو. چوڪري جي لاڳيتي آواز تي هن اکيون
کوليون. سامهون سيٽ تي ويٺل مسافرن جا چمڪندڙ
جوتا ڏسي هن پنهنجي سليپرن ڏانهن نظر
گهمائي ۽ آزخود هن جي منهن مان نڪتو -
هنن سليپرن جي پالش جو گهڻو وٺندين؟
چوڪري سليپرن ڏي ته عجب ۾ پئجي
ويو ۽ ٽپڙيس وچان هن ڏانهن نهاريائين. سليپرن
کي شايد پالش جو ڇهاءُ ڪڏهن به نصيب
ڪونه ٿيو هو. بنجر زمين جيان سبرون پئجي
ويئون هئس ۽ بدرنگ به ٿي ويو هو.
چوڪري کي سليپرن ڏانهن گهوريندو ڏسي
هن چيو - چو، ڙي! واتُ جو ڦاٽي ويو اٿيئي؟
- سيٺ، هنن جي پالش جا ٻه رپيا لڳندا.
- ڇا! ٻه رپيا! مغز خراب ته نه ٿيو اٿيئي؟
- سيٺ، هنن تي تمام گهڻي پالش
لڳندي ۽ محنت به ڏاڍي ٿيندي.
- اڙي، ڇوڙا! مونکي ٿو ڏنڊو
سمجهائين؟ ٻرڪائو پالش جي دٻي ڪٿي
آٿيئي ۽ آڱر پيو ڏيکارين.
- سيٺ، هيءَ ڪُني پالش آهي ڇڱو
پلا، ڏيڊ روپيو ڏجو.
- نه نه، روپيو ئي ملندءِ، روپيو ته
گهڻو آٿيئي.
- سيٺ، پلا سوا روپيو ڏجو.
- مغز نه کاءِ، روپيو ئي ملندءِ.
- چڱو، سيٺ.
چوڪرو سليپرن پالش ڪرڻ ۾ جنبي ويو. هو ڪڙو ٿي

# اَڏرمي

## ايشور ڀارتي

ٽرين جي جنرل ڪمپارٽمينٽ ۾ مسافر سٿيا پيا هئا. ڪاريڊار به ماڻهن سان ڀريو پيو هو. ڪنهن مسافر کي جي ٽائليٽ جو خيال ٿي ٿيو، ته في الحال ته ڀيڙ پار ڪرڻ جي زحمت سبب خود کي روڪي پئي ويٺو. مسافرن جي ساهہ ڇڏڻ جي ايڏي ته ڳُهب هئي جو پکن جي هوا دٻجي ويئي هئي.

دريءَ جي لڳو لڳ هو ويٺو هو. هُن جو سرير ڀاري ڀرڪم هو ۽ پيٽ ڪافي ٻاهر نڪتل هوس. ٿُلهي متاڙي هئڻ ڪري هو ٻن ڄڻن جي جڳهہ روڪي ويٺو هو. سامان بہ گهڻو ڪنيو هئائين. هڪ وڏو سوٽڪيس، بيڊ ڪوَرُ بہ وڏا ٿيلها ۽ هڪ وڏو ٽِفِن.

ڪاريڊار ۾ بيٺل مسافرن ڏانهن هُن حقارت سان نهاريو. هوا ئي بند ڪري ڇڏي آٿن! هُن اندر ۾ پٽڪيو، ٻيءَ ٽرين ۾ چڙهن ها. هُن پنکي ڏانهن شُوڪي نِهاريو ۽ تازي هوا کائڻ لاءِ ڪنڌُ دريءَ مان ٽورو ٻاهر ڪڍيو. ٽرين هڪ ڳوٺ وٽان لنگهي رهي هئي. پريان هڪ مندر جو ڪلشُ ڏسي هُن هٿ جوڙي، ڪنڌ جهُڪائي، ڪُجهہ ٻُڏٻُڏايو.

ڀيڙ جي باوجود ڪمپارٽمينٽ ۾ ڦيريِا پرڳهٽ ٿي ويا. خاص فن سان ماڻهن مان رستو ناهيندا هُو پنهنجين پنهنجين چيزن جا هوڪا ڏيئي رهيا هئا:

- چانهہ، گرم چانهہ
- ڀيل پوُري، چٽپٽي ڀيل پوُري
- ڪاري سينگ، ڪاري سينگ
- ڪيلا، ملائي ڪيلا
- سئنڊوِچ، ويجيٽيبل سئنڊوِچ
- پاٽي، ٿڌو پاٽي

ڦُرتيءَ سان هُو ڌنڌو ڪري رهيا هئا. هڪ ١٢ - ١٣ سالن جو ڇوڪرو، جنهن کي ڇتين لڱن ۽ ميري ڇڊي خميص پيل هئي، هٿ ۾ ٿيلهي جهلي مسافرن کي مخاطب ٿي رهيو هو:

- پالش، صاب پالش، سيٺ پالش.

هِڪَ مُسافِرَ ڇوڪري کي سڏي چيو - ٻُڌُ تہ وٺين ڇمپل پالِش جو؟

- پنجاهہ پئسا، صاب.
- سُٺي ڪجانءِ.
- هڪدم فرسٽ ڪلاس، صاب.


| | |
|---|---|
| نالو : | ايشوَر ڀارَتي |
| جنم : | ٽنڊو آدم، ضلع نواب شاه، سِنڌ. تاريخ : ١٧-٧-١٩٣٢ |
| ڇپايل ڪتاب : | ديوارون، پهاڙ، زهر، دشمن، گردِش، خوشيرامَ جي ٻُولبا ۽ باڊِ (هِنديءَ مو ڪياڻيون) |
| انعام : | راجستان سِنڌي اَڪادميءَ طرفان بہ اِنعامَ، گجرات سِنڌي اَڪادميءَ جو هِڪُ اِنعامَ؛ هيمون رسورس وٽان هِڪُ اِنعامَ. |
| پيشو : | خانگي ڌنڌو |
| پتو : | ديونس بيوٽي، اِليڪٽريسٽي هائوس جي سامهون، رِليف روڊ، اَحمدآباد- ٣٨٠٠٠١ |

حالتن ۾ ناڙيون وڃائيندڙ بڻائي ڇڏيو آهي، ڀائي!“

هن کي اِئين به محسوس ٿيندو هو ته، جڻ پوءِ تيئن ڀاون ڀاڻ کي گهراٽ وڏيرو شخص سمجهڻ لڳو هو. هُو جيترو اهم جي ناشتيءَ لاءِ اُپديش ڏيندو هو، شايد اوتري انداز ۾ هن جو اهم به اونچو ٿيندو رهيو هو.

هڪ دفعي هي ڀاڻ غلطيءَ سبب ڪنهن گوريءَ جو وڏيڪ ڊوز ولڻ ڪري، نازڪ حالت ۾ پهچي ويو هو. اوچتو اسپتال داخل ٿيڻو پيو هيس. ڊڪٽرن بي. پي. ناٽ رڪارڊيبل جو اعلان ڪندي سندس عزيزن کي چتائي ڇڏيو هو. بعد ڊاڪٽرن جي ٿي سرخوشيءَ سبب هو نارمل حالت ۾ پهتو هو. هوش ۾ اچڻ بعد هن پنهنجي ارد گرد عزيزن جي ڀيڙ جمع ٿيل ڏٺي هئي. ڪي هفتا اسپتال ۽ بعد ۾ مهنا گهر رهڻو پيو هيس. اُن دوران جي اچ وڃ ۾ هن کي ڪڏهن به ڀاون جو درشن نصيب نه ٿيو هو.

اُن کان اڳ هن ڪيترا ئي دفعا، بدلبل جيون بعد، ڀاون کي گهر اچڻ جي لبنڊ ڏني هئي. هر دفع هن جو جواب هوندو هو ته، ”اڳ ايندو هوس هاڻي وقت ئي نٿو ملي. اڻ ئي پحر ايشور جي نزديڪ رهندو آهيان، سنساري جهنجهٽن کان دور!“

هڪ دفع هو گهر کان ٻاهر نڪري رستي تي آيو ته ڏسي، ڀاون اچي رهيو آهي. هو خوش ٿي ويو. سمجهيائين گهر اچي رهيو آهي. آجيان ڪندي هن گهر هلڻ ...و ڀاون چيو، ”تنهنجي گنڀير حالت ...، پر مونکي وقت ئي ڪٿي آهي ...ن به نه ويندو آهيان.“

”پر تون هيستائين نه آيو آهين، مون سمجهيو....“ هُن چيو هو.

”نه مونکي ضروري ڪم سان نڪرڻو پيو آهي. پرسان هتي منهنجي ڀڳتياڻي رهندي آهي. ڪنهن پريشانيءَ ۾ آهي، سندس دل رکڻ لاءِ به منت ٿي اچڻو آهي. تون ايندو ڪر نه! چڱو، مونکي نڪرڻ آهي...!“ ڀاون چيو هو.

هُن کي ياد ڪونهي ته هُو اِن بعد ڀاون وٽ ويو هو يا نه!

هُن خاني مان ٽيئن ڊائري ڪڍي. پر اُن سان گڏ، سندس من ۾ هڪ احساس اُڀري آيو. هين ڊائريءَ ۾ به اڳلي ڊائريءَ جو پهريون نالو پهرين نمبر تي نه هوندو. ضرور ڪنهن ٻئي زشتي ناتي جو نالو مٿي اُڀري آيو هوندو ۽ اڳلو نالو، ڪنهن اِندرئين پني تي هٽي ويو هوندو. يادگيرين جي گهمساڻ، سندس من ۾ خلل پيدا ڪري ڇڏيو. ڪيس لڳو، سڏي ليڪ جيان جي سندس زندگي شايد بيسوُد ۽ بي سواد رهي آهي. هڪ ٽُريءَ جيان هُو، هڪ هنڌ ٻيهان ۽ اُيو لٽڪيو رهيو آهي. رشتا ناتا ڪڏهن قريب ڪڏهن دور، ايندا ويندا رهيا آهن. پرڇويءَ جا هي ڀاڇولا پرڇويءَ سان گهمندي، ڪڏهن اونداهي طرف وڃي الوپ به ٿي ويا آهن.

ڪيس لڳو نئين سِر نئين ڊائري کولڻ بي مطلب آهي!

جهونين ڊائرين سان گڏ، هُن، نئين ڊائري به خاني جي اندر اُڇلائي ڇڏي، ڪوري جا ڪوري!!

❖❖❖❖

کھڙو آهي جو تو جھڙي ساتوڪ ماڻھوءَ کي ھيءَ بيماري ڏني آهي. شال ايشور توکي چڱو ڀلو ڪري، چاهي اِها بيماري مونکي ڏئي.“

دل جي صداقت وچان اِئين چوڻ سان گڏ ھُن همت افزائي ڪندي چيو هيس، ”گھبرائج هرگز نہ. اڄ ڪالھہ ھيءَ ڪا بيماري نہ ليکي ويندي آهي. وگيان چڱي ترقي ڪئي آهي. جلد ئي تون نوبنو ڀلي پوندين. ڪاڏي پيتي جو ڌيان رکندي تہ اڳ کان بہ اڳرو ٺيڪ پوندين.“

ڊاڪٽر جي هدايت موجب ھُن ڪيس بيضا کائڻ جي صلاح ڏني. تڏهن ھُن هڇڪندي چيو هو، ”اسين تہ برهمڻ آهيون، اِها شيءَ نہ ورتائي سگھبي.

ھُن ڪيس ۽ سندس پتنيءَ کي سمجھائيندي چيو هو، ”نيڪ آ اگر گھر ۾ نہ ٺاهيو تہ مان توهان کي پهچائيندو رهندس. دوا سمجھي ڪري کائڻا آهن.“

نہ صرف بيضا، پر مرض جي ڪورس ۽ سندس صحت سڌرڻ تائين، هو پنهنجي گھر ۾ خاص طور نهرايل پڊنگ ميوو وغيره بہ پهچائيندو رهندو هو. ڀاون اڳي کان بہ اڳرو ٺيڪ ٿي ويو هو صحت ۾.

پر پوءِ اوچتو ئي سندس زندگيءَ چمتڪار ڀريو موڙ کاڌو هو. هڪ ڏينهن هو آفيس نہ آيو هو تہ ھُن گھر وڃي پڇا ڪئي هيس. ڀاون چيو هيس، ”دوست مونکي اچانڪ ايشور جو آواز آيو آهي. پوڄا ۾ ويٺو هوس تہ اوچتو مونکي اندر مان آواز آيو. سڄو ڪمرو گھمندو نظر آيو. هِن مورتيءَ مان ڪا جوت پرگھٽ ٿي.

چوطرف مونکي جڻ پرلئہ تيڻ جو آڀاس ٿيو. آواز آيو - موت طرف جي ياترا لاءِ تون ھي جيون اجايو ڇو وڃائي رهيو آهين؟ هليو اچ منهنجن چرنن ۾!“

هو ڀاون طرف ڏسندو رهيو ۽ ٻڌندو رهيو. ڀاون چيو، ” بس دوست، هاڻ مان هتي مندر ڪندس، جيون سمرپت ڪندس، سڪارٿو ڪندس!“

ڀاون نوڪري ڇڏي ڏني. ڏسندي ڏسندي چمتڪار جي ڳالھہ چوطرفي ڦهلجي وئي. سندس گھر جو اِهو ڪمرو هاڻي مندر ۾ تبديل ٿي ويو هو. چوطرف وڄندڙ سنگنڌي ماحول ۾ ساتوڪتا ڀري شانتي!

هو ڪڏهن ڪڏهن ڀاون سان ملڻ ويندو هو. ڀاون ڪڏهن پوڄا ۾ هوندو هو ڪڏهن ستسنگ ڪندو هو تہ ڪڏهن اُپديش. صبح شام ماڻهن جي چهل پهل وڌندي رهي هئي. ڪجھہ عرصي بعد ڪمري جي مندر الڳ مندر جو روپ ورتو هو. خلق وڌندي رهي هئي ۽ اُن سان گڏ ڀاون بہ! هاڻي هو پاڻ کي ايشور جي قريب سمجھڻ لڳو هو. هو جيڪي اُچاريندو هو اُهو ست وچن ليکيو ويندو هو. اُپديش سان گڏ هو اڪثر اِها ڳالھہ ضرور ذهن نشين ڪرائيندو هو تہ، اِنسان جنم سان گڏ ئي موت طرف اڳتي ڏکجندو ٿو وڃي. ان سبب جنهن کي اوهان جيون سمجھي رهيا، اُهو جيون تہ موت طرف جي ياترا آهي!

هو ڪڏهن ڪڏهن ڀاون کي سندس اِظهاريل ويچارن، ايياس ۽ کوکلي فيلسوفيءَ لاءِ داد ڏيندي، پنهنجي هم عمر هجڻ ۽ دوستيءَ جي ناتي هن سان چرچو مسخري بہ ڪري وٺندو هو. کيس چوندو هو، ”تو عوام کي

جمڻ ٻيا نيئڻ مان! اِهو تہ ڪم جي
محنت جو اُجورو آهي؟''
''اِهو اگر اُجورو آهي تہ پگهار ڇا
آهي؟'' هُن پڇيو هو.
''ڇا توهان چاهيو ٿو تہ ايتري محدود
پگهار ۾ گهر جي وڌندڙ جوابدارين وچ،
زندگي ڀر ڪنهن مزور جيان ڪشمڪش ڪندو
رهان؟ زندگيءَ جا ڪي سپنا بہ هوندا
آهن....'' قيمت چيو هو.
''تہ پوءِ پرشٽاچار ڇا کي چئبو آهي
؟'' هُن پڇيو هيس.
''خبر ناهي، هي بہ ڪم جو اُجورو ۽
محنت جو ڦل آهي، يار!'' قيمت چيو هو.
هو چپ ٿي ويو هو.
پر اُن بعد ٻنهي جي دلين ۾ الاجي
ڪهڙي وٿي اچي ويئي هئي. هاڻي هو
ملندا تہ هئا، پر جڻ رشتو نڀاهڻ خاطر. اڳ
جهڙي گرمائش نہ رهي هئي رشتي ۾.
ڏسندي ڏسندي قيمت وڏو ماڻهو ليکجڻ لڳو
هو. ڪوارٽر مان جاءِ ۽ بعد بنگلي جو مالڪ بڻيو
هو. شهر جي معزز شخصن ۾ سندس ڳڻپ
شروع ٿي هئي. پر پوءِ اوچتو ڇا ٿيو هوس
جو هو سانده بيمار پوڻ لڳو هو. دل جي
آپريشن بہ ڪرائڻي پيئي هيس. ۽ بعد ۾
اوچتو هو موڪلائي هليو ويو هو.
سندس موت جو هاڻي هُن کي ڌڌڪو
رسيو هو. هُو سندس گهر ويو هو. ٻيجان
دوست کي ڏسي هُن جي دل ڀرجي آئي
هئي. ٻچپن کان ٻيجان گهڙيءَ تائين جون
يادگيريون سندس ذهن تي اُڀري آيون هيس.
سماج ۾ سمانتا چاهيندڙ ۽ پرشٽاچار خلاف
بغاوت اُٿارڻ جا انسا لهندڙ جوان جو چهرو
هُن جي اکين اڳيان تري آيو هو. هُن بنگلي ۾
چوطرف نظر ڦيرائي هئي، سک سهنج جي هر
چيز ميسر ۽ موجود هئي. پر هڪ دوست!؟
هُن جي اکين ۾ پاڻي ڀرجي آيو هو.
ڊائريءَ جي مٿان پاڻيءَ جون ڦُڙيون
پونديون وري هو ڇرڪي اُٿيو. هُو يادگيرين
۾ ايترو تہ کوهجي ويو هو ۽ غم ۾
غلطان، جو هٿ ۾ رکيل ڊائريءَ مٿان
اکين جڏهن آب جي آنجلي ڏني تہ،
ڇرڪي ڪري هو زمان حال ۾ واپس موٽي
آيو هو.
هُن اِها جهوني ڊائري بند ڪري ڇڏي.
هُن ٻي ڊائري کولي، اُن ۾ قيمت
جو نالو ڪٽترو هيٺ پرو يا اندرين پنن
تي هليو ويو هو. پر پهريون نالو هو پاون جو!
پاون! سندس سهڪرمي ويجهو
دوست. نوڪريءَ جي شروعات کان آفيس
جو سڀ کان نزديڪ جو ساٿي. سندس
ميلاپ پري واٽي فضيلت پري هلت ۽
ڪشش پيدا ڪندڙ صورت ڪانسواءِ خاص
طور تہ ويچارن جي هڪ جهڙائيءَ ٻنهي
کي نزديڪ آندو هو. سڄو ڏينهن آفيس ۾
گڏ هئڻ سان گڏ ۽ هڪ ٻئي کي مددگار
ٿيڻ سان گڏ سندن گهرو رشتو بہ وڌندو
ويو هو
هڪ ڏينهن جذباتي سپاڻ جي پاون
لاءِ ڊاڪٽر طاهر ڪيو هو تہ ڪس تي.
بيءَ. جي مرض پڪڙي ورتو آهي. اُن
سبب هو پوڻو پوندو ٿو وڃي.
جاٽي ڪري هو بيحد پريشان ٿي
اُٿيو هو. پاون کي پاڪر پائيندي ۽ ڪبس
دلداري ڏيندي، هُن چيو هو، '' ايشور بہ

کاليج پڙهندي مجبورن قيمت کي لاڪ مِل ۾ مزور جيان نوڪري ڪرڻي پيئي هئي. ڪڏهن ته رات جو به مِل ۾ ڪم ڪرڻو پوندو هيس. پُرشارٿ ڪري ڪِل خوشيءَ سان حالتن کي منهن ڏيڻ هن جو عقيدو هوندو هو. پونجيپتين ۽ سوارٿي عناصرن خلاف آڪروش جو اِظهار ڪندي هو سماجڪ برابري، ايمانداري ۽ حق جي طرفداري ڪندو هو. وڌندڙ پرشٽاچار هن جي ذهن کي ڄڻ زخمي ڇڏيو هو. چوندو هو ته اِن بديءَ خلاف آندولن هلائڻ گهرجي. سمورين براين جي جڙ، اِهو پرشٽاچار ئي آهي !

قيمت ائين ته پڙهائيءَ ۾ ڏڍُ هوندو هو پر سماج ۽ ديش جون خبرون حاصل ڪرڻ ۾ ماهر هوندو هو. پڙهيل ساهتيه، خبرن ۽ بدل ياشڻ جي اثر هيٺ هوُ ڪاليج جي جوان ٽولن وچ ۾ بيهي نعري بازيءَ جيان پنهنجا تيزابي ويچار ظاهر ڪندو هو. اڪثر شاگرد سندس ويچارن سان سهمت هوندا هئا. جوان رتُ تهڪي اُٿندو هو. بدتر ٿيندڙ حالتن کي سُڌارڻ لاءِ ڪُجهه ڪرڻ ۽ ڪري ڏيکارڻ جا انسنا لڏا ويندا هئا.

ڪڏهن هوُ کيس چوندو هو ته ”قيمت لڳي ٿو نيتا بڻجڻ جو تنهنجو پليٽفارم ٺهندو ٿو وڃي.“

قيمت چوندو هو، ”نه يار مان ته هڪ غريب مزور آهيان. رات جو سُپنا لهڻ بجاءِ مزوري ڪندو آهيان، ڏينهن جو پڙهڻ ۽ ڪم ڪار، ڇا زندگي آهي يار؟ بس دل ۾ سانديل باه اوٻاريندو ٿو رهان !“

ڪڏهن وري هو چوندو هيس، ”قيمت لڳي ٿو ته تنهنجي متان سامبواد[illegible] ويچارڌارا حاوي پوندي ٿي وڃي.“

قيمت چوندو هو، مان ته سڪ سهنج[illegible] سمانتا جي ڳالهه ٿو ڪريان، ڪنهن و[illegible] سان منهنجو ڪو مطلب ڪونهي.“

ڪاليجي پڙهائيءَ دوران قيم[illegible] نوڪريءَ لاءِ درخواستون ڪندو رهيو ه[illegible] آخر کيس سرڪاري نوڪري ملي ويئي هئي[illegible]

پڙهائيءَ جي پوري ٿيڻ ۽ الڳ الڳ[illegible] نوڪرين ۾ جوڙي وڃڻ سبب ٻنهي دوست[illegible] کي به الڳ ٿيڻو پيو هو. جيڪي هر رو[illegible] پاڻ ۾ گڏ هوندا هئا، اُهي هاڻي وقت ب[illegible] وقت پيا پاڻ ۾ ملندا هئا. ٻنهي جو سنٻن[illegible] ساڳيو ئي ويجهڙائيءَ ڀريو رهيو هو. تڏهن[illegible] ته هن جي ڊائريءَ ۾ ڀريون نالو قيمت[illegible] جو درج ٿيل هو.

پر پوءِ، جيئن جيئن عرصو گذرندو[illegible] ويو هن جي ڪن تي عجيب و غريب پرلاؤ[illegible] پوندا رهيا هئا. سرڪاري نوڪريءَ کي[illegible] قيمت شايد ڪامڌينو سمجهي ورتو هيو[illegible] هن جي ٽيبل جو ڪم جادوئي طريقي سان[illegible] هلندو هو. ڪو ڪم عرصي تائين اينگهجندو[illegible] رهندو هو ته ڪو اڪ چنپ ۾ ٿي ويندو هو[illegible]

پنهنجي ويجهي دوست جي اينٽري[illegible] چوُ پوُ ٻڌي هن کان رهيو نه ويو هو. هڪ[illegible] ڏينهن هن قيمت کي ورجايو هو، ”تنهنجي[illegible] باري ۾ گهڻو ڪجهه ٻڌجي پيو !“

”ڇا؟“

”اِهو ئي ته وزن رکڻ کان سواءِ ڪو[illegible] پنو تنهنجي ٽيبل تان چُري پُري نٿو.“

ڪڻ پر قيمت هن جي سامهون نهارڻ[illegible] بعد چيو هو، ”اِن ۾ بُرائي ڪهڙي آهي؟[illegible]

# خلل

## جينت ريلواڻي

ڪشش نئين نہ بلڪ سونهاري ڊائريءَ جي هيس. اينئين تہ هر سال ڪيس ڪا نہ ڪا نئين ڊائري، ڪنهن نہ ڪنهن وٽان اچي ويندي هيس؛ پر ڪن ڪن جو خاص ڪو استعمال نہ ٿيندو هو. ڪنهن دوست دڙي ڪي ڏيئي ڇڏيندو هو يا وري گهر ۾ ڪنهن نہ ڪنهن ڪم آڻي ڇڏيندو هو. پر هن سال ملبل ڊائريءَ ڪيس موهي ڇڏيو هو. ڊائري پاڻ وٽ ۽ پاڻ سان رکڻ جي دل ٿرڪي آئي هئس.

ڊائري پاڻ وٽ رکڻ جي فيصلي سان گڏ من ۾ سوال تري آيس تہ جن جو ڪهڙو حوالو اُپيوگ ڪري سگهجي ٿو، جو اُها سانده سال رهي سگهي. سوچيندي ڪيس خيال آيو تہ، ائڊريسون ۽ فون نمبر نوٽ ڪرڻ لاءِ هيءَ نئين ڊائري وڌيڪ ڪارگر ثابت ٿي سگهندي. هونئن بہ، ائڊريسن جي ڊائري ڪيتري عرصي کان پراڻي ٿي چڪي هيس. ڪتان پنا ڦاٽي ويا هئا يا سٽپين آڳرين لڳڻ سبب اکر ڍهي ويا هئا. ڊائري لئين بہ ڳاهڻ جي اِڇا ڪي وقت بہ وقت هو ٽاريندو آيو هو. پر هاڻ جن سونهاري ڊائريءَ جي موهہ ۾ هن فيصلو ڪري ورتو تہ، جهونيون سڀ ڊائريون ڪڍي نئين ۾ جن ڊائريءَ ۾ سڀ ائڊريسون ۽ فون نمبر نوٽ ڪري وٺجن.

هن ٽيبل جو هيٺيون خانو کولي ڊائرين جو ٿهو ٻاهر ڪڍي ورتو. اُن سان گڏ ئي هن جي من ۾ اِها چاهنا بہ جاڳي آئي تہ جن نئين ڊائريءَ ۾ جيڪا لنبي عرصي تائين سالم رهڻ جي گنجائش رکي ٿي، پهريون نالو ڪنهن اهڙي رشتي جو نوٽ ڪريان جيڪو منهنجي وڌيڪ ۾ وڌيڪ ويجهو رهيو هجي.

خاني مان ڪڍيل ڊائرين مان هڪ ڊائري کولي، پهريون نالو ڏسندي ئي هو ڇرڪي ويو - قيمت!

ويچارو!

ڪجهہ سال اڳ ئي وچولي عمر ۾ ئي راهہ رباني ولي ويو!

ڪيترو نہ ويجهو دوست هو؟ پر پوءِ؟

هن جي ذهن ۾ يادگيريون تري آيون. اسڪول کان ڪاليج تائين گڏ پڙهيا هئا. گڏ رانديون کيڏيون هئائون.

| | |
|---|---|
| نالو | : جينت ريلواڻي |
| جنم | : لاڙڪاڻو، سنڌ، ٢ - ٩ - ١٩٣٦ |
| ڇاپل ڪتاب | : سنڌيءَ ۾ ١٣، گجراتي ٻوليءَ ۾ ٢٩، هنديءَ ۾ ٢ |
| انعام | : مرڪزي ڪاتي دهليءَ طرفان، گجرات سنڌي ساهتيہ اڪادميءَ طرفان، سنڌي اڪادمي دهليءَ طرفان ١٥ هزار جو، ڪيترين سنستائن طرفان سنمان. |
| پيشو | : سمپادڪ گرجر سنگو هتيوار، آريہ انگريزي گجراتي ماهوار، اخبارنويس، ڪالمسٽ. |
| پتو | : ٩/٣، شاستري نگر، گرداري جي پنماں، راجڪوٽ - ٣٦٠٠٠١ |

وسرڻ جي نہ آهي. اُهڙيون گهڻيئي
ڇوڪريون رتنا جون سُڃاڻل تہ هيون، پر
ڪي تہ سندس ساهيڙيون بہ هيون. ها،
اينڙو ضرور هئو جو ڪن جون جڏهن
جوابداريون پوريون ٿي ويئون هيون، تہ
اُنهن وڏيءَ عمر ۾ بہ شادي ڪري ڇڏي، پر
ڪيترِيون تہ اڃا تائين ڪُنواريون هيون.

ڪاليج ۾ رتنا کي ٻن ٽن ڄڻن شاديءَ
جي آڇ پڻ ڪئي پر هن نمرتا سان نہ
ڪري ڳالهہ کي اڳتي وڌڻ ئي ڪونہ ڏنو.
موهن جي پيار جا گل سندس دل کي سُگند
سان ڀُر ڪندا رهيا ۽ اڄ هيءُ خط ...!؟

سال گذري ويا، پنجتيهہ سال! موهن
لکيو هو، ”رتنا پياري! هن خط کي تون
چٺيءَ طرح پڙهج ۽ ٿڌي دماغ سان سوچج.
منهنجي طرفان ڪا زبردستي ڪونهي. پر
منهنجي من ۾ تو لاءِ قرب ۽ عزت ساڳيا
آهن. مونکي ڪا تڪليف ڪانہ آهي.
تندرستي سٺي اٿم. پنهنجو بنگلو اٿم. چار
مهينا اڳ رٽاير ڪيو اٿم. پئسي جي ڪا
چنتا ڪونهي. ٻار ويل سيٽلڊ آهن منهنجي
پتني ٻہ سال اڳ گذاري ويئي.

رتنا مان سدائين سڌ لهندو آيو آهيان
تنهنجي. مون پنهنجي پهرئين پيار بابت ٻارن
سان ڳالهہ ڪئي آهي. مان تو وٽ اچڻ ٿو
چاهيان، ڪين ڪو اعتراض ڪونہ آهي. رتنا
تون ڪجهہ بہ غلط نہ سمجهج زندگيءَ جا
پويان سال مان تو سان گڏ گذارڻ ٿو چاهيان.
مان واپس تو وٽ اچڻ ٿو چاهيان....

رتنا ڇا ڪري؟ ڇا نہ ڪري... ها ڪري
.... نہ ڪري .. يا ها ڪري... ڪيس ڪجهہ
سمجهہ ۾ نٿي آيو. ڪنهن سان صلاح ڪريان؟
نہ نہ... وينا سان؟ نہ بلڪل نہ... اِهو فيصلو مان
قدرت تي ڇڏيندس نہ تہ مان پريشان ٿي ويندس.

منجهند جو ٻہ ٽي گره ڪائي سمهڻ جي
ڪوشش ڪئي هئائين پر من ڏاڍو پريشان
رهيو هوس. شام جو تيار ٿي هوءَ بازار ويئي
ملائي ونئي آئي. منجهيل من سان تياري
ڪندي رهي. هڪ ٻہ ڀاڄي ٺاهي فرج ۾
رکيائين. موهن جي دلپسند پدنگ لاهي
رکيائين. سڄي رات هن اڌ کليل اکين ۾ اڌورا
اڌورا سپنا ٿي ڏٺا. صبح جو آئي تہ ڪيس لڳو
هو تہ رات جو سمهي ئي ڪونہ هئي. فون ڪري
گاڏيءَ جو سهي ٽائيم پڇيائين ۽ تيار ٿي
اِسٽيشن تي پهتي. هاڻي سندس دل زور
سان ڌڪ ڌڪ ڪري رهي هئي. ٽرين جي
بيهندي موهن ڄڻ ڊوڙندو رتنا ڏانهن آيو ۽
ٻيءَ گهڙيءَ هوءَ هُن جي ٻانهن ۾ هئي.

ٻن ڏينهن ڪانپوءِ موهن جا سيئي ٻار
اچي پهتا. رتنا جا ڀائر ڀاڄايون بہ ٻارن
سان اچي ويا. هڪ ڀيڻ بہ آئي. رتنا پاڻ
کي ڪيترن ڄڻن جي وچ ۾ گهيريل ڏٺو.
”رتنا هي منهنجا ٻار آهن، پٽ، ننهر،
ڏيئر، ناتي پوٽا، پوٽيون، ڏوهٽا ڏوهٽيون.“
موهن ڪيس ڇيو. رتنا ڄڻ نيم بيهوشي ۾ هئي.
هن هر وقت پاڻ کي سنڀالڻ جي ڪوشش پئي
ڪئي. پنج ڏينهن ڪيئن گذري ويا خبر ئي
ڪونہ پئي. ڇهين ڏينهن موهن ڪانسواءِ باقي
سڀني کي ويڇٽو هو. صبوح جو ئي هو گرودواري
مان ٿي آيا. رتنا ڏاڍي سٺي ٿي لڳي.
سندس سينڌ ۾ سندور هئو. هاڻي ڪيس پاڻ
کي اِهو ئي وشواس ڏيارڻو هئو تہ هوءَ ڇين
ڪٽنب ۾ هنن ٻارن جي نئين ماءُ هئي.
جيڪي ساڻس قرب سان وهنوار ڪري رهيا
هئا! ڪيس لڳو تہ هوءَ هاڻي اڪيلي ڪونہ
آهي. هيءُ سڀ سندس پنهنجا هئا ۽ ڀال
وانگر موهن ساڻس گڏ بيهلو هئو!

✧✧✧✧

دفعا پڙهيو. سندس اکيون ڳوڙهن سان ڀمتار
ٿي ويون، جن ۾ ڪي ڏنڊلا ڏنڊلا چتر چٽا
ٿيندا ٿي ويا. هوءَ روئي پيئي ۽ ٻارن وانگر
سڏڪا ڀرڻ لڳي. گهڻن ڏينهن کان پوءِ اهڙي
شوب دل کولي رتنا روئي رهي هئي. روئندي
روئندي من ئي مِن ۾ چيائين،" هي ايشور!
تو سدائين مونکان اِمتحان ورتا. ڪن ۾ پاس
ڪيئي، ڪن ۾ ناپاس. هاڻي هن عمر ۾
مونکان ڪيئن ٿو، امتحان وٺين، جڏهن مان
زندگيءَ جي لاهه تي اچي پهتي آهيان."

رتنا ۽ موهن جو پاڻ ۾ بيحد پيار هئو.
پرسندن شاديءِ نه ٿي سگهي هئي. موهن جڏهن
رتنا سان شاديءِ ڪرڻ لاءِ سندس پيءُ ۽ گوپالداس
سان ڳالهائڻ آيو تڏهن گوپالداس نه نه ڪانه ڪئي.
چيائين 'ڌيءَ جي شادي گنگا اشنان آهي پر ...."
گوپالداس وڏيڪ ڪجهه چئي ڪونه سگهيو هئو.

رتنا جي ماءُ گوميءَ سوچيو،" بنا ڏيتي
لتيءَ جي رتنا جي شادي ڪئي وڃي نه
هڪ ڌيءَ جو بار لهي ويندو. پر...."

پر رتنا دل تي پٿر رکي هال پيءُ کي
چيو،" دادا ٻاپي، هاڻي منهنجو فيصلو ٻڌو.
اسان جيڪا ڪٽنب جي دکن ڀري زندگي گذاري
آهي اُها وري مان توهان کي جيئڻ نه ڏيندس.
مون شاديءَ نه ڪرڻ جو فيصلو ڪيو آهي. جيئن
مان پنهنجن ننڍن ڀائرن ڀينرن کي پڙهائي
سندن زندگي ٺاهي سگهان." گومي ۽ گوپالداس
ڪجهه نه چئي سگهيا. گوپالداس جو ڪنڌ
هيٺ هئو ۽ گوميءَ رئي سان ڳوڙها پئي اُگهيا.

گوپالداس جي پگهار اينري ٿوري
هئي جنهن مان ڏاڍيو ڏکيائيءَ سان وقت
گذرندو هو. جيئن ئي رتنا مئٽرڪ پاس
ڪئي ته يڪدم ڪيس هڪ خانگي آفيس ۾
نوڪري ملي ويئي. هڪ ننڍي جيهه
ولي هوءَ سيني، ڪي ڪٽنب کان الڳ ڪري
آئي. هن کي پڙهڻ جو شوق هئو، جيڪو
هن نوڪريءَ کان پوءِ به جاري رکيو. ڪيس
پروفيسر ٿيڻو هو. هن کي آفيس جي
نوڪريءَ مان مزو نٿي آيو. اُن ئي آفيس
۾ هوءَ موهن جي ٽائيپسٽ هئي.

موهن کي هوءَ پهرئين ڏينهن ئي
وڻي ويئي هئي. سهڻي، سلي ناهوڪي.
پنهنجي ڪم جي هوشيار. ڏينهون ڏينهن
موهن جي دل ۾ قرب سان ڳڏو ڳڏ سندس
لاءِ عزت به وڌندي ٿي ويئي.

هن جڏهن موهن سان شاديءَ نه ڪرڻ جو
ڪيس پنهنجو مستحڪم اِرادو ٻڌايو، ته موهن
سراپجي ويو. رتنا ڪيس چيو،"موهن! مان
پنهنجي پيار خاطر پنهنجي ڀائرن ڀينرن جي
زندگي ڏکي نه ڪري سگهندس - مان سمجهان
ٿي توسان شادي نه ڪرڻ معنيٰ تو کي وڃائڻ،
تنهنجي پيار کي وڃائڻ. پر نه موهن!
تنهنجي پيار کي مان سدائين پنهنجي منَ ۾
هڪ ٻوٽي وانگر سنڀالينديس، جيڪو اڳتي
هلي خوشبودار گل ڏيندو رهندو. اِها تنهنجي
پيار جي شڳنڊ ...." هوءَ اُڳتي چئي نه
سگهي ۽ روئڻ لڳي. موهن ڙُبو سندس هٿ
کي جهلي سگهيو هو، ڪجهه چئي نه سگهيو.
پنهنجي پيار کي وقت جي حالتن ۾ ختم
ٿيندي نٿي ڏسي سگهيو. سندس من لڳي
پيو. پر ساڳئي وقت هن جي منَ ۾ رتنا
لاءِ قرب ۽ عزت وڌندا ويا. ٿوري وقت ۾
ڪيس جڏهن سرڪاري نوڪريءَ جو آرڊر
آيو، ته هوُ اهو شهر ئي ڇڏي هلي ويو.

رتنا اُنهن سِنڌي ڇوڪرين مان هئي
جن ورهاڱي کان پوءِ پنهنجي قرباني ڪري،
پنهنجي پيار جو تياڳ ڪري، گهرَ جون
جوابداريون پنهنجي ڪُلهن تي کڻي پنهنجن
ڪُٽمبن کي جيڪا مدد ڪئي هئي سا ڪڏهن

# واپس

## اندران واسواڻي

آ کر سچائل ٿي لڳا پر ڪيس ياد
نٿي آيو تہ ڪنهن جا آهن. سالن
کان خط ٿي ڪٿي آيو هو تنهنجو؟
جيتوڻيڪ دروازو کولڻ وقت سندس نظرون
سدائين ڪليل دريءَ ڏانهن وينديون هيون.
متان ڪنهنجو خط هجي.

پينر پاڻر خط لکڻ بدران ڪڏهن
ڪڏهن فون تي حال احوال پڇي پنهنجي
اون لاهي ڇڏيندا هئا. ها اون جن لاءِ هن
پنهنجو پيار قربان ڪيو هو. پنهنجي جيون
کي سچو بڻايو هو. ڪيترا ڏينهن ۽ راتيون
سڏڪندي ۽ جاڳندي گذاريون هيون. سندن
آئينده لاءِ جيڪا هن جاکوڙ ڪئي هئي اها
اڄ جي هڪ، ڪڏهن ڪڏهن فون جي برابر
هئي! پر هن سدائين پنهنجي من تي ضبط
رکيو هو ۽ اهڙي فينستائيءَ سان وهنوار ڪندي
هئي جو هرڪو اُن جي ساراهہ ڪندو هو.

هن ٽيبل تي پرس رکي بيٺي ئي
لفافي مان چٺي ڪڍي پڙهڻ شروع ڪئي.
رتنا پياري، هوءَ گهڙيءَ لاءِ ڇرڪي وئي.
هينان لکندڙ جو نالو پڙهي هن جي دل
جي ڌڙڪن تيز ٿي وئي ۽ ٽڪڙو ٽڪڙو
چٺي پڙهڻ لڳي. سندس دماغ جون نسون
سيٽجي ويئون. چٺي پڙهندي هن پنهنجي
هٿن کي ڏٺو، چمپل لاهي پنهنجن سهڻ…
پيرن کي ڏٺو، آرسيءَ جي اڳيان بيهي وڻند…
ڇهري کي ڏٺو ۽ وارن ۾ آيل ڪجهہ اڇ…
وارن جي ڇڳڻ کي بہ ڏٺو. سندس رٽائ…
ٽيڻ ۾ باقي ٽي سال بچيل هئا. پر رتن…
کي لڳندو هو تہ هوءَ اڃا ايڏي وڏي ڪون…
ٿي هئي. سندس ڇهري ۾ گهٽا گهنج ڪون…
پيا هئا. جڏهن نهي سنيري ڪاليج ويندي…
هئي تہ سندس ساهيڙيون ۽ متر ڪڏهن
ڪڏهن چرچو ڪري چوندا هئس، ”رتنا! لڳي
ٿي ڪونہ ٿو تہ تو کو پنجاهہ سال پورا
ڪيا آهن. تون تہ ايورگرين ٿي لڳين،
ايورگرين!“ خوب کلندي هئي رتنا ۽ دل
کولي ٽهڪ ڏيندي هئي. ڪڏهن ڪڏهن
ٽهڪ ڏيندي سندس اکين ۾ ڳوڙها اچي
ويندا هئا. ڪنهن کي سمڪ ئي ڪانہ
پوندي هئي تہ ڪو اِنهن ٽهڪن پريل ڳوڙهن
پنيان ڪا لڪل درد پري کهاڻي بہ هئي.

چٺي پڙهندي جڏهن ڏنائين تہ
سندس من جهل نہ ڏيندو تہ رنڊلي ۾ وڃي
چانهہ ناهي آئي ۽ ڏُڪ ڏُڪ ڪري پيئڻ
لڳي. ماني ڪائڻ جي اڃا نہ هئس. هن
چٺيءَ سندس من ۾ هلچل مچائي ڏني
هئي. چٺي لکندڙ جو نالو هن الائي ڪيترا


نالو : اندران واسواڻي
جنم : ميرپور خاص، سنڌ؛ ٢١ - ٨ - ١٩٢٦
ڇپايل ڪتاب : نالو ناول، منجري
انعام : نئشنل اوارڊ آف ٽيچرس پارت جي راشٽرپتي ڊاڪٽر شنڪر ديال شرما طرفان مليل.
پيشو : پرنسيپال (رٽائرڊ)
پتو : T.H.X - 23, ADIPUR (Kutch) 370205

مونسان ئي ڪا ڳڻ ڪان اڳ ڳالهه ڪئي اٿس. پر هاڻ ڏاڍو ڪير ٿڻ ۾ ڪانه پوندو. پرڪاش اندر آيو.

پرڪاش :- ممي ڊئڊي اڄ زُبي توهان سان ڳالهائڻ ٿي چاهي.

ڪملا :- اسان کي ڪجهه ڳالهائڻو ڪونهي. توهان آهڙو غلط قدم کڻڻ کان اڳ اسان کان پڇيئن ته ها. ڪنهن ڪئي آهي اسانجي فئملي ۾ inter cost شادي. ڏسُ ڪمل گهڻا سال ڊبئي ۾ رهيو، دادا چوندا هئس ڪنهن فارن جي ميم سان ئي شادي ڪر جي توکي پيار هجي ته؟ ڪمل جو اهو ئي جواب هو ڊئڊي ممي ڇوڪري توهان ئي ڏسي پسند ڪريو جي منهنجي لائق هجي ته مان ها ڪندس، باقي منهنجو پيار ڪنهن سان به ڪونهي. پڙاءِ مائٽن پسند ڪري ننهن ورتي اڄ ڇا ته ڪمل جي ڪنوار ساهرن جي عزت ٿي ڪري. ننهنجي لاءِ سنڌي ڇوڪريون ڪُلي ويون هيون جو مرهتڻ تي ڪريو آهين.

پرڪاش :- ڊئڊي ممي، ڇوڪري ته ڇوڪري آهي توهين هڪ ڀيرو سريتا سان ڳالهايو پوءِ جي توهانکي نه منظور هجي ته مان به نه ڪندس. ريتا، ريکا ٻئي ڀينرون سرينا سان ڳالهيون ڪرڻ ۾ مشغول هيون. هنن کي نه ڀاڀي پسند هئي. پرڪاش پنهنجي پيار جون ڳالهيون شايد هنن کي ڀريئن ئي ٻڌائي چُڪو هو.

زُبي :- (رام کي) انڪل هاڻ ٻڌايو ڪڏهن شاديءَ جو مهورت ٿا ڪڍايو.

رام :- (وري ٿورو خداري ڏيکاربندي) مان سوچي ڪري توهان کي ٻڌائيندس. آخر سيني سان صلاح ڪري شادي سڪ ساڻ ٿي گذري. سريتا گهر ۾ اچي پنهنجي سسُ سهري نرانن ۽ گهوٽ سان ڏاڍو مٺو ورتاءُ ڪيو آهي. هوءَ ته سماجهي ڇوڪري آهي. اسانجي سوچ هوندي آهي ته ٻيءَ ذات جي ڇوڪري adjustment ڪانه ڪري سگهندي. پر ائين ناهي. جيڪو سريتا کي ڏسي ثابت ٿي چڪو آهي. هوءَ ته هيترن نوڪرن جي گهر ۾ هوندي پاڻ کاڌو تيار ڪندي آهي.

پرڪاش :- (ماني کائيندي) ڊئڊي ممي توهان کي ننهن وڻي.

رام :- پرڪاش تو ڏاڍو سلو ڪيو آهي. اسانجي منپسند ڪنوار ورتي اٿئي. اڙي اڄ منهنجو سِرُ فخر سان اوچو ٿي ويو آهي ته منهنجي پٽ پرڪاش بنا ڏيتي ليتيءَ شادي ڪري هڪ هونهار ڪنوار آندي آهي. ڪملا سچ چيو اٿم ته، سريتا هڪ سماجهي ڇوڪري آهي، جبڪا اسان کي ڇوندبندي به ڪانه ملي ها. ڪملا جي اسين هيرالعل جي ڏيءَ ولون ها ته اڄ اُها هيرن ۽ گتين سان گڏ ڏاجو به سون جو کٺي اچي ها، جنهن سان اسان سيني کي اُٽ ويه ڪرائي ها. مونکي آش هئي ته مان پرڪاش لاءِ سُگهڙ ڪنوار ولندس. اڄ پرڪاش منهنجي آش سريتا سان شادي ڪري پوري ڪئي آهي. پٽ شل خوش هجين. پنهنجي ونيءَ سان هاڻ منهنجون سڀ چنتائون دوُر ٿي ويون.

سريتا جل جو اهو جهرنو آهي جنهنجي پير رکڻ سان منهنجو غرور ٽوپجي ويو آهي.

◊◊◊◊

هڪُ پيرو نہ ڇئو.

پرڪاش :- ها ڊئڊي مان سچ ٿو چوان سريتا تمام سٺي ڇوڪري آهي. توهين ڏسندا تہ منهنجي پسنديءَ کي ضرور ساراهيندا.

رام :- پر بہ سريتا ڏيءَ ڪنهنجي آهي ؟ سندس پيءُ ڇا ڪندو آهي ؟ ڪٿي جا آهن ؟ پائيبند عامل يا وري لاڙڪاڻي جا، ساهتيءِ جا آکھ کهڙي اٿن ؟ مان بہ ٻڌان.

پرڪاش :- سريتا مهاراشٽرن آهي، هن کي ٽي ڀينر آهن. هنجو پيءُ بزنيس مئن آهي. هو پونا ۾ رهندا آهن.

رام :- مهاراشٽرن ؟ ڇا تون مرهٽڻ سان شادي ڪندين ؟ اڙي ڪجھ تہ شرم ڪر ڪجھ پنهنجي ڀينرن جو تہ خيال ڪر. توکي بہ ڀينر آهن. تو اهو سوچيو آهي تہ مرهٽڻ سان شادي ڪرڻ سان تنهنجي ڀينرن جي مائٽين تي ڪهڙو اثرُ پوندو. سڀ مونکي ٺُڪون هڻندا تہ جنهن پٽ تي توکي ايڏو ناز هو اُن ئي سماج ۾ تنهنجو ڪنڌ هيٺ ڪري ڇڏيو.

پرڪاش :- ڊئڊي مان هاڻ بالغ آهيان پنهنجي زندگيءَ جو ڊسيشن وٺڻ جو مونکي پورو حق آهي. ڇا مرهٽا ماڻهون ڪونہ آهن. سوال آهي برادريءَ ۾ ڀائرن ڀينرن جو اُهي جڏهن سريتا سان ملندا تہ توهانجي سڀ ساراه ڪندا تہ واه جي چونڊ ڪئي اٿئين ننهن وٺڻ ۾. ڊئڊي اڄ ئي مون سريتا کي گهر گهرايو آهي.هلو گهر هاڻ هو اچڻ ۾ هوندي. رام بيدليو اُٿيو.

در تي بيل وڄيو، پرڪاش اُٿي درُ کوليو. هيلو، آئو آئو welcome هڪ ڇوڪري سلوار ڪرتو پاتل تمام سهڻي نہ پر ڪليل رنگ جي، ويهن ٻاويهن سالن جي ۾ اُن جي وڏي ڀيڻ گهر ۾ گهڙيون. پرڪاش (پيءُ ڏانهن مخاطب ٿي) ’سريتا يي ميري ڊئڊي هئن.‘ ڇوڪري مٿي تي رئو پائي رام کي پيرين پئي.

الاهجي ڇو رام جو غصو ڪافور ٿي ويو. هُن سريتا جي مٿي تي هٿ رکيو. رام جو غصو ڪافور اِنڪري ٿيو جو شايد پاڻ ٻن ڏئرن جو پيءُ هو. هُن کي سريتا صرف هڪ نياڻي ڏسڻ ۾ آئي. اُن وقت هو ذات پات ڀُلجي ويو، هاڻ ڪملا آئي.

پرڪاش :- سرو يھ ميري ممي هئہ. سريتا جيئن جهڪي پيرين پئي، تيئن ڪملا پير پٽڪائيندي روم ۾ وڃي منهن مٿو پٽڻ لڳي. روئڻ جو آواز ٻڌي رام اَندر ويو. زال کي چپ ڪرائيندي چيائين هيئنر تہ چپ ڪر. اُٿ هل هال ۾ سڀ ويٺا آهن.

ڪملا :- سائين اڄ اڃان منهنجي پيءُ جو فون آيو هيرالعل جي ڌيءَ کهڙي نہ سهڻي ڇوڪري آهي، ڏيتيءَ ليتيءَ ۾ بہ تہ هيرن جا سيٽ پيو ڏئي، وري گنين جي برسات ڪري ها. سڀ پڇ مون ڏاڍي ڀل ڪئي.

رام : ڪملا پرڪاش جيڪا ٽُڪ ڦتي ڪئي آهي اُها وات ۾ تہ واپس پوندي ڪانہ. اسين هاڻ ڇا ڪنداسين، جي نہ بہ ڪنداسين تہ پرڪاش اسانجي هٿ مان ويو، اِها پڪ سمجهہ.

رام :- ڪملا مونکي بہ عجب ٿو لڳي تہ پرڪاش نہ توکان صلاح ورتي آهي نہ

ڇا آفيس جو ڪم suffer ڪانہ ٿيندو ! پرڪاش ڪجھ بہ ڳالهائڻ کان سواءِ پنهنجي روم ۾ هليو ويو. پرڪاش تہ سمهي پيو پر رام جي نيٽڻ جي ننڊ اُڏامي وئي هئي. رام پنهنجي روم ۾ پلنگ تي ليٽي پاسا ورائيندو رهيو. گهڙيءَ اُٿي پاڻي ٿي پيتائين تہ گهڙيءَ اُٿي روم ۾ ٽهلڻ لڳو تہ ڪڏهن ٿو صبوح ٿئي. ڪملا گهوٽ کي هيڏو بيچئن ڪڏهن ڪونہ ڏٺو هو.

ڪملا :- پنهنجي طبيعت جو خيال ڪريو سمهي پئو، صبوح ٿيڻ وارو آهي. ڇو ٿا اجايو سڄايو سوچيو. پٽ آهي نہ ڏيءَ تہ ڪانهي.

رام :- ڪملا ڪيئن سمجهان، پٽ تہ پيءُ جو وڏو ٿي سهارو بڻجي چنتا کان آجو ڪندو آهي. پر هي تہ اُلٽو قصو آهي. مونکي تہ شڪ ٿو پوي. لڳي ٿو دال ۾ ضرور ڪجھ ڪارو آهي.

ڪملا :- شڪ ۽ اولاد ۾ سو بہ پرڪاش جهڙي پٽ ۾ ! ڇڏيو هاڻ سمهو. ڇڏيو رام.

رام پاسو ڦيرائي سمهي رهيو. صبوح جو اُٿي تيار ٿي رام جيئن آفيس وڃڻ لڳو تہ سوچيائين پرڪاش کي اُٿاريندو وڃان ڇو تہ اڄ يارهين بجي خاص ميٽنگون هيون. رام جيئن پرڪاش جي ڪمري ۾ گهڙيو تہ پرڪاش اڃان گهريءَ ننڊ ۾ هو.

رام :- پرڪاش اُٿ، جيئن ئي رام هٿ سان پرڪاش کي ڌونڌاڙيو تہ پرڪاش ننڊ ۾ ئي [illegible] :- جيور سرو ڇور يار مُجهي بڪنٽ [illegible] اکر ٻڌندي ئي رام جي [illegible] نڪري ويئي.

رام جو شڪ سورهان آنا سچ ٿي لڳو. هو روم مان نڪري ٻاهر آيو. ڪملا کي سڏ ڪري چيائين، ڪملا مان هيٺ آفيس ۾ هلان ٿو پرڪاش جيئن اُٿي تيئن موڪلجانس.

ڪملا :- ها ها توهين هيٺ آفيس ۾ وڃو مان هينئر ئي پرڪاش کي اُٿاري ٿي موڪليان.

رام آفيس ۾ تہ آيو پر اڄ هنجي بہ ڪم ۾ دل نہ پئي لڳي. پر ضروري ميٽنگس ٿي وڃڻ ڪانپوءِ هو پنهين هٿن ۾ منهن وجهي ليٽي پيو. ڪئبن جو دروازو کُليو.

پرڪاش :- Good morning ڏئڊي.

رام :- پٽ Good afternoon چئہ ٽائيم ڏٺو آٿئي. هيءَ ٽائيم آهي تنهنجي آفيس اچڻ جو. پرڪاش پنهنجي ڪئبن ۾ هليو ويو. رام بيل وڄائي پرڪاش کي پاڻ وٽ گهرايو.

رام :- پرڪاش هيءَ وري سرو ڪهڙو نئون دوست ڪيو اٿئي.

پرڪاش :- ٿورو جهجهڪي، سرو دوست نہ ڏئڊي سريتا تہ ڇوڪري آهي، مان پيار مان هن کي سرو چوندو آهيان.

رام :- سريتا ڇوڪري، ڪهڙي ڇوڪري ؟ ڪهڙو رشتو آهي تنهنجو هن سان ؟ مان تہ اڄ نئين ڳالهہ ٿو ٻڌان !

پرڪاش :- ڏئڊي سريتا منهنجي girl friend آهي.

رام :- بس girl friend يا ٻيو بہ ڪجھہ ؟

پرڪاش :- ڏئڊي مان سريتا سان پيار ڪندو آهيان ۽ شادي بہ سريتا سان ڪندس.

رام :- (چرڪندي)ڇاڇيءَ ڇا چيئي وري

خالي پئي آهي ڪاڏو وڃان. ڪاڏو تڏو تي ويو آهي. ڪاڻو هاڻ ڪاڻو.

رام :- ڪملا مان اڄ ڏاڍو ڏکي آهيان. پرڪاش جون ڳالهيون ٻڌي مان ڏاڍو بيچئن آهيان. مونکي پرڪاش مان آهڙي امید ڪانه هئي. اڙي پرڪاش تي ته مونکي ناز هو، اهڙو ناز جهڙو هڪ هونهار پٽ تي پيءُ کي هوندو آهي. مان ته ڏاڍو خوش هئس ته هڪُ پٽ ڏهن جي برابر آهي، مون کو پرڪاش کي جنم ڏيئي کٽيو آهي. پر اڄ ڪملا مون هارايو آهي. سڄي برادريءَ ۾ پينرن پائرن ۾ مونکي ته اُٿڻ ويهڻ ۾ ئي لڄ ايندي. ڇا توکي پرڪاش جو دير دير سان گهر ۾ اچڻ ڪانه تو کُٽڪي ؟

ڪملا :- پر پرڪاش ٻار آهي توهان ڇو ننا دير سان موٽڻ جو سبب پڇوس.

رام :- ڪملا هي سڀ تنهنجي ڇڙواڳي ڏيڻ جو نتيجو آهي. تون روز رات جو پرڪاش جي دير سان اچڻ تي اُن کان ڪجهه پڇڻ ڪانسواءِ درُ هيڏو آهستي کولين تي جو سمجهين تي ته مونکي ننڊ آهي. اڙي منهنجي نيڻن جي ننڊ اُڏامي وئي آهي. ماڻهن کي ڏيئرن وڏين ٿيڻ تي چنتا ٿيندي آهي. پر مونکي پرڪاش جي هلت چلت هٽي چنتا ۾ وجهي ڇڏيو آهي.

ڪملا :- مهرباني ڪري توهان ئي هن کان پڇو ته بهتر.

رام :- نيڪ آهي تون اڄ رات جو در نه کولجانس مان درُ کوليندس. اڄ ته مونکي پڇڻو ئي آهي. ائين چئي رام هال ۾ ويهي

پرڪاش جي اچڻ جو انتظار ڪرڻ لڳو اڄ هن کي ٿي. وي. تي به ڪجهه ڏسڻ نه پيو وڻي. هو بيچينيءَ سان ڪرسيءَ تي ويهي رهيو، ڪڏهن اُٿي هال ۾ پيو گهمي. گهڙيال هڪ جو نڪاءُ هنيو. رام جي دل تي زوردار هٿوڙو لڳو. ايتري ۾ در تي تمام آهستي بيل وڳو. رام هال جون فل بتيون ٻاري درُ کوليو.

پرڪاش :- (اندر ايندي) ساري ممي دير ٿي وئي. اڄ تيز بتين جي روشنيءَ ۾ هن ماءُ کي نه پر پيءُ کي دروازو کوليندي ڏٺو.

پرڪاش :- ڊئڊي توهان ڇو؟ مميءَ کي ننڊ اچي وئي آهي ڇا ؟

رام :- ها پٽ، مان ڪر خبر رات جو هڪ بجي ڪٿان ٿو موٽين ؟

پرڪاش :- ڊئڊي دوستن سان گپ شپ پئي ڪئي، دير ٿي وئي.

رام :- تنهنجا سڀ دوست ڇڙا ڇانڊ آهن ڇا؟ اُنهن کي آهي ڪو گهر ٻار يا ماءُ پيءُ ڪين نه ؟ جن کي گهر ڪانه هوندو آهي اُهي ائين آوارا ٿي گهمندا آهن.

پرڪاش :- پر به ڊئڊي توهان ايترو تکو ڇو ٿا ڳالهايو ڇا ٿيو جي ٿوري دير ٿي وئي. توهين سمهي پئو ها.

رام :- (ٽوڪيندي) ها پٽ مان سمهي پوان ها ۽ تنهنجي ممي روز وانگر تنهنجو انتظار ڪري ها ائين نه. شاباس هجي پٽ، توکي اِهو به خيال ڪونهي رات جو دير سان سمهڻ جي ڪري تون صبح جو دير سان اُٿندي ۽ آفيس دير سان پهچندين.

# سـريتا

## چندرا اين. کياڻي

ر ام کي اجان ڳالهه کانه وسري هئي، هن شراب جي بوتل ۾ پاڻ کي ايڏو ته ٻوڙي رکيو هو ته جيئن دل جو بوجهو هلڪو ٿئي. پر اج بوجو هلڪو ٿيڻ جي بدران ويو ٿي ڳوڙهو ٿيندو. رام دل ئي دل ۾ سوچڻ لڳو ڇا چوندا مٽ مائٽ ياڻر ڀينر يار دوست منهنجو بابي ۾ هيڏو ٽالو آهي، آڙي منهنجي ته ڇٽ ٿي وينديي هلي، کهڙو ڪنڌ کڻي گهمندس سنڌي سماج ۾. رات جا ٻارهان لڳي چڪا هئا. گهر جي ڀاتين کان رام جي حالت ڳجهي ڪانه هئي، پر ڪير به ڇاٽي ڪري سگهيو. رام جي هن خيالن مان هنڪي ڪيڍي سگهي ٿي ته هن جي هڪ ڌيءَ. ڏيڍس وڏيڪ ڊڏيءَ کي دکي ڏسي سهي ڪانه سگهي، اُٺي پيءُ کي ٻانهن کان پڪڙيندي -
راڻي : - ڊڏي توهان ٽائيم ڏٺو آهي. رات جا ٻارهان لڳا آهن هيءُ ٽائيم آهي ماني کائڻ جو؟ ماني اينري دير کان ڊائننگ ٽيبل تي پئي آهي ٿڌي ٿي وئي آهي. ٻالي اسانجي ته پيٽ ۾ ڪوئا ٿا ڊوڙن اُٿو اُٿو هلو ماني کائو.
رام ڌيءَ جي چوڻ تي ٻي دليو اُٿيو ءِ اچي ڪرسيءَ تي ويٺو. پر هن جي همٿ نه پئي ٿئي، نه هٿ پئو اڳيان وڌي ته کڻي کاڌو پليٽ ۾ پائي کڻي. ڪملا ڪيتري دير کان هن کي اڻين مان ۾ ڏسي ڏاڍو ڏکي ٿي رهي هئي (اُٺي ڪري) گهوٽ جي موڊ ٺاهڻ لاءِ. جو ته ڪملا چاهيو ٿي ته رام کي خيالن جي دنيا مان ٻاهر ڪڍان.
ڪملا :- توهان کي خبر آهي اج ننڍي ديدي سروج اچي وئي آهي هوءَ دادا جي گهر لڳي آهي توهان پلا اسٽيشن تي وڃڻ وڃو ها ته سڏو اسان وٽ اچي ها. رام ٻڌندو رهيو، ڪملا کي خوب خبر هئي ته ڀينر رام جون ڪمزوري آهن. هو ڀينرن کي ڌيئن کان وڌيڪ پيار ڪندو آهي. جڏهن به ڪا ڀيڻ وڪيشن ۾ سندس گهر ايندي هئي ته سڄي گهر جو ماحول ئي بدلجي ويندو هو پلا کل ءِ مذاق جو ڪوڏيو رام سڄي رات ويهي ڀينرن ءِ ڀيڻوئين سان ڳالهيون ڪندو هو. چوندو هو چار ڀينر ڪاٿي ڳالهه ڪانهي، هڪ هڪ ڀيڻ ٻي مهينا رهندي مان سڄو سال وندريو رهندس. اج رام کي پنهنجا ٿي ٻار هئا. هو ڏاڍو خوش هو.
ڪملا :- توهان ڪنهن جو پيا سوچيو پليٽ

| | |
|---|---|
| نالو | : چندرا اين ڪياڻي |
| شهر | : |
| ڇپايل ڪتاب | : |
| انعام | : |
| پيشو | : |
| پتو | : P.O. BOX 16942, Jabel Ali Free Zone , DUBAI U.A.E |

تيون نمبر پڻ تنهنجي پيڻ آهي !“

هوءَ اڇرج ۾ پئجي ويئي چيائين، ڪمال آهي! ليڪن توهان اِهو انومان ڪيئن لڳايو ؟

مون اِهو شروع ۾ ئي جاچي سوچي چڏيو هو.

ائين چو ؟

”اِهو اِنڪري جو مان ليڪ آهيان ماڻهن کي ڏسي، اُنهن بابت سوچي، انومان لڳائي، ڪي نتيجا ڪڍي پنهنجي ذهن ۾ محفوظ ڪري چڏيندو آهيان. لڪڻ وقت اُن مان مدد ملندي اٿم.“

”اڇا!“ هن عجب ظاهر ڪندي چيو، ”تہ توهين اديب آهيو؟“

مون مرڪندي چيو، ”اديب بہ هن ئي جهان ۾ رهندا آهن!“ منهنجي جواب تي هن جو هلڪو نهڪ نڪري ويو. چيائين، ”اديب هن جهان ۾ نہ سپنن جي دنيا ۾ رهندا آهن. ڪلپنائن ذريعي ترِيءَ تي بهشت ڏيکاريندا آهن. ليڪن اِها سچي حقيقت ناهي. هوندي سچ تہ ڪجهہ بيو ئي هوندو آهي. ۽ اُهو سچ بيحد تلخ هوندو آهي!“

مون اصل نہ سمجهو هو تہ هوءَ چوڪري اينتري سياڻي سمجهو ۽ انٽليڪچيويل هوندي. مون ڪيس داد ڏيندي چيو، ”مونکي خوشي ٿي آهي جو تون اِن حد تائين سوچي سگهين ٿي. ليڪن تون منهنجي ڳالهہ بڌ تہ ڪو اديب اگر ڪنڊن پريل راهن تي گلن جون ٽوريون پنکڙيون وڇائي، سفر کي ڪجهہ سنهجو بڻائي تہ اُن ۾ هرج ئي ڪهڙو آهي ؟“ ”آهڙيءَ طرح ماڻهو دوکي ۾ نٿو رهي؟“

”دوکو اگر خوشنما آهي، راحت ڏيند... آهي تہ بهتر آهي.“

مونکي ليڪ جي حيثيت ۾ آه... ڪردار وڻندا آهن خاص طور چوڪرين ج... ڪردار، ارادي جون اٽل ۽ پختيون هجن... هن چوڪريءَ جهڙيون، جيڪي پنهنجي... باري ۾ پاڻ سوچي سگهن، فيصلو ڪري... سگهن ۽ آڪاش ۾ پنک پساري اُڏري... سگهن ...

۽ مان خوش هوس تہ مان هڪ آهڙي... برجستي ڪردار سان همسفر هوس!

مانيءَ جو وقت ٿي ويو هو. مسافرن پنهنجا ٽفن کولڻ شروع ڪيا هئا.

مونکي بہ بک لڳي هئي. سوچيم ترين کنهن وڏيءَ اسٽيشن تي بيهي تہ هيٺ لهي، پنهنجي لاءِ ٿورو فروٽ وٺي ايندس.

سامهون وارو مسلم ڪٽنب پڻ باسڪٽ مان ماني ڪڍي کاڌي جون تياريون ڪرڻ لڳو. ڇئن ٻارن جي اُن ماءُ، جست جي هڪ رقابيءَ ۾ ٻوڙ ماني پرچي، پهرين پنهنجي شوهر کي ڏني. هڪ ٻيءَ رقابيءَ ۾ ساڳيءَ طرح ٻوڙ ماني رکي اُها مون طرف وڌائيندي چيائين، ”پائي صاحب! اوهين بہ اسان سان گڏجي ماني کائو. پيڪن مان شامي ڪباب ۽ قيمي جو ٻوڙ آندو اٿم!“

مان هبڪيس. پوءِ آهستي چيم، ”آدي معاف ڪجانءِ، اڄ سومر آهي. آنءُ اڇوکي ڏينهن ’نان ويج‘ ڪين کائيندو آهيان .... !“

❖❖❖❖

پاءُ هو. ٻارن کي وئڪيشن جي موڪل هئي.
هينئر واپس پيا موٽون."

وڏيءَ عمر ۾ اچڻ وارن مان اِهو فائدو
آهي تہ آئيلو توهان سان اَدبَ ۽ نِوڙت سان
پيش ايندو. هوءَ مُسلم خاتون مون سان آهڙي
نموني ڳالهائڻ لڳي گويا مان هُنن جي
وچم هِڪُ بزرگ ويٺو هوس. اُن ئي احساس
وچان مون کانئُس پُڇيو، "توهان جو شوهر
بيمار آهي؟"

هُن کنڌ ڌوڻي هائو ڪئي. پنهنجي
شوهر ڏانهن ۽ پوءِ مون ڏانهن نِهاري چيائين،
"ڪجهہ عرصي کان کيس سليم ٽي پئي
آهي. علاج چالوُ آهي."

مون مَنَ ۾ چيو، ويچاري! چار ٻار ۽
بيمار خاوند! ... پوءِ بہ ڪيترو خيال پيئي
رکي سيني جو ...

ٻنهي پيمرن مان وڏي پيڻ هيٺ لهي
آئي. ٽائليٽ مان واپس آچي، مٿي نہ وڃي،
مون واريءَ ٻرٿ تي ويحي رهي. مون پهريون
دفعو کيس چڱيءَ طرح ڏٺو. تازي جميل
ڏهيءَ جهڙي هئي. مون کي تازي ڏهي
وڻندي آهي. صبح واري نيرنِ ڏهيءَ سان
ئي کندو آهيان.

ڪُجهہ سوچي کس چَيُم، "منهنجيءَ
خاءِ تي اَچي ويهہ. دريءَ کان ويحي راجستان
جا ساوا ساوا کيتَ اَچي ڏس."

هوءَ مون واري سيٽ تي اچي ويٺي ۽
دريءَ کان ٻاهر نِهارڻ لڳي. ٽرين جي رفتار
تمام تيز هئي. هوا جي تيز جهونڪن تي
هن ڇوڪريءَ جا ڪارا ڪارا وار اُڏامي سندس
پيشانيءَ کي ڍڪي رهيا هئا. هُن پنهنجي
ننڍڪ هٿ سان بار بار اُنهن کي پري
هٽايو پئي مگر اُهي سندس ننڍي ڀاءُ ڀيڻ
وانگر شرارتي هئا، جن کيس تنگ پئي
ڪيو ...

موٽڪي سندس زُلفن جي اِها راند
وٺي پئي. ليڪن هوءَ اِن راند سبب پريشان
هئي. هوءَ هوا جي تيز جهونڪن جو مُقابلو
نہ پيئي ڪري سگهي.

مون ئي کيس ڇوٽڪارو ڏياريو.
پڇيومانس، "ڇا پڙهندي آهين؟"

هن سوال ٻُڌي مون طرف نِهاريو.
ڪجهہ سوچي، مُختصر وراڻي ڏيندي
چيائين، "ڪامرس!" هوءَ وري ٻاهر نِهارڻ
لڳي ... ٻاهر ساوا کيت هئا. وڻ ٽڻ هئا
۽ ٽيليفون جا ٿنڀا هئا ...

ڪامرس! مون پنهنجي من ۾ دُهرايو.
ڪامرس ئي پڙهي، معنيٰ تہ اڪاونٽس
رکڻ ئي سکي. پوءِ شايد ڪنهن بئنڪ ۾
نوڪري ڪندي. نوڪري ڪندي ڪنهن
نوجوان سان پيار ئي وڃس تہ پيار جي
شادي ڪندي! ائين ئي ٿيڻ بہ گهرجي.
زمانو بدلجي پيو. هنن ڇوڪرين کي بہ
بدلجڻُ گهرجي. روايتن جي ٻنڌڻن کان
آزاد ٿيڻُ گهرجي ..

"۽ تنهنجي هوءَ ٻيون نمبر ڀيڻ؟
مون پنهنجي سوچ کي پاسيرو رکي، هُن
کان ٻيو سَوال پُڇيو.

منهنجو سَوال ٻُڌي هُن وري مون
طرف نِهاريو. هلڪو مُرڪي چيائين، "هوءَ
مئٽرڪ ۾ آهي ... ليڪن اَنڪل! توهان
ڪيئن سمجهيو تہ هوءَ منهنجي ننڍي ڀيڻ
آهي؟"

مون ڪِليو. چَيُم، ايئن، جيئن هوءَ

ڪونہ هو. همراھ چتو ٿي پيو. ويو نوٽ
رکندو، ويو هارائيندو. پنجاھ وارا اٺ نوٽ
هارائڻ بعد هو بانوَلو ٿي پيو. رڙيون ڪري
چوڻ لڳو، ”تون ٺڳ آهين، ٺپتائي آهين،
مونکي دوکي سان ڦريو اٿئي !“
ليڪن اُهو ٺپتائي ڪيس ٻڌو اڻ ٻڌو
ڪري، ڪپڙا ڇنڊي پنا جيب حوالي ڪري،
رمندو ٿيو. ڄڻ ڪا ڳالهہ ئي ڪانہ ٿي
هئي. اِها ڄڻ روز جي، روُٽين ڳالهہ هئي ...!
راڻيءَ تي داءُ لڳائي هارائيندڙ اُهو
شخص زار زار روئڻ لڳو. چي مان ڳوٺ پئي
ويس. مون وٽ ٻيا پئسا ئي ڪونهن، هاڻي
مان ڳوٺ ڪيئن ويندس ؟
سامهون وارن ٻنهي نوجوانن شاگردن،
جن اُن ٺپتائيءَ جي هٿ جي صفائي ڏٺي
هئي ۽ هنيئر هن هارائيندڙ جو رودن پٽڪو
بہ ٻڌي رهيا هئا، افسوس ظاهر ڪرڻ بجاءِ،
ڏند ڪڍي کلي رهيا هئا ...! مونکي ڪاوڙ
وٺي ويئي. ڪين ڦتڪاريندي چيم، ”اوهان
جي سامهون هڪ غريب مسافر ٺڳجندو رهيو
۽ توهين چپ چاپ تماشو ڏسندا رهيا ! مونکي
توهان تي عجب ٿو لڳي. ڇا توهان نوجوانن
جو خون سَردُ ٿي ويو آهي ؟
ڦتڪار ٻڌي هو ٻئي ٿورو شرمسار ٿيا.
اُنهن مان هڪڙي چيو، ”اسين ٽريننگ لاءِ
بمبئيءَ پيا وڃون، وچ ۾ پئون ها تہ ناحق
اڙجي وڃون ها ! اسان جي هڪ دوست سان
جُٺِ ٿي هئي. شاهديءَ لاءِ ڪيس جهانسيءَ
وڃڻو پيو هو !“
هڪ ٻئي مسافر بحث ۾ پوندي چيو،
”ريس بہ تہ جوئا آهي. اُن ۾ بہ تہ ڪيترن
جا ڏيوالا نڪرندا آهن. پوءِ بہ ماڻهو ريس
کيڏڻ ويندا آهن !
مان بحث ۾ نہ پيس. ڪو ڪڙتيل نـ
نڪري ها. اجايو پاڻي ولوڙڻو هو. ماٺ
ڪري ويهي رهيس ...
مون جو ٿوري مُڙسي ڏيکاري هئن
ٻنهي نوجوانن کي ڇنيو هو تہ ڄڻ سورمو
بڻجي پيس. هو ٻئي نوجوان، جن هر هر
هنن ٻنهي نوجوان ڀينرن کي گهوري نهاريو
پئي، جنهن سبب ٻئي پريشان هيون، منهن
ڦيري ويهي رهيا. ڇوڪرين سامت جو ساھ
کنيو ۽ مون طرف شڪر گذاريءَ وچان
نهارياٿون. سندن ماءُ پيءُ بہ هينئر بي
ڦڪرني ٿي ويا. عورت شرارت ڪندڙ ٻنهي
ننڍن ٻارن کي شانت ڪري ويهڻ جي
هدايت ڪئي ۽ پوءِ اُمالڪ مون طرف مُهڙ
ڪري پڇڻ لڳي، ”اُوهين ڪِٿي رهندا
آهيو؟“
هُن جو اوچتو سوال ٻُڌي مان ٿورو
هبڪيس. ڪيس مُختصر جواب ڏيندي
چَيُم، ”بمبئيءَ ۾.“
”اَسين بہ اُتي رهندا آهيون. پر
بمبئيءَ ۾ ڪِٿي؟“
هن جي سَهَجتا ڏسي مان بہ سَهَج
ٿي ويُس. وَراڻي ڏيندي چيومانس،
”ڪولابا، ڪاما هال جي پرسان !“
”اَسين ڪُرلا ۾ رهندا آهيون، بس
ڊيپوءَ جي نزديڪ.“
هُن اجا ڪجهہ وڌيڪ ٻُڌائڻ پئي چاهيو
۽ مان اُهو ”وڌيڪ“ ٻُڌڻَ لاءِ تيار ٿي وِيس.
”منهنجا پيڪا راجستان ۾ آهِن،
جئپور کان ٿورو پري. هو جيڪو ڇوڪرو
اَسانکي اُماڻڻ آيو هو، اُهو منهنجو ننڍو

ڏيري رفتار وڌائيندي هوا سان ڳالهيون
ڪرڻ لڳي. سمورا مسافر ٽانئيڪا ٿي ويا
هئا ۽ پنهنجين مشغولين ۾ مصروف ٿي ويا
هئا. ڪاڪرن پنهنجن جنسن جا هوڪا پئي
ڏنا. مون پنهنجي لاءِ ڪافي ورتي جنهن جا
ڇار روپيا ورتائين.

والدڪائيءَ جي وندر هڪ پڙهڻ، ٻيو
همسفر ياترين سان گپ شپ هڻڻ، يا چپ
چاپ ويهي سوچڻ. پڙهڻ مونکان پڳو ڪونه؛
گپ شپ لاءِ سامهون ڪير هو ڪونه؛ تنهن
ڪري ٽئون رستو اختيار ڪيم - سوچڻ وسيلي
وقت پاس ڪرڻ لڳس. منهنجي سوچ جو
دائرو مسلم ڪٽنب جي گرد ڦرڻ لڳو. ڇهن
ممبرن جو هيءُ ڪٽنب جنهن ۾ زال مڙس
ڪانَ سواءِ، چار ٻار هئا - ٽي ڌيئر ۽ هڪ
ننڍو پٽ. مون پنهنجي سوچ وسيلي اُنهن
چئني ٻارن جي عمر جو اندازو لڳائي ورتو.
وڏيون ٻہ ڌيئر سورهن ۽ ارڙهن سالن جون،
ٽيون نمبر ڏهن ورهين جي ۽ پٽ اٺن
سالن جو. اهو بہ حساب لڳايم تہ جڏهن
عورت جي عمر سورهن - سترهن سال هوندي
۽ شادي ڪيل هوندي تڏهن ڪيس پهرين
ڌيءُ ڄائي هوندي، ٻن سالن بعد ٻي ۽ پوءِ
ڪجهہ سالن جي گئپ رهي هوندي. ٿي
سگهي ٿو اُهي ڪجهہ سال سندس خاوند
ٻاهر ويل هجي جيئن اڪثر ڪمائڻ لاءِ
ٻاهرين ملڪن، خاص طور گلف ڏانهن ويندا
آهن. اُن بعد ٽين ڌيءُ ۽ پوءِ چوٿون نمبر پٽ.
پٽ ڄمڻ تي ڏاڍو خوش ٿيا هوندا ...!

جهڙيءَ طرح جن کي ماڻهوءَ بوءِ اچڻ
تي ماڻهوءَ بوءِ ... ماڻهوءَ بوءِ.. ڪندو اچي
پرگهٽ ٿيندو آهي، تهڙيءَ طرح ٽرينن ۾
چوڙ ۽ ٺڳ بہ آچي پرچيندا آهن ماڻهو سپ
تہ هرو پرو ساڻا نہ هوندا آهن نہ، منجهن
ڪي تہ مورک بہ هوندا آهن. اُهي مورک
انهن ٺڳن جي وَرِ چڙهي ويندا آهن.

هڪ لپٽائي هٿن جي صفائي
ڏيکاريندو، اسان واري ڪمپارٽمينٽ ۾ آچي،
پٽ تي ويهي، ٽنهي پٽن کي هيڏانهن
ڪان هوڏانهن ڦيرائڻ لڳو. اُنهن پٽن ۾ هڪ
راڻي هڪ بادشاهہ ۽ هڪ لولو هئو. لپٽائي
وڏي واڪي چوڻ لڳو، ”راڻيءَ تي داءُ لڳايو.
پنجن جا ڏهہ، ڏهن جا ويهہ، پنجاهہ جا سوَ
۽ سوَ جا ٻٽا ڪري ڏنا ويندا ...!

ڪجهرا رونش ڪوڏيا لپٽائيءَ جي
ڀرا ڦبري ڏسي خوش ٿي رهيا هئا. هُنن
ليکي اِهو تماشو هو. ڪڙتي ياتريءَ پنهنجي
پاڪيٽ مان ڏهين جو نوٽ ڪڍي هڪ
پتي مٿان رکي رڙ ڪئي، ”راڻي!“ لپٽائيءَ
اُهو پتو ڦيرتو ڪيو تہ اُهو راڻي هو! داءُ
لڳائيندڙ کي ڏهن جا ويهہ ٿي مليا. هُن
ٻيهر ڏهہ لڳايا، وري بہ ڊبل ٿي مليس.

مان من ئي من ڪلڻ لڳس. مون ڄاتو
ٿي تہ اُهو داءُ لڳائيندڙ شخص پڪ ئي
پڪ اُن لپٽائيءَ جو ساٿي هو جيئن هن
کي کٽندو ڏسي، لالچ ۾ آچي، ٻيا مسافر پڻ
داءُ تي رقم لڳائين!

ٿيو بہ اُئين ئي. مٿيئن برٿ تي
ليٽيل هڪ شخص، جنهن اِها لپٽائي راند
ڏٺي پئي، هيٺ لهي آيو ۽ پنجاهين جو
نوٽ ڪڍي، هڪ پني مٿان رکي، وشواس
ڀرئي لهجي ۾ چيائين ”راڻي!“ ليڪن
اُها راڻي ڪونہ هئي گولو هو. هُن هڪ ٻيو
پنجاهين جو نوٽ رکيو. اُهو پتو بہ راڻي

# ريل سَفر ۾

## هريِ موٽواڻيِ ”سنڌي“

سينيئر سٽيزن هئڻ جا ڪافي فائدا ملڻ لڳا. هوائي جهاز جو ڀاڙو اڌ. ريل سفر ۾ ٻہ رعايت. سمهڻ لاءِ سليپر بہ هيٺيون مليو. جئپور سيمينار تان واپس پئي موٽيس. مون وارا ٻيا دوست چنوڙ گهمڻ ويا هئا.

مان دريءَ ڪان پنهنجيءَ سيٽ تي ويٺو هوس. باقي پنجن سيٽن تي هڪ مسلم ڪٽنب اچي ويٺو. اُنهن ۾ وڏيءَ عمر وارو مردُ بيمار پئي لڳو. هڪُ ٻيو جوان هو، جنهن لاءِ پوءِ پتو پيو تہ اُهو کين ڇڏڻ آيو هو. عورت کي ڪارو بُرقعو پيل هو. ٻہ وَڏوَر ڇوڪريون، هڪ اُنهن ڪان ننڍي ڇوڪري ۽ هڪُ سڀني ڪان ننڍو ڇوڪرو هو.

پنهنجيءَ جاءِ تي ويهي عورت برقعو لاهي ڇڏيو. پنجٽيهن چاليهن جي وچ عمر جي هئي. وات ۾ پانُ هوس جيڪو آهستي آهستي چَٻائيندي پئي. ٻئي ننڍا ٻار – ڇوڪرو ۽ ڇوڪري، دريءَ ڪان ويهڻ جو ضد ڪرڻ لڳا. آخر پاڻ ۾ صلح ڪيائون جنهن موجب دريءَ ڪان پهرين ڇوڪرو ويهندو ۽ پوءِ ڇوڪري. ٻئي وَڏوَر ڇوڪريون اَپر سيٽن تي وڃي ويٺيون. بيمار مرد عورت جي پرسان ۽ هو نوجوان منهنجي پاسي ڪان اچي ويٺو.

مٿي اَپر سيٽن تي ويٺل ٻنهي ڇوڪرين مانِ ننڍيءَ هيٺ نهاري اُن نوجوان کي چيو، ”مامو ڪجهہ مخزنون تہ آڻي ڏيو.“

نوجوان اُٿي هيٺ لهي ويو ۽ بوڪ اِسٽال تان مخزنون وٺي آيو.

لنگهہ وارين سيٽن تي ٻہ نوجوان ويٺا هئا جي اِسٽوڊنٽ پئي لڳا. اُنهن ٻنهي پاڻ ۾ چرچو مذاق ڪندي، ڪنهن وقت اُنهن ٻنهي ڇوڪرين طرف نهاري ٿي ورتو، جي اَپر سيٽ تي ويٺيون هيون.

مونکي ريل گاڏين جا هيءُ ڪمپارٽمينٽ مني ڀارت لڳندا آهن. الڳ الڳ پرانتن ۽ الڳ الڳ ٻولين جا ڳالهائيندڙ هيءُ ڀارتواسي هڪ ايڪائيءَ ۾ بدلجي، ڀارتي ريل ياتري بڻجي پوندا آهن. وقتي اُهي پاڻ ۾ دوست بڻجي پوندا آهن.

ٽرين ڇٽڻ جو وقت ٿي ويو هو. هيءَ سپر فاسٽ ٽرين هئي جنهن بمبئيءَ پهچڻ ۾ سترهن ڪلاڪ ٿي ورتا.

ٽرين سٽي هٽي رواني ٿي ۽ ڏيري


| | |
|---|---|
| نالو | : هري موٽواڻي ’سنڌي‘ |
| جنم | : لاڙڪاڻو، سنڌ؛ ٣٠ - ١١-١٩٢٩ |
| ڇپايل ڪتاب | : ۴ ناول ۽ ۵ ڪهاڻين جا ڪتاب، آتم ڪٿا ۽ سفرنامو. |
| انعام | : آجهو ناول تي ساهتيہ اڪادمي دهلي طرفان، اَبو ناول تي مدر ٽريسا هٿان، ’خوددار‘ تي مهاراشٽر سنڌي اڪادميءَ طرفان، رام پنجواڻي ڪلچرل سينٽر پاران قدر شناسي طور اِنعام ۽ ڪيترين سنستائن ۽ اِدارن طرفان سنمانت ٿيل. |
| پيشو | : ڪونج مئگزن جو سمپادن ۽ آدبي ڪاريہ ۾ مشغول. |
| پتو | : 4, Great western Bldg., Shaheed Bhagat Singh Marg, MUMBAI - 400023 |

فهرست

## ڪهاڻيون


| نمبر | نالو | وشيه | صفحو |
| --- | --- | --- | --- |
| ١. | هري موٽواڻي "سنڌي" | ريل ۾ سفر | ١ |
| ٢. | اِندران واسواڻي | واپس | ١١ |
| ٣. | جَينت ريلواڻي | خللُ | ١۴ |
| ۴. | ايشور ڀارتي | آدرمي | ١٩ |
| ۵. | وينا شرنگي | پنهنجا پرائا | ٢٢ |
| ٦. | جهمون ڇُڳاڻي | سِنڌوءَ ڪان شِپرا جو سفر | ٢۵ |
| ٧. | ايشوري جوٽواڻي | ڀيا ٻه غم گهٽا آهن<br>محبت جي غم ڪانسواءِ | ٢٩ |
| ٨. | اين.ڊي.مولچنداڻي | حِسابُ چُڪتو | ٣٢ |
| ٩. | هولارام 'هنس' | تنها | ٣۵ |
| ١٠ | ڪرشن مسرور | گود ورتلُ پُٽُ | ٣٨ |
| ١١ | ڪِشور پهوڄا | نِڊڪي | ۴١ |
| ١٢ | ڪملا ٻُٽاڻي | نئون دؤر | ۴۵ |
| ١٣ | پورن لعل ٿهلياڻي | وير ڪُماري | ۴٩ |
| ١۴ | نارائڻ محبوباڻي | نانڪ دُکيا سڀ سنسار | ۵٢ |
| ١۵ | ايم.ٽي. ڀاٽيا | پريم جي شادي | ۵۴ |
| ١٦ | وينا ڪِشور دادلاڻي | ماضيءَ جا ڏُنڌلا ورقَ | ۵٨ |
| ١٧ | آنيتا ڪيولراماڻي | مَدو | ٦١ |

مان چندر جو پيءُ آهيان، ڪو غير نه آهيان؛ چندر سان ملڻ لاءِ خاص انڊيا مان آيو آهيان، پر هن نه ميڃيو. ڇيائين ته چندر جا ماءُ پيءُ پنج سال پهريون مري ويا آهن. چندر يتيم آهي ۽..... ۽ چندر آيو ته هن به مونکي سڃاڻڻ کان انڪار ڪيو. چندر ماءُ، تنهنجي پٽ گرين ڪارڊ حاصل ڪرڻ لاءِ زال سان ڪوڙ ڳالهائي شادي ڪئي هئي- چندر پنهنجي امريڪي زال کي چيو ته.....ته مان سندس ڏوراهون مائٽ آهيان ۽ سندن گهر ۾ رهڻ لاءِ پيءُ ٻڍڻ جو ناٽڪ ٿو ڪيان. منهنجي غيرت مونکي چندر جي گهر قدم رکڻ کان سواءِ ايئرپورٽ آندو ۽ مان پلين پڪڙي انڊيا واپس هليو آيس.

پر.....پر توهان ته پندرهن ڏينهن کان پوءِ گهر آيا هئا؟

زخم تازو هو. سوچيم منهنجي حالت ڏسي ڪٿي تون به ڏکي ٿيئين؛

انڪري..... انڪري مان فقير ٿي سائين بابا جي ڌرديءَ وڃي رهيو هوس. ۽ هو اميريڪا مان آندل امپورٽيڊ سامان!

زندگيءَ ۾ پهريون دفعو ڪوڙ ڳالهايم. اهو سامان هتان مارڪيٽ مان خريد ڪري آيو هوس چندر ماءُ.

اڄ توهان مونکي هڪُ وچن ڏيو.

وچنُ، چندر ماءُ ! وچنُ.

اڄ کان پوءِ توهان ... مونکي... مونکي .... چندر ماءُ نه ڪوٺيندا. (روئي ٿي)

(فريز)

آواز

هتي آهي تنهنجي ماتا، جنم مرڻ جا جنهن سان ناتا،
رشتا رتُ جا ڪيئن ٽوڙيندي، جيجل کان ڇا منهن موڙيندين
ڏينديءِ ماءُ ميار او ميان
وهندين ڪٿي تون وطن وساري
ڌرتيءَ کان ٿي ڌار او ميان،
وهندين ڪيڏهن تون وطن وساري
وهندين ڪيڏهن تون وطن وساري

(گوورڌن ڀارتي)

⋄⋄⋄⋄⋄⋄⋄⋄⋄⋄⋄⋄

آلوُمل : اَنڪل ! هيءَ ڪارو ڪانءُ تہ توهان جي ڪوئل کي ڀڄائي ويو ! جلدي جلدي اَمريڪا وڃي چندر کي اِنڊيا وٺي اَچي شادي ڪرايوسِ. ڪٿي ڪا ڪَٻرِ نہ توهان جي طوطي کي اُڏائي وڃيِ.

ٻڍيِ ٻڍيِ کي ها ڪري ٿيِ. ٻڍو بہ ”ها“ ڪنڌ سان ڪري ٿو.

## درشيہ ڇهون

### ساڳيو نظارو ! [ بالڪني]

ماءُ : جڏهن کان توهان موٽيا آهيو، ڱُم سُم رهڻ لڳا آهيو. هر ڳالهہ مان ڇاهڙ ڪڍي ڇڏيو اَٿوَ ! چندُر توهان کي ڪُجهہ چيو ڇا؟

پيءُ : چندُر ماءُ ! تنهنجو پُٽُ چندر، مونکي ايئرپورٽ تي وٺڻ ئي نہ آيو ! ... هِڪُ پرديس، مان اَجنبي. اَڌ رات جو وقتُ. اَکيُن اَڳيان اَنڌيرو ڇانئجي ويو... ۽ ... ۽ ... اَکيُن مان بي-اختيار ڳوڙها وهڻ لڳا. مان .. مون ٻارَ جيان، بينچ تي ويهي، گونگا ڳوڙها پئي ڳاڙيا تہ منهنجي حالتَ تي قياس کائي هِڪُ نينگرُ مدد لاءِ آيو. گهبراهٽ وچان، ڳولهيندي بہ چندر جي اَئڊريس ۽ فون نہ مليا تہ هوُ ويچارو مون کي پنهنجي گهر وٺي ويو، منهنجي خدمت ڪيائين، مون کي پناهہ ڏنائين ۽ ٻئي ڏينهن مون کي، چندر جو گهرُ ڳولهي، درَ تائين پهچائي بہ آيو.

ماءُ : تہ توهان اُتي منهنجي چندر جي گهر پهتا !

پيءُ : ها ! پر درَ تي تالو لڳلُ هو. مان صبح کان شامَ تائين، بُکيو پياسو، هڪ وفادار ڪُتي جيان چندر جو درُ جهليو ويلو هوس، چندر ماءُ ! تہ تہ ... شامَ جو اِسڪول بس آئي جنهن مان ٻار لهي، هلندو اَچي منهنجي سامهون بيلو. هُن جي اِسڪول بئيج مان خبر پيئم تہ هوُ .. هوُ منهنجو پوٽو هو، تنهنجي چندر جو پُٽُ، چندر ماءُ ! خون خون کي نہ سُڃاتو. هوُ مون کان پري پري رهي نِهارڻ لڳو. آخر خونَ خونَ کي ڇڪيو. اَسان ٻئي هِڪَ ٻئي سان هِريِ مِريِ وياسين... اَڃا مون پنهنجي پوٽي کي ڇاتيءَ سان پئي لڳايو تہ نہ ڄاڻ ڪِٿان چندر جي امريڪن زال آ ڌمڪي. هُن مونکي گهٽِ وَڌ ڳالهايو، منهنجي بي عزتيِ ڪئي، مون تي ٻار چورائڻَ جو اِلزام هنيو ۽ پارت واسين لاءِ ڪُتا لفظ چيا. مون هُن کي ڏاڍو سمجهايو تہ

(پريان آواز... ٽالي الڪ جي ٻيڙو تار منهنجو....آهي آڌار تنهنجو....سنت ڪنور رام پنهنجي مستيءَ ۾ ڳائيندا نچندا ڏسجن ٿا)

پيءُ : ڪلاڪار تہ ڪڙورين پر اسانجو ڪنور رام ڪروڙن ۾ هڪ هو.

ماءُ : ڌنيہ آهي اُها ماءُ جنهن ڀڳت صاحبن کي جنم ڏنو. ڌنيہ آهي اُها ڀومي جتي هِنَ سنت جنم ورتو.

پيءُ : جنهنجي گهاٽ گهاٽ تي گونجي ويدن جي واڻي
مٺي جنهنجي مالڪ-موتي، اَمرتُ جنهنجو پاڻي!

## درشيہ پنجون

### ساڳيو درشيہ

[ٻيڙو ٻبڪار ويلي ويلي جهولا پيو کائي. ٻيڙي ٻور ٿي رهي آهي.]

ماءُ : پنڪيءَ پيءُ! اجا ڪهڙا ڪلاڪ ننڊ ڪندءُ. اُٿو....اُٿو.
(ٻيڙي اُٿاريس ٿي - جاڳي ٿو)

پيءُ : هان! ..... ڇا ٿيو؟

ماءُ : هيڏانهن! منهنجو تہ آڪبلائيءَ ۾ دم ٿو گهٽجي. توهان کي نہ لڳندو آهي تہ هيءُ گهرُ گهر نہ شاهي پڃرو آهي؟ ۽ اَسان بہ اُنَ پڃري ۾ قيد پکيئڙا پڃري جا!

ٻاهران آواز : ممي.....!

ماءُ : هيءُ ... هيءُ تہ منهنجي پنڪيءَ جو آوازُ آهي!

پنڪي : (داخل ٿي، ماءُ کي ٻاڪي پائيندي) ممي!

ماءُ : اَڙي منهنجي ٻچڙي ... اوچتو ئي اوچتو، نہ تارُ نہ ٽيليفونُ؟
[ اَليف، ب، پ داخل ]

پنڪي : ايئرپورٽ تان هوٽل پٺي وياسين. وٽ ۾ گهر اَچي ويو. سوچيوسين توهان ڪهن ڏيکاريندا ويچون ... (سڏيندي) چو ..چو!

ٻاهران آواز: ڪمنگ.. (داخل ٿي) ڪمنگ. چي چي! نَمسڪارم، ايوري ماڊي!

پنڪي : مِيٽ ماءِ هسبنڊ. [ شيشي جي برتن ڪرڻ، ڀڄڻ جو آواز ].

چو چو : آءِ ايم رَنگ ناٿم سوامي، فرام ڪئناڊا.

پنڪي : ممي! چوُ چوُ اِز وَنڊرفُل ڪُڪ! فاءِ اِسٽار هوٽل ۾ سروس اَٿس.

چو چو : يس يس! چي چي. ٿوز ماءِ فوڊ ويري ويري ويري مچ! ڪم ڊارلنگ، گيٽنگ ليٽ!

پنڪي : ساري، ممي! وي ول ڪم آگين. [ٻئي ٻاءِ ٻاءِ، ٽا ٽا، ٻاءِ ٻاءِ رٽيندا وڃن ٿا].

---

گهنٽين جي وچ ۾ ليفٽ-رائيٽ ڪندي اچانڪ فون جو رِسيور کڻي - آپ قطار ۾ هئِن پرتيڪشا ڪيجئي. چئي دروازو کولي ٿي تہ گهر جو نوڪر جين ٽاءِ ۽ شرٽ ۾ مَلبوس داخل ٿئي ٿو. اندر اَچي ٻُڍيءَ کي پيرين پئي، اِشارن ۾ پڇي ٿو تہ: هِنن ڪپڙن ۾ مان ڪيئن ٿو لڳان.)

ٻُڍي : نظر نہ لڳي، هيرو ٿو لڳين. (خوش ٿي ٻُڍي وٽِ اچي پيري پوندي هن کان بہ پڇي ٿو.)

ٻُڍو : اِشاري سان چويس ٿو: ٽاپ فرسٽ ڪلاس!

ٻُڍي : پر هِنن ڪپڙن سان تون گهر جا باسڻ ٻُهاري ڪندين؟

گنگو : (اِشارن سان) نہ هيءُ ڪپڙا لاهي، نڪر گنجي پائي ڪندس. (گنگو وڃي ٿو)

ٻُڍو : (فون ڏسي) آچا لنڪيو پيو آهين فومل مَل! آپ قطار ۾ هئن. (رِسيور رکي ٿو تہ وري فون جي گهنٽي) هيلو، ڪيرُ؟ موٽواڻي؟ ڪيئن ياد ڪيئہ دلبر...... ڇا؟....سچ! سنڌ جو درشن ڪرڻ جو بندوبست ڪيو آٿيئي....هڪُ مِنٽُ - هوم مِنسٽر کان پڇان ... منهنجي موٗمل ....

ٻُڍي : ڇڏ منهنجا راڻا.

ٻُڍو : تنهنجي ياءُ جو فون آهي. سنڌ هلندينءَ؟

ٻُڍي : پنهنجي جنم ڀومي، پنهنجي جيجل اماں ڏسڻ لاءِ نہ ڪيان، اهڙي نياڳي مان نہ آهيان. هيڏانهن! توهانکي تہ ياد هوندو تہ سِنڌ ڇڏڻ وقت سنڌو جل هٿ ۾ کڻي مون قسم کاڌو هو تہ وري جيستائين جنم ڀومي اچي سنڌڙيءَ جو درشن نہ ڪيو اٿم، مان مارويءَ جيان سِنڌ جو هي وَڳو، هي ٻُهٽا پنهنجي جان کان جُدا نہ ڪندس. (گنگو نوڪر گنجيءَ ۾ اچي ٿو)

گنگو : (اِشارن ۾ چئي ٿو) مان بہ هلندس.

پيءُ : ڇاٿو چوي؟

ماءُ : چوي ٿو مان بہ سِنڌ ڏسندس.

پيءُ : اسانجي اکين تي هلي...موٽواڻي اسان تي جٽا سِنڌ هلنداسين. پاسپورٽ ۽ پئسا شيان گنگو ڏيئي ويندءِ!.... ها. ها. (فون جو رکڻ)

پيءُ : چندر ماءُ سِنڌ هلنداسين. متيءَ ۽ ماڻهوءَ جو رِشتو ڪيترو نہ پوتر رِشتو آهي.

گنگو : (سنت ڪنور جو فوٽو ٻُڍي کي ڏيکاري اِشارن سان پڇي ٿو تہ ڪيرُ آهي)

ماءُ : هي آٿئي سنت شرومڻي، آمر شهيد ڀڳت ڪنور رام .... هيڏانهن! توهان ڪيو هو ڪنور رام جو درشن؟

پيءُ : اُن وقت مان ٻار هوس. مون هنن اکين سان سنت ڪنور رام جن کي لولي ڳائي رام ريجهائي بي-جان ٻارَ کي نئون جيون ڏيڻ جو ڪرشمو ڏٺو آهي. ڇا تہ ڀڳت ڪنور رام جي آواز ۾ تاثير هو.

شاديءَ لاءِ ها ڪئي آهي.

ماءُ : (فوٽو ڏسي) تارا مونکي وڻي.

آلومل : ءَ هي فوٽو آٿوءَ پنڪيءَ لاءِ - پوپٽ لال جو، آنڪل.

پيءُ : پنڪيءَ ماءُ ! پوپٽ جبرو ته نٿو لڳي (ڪلندي) پر، ولين به نٿو لڳي.

آلومل : ته گهرايو مهراج کي. ڪڍايو مهورت. ڪرايو ٻوڏي!

پيءُ : تڪڙ ڪم شيطان جو الف. ب. پ، A.B C ....
فوٽا چندر ءَ پنڪيءَ کي موڪلبون ٿا. ٻارن ها ڪئي ته نه صرف تنهنجي ٻوڏي ڪرائبي پر منهن به مٺو ڪرائبو، بس.

(سيني جو ڳاڙيل لهڪ)

## درشيہ چار

### ساڳيو نظارو

[ ٻدو ڪيالن ۾ گم آهي- ٻدي آڱرين تي ڳڻي ٿي ڇپن ۾.]

ماءُ : پنڪيءَ پيءُ.

پيءُ : جيءُ چندر ماءُ، جيءُ. تون ته سؤ سال جيءُ!

ماءُ : چندر ءَ پنڪيءَ جي شادي ڪرائي- گهڙ ٻارن حوالي ڪري، اسان ٻڏو ءَ ٻڏي هلي ويندا سين - هريدوار، لڇمڻ جهولا، جمنوتري ، گنگوتري، ڪمدارناٿ، بدريناٿ - چئني ڌامن جي تيرٿ ياترا ڪري جنم سڦلو ڪرڻ، ڪمڻ؟

پيءُ : چندر ماءُ ! اِنسان ڪيترو نه ڳهيلو آهي. ڏس ته، تون ءَ مان چار ڏاڪا لهي چڙهي نٿا سگهون ءَ سڌون پيا ڪيون چئني ڌامن جي تيرٿ ياترا جي. نه ڪري نارائڻ، تيرٿن تي جي توکي يا مونکي ڪجهه جي ٿي پوي نه.....

ماءُ : شُپ شُپ ٻولو. ڪجهه نه ويندا سين. بس خوش!

( درواري جي گهنٽي، ٻڏو دروازو کولڻ وڃي ٿو).

ٻڏي : خبردار اَڳتي دروازو توهان کوليو هو، هاڻي منهنجو وارو آهي.

(وڃي ٿي ته ٽيليفون جي گهنٽي به ٿي وڄي)

ٻڏو : اَڳتي ٽيليفون تي به مون ڳالهايو هو. ڪٿي ٿي يا مان ڪڻان؟

( ٻڏي ٽيليفون کڻڻ ٿي وڃي ته دروازي جي گهنٽي، دروازو کولڻ ٿي وڃي نه ٽيليفون جي گهنٽي. ٻڏي دروازي ءَ ٽيليفون جي وچ ۾ ڦٿي

مِٺائي، مٺائيءَ سان مِٺا ڪريم وارا بسڪيٽ ۽ مکڻ ٽوسٽ کاوان. انڪل چوندو آهي تہ جي ڪارائجي تہ دِل کولي، نہ تہ نہ، ڪيئن اَنڪل؟

پيءُ : سياڻي، اسان سِنڌي تہ، ڪيوليون، ڪانون، ڪُتن کي بہ ڪارائيندا آهيون. ٻُڪين کي ڪارائِڻ پُڇ اَٿيئي. ٻُڪيو سمجهي ڪارائينس.

آلومل : اَخبار ڏيو تہ، (اَخبار ڏسندي) انڪل اَخبار ۾ منهنجو فوٽوا ڏسو - ڏسو. (وري ڏسي) لکہ جي لعنت ٿئي!

پيءُ : ڇا ٿيو؟

آلومل : اَنڪل مان توهانجي سامهون جيئرو جاڳندو ويٺو آن ني. ڏسو - ڏسو هِنَ اَخبار واري ''پڳڙين'' ۾ منهنجو فوٽو ڇاپيو آهي !!

پيءُ : اَخبار وارن کي تون پنهنجو فوٽو ڏيئي آيو هوندين، تڏهن تہ...

آلومل : اَخبار واري کي مان پنهنجو فوٽو، منهنجي آلومل بصرمل مئريج بيورو جي اِشتهار ۾ ڇاپڻ لاءِ ڏيئي آيو هوس. هُنن هِن سُرڳواسيءَ جو فوٽو منهنجي اِشتهار ۾ ۽ منهنجو فوٽو هن جي پڳڙين ۾ ڇپيو آهي. دلال آهيان. باندرا کان بوريوليءَ تائين رستن جا ڪُتا بہ مونکي سُڃاڻـدا آهِن. سوين فون پرچاٽيءَ جا گهرِ آيا هوندا.

پيءُ : ڪُتن جا؟

آلومل : نہ، توهان جهڙن جا. انڪل منهنجي جال تہ ويچاري منهنجي جيئري ئي وڌوا ٿي ويئي، يا نہ؟ (ٻُڌي چانءِ سان داخل)

ماءُ : الف. ب. ب! منهنجي چندر ۽ پنڪيءَ لاءِ بہ گهرُ ڏِسُ. سِکَن ۾ توري دلالي ڏيندي ماءِ!

آلومل ضرور - ضرور - آنٽي! پر هِن اَخبار ۾ پنهنجو پڳڙين ۾ فوٽو ڏسي ٻُکہ ئي مري ويئي آهي. اَنڪل مان، هي اَخبار ۽ هيءُ ٽري ئي گهر کڻي ٿو وڃان. سُيان اَخبار ۽ ٽري هٿي واپس ڏيڻ ايندُس. (وڃي ٿو)

## درشيہ ٽيون

### ساڳيو نظارو

[ پيءُ ماءُ - گهر جو نوڪر ڪنگوُ ۽ آلومل نظر ٿا اچن. سيني جو گڏيل ٺهڪُ]

آلومل : جيڪو ڪوڙ ڳالهائي، سُرڳہ وڃي. اَنڪل، آنٽي! هِن سيٺ پِتمل ڏيئومل دوَلتراماڻيءَ جي ڌيءُ، تارا کي پنهنجي فلم ۾ هيروئن کڻڻ لاءِ ممبئي، مدراس، ممباسا، هاليوڊ جا مشهور پروڊيوسر ڊاريڪٽر منٿون ڪري موٽي ويا. توهانجي پٽ چندر جو نصيب سُٺو آهي جو تارا چندروءَ جو فوٽو ڏسي

ماءُ : چندر ويو امريڪا ...... پنڪي بہ ويئي ڪئناڊا. ٻارن سان گهر ۾ ڪبتري نہ رونق لڳي پئي هوندي هئي. هاڻ تہ هيءُ خالي خالي گهر .... کائڻ ٿو اچي.

پنڪيءُ : پنڪيءُ ماءُ ! شروع شروع ۾ مهيني ٻن مهيني چندر يا پنڪيءُ جي، چٺي يا فون ايندو هو هاڻ.... هاڻ تہ ڪيترا مهنا گذري ويا آهن.... نڪا چٺي نڪو فون !

(دروازي جي گهنٽي)

ماءُ : (جڏهن جواب مان هاڻي) منهنجي چندر جو فون هوندو (فون طرف جلدي وڃي رسيور کڻي) چندر ... چندر پٽ... پٽ ڳالهائي نہ، ڇو پيو پڇيءُ ماءُ کي ترڙائين ... چندر ... چندر... هيڏانهن ! آواز ٻڌڻ ۾ نہ ٿو اچي.. چندر پٽ ڳالهائي نہ. پنڙا ! تنهنجو آواز ٻڌڻ لاءِ ڪن ٿا سڪن. من ٿو ترڙي چندر...چندر

پيءُ : فون جي نہ، چندر ماءُ ! دروازي جي گهنٽي وڳي هئي.

(دروازي جي گهنٽي)

پيءُ : (دروازو کولي - ڏسي) اچ اچ الف.ب.پ.

آلومل : (داخل ٿيندي) آنڪل ! منهنجي نالي جون چو ٿا ڀڳڙيون ڪبو. منهنجو نالو الف.ب.پ. نہ پر آلومل بصرمل ٻڌيراماڻي آهي. ايوءِ ٻڌيءُ ۾. شارٽ ڪٽ ڪرڻو ٿي اٿوَ تہ سنڌيءُ ۾ نہ، انگريزيءُ ۾ ڪبو تہ A.B.C (خوش ٿي) اي. بي. سي. انڪل هيءُ نالو تہ ورلڊ فيمس نٿو لڳيوءِ ؟ اي. بي. سي.

[آلومل آهي ٻڏڙو پر ڪپڙا چٽاپٽي نوجوانن جهڙا پائيندو آهي ۽ پاڻ کي اجا جوان ثابت ڪرڻ لاءِ سيني کي انڪل آنٽي چوندو آهي.]

ماءُ : ادا الف.ب.پ. !

آلومل : آنٽي !

ماءُ : (کلي) چڱو ادا، اي. بي. سي ! آيو آن تہ وهندين ۽ چانءِ-پانءِ تہ ضرور پسنديدين ؟

آلومل : نہ آنٽي. ڏاڍو تڪڙو آن ڪبن ! (وهندي) وڃڻ جو ٽيم ٿي ڪونهي ! مان هيءُ ڪل جي اُڌاري ورتل اخبار واپس ڪري، اڄ جي اخبار اُڌاري وٺڻ آيو آهيان. انڪل وٺو هيءُ واسي اخبار، ڏيو تازي اخبار تہ مان وڃان.

پيءُ : پر وحس ڪٿي ٿو ؟

آلومل : وڌوءِ سہ وڃين، هاڻ ڪم نہ ٿيندوا..... آنٽي گهوڙي کي گهوڙي ڏيڪارڻ ٿي ويس مائٽي ٿي تہ ٻوڙي ٿيندي. آلومل بصرمل ميڙيچ ببوڙو جو ناموس ٿيندو. هاڻ هيئن ڪيو. ڊڪڙو گِلاس ڀڃ ڪبر جي چانءِ پيئاريو. ها، اُن ڏينهن وانگر چانءِ ۾ ملائي جهجهي وجهجو. ۽ اُج منهنجي دل آهي تہ

مٽي آهي تنهنجي ماتا، جنم مرڻ جا جنهن سان ناتا
رشتا رت جا ڪيئن ٽوڙيندين، جيجل ڪان ڇا مُونهن موڙيندين
ڏينديءِ ماءُ مٺار او ميان
وهندين ڪيئن تون وطن وساري
وهندين ڪيئن تون وطن وساري. (فيڊ- آئوٽ گيت)

[گيت هلندي وچ ۾ پهرين گهر جو نوڪر گنگوُ سوٽڪيس، شولڊر بئگ آڻي رکي ٿو. ڌيءُ پنڪي ماڊرن ڊريس ۾ پوڄا جي ٿالهي، ڏيئو ٻريل آهي، کڻي ٿي داخل ٿئي ٿي نہ ڪجهہ پلن ڪانپوءِ پٽ چندر فل سوٽ ۾ تيار - هٿ ۾ بريفڪيس اٿس. اچي صوفا تي ويهي، بريفڪيس کولي چيڪ ڪندي.]

چندر : اَمان ... جيجل اَمان !

پنڪي : بردر ! تنهنجو پاسپورٽ، ٽڪيٽ ۽ ڊاڪيومينٽس (ڏِئيس ٿي)

چندر : ٿئنڪس ! (ماءُ داخل ٿئي ٿي. چندر پيرين ٿو پويس)

ماءُ : جڳ جڳ جيءُ منهنجا پٽڙا - پٽ، اچا بہ ويل ويئي ڪانهي پنهنجي مٽي، پنهنجو گهر، پنهنجو ديس ڇڏي نہ وڃ !

چندر : او مم ! ...امان ٽي سال ڇپٽي وڃائيندي گذري ويندا تنهنجو پٽ، اسٽيٽس مان وڏو ماڻهو بڻجي اِنڊيا ايندو. امئريڪا ۾ منهنجو پنهنجو بنگلو، بزنيس ۽ اِسٽئٽس هوندو.

پيءُ : پٽ، جهوُلڻ جي ديا سان عزت مان، ڌن دولت، بزنيس، سڀ ڪجهہ تہ آهي اسان وٽ. گهر ۾ ڪهڙي ڪمي آهي ؟

چندر : ڪمي اسانجي گهر ۾ نہ پر ديش ۾ آهي.

پيءُ : تہ بہ پٽ پنهنجا نيٽ بہ پنهنجا ٿيندا آهن. پٽڙا پراون ڪهڙو ساه !

چندر : (پيرين پوندي) پليز ڊئڊ ... توهان صرف آسيس ڪيو

پيءُ : جُٽُ، پٽ ! شل جُٽي ڪٽي اچين.

پنڪي : بردر ! مونکي بہ اَمريڪا گهرائڻ نہ وسارج.

چندر : تنهنجي ويزا تيار هوندي. جهٽ تنهنجي ويزا انڊيا، پٽ! تون امريڪا (بنهي جو گڏيل ٽهڪ)

## درشيہ ٻيون

ساڳيو گهر

[ پيڊو پيڊي گهر ۾ اڪيلا خاموش ويٺل ڏسجن ٿا ۽ ڏسجي ٿو هڪُ پڃرو جنهن ۾ بہ پکي قيد آهن.]

# پَکيئَڙا پڇيري جا

مدن جماڻي

پاتر :-

| | | | |
|---|---|---|---|
| (۱) | پيءُ جي رول ۾ | .... | مدن جماڻي |
| (۲) | ماءُ جي ڪردار ۾ | .... | پشپا مالڪي |
| (۳) | نوڪر | .... | راج لوچاڻي |
| (۴) | چندر | .... | پوَن موُرداڻي |
| (۵) | الف. ب. پ. | .... | رميش مهتا |
| (٦) | پنڪي | .... | پنڪي جماڻي |
| (۷) | جي. جي | .... | انيل ڪتري |
| (۸) | ڀڳت ڪنور رام | .... | ڪنبالعل لعلواڻي |

| | | |
|---|---|---|
| ميوزڪ | : | سي. ارجن |
| گيت | : | گورڌن ڀارتي |
| بئڪ گرائونڊ ميوزڪ | : | لڇو گمحي |
| ميڪ اپ | : | هريش ڀاٽيا |
| پراڊڪشن انچارج | : | ڪي ڪمار |
| هدايتڪار | : | مدن جماڻي |

پهريون درشيہ

شاهوڪاري گهر جو ديوان کانو

{سنڌي حقو، سنت ڪنوررام جو شاهي فوٽو، سنڌ جو رنگين الف. ب. پ. وچ ۾ لڪيل، فوٽو موهن جي دڙي جو، پوڄاري ترڪي، ڏٻي جون ڏاٽن جون لڪيل وڏيون گهر سينگاريندڙ موُرتيون، ليمپون، ٽي. وي.، صوفا سيٽ، غاليچو ۽ ٻيو دلڪش گهرو سامان.}

[ پيءُ ماءُ ٻيئي نظر ٿا اچن. ماءُ کي سنڌي ڊريس، نڪ ۾ نٿ، سنڌي سٿڻ چولو وغيره پيل آهن ته پيءُ کي سنڌي ڪرتو پئجامو، ٽِلي ٽوپي وغيره.]

: چندُر ماءُ ! چندُر کي سمجهاءِ ته، پنهنجي مِٽي پنهنجو گهر پنهنجو ديش ڇڏي، پرديس نہ وڃي ! (ماءُ ڪنڌ سان ها ڪري، ڪمري طرف وڃي ٿي ته ٻڌي ٿو فضا ۾ گيت) :-

ڊاڪٽر : هلو، جلد هلو! (ترسي) آشوڪ تڪڙا ساهه کڻي ٿو؟

آشوڪ : آشوڪ! پُٽ! تون ڪجهه چوڻُ ٿو چاهين ڇا؟

ساوتري : (روئندي روئندي، لڙڪڙائيندڙ لفظن ۾) هي ڀڳوانَ، منهنجي پُٽ جي رکشا ڪيو، منهنجو ٻچو مون کي بخشي ڏيو. مون تي رحم ڪيو. هي پريو! هي ڇا ٿو ڪرين؟ آسان کان ڪهڙي خطا ٿي جو آسان کي ههڙي سزا ٿو ڏين؟ ڪهڙيءَ ڀُلَ ڪري آسان کي هيءُ ڏينهن ڏسڻو ٿو پوي، پريو؟ هي ڀڳوانَ! منهنجي لال کي جيون دان ڏيو، هن تي مهر ڪيو، مالِڪَ! هن ڏائڻ بيماريءَ کان منهنجي ٻچي کي بچايو، ڀڳوانَ! منهنجي پُٽَ جي جان بچايو(روئندي)

ڊاڪٽر : پليز! توهان شانتي ڪيو. آشوڪُ ڪجهه چوڻُ ٿو چاهي.

ساوتري : چئُه پُٽَ! ڇا ٿو چوڻُ چاهين تون؟ (روئندي)

آشوڪ : : ماں، ... ماں هاڻي وڌيڪ ڪونه جيئندُس. ماں ... ماں جنهن خطرناڪ ايڊس بيماريءَ ۾ ڦاٿل آهيان، جيڪا لاعلاج بيماري آهي، ماں ... ماں... هاڻي موٽَ کي پنهنجي ويجهو ڏِسان ٿو. موٽُ منهنجي سامهون ئي آهي. ماں ... ماں ... هاڻي ڪونه جيئندُس. پَرَ ... پَرَ ... آخر ۾، ... آخر ۾ (سهڪندي) (کنگهي ٿو) ماں ياڻرن ڀينرُن کي اِها ئي صلاح ڏيندُس ته توهان جلد ئي هِنَ بيماريءَ جا ڪارڻ ڄاڻو، انهن تي عمل ڪيو. ماں قبول ٿو ڪيان ته مون ۾ خراب عادتون هيون. ماں ... ماں ... خراب عورتُن ۾ ڦاٿلُ هوس. ماں شراب ۽ نشو به ڪندو هوس. هِنَ دُنيا جا هر عيش حاصل ڪرڻ لاءِ ماں خراب عادتُن جو شِڪار بڻيُس. نتيجو.... نتيجو.... اِهو نِڪتو جو مون هيءَ بيماري حاصل ڪئي.

منهنجي نؤجوان ياڻرن ۽ ڀينرُن کي اِها ئي وينتي آهي، صلاح آهي، ته جهڙي منهنجي حالتَ ٿي آهي آهڙي شلَ توهان جي نه ٿئي، پنهنجو خيال ڪيو ۽ هِنَ بيماريءَ کان دور رهو، پاڻ کي سنڀاليو، خراب عادتُن کان دور رهو ... ۽ ... ۽ ... پنهنجي زندگيءَ کي نرڳُ نه بڻايو، ايڊس جهڙي خطرناڪ بيماريءَ کان دور رهو، اِنَ کي سمجهو ۽ اِنَ کان دور رهو. جيئن منهنجي سونهري زندگيءَ کي ايڊس روپي گرهڻُ لڳي ويو آهي، جي توهان به پاڻ نه سنڀاليو آهي ۽ خراب عادتن کان دور نه رهيا آهيو ته ڪٿي توهان به هِن گرهڻ جا شِڪار نه بڻجو ... هِنَ بيماريءَ کي سمجهو ۽ ڌيان رکو، پاڻ کي سنڀاليو ... هن کان دور رهو... هِن کان دور رهو ...

آشوڪ سهڪي ٿو کنگهي ٿو آخر هو چپ ٿي وڃي ٿو.

ساوتري ۽ موهن : آشوڪ .... !! رڙ ڪندي .... روئن ٿا.

❖❖❖❖❖❖❖❖❖❖❖❖❖❖

ڻو يا ڪو ايڊس بيماريءَ وارو شخص ڪنهن تندرست استريءَ سان سنيوڳ ڪري ته اُن استريءَ کي به ايڊس ٿي سگهي ٿو ۽ پوءِ اِها استري ٻئي ڪنهن پُرش سان سنيوڳ ڪري ته اُن کي ايڊس جهڙي خطرناڪ بيماري ٿي سگهي ٿي.

ايڊس وارو شخص ڪو نشو ڪندو هجي ۽ اهو سئي پنهنجي بدن ۾ هڻي ۽ اها ساڳي سُئي ڪو ٻيو شخص نشو ڪندڙ پنهنجي بدن ۾ هڻي ته اُن کي به ايڊس جهڙي خطرناڪ بيماري ٿي سگهي ٿي.

هي سڀ ايڊس جي بيماري ڦهلجڻ جا ڪارڻ آهن. اِنَ ڪري ئي ڊاڪٽرن جي صلاح آهي ته اِنهن مٿيُن ڳالهيُن کي ڌيانَ ۾ رکو. هِنَ بيماريءَ ۾ شرير جو ڪوئي به روڳُ کهڙين به دوائُن وڻڻ سان ٺيڪ نه ٿيندو آهي ۽ آهستي آهستي اِنسان موُتَ طرف ڊوڙندو آهي.

موهن لال : پَرَ ڊاڪٽر صاحبَ! منهنجي پُٽَ کي ڪائي به اَهڙيءَ طرح جي عادتَ ڪونهي. هو ڪڏهن به ٻاهر اَهڙا ڪَمَ نه ڪندو هوندو، اِهو وشواس آهي مون کي.

ڊاڪٽر : توهان چوويهه ئي ڪلاڪ ته ٻاهر پنهنجي پُٽَ سان گڏ ڪونه ٿا رهو جو توهان کي خبرَ پوي!

موهن لال : پَرَ، پَرَ، مان اِهو مڃڻ لاءِ تيار نه آهيان!

ڊاڪٽر : اِها توهان جي مرضي آهي، باقي جيڪو منهنجو فرض هو، اُهو مون پوروڪيو.

موهن لال : (نرم ٿيندي) ڊاڪٽر صاحبَ! توهان جيڪو ٻڌايو، اُن ۾ به پريشانيون منهنجي پُٽَ ۾ آهن. هِڪَ لنبي عرصي تائين کنگهه، جيڪا لهڻ جو نالو ئي ڪونه ٿي وٺي؛ ۽ ٻي پيٽ نه اُچڻ جي تڪليف. ٻي کنگهه اَچڻ تي هوُ هي گوريون وٺندو آهي.

ڊاڪٽر : هيَ! اِهي ته نشي جون گوريون آهن، موهن لال! (ترسي) لڳي ٿو توهان جو پُٽُ نشو به ڪندو آهي.

موهن لال : اِها شنڪا هاڻي مونکي به آهي. (ترسي، روئڻ-هارڪو ٿيندي) ڊاڪٽر صاحبَ! مان هِڪُ دفعو وري جاچَ ڪرائڻ چاهيان ٿو، اَشوڪ جي.

ڊاڪٽر : بيشڪ ڪرايو. ۽ توهان کي وشواس ٿئي، اِهو ضروري آهي.

موهن لال : مان اَڄُ ئي هُنَ کي توهان وٽ وٺي ايندُس.

ڊاڪٽر : ضرور، ضرور! چڱو، مان هلان ٿو. ( ممُوزڪ )

ساوتري : هيڏانهن - (گهٻرائيندي، ڏڪندي) هيڏانهن ٻڌو ته، ڏسو ته سهي، اَشوڪَ کي ڇا ٿو ٿئي.

موهن لال : اَڙي! اَشوڪُ ته تڪڙا ساهه ٿو کڻي. مان اِجهو ڊاڪٽر کي سڏي ٿو اَچان. ڊاڪٽر صاحبَ! ڊاڪٽر صاحبَ! جلد هلو، ڏسو ته اَشوڪ کي اَلائي ڇا ٿو ٿئي.

(۱) شريرَ جي وزنَ جي ڪمي ٿيڻُ.

(۲) هِڪَ مهني کان وڌيڪ لڳاتار دَستَ ٿيڻُ، ڪاڌو نہ پچڻُ.

(۳) هِڪَ مهني کان وڌيڪ لڳاتار بُخار چالو رهڻُ.

(۴) سَدائين سخت ٿڪاوٽَ محسوس ڪرڻُ.

(۵) دوا وَٺندي هوندي بہ هِڪَ مهني کان وڌيڪ کنگهہ جو چالوُ رهڻُ

(٦) سُڀاءُ چڙچڙو ٿيڻُ ۽ ڪروڌي ٿيڻُ.

(۷) معمولي سَرديءَ مان ٽي.بي. يا تکڙي ڪمزوري

(۸) شرير روڳ ڌارڻ ڪري تہ روڳ کي دور ڪرڻ جي شڪتي نہ رهي.
ڪا بہ دوا وٺڻ سان شرير جي بيماري ٺيڪ نہ ٿيڻُ.

موهن لال : (سوچيندي) اَشوڪَ کي بہ تہ ڪيتري وقتَ کان وني کنگهہ آهي، لهيس ٿي ڪونہ ٿي.

ڊاڪٽر : مغز جي بيماري ٿيڻُ، جهڙوڪ ننڊَ نہ اَچڻُ، چَڪرَ اچڻُ، يادِ شَڪتي گهٽجي وڃڻُ، ڳالهائڻ ۾ تڪليف ٿيڻُ، اِهي بہ مُکيہ نِشانيون آهِن. اِنهن مان ڪي بہ ٻہ يا وَڌيڪ نشانيون هجن تہ ضرور شنڪا وجي تہ شايد هنکي ايڊس هجي ۽ جاچ ڪرائڻُ ضروري آهي.

موهن لال : ڊاڪٽر صاحب اِهي تہ نِشانيون آهِن پر اهو روڳہ ٿئي ڪيئن ٿو؟

ڊاڪٽر : جيڪي رَتَ جو واپار ڪندا آهن انهن دواران بہ ايڊس ڦهلجندو آهي.

موهن لال : اهو وَري ڪيئن؟

ڊاڪٽر ڪندو : ڏسو ڪنهنکي ايڊس جي بيماري هجي ۽ هو پئسن جي خاطر رَتُ دان هجي ۽ بعد ۾ ڪنهن اَڻڄاڻ ڊاڪٽر طرفان پِڱل ۾ ٻئي ڪنهن شخص عوَرت يا مرد کي رَتُ ملي تہ هنکي بہ ايڊس ٿي سگهي ٿي.

(۲) ڪنهن ايڊس جي بيمار کي هنيل سُئي پِڱل مان ڪنهن ٻئي کي هڻي تہ اُن کي بہ ايڊس ٿيندو آهي ڇاڪاڻ تہ اِها سُئي ايڊس جي جيوڙن سان لڳل هوندي آهي، ۽ بنا گرم ڪرڻ جي ٻين کي لڳڻ تي ان سُئيءَ کي لڳل ايڊس جا جيوڙا تندرست شخص جي شرير ۾ وڃي ايڊس ڦهلائي سگهن ٿا.

(۳) حجم جي دُڪان تي ڪنهن شخص کي ايڊس هجي ۽ ڏاڙهي لاهرائيندڙ جو رتُ نڪري تہ اُهي ايڊس جا جيوڙا ان بليڊ تي لڳن ٿا ۽ وري اُها ئي بليڊ ٻئي ڪنهن تندرست شخص جي ڏاڙهي لاهڻ ۾ ڪم آڻجي تہ اُهي جيوڙا تندرست شخص جي شرير تي لڳن ٿا ۽ هي جيوڙا رتُ شخص ۾ ايڊس ڦهلائي سگهن ٿا.

(۴) اهڙي ڪنهن بازاري عوَرت سان جنهن کي ايڊس جي بيماري هجي اُن سان بنا ڪنهن ساڌن جي سنيوڳہ ڪرڻ سان بہ تندرست شخص کي ايڊس ٿئي

| | | |
|---|---|---|
| ڊاڪٽر | : | توهان جي پٽ آشوڪ کي هڪ خراب بيماري آهي. |
| موهن لال | : | خراب بيماري!؟ (ڏڪندي) هي، هي توهان ڇا چئي رهيا آهيو، ڊاڪٽر صاحب (عجب ۾) |
| ڊاڪٽر | : | ڏسو، همت رکو! هي هڪ شنڪا آهي. رپورٽ ۾ ته ائين آيو آهي، پر وري به هڪ دفعو چيڪ ڪبو. |
| موهن لال | : | پر اها خراب بيماري آهي ڪهڙي!؟ توهان ٻڌايو ڇو ڪين ٿا، ڊاڪٽر صاحب!؟ ۽ توهان کي اها خبر پيئي ڪيئن!؟ |
| ڊاڪٽر | : | پاڻيءَ جو گلاس ملندو؟ |
| موهن لال | : | ساوتري! وڃُ ته، پاڻيءَ جو گلاسُ ته ڀري آڻ. |
| ڊاڪٽر | : | موهن لال! ڪالهه آشوڪ ۽ سندس ڪُجهه دوست رَتُ دان ڪرڻ لاءِ آيا هئا. دراصل، مان بلڊ بئنڪ ۾ ڊاڪٽر طور سروس ڪندو آهيان. بلڊ ولندي چيڪ ڪيوسين ته توهان جي پٽ آشوڪ جي رَتَ ۾ H.IV جيوڙا آهن. |
| موهن لال | : | مطلبُ....؟ |
| ڊاڪٽر | : | مطلب ته هُن کي ايڊس (AIDS) جي خطرناڪ بيماري آهي. |
| موهن لال | : | ڊاڪٽر صاحبَ!! توهان هيءُ ڇا چئي رهيا آهيو؟ توهان کي اِنَ جي ڪا خبرَ آهي!؟ موهن لال ڏڪندي چيو. |
| ڊاڪٽر | | جي، موهن لال! مان جيڪي چوان ٿو، اُهو سڀُ سچُ آهي. بلڊ ٽيسٽ ۾ غلط نٿو ٿي سگهي. |
| موهن لال | : | (گرم ٿيندي) اِهو امپوسيبل، ائين هرگز نٿو ٿي سگهي، ڊاڪٽر صاحبَ! |
| ڊاڪٽر | : | ڪاش، اِئين هجي ها، ته مون کي ڏاڍي خوشي ٿئي ها، پرَ بدقسمتيءَ سان اِهو سچُ آهي. |
| موهن لال | : | ڊاڪٽر صاحبَ! ڇا اِها رپورٽَ غلط نٿي ٿي سگهي؟ (ترسي) ٿي سگهي ٿو توهان ڀُلَ ۾ ٻئي ڪنهن جي رپورٽَ ڏٺي هجي. (ترسي) يا - يا ٿي سگهي ٿو ته ٻئي ڪنهنجي رپورٽَ ۾ منهنجي آشوڪَ جو نالو (گهرائبندي). |
| ڊاڪٽر | : | موهن لال! ايئن هرگز نه ٿيندو آهي. رَتُ وٺڻ مهل ٿي بلڊ-ڊونَرَ جو نالو وغيره سڀُ لکندا آهيون. موهن لال! هِنَ بيماريءَ جو ڪوبه علاجُ ڪونهي، هيءُ خطرناڪ .... |
| موهن لال | : | ڊاڪٽر صاحبَ! ايئن نه چئو. ضرور ڪو نه ڪو علاجُ هوندو. ٻُولهيو، جلدي ٻُولهيو. منهنجي پٽَ جي جان بچايو. (ڪِن پل ترسي) ڊاڪٽر صاحبَ! هيءُ بيماري ٿيندي ڪيئن آهي!؟ |
| ڊاڪٽر | : | اِها توهان سُٺي ۽ صحيح ڳالهه پڇي آهي. ايڊس ٿيڻ جا هي ڪارڻ آهن : |

ساوتري : آخر آهي ڇا !؟

موهن لال : ساوتري ! اِهي گوريون نشي جون آهن. آلائي ڪڏهن کان تو وٺي اِهي گوريون ! آشوڪ نشو تو ڪري، اِن جي خبرَ آسان کي نہ پيئي. ٻيو بہ آلائي ڇا ڇا ڪندو هوندو ٻاهر ! مون کي تہ چنتا وٺي ويئي آهي. (ڏڪندي، روُئڻ-هارڪو ٿيندي)

ساوِتري : نَشي جون گوريون !؟ نہ نہ. توهان ڪوُڙ ٿا ڳالهايو. منهنجو آشوڪ ڪڏهن نشو نہ ڪندو آهي. توهان ڪوُڙ ٿا ڳالهايو !

موهن لال : ساوِتري ! مان ڪوُڙ ڪونہَ ٿو ڳالهايان. اِهي نشي جون ئي گوريون آهِنِ. تون مون تي وِشواسُ ڪر.

ساوِتري : هي ڀڳوانَ ! هيءُ ڇا ٿي رهيو آهي آسان جو ! (سُڏڪا ڀري روُئي ٿي)

(ميوزڪ)

موهن لال : ساوِتري ! صبوح جا آٺَ ٿِيڻ تي آيا آهن، اَڃان چانهہ نصيب ڪونہَ ٿي آهي، ايڏي دير !؟

ساوِتري : هان وَٺو، چانهہ ۽ بسڪيٽَ. (بسي، ڪوپُ ۽ پليٽ رکڻ جو آواز ٿئي ٿو)

موهن لال : تون پنهنجي چانهہ نہ ڪٽي آئي آهين ڇا؟

ساوتري : ڪٽي ٿي اَڃان.

(دَرَ تي ٺڪ ٺڪ ٿئي ٿو. دَرُ کُلي ٿو)

ڊاڪٽر : موهن لال جو گهرُ هيءُ آهي؟ (ٻاهران آواز اَچي ٿو)

ساوِتري : ها ... جِئو، توهان ڪيرُ ؟

ڊاڪٽر : مان ڊاڪٽر ٻِجلاڻي آهيان. موهن لال جن سان گڏجڻو آهي. ضروري ڪم آهي.

موهن لال : اَچو، اَچو ! اَندر اَچو !

ڊاڪٽر : مان ڊاڪٽر ٻِجلاڻي آهيان. توهان سان ضروُري ڳالهائڻو آهي.

موهن لال : اَچو، اَچو ! ڪُرسيءَ تي ويهو. (ترسي) ڪٽو، چانهہ ڪٽو.

ڊاڪٽر : نہ، مان هينئَر ئي گهران پي پيو ٿو اَچان. مونکي اَڃان بلڊ بئنڪ بہ وَڃڻو آهي. (ترسي) هي، هي توهان جو پُٽُ آشوڪ آهي نہ !؟

موهن لال : ها ......

ڊاڪٽر : مان اُنَ جي باري ۾ ئي توهان سان ڳالهائڻ آيو آهيان، تہ آشوڪَ کي...

موهن لال : ڇا ٿيو آهي آشوڪَ کي، ڊاڪٽر صاحبَ ؟ (اُٻهرو ٿيندي) مونکي.. مونکي جلد ٻڌايو .... آشوڪَ کي ڇا ٿيو آهي؟ (گهٻرائيندي)

(اَشوڪ ڪنگهي ٿو. ڪنگهه وڌندي وڃيس ٿي.

ساوتري : ڇا ٿيئي، پٽ! اِها ڪنگهه وري ڪٿان آئي!؟

اَشوڪ : (ڪنگهندي) ممي! ممي!.. ممي! ... (سڏڪندي) ٿورو پاڻي ڏي ته! ء ها، ممي! منهنجي ڳاڙهي هيٺان ڳوريون پيون اَتيئي، ڪٿي آڄ ته!

ساوتري : (گهبرائيندي ... اُٻهرائيء وچان) هيڏانهن ... هيڏانهن، ٻڌو ته! .....

موهن لال : (ڇرڪُ ڀريندي) هان! هان! ڇا ٿيو؟ اَشوڪ! ... اَشوڪُ اڄان ڪونه آيو آهي ڇا؟

ساوتري : ها، اَشوڪُ ته ڪنهن مهل کان وٺي آچي ويو آهي، پر هينئر ڪنگهه ٿي اٿس. ڏسو ته... توهان مٿي تي هٿ ته گهمايوس ته مان ڳوريون ڪٿي ٿي اَچان.

موهن لال : اَشوڪ، پٽ! ڇا آهي؟ ڇا ٿو ٿيئي، پٽ!؟ اَهڙو ڇا ڪاڏو آڻئي جو ڪنگهه ٻجهي ئي ڪونه ٿي؟

اَشوڪ : پپا، پپا! مون کي روز ڪنگهه ٿيندي آهي (سهڪندي)

موهن لال : پوء تو اَسان سان ڳالهه ئي ڪونه ڪئي آهي!؟ دوا ورتي آٿئي ڪين نه؟

ساوتري : (ويجهو ايندي) هان وَٺُ پٽ! ڳوريون.

موهن لال : ڏسان اِهي ڪهڙيون ڳوريون آهين!؟ (ترسي) اَڙي! هي! ... هي! ڇا آهي؟ ڇا حون ڳوريون آهن هي، اَشوڪ !!؟

اَشوڪ : پپا! هي ڪنگهه حون ڳوريون آهن. مان اِهي ولندو آهيان نه مون کي فائدو ٿيندو آهي. (گهبرائيندي ... سهڪندي)

موهن لال : (غصي ۾) تون مون کي بيوقوفُ ٿو بڻائين!؟ هي ڪنگهه جو ڳوريون آهن!!؟

ساوتري : (وچ ۾) ڪنگهه جون ئي ڳوريون هونديون، نه ته وري ٻيون ڇا جون هونديون؟

موهن لال : تون وچ ۾ نه ڳالهاءِ، ساوتري! (ترسي) اَشوڪ، پٽ! هي ڪنگهه حون ڳوريون نه آهن، پٽ! هي نشي حون ڳوريون آهن، نشي جون. پيء کي بيوقوف بڻائڻ جي ڪوشش نه ڪر، سمجهئي!

(اَشوڪ پيء کان ڳوريون کسي ٿو)

موهن لال : هي... هي تون ڇا ٿو ڪرين، ڇا ٿو ڪرين، اَشوڪ؟ تون منهنجي هٿ مان ٿو کسين ڳوريون؟ (رور سان ڳالهائيندي، رڙ ڪندي)

اَشوڪ : پپا، هڪ - پپا، هڪ.. پليز. صرف هڪ ڳوري ڏيو.

موهن لال : نه، مان توکي هڪ به ڳوري نه ڏيندس. نه، بلڪل نه. (ترسي) اَڙي! اَڙي! هي! ڇا ڪَبُٺو ٿو؟ هان! نه وڃئه واتَ ۾، نه وڃئه! مان چوان ء ٿو نه ڪا!. (ترسي) اُف! هي ڀڳوانَ! مون کي حيڪو ڊپُ هو، اُهو ئي ٿيو. اَسان جي ته هڙ ئي حال ٿي ويئي.

ساوتري : توهان اَشوڪَ جي باري ۾ جيڪو سوچي رهيا آهيو، غلط سوچي رهيا آهيو
موهن لال : ڇا غلط آهي ڇا صحيح، اِن جي خبرَ مون کي، ڪِينَ توکي !؟
ساوتري : سڀُ ٺيڪ ٿي ويندو، توهان اَجائي ويٺا چِنتا ڪيو.
موهن لال : چِنتا تہ ٿيندي ئي نہ، اُپت گهٽ ۽ ڪپت وڌيڪ، پوُرت ڪونہ ٿي ٿِئي
وري جو ٻُڏو اَٿيرِ اَشوڪَ جو، تہ اَصل چِنتا وَني ويئي آهي، منهنجو تہ
دِماغُ ئي ڪمُ نٿو ڪري.
ساوتري : ڇڏيو، هاڻي اِهي اَجايا خيالَ ڪڍو مَنَ مان ۽ شانتيءَ سان ليٽي پئو.
اَشوڪُ بہ جاڳ آيو، اَچي تہ مان سمجهايانس ٿي.

(ميوزڪ)

(گهڙِيالَ ١٢ جا ٺڪاءَ هڻيا ... ١ - ٢ - ٣ - ٤ - ٥ ..... ١٢)

ساوتري : اوهہ ! ٻارهان ٿي ويا، منهنجو تہ دِماغُ ئي ڪمُ ڪونہَ ٿو ڪري. اَڃان
اَشوڪُ گهرِ ڪونہ آيو آهي. اَلائي ڪيڏانهن ويو هوندو !؟ (ترسي) هيءَ
بہ سچُ ٿا چَوَنِ، اَلائي ڇاٿو ڪري ٻاهر؟ ايتري دير تائين روز جو، اَلائي
ڪهڙن دوستن سان سَنگُ اٿسِ.

(دَرَ تي ٺڪ ٺڪ ٿئي ٿي، دَرُ کُلي ٿو)

ساوتري : اَشوڪَ ! شَرَمُ نٿو اَچيئي توکي !؟ ڪهڙا لڳا آهن، خبرَ اَٿيئي ڪينَ نہ!؟
هيتري دير ڇا پيو ڪرين ٻاهر؟
اَشوڪ : مَمي ! ريس ڪورس جي رِنگ روڊَ تي وييو هوس دوستن سان گڏُ.
ساوتري : پرَ ايتري دير؟ ماڻهو سَويرَ يرو گهر اَچي، اِنَ ۾ تڪليف ڪهڙي آهي!؟
اَشوڪ : مَمي ! دوستن سان گڏ ڳالهين ۾ وقتُ ڪيترو گذري ويو، خبرَ ئي ڪانہ
پيئي.
ساوتري : اِهي سُٺن ٻارَنِ جا لڇڻَ نہ آهِن، پُٽَ ! تنهنجو ڏئڏي بہ تنهنجي چِنتا
ڪندي هينئَرَ ئي ليٽيو آهي. هوُ بہ تنهنجي اِنهن حرڪتُن تي ڏاڍو
ڏکي آهي. اَڳتي ڌيانُ رکجانءِ ۽ سَويلَ يرو گهرِ اَچجانءِ. ۽ ها ! هٿُ
مُنهن ڌوئي اَچُ تہ مان رَسوئي پائي ڏيانءِ.
اَشوڪ : مَمي ! مون ٻاهر ناشتو ڪيو آهي. هينئَرَ بُکَ ڪانهي.
ساوتري : ٻاهر جو ڪِنُ-ڪچڙو کائِڻُ سُٺو ٿوري ئي آهي؟ اِنَ ۾ ماڻهو بيمار ٿي
پَوَندو آهي. بيمار ٿيندوَ، توهان کي بہ تڪليف تہ ماڻهن کي بہ تڪليفَ.
اَشوڪ : مَمي ! هاڻي ڇڏ نہ اِنَ ڳالهہِ کي. مون کي نِنڊَ ٿي اَچي.
ساوتري : مان تہ تنهنجي ڀلي لاءِ ٿي چوان. وڌيڪَ تنهنجي مرضي.

(ميوزڪ)

ساوتري : (کلیندي) کئي هوندائين اشوک جي ڳلا. پيو کو ڪن کي کو ڏنڏو!
موهن لال : ٻڌ ته سهين.. !
ساوتري : (کلیندي) ڇا ٻڌان؟
موهن لال : تون ته پاڻيءَ کان اڳ ويلي ڪپڙا لاهين. پهرين پوري ڳالهه ته ٻڌ.
ساوتري : ڇا؟ چئو، ڇا پئي چوائين، توهانجي مٺڙي دوست توهان کي.
موهن لال : چيائين اشوڪ هڪ ڇوڪريءَ جي چڪر ۾ آهي جيڪا اڳ......
ساوتري : آهي نه ساڳي ڳالهه. مان اِن نياڻي کي سڃاڻان. اِهو ءَ ڳالهه نه ڪري!؟
هون! مان اِهو مڃڻ لاءِ بلڪل تيار ڪي نه آهيان ڇا سمجهيو! منهنجو
اشوڪ اهڙو نه آهي.
موهن لال : مڃان ته مان به نٿو، پر رام ڪوڙ ته نه ڳالهائيندو.
ساوتري : ڪوڙ بلڪل ڳالهائيندو هوندو.
موهن لال : ٿي سگهي ٿو شايد مذاق کئي هوندائين (عجب ۾)
ساوتري : مونکي ته ڪجهه سمجهه ۾ نه ٿو اچي. ليڪ آهي اچي ته پڇانس ٿي.
موهن لال : مان به سڄو ڏينهن ڊوڙي ڊوڙي ٿڪجي پيو آهيان. ڪجهه پير دٻيا
ڪري وٺان.
(گهڙيال جي ٽڪ ٽڪ چالو آهي. گهڙيال ۹ جا ٽڪاءَ هڻي ٿو)
موهن لال : (پاڻ مرادو چئي ۾) اوهه! ۹ ٿي ويا آهن! پر اشوڪ اڃا تائين ڪونه آيو
آهي. منهنجي نيٺن ۾ ننڊ ڪونهي. ايندي به ڪٿان!؟ هڪ پاسي اشوڪ
جي چنتا ٻئي پاسي گهر جي آرٿڪ حالت چنتا ۾ وجهي ڇڏيو آهي.
ڪنهن به نموني پورتِ ڪانه ٿي پوي. مٿان مينا جي شادي بيلي آهي.
ڪوئي مٽ مائٽ ساٿ ڪونه ڏيندو. هر ڪو سوارٿي آهي. اشوڪ
گرئجيوئيٽ آهي، فرسٽ ڪلاس پاس آهي. پر هو نوڪريءَ لاءِ ڪوشش
ڪونه ٿو ڪري، ڇا ڪن جو فرض نه آهي ته هو ڪجهه مدد ڪري.
ساوتري : توهان اڃان ليٽيا ڪونه آهيو ڇا؟
موهن لال : (ڇرڪ پريندي) ڪون! نه... ڏڪهو ساهه کٽي ٿو.
ساوتري : ڪهڙن خيالن ۾ گم آهيو.
موهن لال : بس، ايئن ئي.
ساوتري : ته به، ڪجهه ته ٻڌايو.
موهن لال : اشوڪ جي باري ۾ ئي سوچي رهيو هوس.
ساوتري : اوهه! ڇا سوچي رهيا آهيو توهان ڪن جي باري ۾؟
موهن لال : اِهو ئي سوچي رهيو آهيان ته.....
ساوتري : (ڪلیندي) ته....
موهن لال : ته ڇا ٿيندو اشوڪ جو... (ٿورو ترسي) هن گهر جو... !!؟

موهن لال : ڇو؟ تون هن جي ماءُ آهين. توکي خيال رکڻ گهرجي ته هو ڪيڏانهن ٿو وڃي اچي.

ساوتري : ڇا مطلب؟

موهن لال : تون ماءُ آهين تون خيال رکيس نه ته ڪاڏي ٿو اچي وڃي.

ساوتري : توهان به ته هن جا پيءُ آهيو ته پوءِ توهان ڇو نه ٿا خيال رکوس. ڇا صرف منهنجو فرض آهي، توهانجو ڪوئي فرض ڪونهي؟

موهن لال : ٻار هميشه ماءُ سان سڀ ڳالهيون ڪندا آهن. تون به ڪجهه سمجهائينس ڪونه ٿي!

ساوتري : ڇا جي باري ۾؟

موهن لال : ڇا تون سمجهين ڪونه ٿي، ته گهر ۾ آوڪ بلڪل گهٽ آهي ۽ خرچ وڌيڪ آهي پورت ڪونه ٿي پوي.

ساوتري : پوءِ؟

موهن لال : اَلس ڪا گهر جي اون، ڪو فڪر، ڪا چنتا. ڪٿان ٿو اچي ۽ ڪيڏانهن ٿو وڃي؟ ڇا اشوڪ جو فرض نه آهي ته هو ڪٿي نوڪري ڪري ڪجهه آڻي ڏي ته ٿوري گهڻي راحت ٿئي.

ساوتري : هن کي نوڪري ملي هان ته پاڻ ئي ڳالهه نه ڪري هان. (ترسي) هو سڀ پاڻ توهان کان وڌيڪ پئسا گهُري رهيو آهي.

موهن لال : ڇا جي لاءِ؟ (اُبهرائيءَ وچان)

ساوتري : هو وڌيڪ پڙهڻ ٿو چاهي. ڊگري هوندس ته نوڪري ملندس نه!

موهن لال : گريجيوئيٽ آهي. فرسٽ ڪلاس پاس آهي. ڪٿي به نوڪري ڪونه ٿي مليس!؟

ساوتري : نه ملندي هوندس.

موهن لال : مونکي لڳي ٿو هو ڪوشش ئي ڪونه ڪندو هوندو! سڄو ڏينهن پنندو هوندو! (پاڻي هارڻ جو آواز، هٿ ڌوئڻ ۽ ڳرڙي ڪرڻ جو آواز)

ساوتري : سڄو ڏينهن ٿو ويچارو نوڪرين پٺيان ٿو ڦري، ڇا نوڪريون رستن تي پيون آهن ڇا جو هن کي ملي وينديون.

موهن لال : ..............

ساوتري : .............. اِن ڪري ئي ته چوي ٿو ته وڌيڪ پڙهان، من ڪٿان نوڪري ملي وڃي.

موهن لال : (کٽيندي) اڄ رام ڳڏيو هو.

ساوتري : پوءِ ڇا پيو چوي

موهن لال : اشوڪ لاءِ پيو چوي ته....

ساوتري : (اُبهرائيءَ وڃان) ھي پڳوان وري ڇا ٿيو؟

موھن لال : (ڪلندي) اڙي اڙي تون ھي ڇا ٿي ڪرين! ڇا تون سچ پچ ۾ سمجھين ٿي ڇا تہ منھنجو ڪليجو ٿو ڦاٽي! ھان!

ساوتري : توھان تہ اصل مونکي بہ ويچاري ڇڏيو. پر توھان کي اڄ ٿي ڇا ويو آھي.

موھن لال : مونکي -مونکي ڇا ٿيندو؟ ڪجھہ ڪونہ ٿيو آھي. جلدي ھلي منھنجي رسوئي پاءِ تہ مان ھٿ مُنھن ڌوئي اچان ٿو (پاڻي ھارڻ جو آواز)

ساوتري : (ويندي) ھيءَ بہ ڪا زندگي آھي! ھي پڳوان! مان تہ تنگ اچي چُڪي آھيان ھحڙيءَ زندگيءَ کان.

موھن لال : ساوتري او ساوتري.

ساوتري : (واپس ايندي) آچان ٿي، آچان ٿي. وري ڪھڙو ڪم ڦالو اٿوَ؟ ھا چئو، وري ڇا آھي! (ويجھو ايندي)

موھن لال : ٽوال! ٽوال ڪٿي آھي....؟

ساوتري : ھيءَ ڇا آھي؟ سامھون ٿي تہ ٽنگيو پيو آھي، آجايو ويٺا رڙيون ڪيو. گھٽ ۾ گھٽ ڏسو تہ سھين! اَلائي ڪھڙن ويچارن ۾ ٿا رھو.

موھن لال : چڱو، چڱو. ھلُ، جلدي رسوئي پاءِ.

(ريڊيو چالو ڪري ٿو- ھلڪو ميوزڪ)

ساوتري : (ٿورو زور سان) رسوئي ڪٿو

موھن لال : (آواز جھڪو ڪندي) ھان! ھا ڏي مونکي ڏيءِ ھڏ ٽون بہ ويھہ منھنجي پرسان تو ۾ ڪم آھي.

ساوتري : چئو ڪھڙو ڪم اٿوَ؟ (ڪرسي سورڻ جو آواز)

موھن لال : اشوڪ ڪٿي آھي.

ساوتري : الائي.

موھن لال : گھران ڪنھن محل نڪتو.

ساوتري : ٽن چئين بجي نڪتو آھي.

موھن لال : ڪيڏانھن ويو آھي؟

ساوتري : مونکي خبر ڪونھي.

موھن لال : چو تو سان تہ ھو سڀ ڳالھيون ڪندو آھي.

ساوتري : ھا ڪندو آھي پر ھن باري ۾ ڪونہ ڪئي اٿئين!

موھن لال : ڪھڙي باري ۾؟

ساوتري : اُن ئي وڃڻ جي باري ۾ ٻيو وري ڪھڙي باري ۾.

موھن لال : تو ڪجھہ پڇيس ڪونہ ڇا؟

ساوتري : منھنجي پڇڻ جو مطلب ڪھڙو؟

# گرهڻ

## گُرداس آهوجا ''اجيہ''

پاتر :-

(۱) موهن لال

(۲) ساوتري — موهن لال جي زال

(۳) آشوڪ — موهن لال جو پٽُ

(۴) ڊاڪٽر

موهن لال : (ٻاهران ئي رڙ ڪندي) ساوتري ! او ساوتري !! (در تي نڪ نڪ ڪري ٿو) اڙي گهر ۾ آهين ڪين نہ ! سڏ ڪري ڪري تہ منهنجو گلو ئي سڪي ويو آهي. (ترسي) اڙي هيءُ ڇا !؟ گهر ۾ ڪوئي آهي ڪين آهي ئي ڪونہ ؟ ساوتري اڙي او ساوتري !! (در تي نڪ نڪ چالو)

ساوتري : (اندران ئي) آهي ڇا !؟ اينتريون رڙيون ! (در کلي ٿو)، دَر ائين ٿا کڙڪايو ڄڻ ڪو جن يا ڪُتا پٺيان پيا هجنوَ. آهستي در کڙڪائڻ ۾ ڇا ٿو ٿئيوَ ؟

موهن لال : ڪيتري دير کان وٺي ٿو در کڙڪايان پر تون ٻڌين بہ نہ !

ساوتري : کير وارو کير ڏيئي ويو هو هاڻ رکيو هوم پرائيمس تي نہ لاهيان هان تہ سڄو کير ٿي هارجي وڃي هان. گئس بہ اڄا ڪونہ آئي آهي.

موهن لال : ڇڏو ڇڏو هاڻي بس. خُلاصي جي ضرورت ڪانهي.

ساوتري : اڄ توهان کي ٿي ڇا ويو آهي ! خفي خفي ٿا لڳو. رڙيون وينا ٿا ڪيو. (ترسي) توهانجون رَڙيون ٻُڌي ٻُڌي تہ منهنجن ڪنن جا پڙدا ٿا ڦاٽن، ڄڻ.

موهن لال : تنهنجي تہ ڪنن جا پڙدا ٿا ڦاٽن نہ پر هتي تہ منهنجو ڪليجو ٿو ڦاٽي، ڪليجو.

نالو : گرداس آهوُجا ''آجيہ''

جنم، تاريخ : راجڪوٽ (گجرات) ۴-۲-۱۹۵۴

ڇپايل ڪتاب: سپنو هي سنسار؛ زندگي هڪُ دوکو؛ نئين روشني؛ هيءُ بہ هڪ زندگي.

انعام : الڳہ الڳہ سنستائن طرفان پنجَ ڀيرا سنمان حاصل

پيشو : گهرُو اُديوگ

پتو : پرڪاش ڀوَن، ۹ گايتڪواڙي پلاٽ، راجڪوٽ- ۳٦۰۰۰۱

كنوار كي ولي، پيڻ شانتا ۽ پيٽوئي رميش آهوجا كي ناٽك ڏيكارڻ هِتي آيو
آهي. اُهي ٻئي شخص ٻڍي طوطارام ۽ ٻڍي شمن ماءُ جي ويس ۾ توهان جي
ساميون بيٺا آهن؛ جن كي توهين موهن ۽ سندس كنوار شيلا چئي سگهو ٿا.

شانتا : (حيرت ۽ خوشيءَ وچان) اڙي كير ؟ ... موهن !

طوطارام : (اصلي آواز ۾ - مشكندي) ها شانتا ! ... (ڏاڙهي مڇون ۽ وارن جي وِگ لاهيندي)
مان آهيان موهن، ... نمستي جيجاجي... معاف كجو هينئر منهنجو پيرين پوڻ
جو وارو آهي ! (سيني جا ٽهك)

رمش : (مشكندي) نہ نہ موهن مونكي تہ پاڻ خوشي ٿي ! (ٽهكڙو)

شمن ماءُ : (اصلي آواز ۾، مشكندي - وِگ لاهيندي) معاف كجو ديدي، هينئر شمن ماءُ نہ
پر شيلا توهان كي پيرين ٿي پوي. (ٽهكڙو)

شانتا : (خوش ٿيندي) سدا سهاڳڻ هجين شيلا ... پر واقعي مزو اچي ويو.

ٽهكڻ : (پريان ڇانهن كٽي ايندو) هي هي ! ... ماما، نانو ناني وري كيڏانهن هليا ويا ؟

رميش : (كلندي) اڙي ٽهكڻ، هي اٿيئي تنهنجا نانو ۽ ناني. (سيني جا ٽهك)

نريش : اڙي پر سبب ٽهكڻ مل، ان ڇوڇي لڳي ڇانهن كي پري كر، هينئر تہ اسين
كلكتي جا رسگولا كائينداسين رسگولا !! (سيني جا ٽهك)

سڀ گڏ : (كلندي) ها ها .. كلكتي جا رسگولا ! .. رسگولا !! ..

(ٽهكڙي جو آواز پريان پريان ايندو رهي ٿو)

شانتا : (آهستي - رميش کي) هِنن کي بابا جن جي گذاري وڃڻ جي خبر ئي کان
هئي.
شمن ماءُ : (سيسڪين وچ ۾) هاءِ ڙي، هيءَ نياڻي، ڏير جي مُنهن ڏسڻ کان وانجهيل رهجي
ويئي.
ٺڪڻ : (روئندي) نانا .... !
طوطارام : (روئندي) پٽڙا ... !
ٺڪڻ : (روئندي) ناني .... !
شمن ماءُ : (روئندي) ٻچڙا ....!
رميش : بس بس بابا .. ! ... ايشور جي اِڇا اڳيان اِنسان ڇا ٿو ڪري سگهي !! (اوچتو
دروازي تي زور سان نڪ نڪ جو آواز)
نريش : (پريان آواز) رميش آهوجا گهر ۾ آهي.
رميش : (پريان - هلندي) ها ها ... اچان پيو... (ٺڪڻ کي) اڙي ٺڪڻ تون تيستائين
چار پنج ڪوپ چانهن جا ٺاهي وٺ.
ٺڪڻ : (اندر ويندي) ها ماما !
رميش : (دروازو کوليندي) اَچو سائين اَچو !
نريش : منهنجو نالو نريش آهي. توهان ئي مسٽر رميش آهوجا آهيو ؟
رميش : ها ها ... اندر ته اچو.
نريش : (هلندي) توهان وٽ به مهمان بمبئيءَ کان آيا آهن... مان به اُنهن سان گڏ آيو
هوس ۽ اڄ ئي هِتي گڏجڻ جو پروگرام ...
رميش : (وچ ۾ ڪٽي) ها ها برابر ... هوُ منهنجا چاچو ۽ چاچي آهن، ڪلڪتي رهندا
آهن... (اشارو ڪندي) هو رهيا سامهون !!
نريش : (اڳتي وڌندي) ها سائين مونکي خبر آهي ! بابا سائين ، پيرين ٿو پوانوَ !!
طوطارام : (آشيرواد ڏيندي) بابا، جُڙيو هجين شل جُهان ۾، هين !
شمن ماءُ : جڳ جڳ جيئين ٻچڙا !!
نريش : ته ڇٻبو توهان جو ناٽڪ اچا پورو نه ٿيو آهي !
شانتا ۽ رميش : (حيرت وچان) ناٽڪ ! ... ناٽڪ وري ڇا جو ؟؟
نريش : سائين اسانجو هڪُ ڪلاڪار دوست آهي، جو جتي ويندو آهي اُتي ناٽڪ پيو
ڪندو آهي... وري پلائي ته اِها جو جنهن ڇوڪريءَ سان شادي ٿيس، اُها به
اسٽيج جي هڪ زبردست ڪلاڪار .. !!
رميش : پر اُهي آهن ڪٿي ؟
نريش : ڏيرج ڏريو سائين اِهو ئي ٻڌائي رهيو آهيان، ته شاديءَ کان پوءِ پهريون دفعو

قهر ۾ ويو ڙي !! (اوچنگارون) آلاڙي !!! ... (شانتا ڪانسواءِ ٽڪڪڻ سميت سيني
جو روئڻ ۽ سيڪبون جالو آهن... اچانڪ دروازي تي زور سان نڪ نڪ جو آواز
ٿئڻ ۽ سيني جو روئڻ هڪ ئي وقت اوچتو بند ٿي وڃڻ)

رمش : (نڪ نڪ سان گڏ پريان آواز) شانتا ! ... او شانتا !! ... جلدي دروازو کول.

شانتا : (پريان آواز) ها ها ... آچان پيئي ! ... (طوطارام کي) بابا، لڳي ٿو.. لڳي ٿو،
منهنجو ياءُ موٽن، ڪنوار سميت اچي ويو آهي ... (ويندي) توهان سان گڏجي
گهڻو خوش ٿيندا ... (دروازي کُلڻ جو آواز) موٽن ۽ ڪنوار اچي ويا ؟

رمش : (ٿڌو شوڪارو ڀريندي) ڪٿي آيا شانتا ! ... سڄو سارو ڪلاڪ فرسٽ ڪلاس نه چيا،
سيڪنڊ ڪلاس جا ڊبا به ڳولبندو رهيس، پر ڪونه آيا.

شانتا : (حسرت وچان) ها چيو ڪونه آيا ! ... ته پڪ ئي پڪ رات واري گاڏيءَ ۾ ايندا.
چڱو، اندر هلو، توهان جو چاچو ۽ چاچي، ڪلڪتي وارا آيا آهن ... (هلندي) !

رمش : (عجب ۾ - هلندي) ها چئو ؟ ڪلڪتي وارا چاچو ۽ چاچي ! ... پر مون نه
ڪڏهن...

شانتا : (وچڙ ڪٿي - وچين ڪمري ۾ پهچي، اِشارو ڪندي) هي آهن توهان جا
ڪلڪتي وارا چاچو ۽ چاچي ! ... (واڻڙن وانگر بيلل رمش کي - آهستي) ڏسو ڇا
ٿا ؟ پيرين پئونِ ! ... (طوطارام کي) بابا، پنهنجي ڀائٽيي سان گڏجو !!

رمش : (پيرين پوندي) بابا، اما ! ... پيرين ٿو پوانءِ ! ... پر مون اِسٽيشن تي توهان کي
فرسٽ ڪلاس ڊبي مان لهندو ڏٺو.

طوطارام ۽ شمن ماءُ : (ٻئي گڏ آسيس ڪندي) سدائين خوش هجين پٽڙا ! ... پر اسان توکي نه سڃاتو
لعل !!

طوطارام : پٽ، سامير ۾ اچڻ ڪانپوءِ تون مون سان پهريون دفعو گڏجي رهيو آهين !

رمش : ها بابا، مونکي نه ڪا ٻه يادگيري ڪانهي.

شمن ماءُ : (مشڪندي) تون تڏهن ننڍڙو هئين پٽ ! ... اسان هي شمن ڪان به ننڍو ... ۽
اسين سڀ پيار وچان توکي ٽماٽو ڪري چوندا هئاسين !! .. (ٽهڪن جو آواز)

رمش : (حيرت وچان) ٽماٽو !

طوطارام : (کلندي) ها پٽ، ٽماٽو، توکي نه ڪلڪتي وارو ڪاڪو طوطارام ياد به ڪونه
هوندو !

رمش : برابر آهي، پر بابا جن اڪثر ڳالهه ڪندا هئا ته ڪلڪتي ۾ سندن وڏو ڀاءُ
طوطارام رهندو آهي.

طوطارام : (اوچتو رڙ سان روئندي) اڙي گاگنداس، هِن نياڻي طوطارام کي ڪڏاپي ۾ هيءُ
ڪهڙو وڇوڙو ڏيئي ويئين ؟ ؟ .... (اوچنگارون)

رمش : (حيرانيءَ وچان) ڇو ڇو، ڇا ٿيو ؟ (پر روئڻ جالو)

طوطارام : اڙي ٽرامون ته ڇا، مان پنهنجي سڪيلڊي کي هيليڪاپٽر ۾ گهمائيندس، هين

ٺهڪڻ : (وري عجيب نموني کلندي) هي هي ! .. هي هي !! .. هلي آفتر !!

طوطارام : اڙي ها ڪنوار، ڇٽ، تو اِهو ته ٻڌايو ئي ڪونه ته اسان جو سڪيلڊو ٺماڻو يعني ڇٽ رميش صبوح ساڻ ڪيڏانهن ويو آهي، هين ؟

شانتا : بابا اڄ منهنجو ڀاءُ موهن، ڪنوار سميت بمبئيءَ مان اچڻو آهي، هي اُنهن کي وٺڻ اِستيشن تي ويا آهن.

طوطارام : ۽ پلا اسان جو مُربي ڀاءُ گاگنداس به، ٺماڻي سان گڏ اِستيشن تي ويو آهي ڇا ؟

شمن ماءُ : ها ڪنوار، ننيڙو ڏير، جنهنکي اسان پٽ وانگر پاليو، اُن کي به ڏئي ڏينهن تي ويا آهن !

شانتا : (حيرت وچان) ته ڇا، سَهُرَم مهنو اڳه گذاري ويا تنهنجي توهانکي خبر ئي ڪانهي ؟

طوطارام ۽ شمن ماءُ } (روئڻهاري آواز ۾ - ٻئي گڏ) ڇا چيئه ؟ .. گذاري ويو !!! (ٻئي گڏ روئڻ پٽڻ چالو ڪن ٿا، ساڻن گڏ ٺهڪڻ به روئڻ شروع ٿو ڪري)

طوطارام : (روئندي) اڙي هاءِ ! ... اڙي هاءِ !! ... منهنجو مُربي ڀاءُ گاگنداس گذاري ويو !! .. (گوڏن، ڇاتيءَ مٿي تي زور زور سان ڌڪ هڻندي) اڙي منهنجا گاگنداس، هِن نياڳي طوطارام کي ستر سالن جي ٻڍاپي ۾ هيءُ ڪهڙو ڪاپاري ڌڪ هڻي وئين ؟ .. (سڏڪا ۽ اوڇنگارون)

شانتا : (پرچائيندي) بس بس! بابا بس ! .. وڃڻ واري شيءِ ته وڃي چُڪي !

شمن ماءُ : (پٽيندي) هاءِ ڙي ! ... هِن نياڳي شمن ماءُ کي ننيڙي ڏير جو پڇاڙيءَ جو منهن ڏسڻ به نصيب نه ٿيو ! .. (مٿو پٽيندي) هاءِ ڙي، جوتين وارا سائين، هِن نياڳيءَ کي ٻڍاپي ۾ هينئر ته پاڻ وٽ گهرائي وٺ ... (اوڇنگارون، سڏڪا ۽ سِسڪيون)

ٺهڪڻ : (روئندي) نانا .. !

طوطارام : (روئندي) پنڙا ... !

ٺهڪڻ : (روئندي) ناني .. !

شمن ماءُ : (روئندي) ٻچڙا، اسين سڀ هڪ ئي وقت لتجي وياسين ڙي !! .

طوطارام : (ڇاتي ڪٽيندي) اڙي منهنجا جوتين وارا سائين ! ... گاگنداس بدران هِن ٻڍڙي طوطارام کي ڇو نه گهرائي ورتئه ؟...(اوڇنگارون ۽ سڏڪا)

شانتا : (آٿت ڏيندي) بس بابا بس ! ... گهڻي روئڻ سان، پراڻيءَ جي آتما کي ڏُک رسندو ! ... اسان کي اِشور جو ڀاڻو مِڃو ڪري پوڄڻو ئي پوندو !

طوطارام : (اوڇنو هڪ زوردار رڙ ڪري، ڇاتيءَ تي زور سان ڌڪ هڻندي) هاءِ ڙي ! ... اڙي، هِن نياڳي طوطارام جو ڪوئي جگر ته چيري ڏسي ڙي !! .. ٻڍاپي ۾ هي ڪهڙو

کونهي چا ...؟؟

طوطارام : اون ... هون ... هون ! ... ٻچڙي، اَڄُڪلهہ جي زماني ۾ گهر اَندر چاهي ٻاهر، راڄ
تہ زالن جو ئي آهي، هين ! ... آسان مُسافرَ مالهو ٿياسين، بہ ويٺا روئي کائڻ
وارا، هين ! ... (ٻنهي جا نَحڪَ).

نحڪُ : (پريان ڊوڙندو ايندي) مامي، مامي ! ... واڏايون ځجنو مامي ! کمڙا کي ڪکو
جائو آهي مامي !! .. (عجيب نموني کلندي) ميئو وات کرايو مامي !!

شانتا : (کيس ٻانهن کان جهلي ٻجاريندي) اڙي، کمڙا کي ڪيڪو نہ ٻلي ڪري جائو،
پر نحڪڄ پڇرين کلڪتي واري نالي نانيءَ سان پيرين پئي گڏ.

نحڪڄ : (حيرت وچان) چا ... چيو .. مامي ؟ .... نانو ناني !

شانتا : وات چو ڦالي ويٺہ ؟ ... کلڪتي وارا تنهنجو نانو ۽ ناني آهن ! ... جلدي ڪر
پڇرين پيرين پئہ.

نحڪڄ : (پيرين پوندي) هي هي ... نانا ... ناني ! ...پيرين ٿو پوانوَ !

طوطارام ۽ }
شمن ماءُ } (ٻئي گڏ آسيس ڪندي) ٻگوان وڏو ڀريو ڪندءِ ٻچڙا !

طوطارام : (شانتا کان) ڪنوار هي اسانجي سڪيلڏي ڌيءَ پرميشوريءَ جو پٽ آهي نہ ؟

شانتا : ها بابا ... ويچاري محنني کان مٿي ماءُ جو منهن نہ ڏٺو.

شمن ماءُ : هائو هائو ٻچڙي، مونکي ياد آهي. سنڌ ۾ تہ جائو ئي ڪونہ هو، پر ڪلڪتي
۾ کيس ڇهن محنن جو ڏٺو هئم.

طوطارام : اسانجي ڌيءَ جي اکيلي نشاني ! .. آچ پٽ ! ... ويجهو اچ !! (ٻاکر ۾ ڳرائي
پائيندي) پٽ، تون اسان سان گڏ کلڪتي هلندين ؟

نحڪڄ : (عجيب نموني کلندي) هي هي ! ... هي هي !! ... هي هي !!! ... نانا ... نانا،
کلڪتي ۾ ٽامون آهن نہ ٽامون ؟

طوطارام : اڙي ها ها پٽ، کلڪتي ۾ ٽامون، پتل، سون چانديءَ جام آهي، هين ! ...ٽامي
پتل جي بازار پنيان، سون چانديءَ جي بازار بہ آهي هبن !

نحڪڄ : (ڳالهہ نہ سمجهي پنهنجي لبکي عجيب نموني کلندي) هي هي ! .. نانا ... هي
هي !!

شانتا : (ڳالهہ سمجهي کلندي) نہ نہ بابا، نحڪڄ جو مطلب ٽامو نہ ٽرامون آهي ٽرامون !
کيس ٽرامن ۾ گهمڻ جو ڏاڍو شوق آهي !!

طوطارام : (اُچل سان) ٻلحاري ! ... اڙي ٻلحاري !! .. اڙي، مان تہ گهوريو وڃان پنهنجي
ڏوهٽي تان ! ... اڙي منهنجي ڏوهٽي کي ٽرامون کپن، هبن ! ... اڙي پٽ جام
ٽرامون دَل ٽرامون آئي ڏيان سڪيلڏي کي، هبن !!

شمن ماءُ : (خوشيءَ وچان) اڙي منهنجي لعل لاءِ جام ٽرامون.

طوطارام : (مُشڪندي) ها، پُٽَ! آسان جي ياءُ ڳاڳنداس ڪي سترهن سالن کانپوءِ سِڪي سِڪي پُٽُ ڄائو تہ خوشيءَ ۾ اَچي مون سچي پاڙي ۾ ٺاٺا ورهايا، اِن ڪري ...
شمن ماءُ : (مُشڪندي - جملو پُورو ڪندي) ...سندس نالوئي ٺاٺو پئجي ويو ...(سيني جا ٺهڪَ)
طوطارام : نہ صرف ايترو، پر ٺاٺي جو ڇپَ ٺوڙا ڪري روئڻُ مونکي ايترو تہ وڻندو هو، جو مان ڇُڻنڊريون پائي بہ ڪيس زوريءَ روئاريندو هوس، هين ! ... (سندس ٺهڪَ)
شمن ماءُ : واه شمن پيءُ واه ! ... ''ميروئان مؤتُ، مَلوُڪان شِڪار !''
طوطارام : تنهن ڪانسواءِ، شمن ماءُ ! منهنجو اِهو بہ هڪ نيم ٿي ويو، هينِ ... تہ ننڊ مان اُٿاري، سندس ڳلَ پٽي، سندس ننڍڙي وات ۾، هين ... ننڍڙو ننڍڙو ڳاڙهو ٺاٺو وجهندو .....
شمن ماءُ : ( اوچتو وچهر ڪٽي) اڙ ڙ ڙ ! ... اِهو ڇا ٿا ڪريو، ٺاٺي بدران سندس ڪُنوار جا ڳلَ ڇو ٿا پيا پٽيو ؟؟
طوطارام : اِن ۾ ڇا ٿي پيو، شمن ماءُ ! هين ... اڙي، آسان جو پُٽُ ٺاٺو، تہ نونهن ٺاٺي آهي، هين !
شانتا : ( کِلندي) ها ها، بابا ... ڇو نہ !!
طوطارام : اِن خوشيءَ ۾ ٻچڙي، واتُ کول تہ ٺاٺي بدران، رس گولو واتَ ۾ وجهانءِ، هين!
شانتا : ها ها .. ڇو نہ ! (وات کوليندي) آ ... آ ... آ ... !
طوطارام : اَچا اَچا ... وڏو وات ... هان هان .. او ائين (کارائيندي) اڙي واه واه !..واه واه !! شمن ماءُ، ڪئن ٿي يائين؟....
ٻئي گڏ : (کلندي) جُڳہ جُڳہ جيئي اسانجي ٺاٺي!!! ( سيني جي ٺهڪن جو آواز).
شمن ماءُ : اِهو تہ سڀُ نيڪ آهي ٻچڙي، پر ڳالهہ ٻولهہ ۾ توکان سسُ سَهُري کي پيري پوڻ تہ وِسري ويو.
شانتا : ( شِشدر ٿي- پلئہ نيڪ ڪري- پيرين پوندي) اَڙي ها.... چڱو يادِ ڏياريُوَ... سهُرم پيرين ٿي پوانوَ!
طوطارام : سدا سُهاڳڻ هُجين ٻچڙي!
شانتا : اَما، توهانکي پيرين ٿي پوان !
شمن ماءُ : (آسيس ڪندي) جُٽ، ٻچڙي ! شلَ مون وانگر ستن پُٽن جي ماءُ ٿيندينءَ !
شانتا : (ڪنڌ هيٺ ڪري - اَدبَ سان) نہ نہ، اَما، اِها آسيس تہ نہ ڪريو. اَڄُڪلهہ جي زماني ۾ بہ ٻار بس آهن.
شمن ماءُ : ٻچڙي، اَوُلادُ تہ ايشوَرَ جي ڏين ۽ گهرَ جو شان آهي.
طوطارام : اوُن ... هوُن ... هون .. ! ... ٻچڙي، اِنَ ڪري تہ شمن کان سِواءِ، شمن ماءُ جي گهرِ ڪلڪتي ۾ ڇهن ڪِڪَنِ ۽ ڇئن ڪِڪِيُنِ ٿي قطارَ لڳي پيئي آهي !
شانتا : (مُشڪندي) ڇو، سَهُرَم، شمن ماءُ جو گهرُ ڇو ٿا چئو؟ ... اَما جو گهرُ توهان جو گهرُ

شانتا : (ٻئگ ۾ تيليو پلنگ هيٺان رکندي) تہ ڇٹيو شمن توهان جو وڏو ڪِڪو آهي.

شمن ماءُ : وڏو نہ، پر ٻيون نمبر پٽ آهي ...

طوطارام : (وچ ۾ ڪٽي) اُون ...هوُن .. هوُن !! .. وري اتي غلطي ڪري وئين ۽، شمن ماءُ ! .. هين !... ازي ڀڳوان ڀلو ڪريئي، شمن اسان جو ٻيون نمبر نہ، چوٿون نمبر پٽ آهي، هين !!

شمن ماءُ : اِهو وري ڪيئن ؟

طوطارام : ڏس نہ شمن ماءُ، اسانجو پهريون نمبر پٽ پيتامبر، ٻيون نمبر ٻلديو، ٽيون ٽيڪم، چوٿون نمبر سدا شجي ...

شمن ماءُ : (وچ ۾ ڪٽي - حملو پورو ڪندي) آسان جو شمن !

طوطارام : (خوش ٿيندي) تنهنجا ٻچا جيئن، شمن ماءُ ! هاڻي ڪيئن نہ عقل جي ڳالهہ ! ... اُن ڪان پوءِ تہ ايشور جي ڪرپا سان ٻچڙن جي قطار شروع ٿي وئي جنهن ۾ ڪرشنا سان گنگا ...

شمن ماءُ : (وچ ۾ ڪٽي- اُلٽي) گوداوري ۽ ٻيون سڀ شامل ٿينديون ويئون !

طوطارام : (خوش ٿيندي) تنهنجا ٻچا جيئن، شمن ماءُ ! (ٽهڪڙو)

شانتا : (کِلندي) توهان جو کِلڻ ڳالهائڻ بہ هوبهو منهنجي شمن سٺري جهڙو آهي ! ... طوطارامَ جا ٽهڪَ)

شمن ماءُ : آڙي ها، ٻچڙي ! ... تون بہ تہ آسان جي شمن ڪنوار جون سڪون ٿي لاهين ! ... اُها آسان جي سِڪي لڏي نونهن ڦيڻوند ڀائي بہ پس پس تو جهڙي آهي !!

طوطارام : آڙي، تہ پوءِ ڀڳوان ڀلو ڪريئي، دير ڇو ٿي ڪرين، هين ! .... ڦاڻاڻٽ ڏيئي ڇڏينس، شمن ڪنوار طرفان، ڪلڪتي مان آندل ۽ ساڙهي ۽ ۾ شمايل سِڪَ سندي سوکڙي، هين !

شمن ماءُ : (کِلندي - ساڙهيءَ وارو پئڪيٽ ڏيندي) هان وٺ، ٻچڙي. هيءَ شمن ڪنوار طرفان، ڪلڪتي واري شرمي جي ساڙهي، شل توکي پسند اُچي !

شانتا : (ساڙهيءَ جو پئڪيٽ کولي ڏسندي) واه واه ! ... واه واه !! آما، ساڙهي تہ ڏاڍي شي آهي !

شمنَ ماءُ : پڙ شمن پيءُ، توهان وري ڇا پيا ڏسو؟ ... ڏيوسِ نہ اِهو ڪلڪتي وارو رس گولن جو دٻو !

طوطارام : (ڪنڌ لوڏيندي) اوُن هوُن هوُن ! ... اهو رس گولن جو دٻو تہ مان پنهنجي هٿن سان، اسان جي سِڪيلڙي ٽماٽي کي ئي هٿ ۾ ڏيندس.

شانتا : (حيرت وچان) ٽماٽو ! ... اِهو ٽماٽو وري ڪيرُ آهي؟

شمن ماءُ : (کِلندي) آڙي ٻچڙي، ٽماٽو ٻيو ڪو نہ پر تنهنجو گهوٽ رميش آهي، جنهن کي ننڍي هوُندي کا وٺي اسين ٽماٽو ڪري ڇوَندا آهيون.

رميش : (مشڪندي) ڀاءُ ڀاڄائيءَ جي اچڻ ڪان اڳ ھي حال آھي ..... (ٺڏو شوڪار
پريندي) پوءِ ته خدا خير ڪري!! (ويندي - پريان آواز) ڇڱو شانتو.... وڃان
تو..... دعا ڪر ته خيرن سان تنھنجي ڀاءُ ڀاڄائيءَ سميت واپس موٽان !

شانتا : (پريان آواز) ھا ھا ... پر خيال سان ... سيني ڏھن ۾ ... ڇڱيءَ طرح ... ڳولھجو !!

## درشيہ ٻيون

(ٻاھران زور سان دروازي تي نڪ نڪ جو آواز .. ٻڍن وانگر ڪنگھڻ جو آواز)

طوطارام : (در تي نڪ نڪ ڪندي نڪ مان آواز) اڙي ڀائي، ھيءَ وري ڪھڙي مصيبت
آھي، ھين ! ... مون ڇيو، آٽي وئي مھمان لاءِ ھئين دروازا بند ڪري ڇڏيا آھن،
ھين !

شمن ماءُ : (ٻڍيءَ جو آواز - پريان) مون ڇيو شانتا پٽ، صبوح ساڻ دروازو بند ڪري ڇو ويٺا
آھيو؟ ... (وري ٻئي ڄڻا زور سان نڪ نڪ ڪن ٿا. گڏو گڏ ٻڍيءَ جو ڪنگھڻ چالو)

شانتا : (ساڙھيءَ جو پلئہ نيڪ ڪندي - پريان آواز) ھا ھا ..... بس... اچان پيئي ...
(ھلندي - پنھنجي مُنھن) دروازي تي زور سان ڏڪن ھڻڻ سان ته ائين پيو
محسوس ٿئي ته شايد موھن ۽ سندس ڪنوار ٻئي اچي ويا آھن ... (وري نڪ نڪ
جو آواز) ھا ھا ... اچي ويس ! ...(دروازي کلڻ جو آواز) اچو ... اچو ! (دروازي تي
اڻ سڃاتل ٻڍي ٻڍيءَ کي ڏسي ٻُت بڻجي بيھي رھي ٿي)

طوطارام : (شمن ماءُ کي) اَئين ! ... ڏنئہ شمن ماءُ ! .... مون ڇيو ڪين، اسان جي سِڪيلڌي،
اسان کي اجنبي سمجھي، پھرين ته وات ڦاڙي بيھي ويندي، ھين !!

شانتا : (ھبڪندي) معاف ڪجو، مان توھان کي سڃاڻي نہ سگھيس !

شمن ماءُ : (اڳتي وڌي شانتا جي ساڙھيءَ جو پلئہ نيڪ ڪندي) اڙڙڙ ! اِجو
ڇاتي ڪرين پٽ، پھرين سَٺري ڪان مُنھن ته ڍڪ ... نہ ته ڳجت ۾ ڳجت
ساڙھي ته مٿي تي نيڪ طرح رکہ !!

طوطارام : اڙي ھا ٻچڙي، شمن ماءُ سچ تي چوي ! (ٺڏو شوڪارو پريندي) ڀڳوان ڀلو ڪري
اسان جي ننڍي ڀاءُ گاڱنداس جو ھين ! ... جنھن پاڪستان ٺيڻ ڪان اڳ اڄڙو
ڪو ڪلڪتي ۾ ڪارخانو کولائي ڏنو، ھين ! ... جو ڀاءُ ڀاءُ ڪان وڇڙي ويو، ھين !

شانتا : ھا ھا .. برابر ... بابا جن ھڪ ٻہ دفعا ڳالھہ ٻہ ڪئي ھئي ته ڪلڪتي ۾ سندن
سؤٽ رھندو آھي.

طوطارام : اون ...ھون ... ھون ! سؤٽ نہ ٻچڙي ڀاءُ چئہ ڀاءُ، ھين !

شانتا : ھا ھا ... نيڪ آھي. پر پر توھين ھتي ڇو بيٺا آھيو؟ اندر ھلو ... ۽ اِھا بئگہ
مونکي ڏيو... (وٺندي) ۽ آمي توھين اِھا ٿيلھي ٻہ ڏيو ... (وٺندي)

شمن ماءُ : ٻچڙي مونکي آمي نہ پر آما چئہ ! (اندر ھلندي)

طوطارام : ھائو، پٽ ... شمن ڪُنوار ٻہ شمن ماءُ کي آما چوندي آھي، ھين ! ...(پلنگ تي وھندي)

شانتا : بس بس، هاڻي اِهي اجايون ڳالهيون ڇڏي، جلدي اِسٽيشن تي پهچي وڃو، ڪٿي گاڏي نہ اچي وڃي.

رميش : (گائن پائي وار سنواريندي) شانوَ منهنجو خيال آهي تہ لڇڪڻ کي بہ ساڻ ولي وڃان.

شانتا : ڇو، توهان وانگر لڇڪڻ بہ تہ موهنيءَ کي اڳہُ نہ ڏٺو آهي، پوءِ هوُ وري توهانجي ڪهڙي مدد ڪري سگهندو؟

رميش : منهنجو هرويرؤ اِهو مطلب ناهي، پر هڪ ڪان بہ ڦيندا سين تہ چڱو.

شانتا : پلي ولي وحوس، پر توهانجو اِهو اگهوري پالڻجو حڏهن بہ وٽ ڪان وڏيڪ ڪائيندو آهي تہ اُلين ڪان آڳہُ ننڊ مان نہ اُٿندو آهي. وري جي زوريءَ اُٿاربس تہ ننڊ ۾ اُڦرڪڻ شروع ڪندو.

رميش : پر بہ ٽون ڪوشش تہ ڪرِ ڪيس اُٿارڻ جي.

شانتا / رميش : (گڏيل آواز ۾ لڇڪڻ کي اُٿارڻ جي ڪوشش ڪندي) لڇڪڻ ! لڇڪڻ !! اڙي او لڇڪڻ !!! ... اڙي اُٿ ... جلدي اُٿ، لڇڪڻ !!!

لڇڪڻ : (ننڊ ۾ زور سان لڇڪ ڏيندي) ها ... ها ...ها... !!! مون ٿي ان گهمڻ مل جي گهر ۾ گڏه پوري ڇڏيو ! .. ها ... ها... ها...!!! روز مونکي ليڏو ليڏو چئي چبڙائيندو آهي ! ... منهنجي اک اُتر اولہ آهي تہ سندس ڪنڌ بہ ڪاڪي ڪوڏومل وانگر ڇبو آهي. (وري لڇڪ ڏئي ٿو) ها ها ها !!! ... سچي رات گڏه هينگون ڏيئي سندس ننڊ حرام ڪري ڇڏي .. (لڇڪ) ها ها ها .. !!! (ڪل جو آواز پريان ايندو رهي ٿو)

شانتا : ڏٺو ! ... ڇبو مانوَ، هنکي ڪچي ننڊ مان اُٿاريندا تہ اُڦرڪڻ شروع ڪندو آهي ... توهان حو پالڻجو بہ سوڪڙي آهي سوڪڙي !

لڇڪڻ : (وري اُڦرڪڻ چالو) ها ها ها !!! گهمڻ مل جي گهر ۾ گڏه ! ... ها ها ها !!! .... (پريان لڇڪ چالو)

شانتا : هاڻ منهنجي مڃو، وڏيڪ وقت وڃائڻ بدران سويل ٿي وڃو، ڪٿي گاڏي نہ اچي وڃي !!

رميش : اڙي ها بابا ... وڃان ٿو ... مصيبت اِها آهي تہ تو وٽ موهن حو ويجهڙائيءَ ۾ نڪتل ڪو فوٽو بہ ڪونهي، نہ تہ جبڪر ...

شانتا : (وچہر) ... نہ تہ حيڪر ڳچيءَ ۾ لٽڪائي، فرسٽ ڪلاس دٻي سامهون بہي رهو، جبئن موهن لهندي ئي توهان جي سامهون سڌو ٿي بہي وَجي.

رميش : پر شانوَ، موهن، ڪنوار سمبت نہ اچي، اڪيلو آيو تہ پوءِ منهنجو دماغ فرسٽ ڪلاس دٻي ۾ ئي چَڪر ڪائيندو رهندو.

شانتا : (کلي ٿيندي) توهان هاڻي ويندا بہ يا اجا ڳالهيون ڪندا رهندا ؟

رميش : ڊسُ نہ، شانوُ ! اَسان جي شاديءَ وقت موهن چامنگر سئنڪ ڪاليج مان موڪلَ نہ ملڻَ سبب، اَچي نہ سگهيو ... ٻئي دفعي اَسين مُمبئيءَ هلياسين تہ اُنَ وقت سندس اِمتحان چالوُ تي چُڪا هئا ... ۽ سندس شاديءَ وقت وري باباجن گذاري ويا. اِنَ ڪري اَسين مُمبئيءَ نہ وڃي سگهياسين.

شانتا : اوه ! ... اِنَ ۾ مُنجهڻ جي ڪهڙي ڳالهہ آهي؟ نؤورني ڪُنوارِ، گهوٽَ سَميت فرسٽ ڪلاس مان لهندي، تڏهن بہ توهان ڪيس سُڃاڻي نہ سگهندا !؟

رميش : پر جي هڪ ئي وقت، ٻہ ٽي ڪُنواريون، گهوٽن سميت فرسٽ ڪلاس ڊٻي مان لهن تہ پوءِ؟

شانتا : (خَفي ٿنيدي) اوه ! ڳالهہ مان ڳالهوڙو ڪَرَڻُ تہ ڪو اَوهان کان سِکي !

رميش : هِڪُ آئيڊيا آهي، شانوُ.

شانتا : اُها وري ڪهڙي؟

رميش : تہ فرسٽ ڪلاس ڊٻي سامهون، مان ڳچيءَ ۾ بورڊ لٽڪائي بيٺو هجان تہ ”مان، رميشُ پُٽُ ڳاگنداس، موهن ۽ سندس نوَورني ڪنوار کي وٺڻ آيو آهيان! (ٻاڻ ئي کِلي ٿو)

شانتا : توهان کي تہ هر وقت چرچا پيا سُجهندا آهن. هينئر مهرباني ڪري وڏيڪ وقتُ وڃائڻ بدران، پيسٽ ڪري، هٿ مونهن ڌوئي، چانهہ پيِ ۽ پنڌ پئو ... اِسٽيشن پنڌرهن منٽن جي پنڌ تي آهي ... پر ياد رکجو، موٽندي ڪين ٽئڪسيءَ ۾ وٺي اَچڻو اَٿوَ ... منهنجو ڀاءُ-ڀاڄائي شاديءَ کان پوءِ پهريون ڀيرو اَحمدآباد ٿا اَچَنِ، مَتان ٻڪائي ڪريو !

رميش : (اوٻاسي ڏيندي) تون ڪيترا بہ ڊگها ڀاشڻَ ڪر، شانوُ ! پر ٻيلي، اَسان مؤلائڻ کي پهرين چانهہ ڏي تہ چُستي اَچي، نہ تہ چُرڻُ بہ محال آهي.

شانتا : نيڪ آهي. پر توهين پهرين بستري تان پيرَ تہ پٽَ تي لاهيو.

رميش : اَسَميٽو ! اَسَميٽو ... !! پهرين سائينجن بِستري تي چانهہ پيئندا، پوءِ پيرَ پٽَ تي رکندا !

شانتا : (اَندر ويندي - پريان آواز) مطلب تہ عادت اَنوسار توهان ڏڻ وار تي بہ پنهنجو ضد پورو ڪرڻ کان سواءِ نہ رهندا....(ڪِتليءَ مان چانهہ ڪوپ ۾ اوتيندي) ڀاءُ ڀاڄائي منهنجا ٿا اچن، اِنڪري غرض منهنجي آهي.... (هلندي) نہ تہ جيڪر پيسٽ ڪرڻ کانسواءِ چانهہ تہ ڇا، مان توهان کي پاڻي بہ نہ ڏيان ها ... (ڏيندي) خير، هان وٺو چانهہ !

رميش : (کلندي) وارا ڇمارا آهن شانوُ اتون هينئر ڪجهہ بہ چئہ، اڄ تنهنجي هڪ بہ نہ هلندي. (پيئندي) آهاها ... واه واه ! لڳي ٿو ڪنڊ بدران گرما گرم جليبيون چانهہ ۾ وڌيون اٿيئي !! (چانهہ پيئڻ - چسڪين جو آواز)

وڃائڻا پئوندا !! ... (ويجھو پھچي) مون ڇيو، ڇھہ ٿا ٿين، (ڏونڌاريندي) اڃا ڪيستائين اھو ڪونگھري جو جھازُ چالو رھندو؟ ھاڻي بس بہ ڪريو. اِنھيءَ جھازَ کي بريڪ لڳائي اِسٽيشن تي وڃڻ جي تياري ڪريو... (زورَ سان) صبوح ڇا ڇھہ ٿي ويا آھن !!!

رميش : (اوچتو ڇرڪُ ڀريندي - ڪونگھرو بند ڪندي) ڪير آھي؟ ... ڪير آھي؟؟ ڇا ٿيو؟ ... ڇا ٿيو؟

شانتا : اڃا ٿائين تہ ڪُجھہ نہ ٿيو آھي، پر ھن ڪان پوءِ ڪجھہ ٿي ضرور پئوندو.

رميش : (اوٻاسي ڏيندي) اُف، اوہ ! ... صبوح ساڻُ ھيءَ وري ڪھڙي ڪُمھلي راڳڻي ڇيڙي ويٺيئَن، شانوُ ؟

شانتا : ھيءَ راڳڻي ڪُمھلي نہ پر وقتائتي آھي ! ... رات اَنجام ڪيو ھوَ تہ صبوح جو ڇھين بجي پاڻيھي اُٿندس، پر توھان جو ڪونگھرو بند ڪرائڻ لاءِ، لڳي ٿو ڪنجھي جي ٿالي وڃائڻ کانسواءِ ٻيو ڪوچارُھو ناھي !

رميش : (حيرت وچان) تہ ڇا ؟ ... ايترو جلدي ڇھہ بہ ٿي ويا !

شانتا : ٻيو وري ڇا ؟.... رات چيوَ تہ مان ساڍي ڇھين بجي اِسٽيشن تي پھچي ويندس ۽ پاڻ سان گڏ موھن کي ڪنوار سميت گھر وٺي ايندس.

رميش : اِھو تہ سڀ ٺيڪ آھي پر ... (ھيڏانھن ھوڏانھن نھاري خوشبوءِ سنگھندي) پر شانوُ ....

شانتا : (وچہر ڪٽي) پر وري ڇا ؟

رميش : ٻيو ڪجھہ نہ شانوُ ... پر ... (سنگھندي) پر ھيءَ خوشبوءِ ڪٿان اچي رھي آھي ؟

شانتا : اُف اوہ ! ... ويسر جي بہ ڪا حد ٿيندي آھي ! ... اڃا رات توھان کي ٻڌايم تہ منھنجي ڀاءُ کي جليبيون ڏاڍيون وڻنديون آھن. انڪري صبوح جو سوير اُٿي، جليبيون ۽ سموسا ٺاھي رکيا اٿم، جيئن ٻارھاماھي ڏينھن منھنجو ڀاءُ ڀاڄائي، پھريون دفعو شاديءَ کانپوءِ اچن تہ سندن منھن مِٺو جليبين سان ڪرايان.

رميش : پر شانوُ ... موھن تار ۾ اِھو تہ ڪونہ لکيو آھي تہ ھوُ ڪنوار کي بہ ساڻ وٺي اچڻ وارو آھي.

شانتا : توھان کي منھنجي ڀاءُ جي سڀاءَ جي خبر ناھي ؟... ھنجي ھر ڪا ڳالھہ نرالي ھوندي آھي. سندس شاديءَ ۾ تہ اسين بمبئيءَ ھلي نہ سگھياسين. انڪري ڇا، ڪنوار بہ ڏيکارڻ نہ ايندو؟ اڄ جي ٻارھاھي ڏينھن، جيڪڏھن اڪيلو آيو تہ اُھا خُبَ ڪنديسانس ... اُھا خُبَ ڪنديسانس ...

(ڄڻ ۾ ڪٽي) اوہ ! ... اُھا خُبَ ڪون پوءِ پيئي ڪجانس، پر پھرين مون کي ھيءَ ... مٽ ٺلجبائڻ ۾ مدد ڪر.
... ڪيترو مٽ منجھيو؟

# گاگنداس گذاري ويو

## چمن شرما

پاتر :-

(۱) رميش گاگنداس آهوڄا .... سرڪاري ملازم — عمر ۳۰ سال

(۲) شانتا آهوڄا .... رميش جي پتني — عمر ۲۵ سال

(۳) طوطارام (ٻڍو) .... رميش جو ڪاڪو (نڪ مان آواز) — عمر ۷۰ سال

(۴) شمن ماءُ (عرف شيلا) .... طوطارام جي پتني (ٻڍي) — عمر ۶۵ سال

(۵) ٺڪَڻُ .... رميش جو پاڙيجو (پورڙو) — عمر ۲۲ سال

(۶) نريش .... طوطارام جو دوستُ

وقت : صبوح جا ڇهه بجا

اِستان : رميش جو گهر

گهُربل ٻہ مُکيہ آواز : (۱) ٻڍو طوطارام : نڪَ مان آواز - جُملي ۾ آخر ۾ 'هين' لفظ ڏگهو ڪري اِستعمال ڪر.

(۲) ٻڍي شمنَ ماءُ : ٻڍين وانگر ڏڪڻيءَ وارو وچ ۾ ڪنگهندي آواز.

(وچين ڪمري مان رميش جي ڪونگهرن جو آواز اَچي رهيو آهي)

شانتا :- (رنڌڻي مان ٻالهائيندي - پنهنجي مُنهن) ڪمال آهي! ... صبوح جا ڇهہ ٿا ٿين پرَ هِننِ جو ڪونگهري مٿان ڪونگهرو هليو اَچي! بند ٿِيڻَ جو تہ ڪوئي آثار ئي نظر نٿو اَچي !! ... (هلندي) لڳي ٿو اِهو ڪونگهرو بند ڪرائڻَ لاءِ ڪي گهڻڊَ گهڙيال


نالو : چمن شرما

جنم، تاريخ : ٽنڊو آدم، ضلع نواب شاه. ۹-۵-۱۹۳۳

ڇپايل ڪتاب: بونديءَ جا ڏڏون، جوءِ جو مڇڱ، ڪتامِنا اَنگوُرَ، سونهن ڪمرو، اِها بہ زندگي آهي (سيئي ايڪانڪي)

انعام : گجرات سِنڌي اَڪادميءَ طرفان ۵ اِنعامَ؛ راجسَتان سِنڌي اَڪادميءَ طرفان - اِنعامُ

پيشو : سرڪاري نوڪريءَ تان سيوا نِورت

پتو : B-356 سردارنگر، اَحمداباد-۳۸۲۴۷۵

فهرست

# ناٽڪ

| نمبر | نالو | وشيه | صفحو |
|---|---|---|---|
| ١. | چمن شرما | گاگنداس گُذاري ويو | ١ |
| ٢. | گُرداس آهوجا "آجيز" | گرهڻ | ١٢ |
| ٣. | مدن جُماڻي | پکيئڙا پيچري ٿا | ٢٢ |

# گاگنداس گذاري ويو

## چمن شرما

پاتر :-

| | | | |
|---|---|---|---|
| (١) | رميش ڳاڳنداس آھوجا | .... سرڪاري ملازم | عمر ٣٠ سالَ |
| (٢) | شانتا آھوجا | .... رميش جي پتني | عمر ٢٥ سالَ |
| (٣) | طوطارام (ٻُڍو) | .... رميش جو ڪاڪو (نڪ مان آواز) | عمر ٧٠ سالَ |
| (٤) | شمن ماءُ (عرف شيا!) | .... طوطارام جي پتني (ٻُڍي) | عمر ٦٥ سالَ |
| (٥) | ٽحڪَڙُ | .... رميش جو پاڙيچو (پورڙو) | عمر ٢٢ سالَ |
| (٦) | نريش | .... طوطارام جو دوستُ | |

وقت : صبوح جا ڇهہ بجا

اِستان : رميش جو گهر

ٻُڌُربلَ ہہ مُکيہ آواز : (١) ٻُڍو طوطارام : نڪَ مان آواز - جُملي ” وِچَ “ آخر ” 'هين' لفظ کي دگهو ڪري اِستعمال ڪرڻُ.

(٢) ٻُڍي شمنَ ماءُ : ٻُڍين وانگُر ڏڪٽيءَ وارو ” وِچَ “ ڪنگهندي آواز.

(وچين ڪمري مان رميش جي کونگهرن جو آواز اَچي رهيو آهي)

شانتا :- (رنڌڻي مان ڳالهائيندي - پنهنجي مُنهن) ڪَمال آهي! ... صبوح جا ڇهہَ ٿا ٿِين پرَ هِنِ جو کونگهري مٿان کونگهرو هليو اَچي! بند ٿِيَڻَ جو تہ ڪوئي آثار ئي نظر نٿو اَچي!! ... (هلندي) لڳي ٿو اِهو کونگهرو بند ڪرائڻَ لاءِ ڪي گهنڊَ گهڙيالَ

| | | |
|---|---|---|
| نالو | : | چمن شرما |
| جنم، تاريخ | : | ٽنڊو آدم، ضلع نواب شاه. ٩-٥-١٩٣٢ |
| ڇپايل ڪتاب | : | بونديءَ جا لَڏون، جوءِ جو مجهو، ڪتامِنا اَنگوُرَ، سونهن ڪمرو، اِها ہہ زندگي آهي (سيئي ايڪانڪي) |
| انعام | : | گجرات سِنڌي اَڪاڊميءَ طرفان ٥ اِنعامَ؛ راجَستان سِنڌي اَڪاڊميءَ طرفان - اِنعامُ |
| پيشو | : | سرڪاري نوڪريءَ تان سيوا نِورت |
| پتو | : | B-356 سردارنگر، اَحمداباد-٣٨٢٣٧٥ |

## فهرست

## ناٽڪ

| نمبر | نالو | وشيہ | صفحو |
|---|---|---|---|
| ١. | چمن شرما | گانگنداس گُذاري ويو | ١ |
| ٢. | گُرداس آهوجا ”آجيہ“ | گرهڻ | ١٣ |
| ٣. | مدن جُماڻي | پکيئڙا پيري جا | ٢٤ |

مون همٿ ڪري چيو، ”هائو، ڏيءُ، ڏينهن جو قدرت جي ئي روشني گهٽبي آهي. پوءِ اِهي ننڍڙن اِئبن ٻيڪار ڇو پرنديون رهن؟“

پٽ پنهنجي زال جو پاسو ڪٽيندي وچ ۾ ئي چيو، ”اِنهن ٻتين کي پرندو ڇڏي ڏيڻ جي اَسانجي عادت ٿي ويئي آهي. اوهين پڻ اِهي ٻتيون پرنديون ڇڏي ڏيندا ڪريو. ڪهڙو ٿو فرق پوي؟“

مون پٽ کان پڇيو، ”تنهنجي گهر ۾ بجلي بل جو چا حساب ڪتاب ٿيندو آهي؟“

هاڻي وري نونهن وچ ۾ ڳالهايو. چي، ”بابا، پهرياڻس ڇهه سؤ کن بجليءَ جو بل ايندو هو. پوءِ (پنهنجي گهوٽ ڏانهن اِشارو ڪندي) هيءُ بجلي دفتر جي بابوءَ سان ملي - پڳت ڪري هر مهيني ڪيس ’رَمَ‘ جي هڪ بوتل ڏيئي خوش ڪرڻ لڳا. تڏهن کان اسانجو بل چاليهه رپياڪن مس ايندو آهي.“

هوءَ ڏاڍو خوش ڏسڻ ۾ ٿي آئي.

ليڪن مون چيو، ”اِها تہ خراب ڳالهہ ٿي. توهان ماڻهن پنهنجي عادت ۾ سڌارو نہ آڻي، بجلي دفتر جي بابوءَ جي عادت ۾ بگاڙو آڻي ڇڏيو ...“

پٽ مون ڏانهن ائين ڏٺو، جيئن مان هاڻي ڏاڍو پراڻو، پراڻن خيالن جو ٿي ويو آهيان ...

مون کيس چيو، ”پٽ، تون مونکي ائين نہ ڏس. پنهنجي حصي جي ذمواري نباهي ٿي تون نئين زماني جو نئون ماڻهو ٿي رهي سگهين ٿو.“

❖❖❖❖ ❖❖❖❖ ❖❖❖❖ ❖❖❖❖

سموري ڀارتي ساهتيہ ۾ پڻ ايم.اي. ڪورس شروع ڪريون... تيلگو، تمل، مليالم، ڪنڙ، پنجابي، اُردو، سنڌي وغيره ارڙهن ٻولين ۾ جداجدا ايم.اي. ڪورس هئڻ سان گڏو گڏ ڀارتي ساهتيہ ۾ ايم.اي. ڪورس هوندا، تہ اُتر ڀارت جي ساهتيڪارن جي ڏکڻ ڀارت جي ماڻهن سان ڏيٽ-ويٽ وڪاس پائيندي ۽ ڏکڻ ڀارت جي ساهتيڪارن جي اُتر ڀارت جي ماڻهن سان سڃاڻپ وڌندي. هاڻي پنهنجي پنهنجي پرانت جي ٻوليءَ ۾ ئي ايم.اي. ڪورس ڪرڻ سان ''تيلگو ديش مهان''، ''سادا پنجاب مهان'' وغيره جون ڳالهيون ئي رهيون آهن، اسان ۾ ايڪتا جي ڀاونا ڪي جهڙو رسيو آهي... هوندي بہ انيڪ ٻولين ۽ لپين ۾ لکجڻ جي باوجود ڀارتي ساهتيہ بنيادي طور هڪ آهي... هڪ ٻي ڳالهہ جي تحت مون وڏي واڪي پئي چيو آهي تہ غير هندي پرانتن ۾ ڪيل هندي رچنا ڪاريہ ڪي اسين هندي ساهتيہ جي اِتهاس ۾ جوڳي جڳهہ ڏيون. هاڻي تائين اسان پنهنجي اهڙي اِتهاس ۾ هندي پرانتن جي هندي ساهتيڪارن جو ئي خيال ڪيو آهي ۽ غير هندي پرانتن جي هندي ساهتيڪارن کي ليکي ۾ ئي نہ آندو آهي. هڪ طرف اسين چئون ٿا تہ هندي سموري راشٽر جي ڀاشا آهي، ٻئي طرف غير هندي پرانتن جي هندي ساهتيہ جو مان-سنمان نٿا ڪريون... تين آڪاڊيمڪ ڳالهہ هيئن مون اِهو سڌُ پئي ڏنو آهي تہ جيئن آچاريہ رامچندر شُڪل برج، اَوڌي، مئٿلي، کڙي ٻولي وغيره لهجن ۾ لکيل هندي ساهتيہ جو مُڪمل اِتهاس پيش ڪيو، تيئن اسين

سَرائڪي، لاسي، ٿري، لاڙي، ڪڇي وچولي ٻولين ۾ موجود سِنڌي ساهتيہ جي اِتهاس جو نِرماڻ ڪريون ...

مُڪتا - آخر ۾، اوهانکي عرض آهي تہ اوهين پنهنجي ڪا لگهوُ ڪٿا (مِني ڪهاڻي) پڙهي ٻڌايو ...

ميم جيم - (ٽيبل تان پنهنجو ڪتاب ''پرتِبِنڊي رچنائين'' کڻي، اُن مان هڪ لگهو ڪٿا ٻُڌي) هائو، هِتي هِن ڪتاب مان، مان پنهنجي هڪ لگهوُ ڪٿا پيش ڪريان ٿو؛ اُنجو عنوان آهي ''پنهنجي پنهنجي حصي جي ذميواري'' :

پُٽُ پنهنجي ساليانِي موڪل تي گهر آيل هو. ساڻس گڏ سندس ننڍو پريوار بہ هو. پُٽَ-نوُنهن جي ٽهڪن ۽ ٻارن جي ٽهڪڙن سان گهر ڀرجي ويو.

گهر ۾ اِنڪري بہ رونق ڇانئجي ويئي جو سڀني ڪمرن ۾ ڏينهن جي اُجالي ۾ پڻ بجلي بلب جڳ مڳ - جڳ مڳ ٻرڻ لڳا. صبوح جو ڪافي دير تائين باٿ روم ۾ بجلي بتي ۽ گيزر جي لال لال اکِ ٻرنديون رهنديون هيون ۽ سڄو ڏينهن ٽي.ويءَ جي ٽان-ٽان هلندي رهندي هئي.

اِهو سوچي تہ بجليءَ جو بِل منهنجي وِتَ کان ٻاهر، ڏاڏو گهٽو نہ اچي وڃي، مان پنهنجي جڳهہ تان اُٿي ڪري اِهي بتيون بند ڪندو هوس ۽ ٽي.وي. آف ڪري ڇڏيندو هوس.

هڪ دفعي بجليءَ جو بٽڻ آف ڪندي مان پنهنجي نونهن جي پڪڙ ۾ اچي ويس. هُن خفي ٿي چيو، ''چو بابا، اوهين ئي اِهي بتيون باربار بند ڪندا آهيو نہ؟

کونهي، ليکن سبکس سنبنڌن جو مُکت
ورنن مکمل آهي. مون ڪڏهن بہ، ڪٿي بہ،
ريل چيل سبکس سنبنڌن جي جمايتَ ڪانہ
ڪئي آهي. من، وچن ۽ ڪرم جي ايڪتا
جي تحت سبکس سنبنڌن ۾ سنجم اپنائڻ
جي ڳالہ ڪئي آهم. جائو، اِهو ورنن مُکت
نموني ڪيو آهم، جو اِستِتيُن جي شياويڪتا
جي تحت ٿيو آهي. ناري مُکتيءَ جي
سوال کي پڻ اُن جي سمپورنتا ۾ ڏسڻ کپي.
اُن لاءِ مون ''آرڌ ناريشور'' جي علامت ذريعي
اِهو چيو آهي تہ شڪتيءَ بنا شِو (عورت بنا
مرد) هڪُ شَو (لاش) آهي، ۽ شِوَ بنا شڪتي
(مرد بنا عورت) شڪتي-جبڻ (لاش) آهي،
وغيره... پوءِ بہ منهنجو ڪٿا ساهتيہ 'لاگوڊ'
ڪونہ ٿيو آهي، چُپ چاپَ ۾ ڳالهہ چئي
ويو آهي. اوهين ڏِسندا، ''پي لوڳ'' جي
رامي، ''پهلي بتي پر'' جي رجني ۽
''يمب'' جي ليدا ناري-مُکتيءَ جي صحيح
مفهوم تائين پهچي ڪري ئي صحيح مفهوم
پيش ڪن ٿيون. اُن لاءِ اُهي نمري بازيءَ
۾ مبتلا ڪين ٿيون ٿِين ...

مُکتا - پنهنجي رچنا ڪاريہ ۾
اوهان ڪهڙن 'فِڪشن' ليکڪن کان پريرڻا
ورتي آهي؟

مبر جيم - سچ تہ اِهو آهي تہ مان
فڪشن لکندو آهيان، پڙهندو ڪونہ آهيان.
ڪنهن زماني ۾ - خاص ڪري وديارٿي
جيون ۾ - مون ٿورو گهڻو فڪشن پڙهيو هو
... جڏهن مان چوان ٿو تہ ''مان فڪشن
لکندو آهيان''، تڏهن مونکي ساڳئي حُملي
۾ چوڻ کپي تہ اُهو بہ زياده ڪونہ لکندو
آهيان، جاڪاڻ تہ پيا اڪاڊيمڪ ڪم پڻ
ڪرڻا پوندا آهم ... پڙهڻ لاءِ مان زندگيءَ
کي زياده تر پڙهندو آهيان، اُنجي ڪچي
(آڌ-پڪل) روپَ ۾ پڙهندو آهيان. آس
پاس واري زندگي ڪچو مال آهي. رچنا
ڪاريہ اُن کي پڪي مال (finished product)
۾ بدلائي ٿو. ڪچو مالُ هڪُ هوندي بہ پڪا
مالَ گهڻيئي هجن ٿا ۽ هِڪُ پڪو مال
ٻئي پڪي مال کان جُدا هجي ٿو. چو
جُدا هجي ٿو؟ اُن لاءِ درشٽيءَ ۽ ٽڪنيڪ
جو جُدا جُدا هجڻ جوابدار آهي. اِهو
ئي سبب آهي تہ ٻين جو لکيل ڪٿا
ساهتيہ پڙهي - جڏهن جڏهن ٿورو پڙهندو
آهيان - لڳندو آهم تہ مان جيڪر اُنکي
ڪنهن ٻئي ڍنگ سان، ڪا ٻي معنيٰ
جڏائيندي لِکان ها. مونکي يقين آهي
تہ منهنجو لِکيل ڪٿا ساهتيہ پڙهي ٻين
کي، ٻين ڪٿا-ليکڪن کي، اُئين لڳي
سگهي ٿو ...

مُکتا - پنهنجي آنم ڪٿا ۾ اوهان
اڪاڊيمڪ ڪتر ۾ پارٽي ساهتيہ جي بنيادي
ايڪتا ۽ غير هندي پرانتن جي هِندي-
رچنا-ڪاريہ کي هندي ساهتيہ جي اِتهاس
۾ جوڳي جڳهہ ڏيڻ بابت ڳالهيون ڪيون
آهن. اِن باري ۾ اوهين اسانکي درشڪن
کي ڪجھ ٻڌائيندا؟

مبر جيم - اسين جنهن نموني
'يورپي من' (European Mind) جي ڳالهہ
ڪريون ٿا، تنهن نموني اسين 'پارتي من'
(Indian Mind) جي ڳالهہ چونہ ڪريون؟
پارتي من پيدا ڪرڻ لاءِ يا پارت راشٽر ۾
پاواتمڪ ايڪتا آڻڻ لاءِ هڪ اها ڳالهہ پڻ
ضرور آهي تہ اسين پنهنجيُن يونيورسٽين ۾

ڪجهي اڇي. هڪ ٻوٽي کي ٻه پنهنجيءَ زمين
مان کاڌ خوراڪ ملي ٿي. اِن ڪري اُهو ٻوٽو
پنهنجي خاص رنگ ۽ ٻوءِ ۾ اُسري ٿو. جڏهن
هڪ ٻوٽي سان اهڙي ڪار آهي، تڏهن هڪ
قوم جي ضرورتَ کي سمجهي سگهجي ٿو.
ڀارت جي جدا جدا پرانتن ۾ سنڌين جون
بستيون گُلن جي جدا جدا ڪونڊين وانگر
آهن. انهن ۾ پوري باغ جي وسعت ڪانهي.
پنهنجي هِڪَ ڪهاڻي ''ڌرتيءَ سان ناتو'' ۾
مون اهڙي روئداد کي پيش ڪئي آهي ...
وري ڀارت جي ورهاڱي ڪانپوءِ اسين سِنڌي
گهڻو ڪري ننڍين وڏن شهرن ۾ اچي رهيا
آهيون. اِهي شهر ڀارت جي هيٺين منزل
نه، پر ڀارت جي ڇتِ آهن. اَسانجو ناتو
ڌرتيءَ سان ٽٽي ويو آهي. اڪثر اسانجيُن
رچنائُن ۾ گهڻو تڻو شهري مسئلا اُڀري
بيٺا آهن. اسانجا ڪردار دهليءَ جي ڪنات
پليس يا ممبئيءَ جي فلورا فائونٽين جا
ماڻهو آهن. اُهي بلاشڪ ڳوٺن ۽ قصبن کان
ٿي آيل هجن، پر اُهي اُتي پاڻ ۾ گڏجي
ويندڙ افراد آهن. ڪٿي ڪٿي اُنهن منجهان
سِنڌي اُپَ-سنسڪرتي لِڀاڪا پائي ٿي، جيئَن
منهنجي ننڍي ناول 'يي لوگ' ۾ آگرا جو
سِنڌي ڪالا-محل محلو پيش ٿيو آهي.
ليڪن جيئَن بينگالي ناول چوَڻَ سان
بينگالي جيوَت جي ناول جي تصوير اکين
آڏو اَچي بيهي ٿي، تيئَن سِنڌي ناول
چوڻ سان اهڙي تصويرَ نٿي اُڀري ...

مُڪتا - جَنَ-واد، اُتر-آڌُنڪتاواد،
جاتي يٿارٿ واد ۽ هاڻي دَلِت واد ... اوهان
جي ڪٿا ساهتيه کي ڪهڙي واد جي
نظرئي کان ڏسي سگهجي ٿو؟

ميم-جيم - مُڪتاجي، اوهين پڻ اِهو
قبول ڪندا ته ڪو به صحيح قسم جو
ليکڪ ڪنهن هڪ واد کي سامهون رکي يا
اُن جي ڪٽگهري ۾ ٻڌجي رچنا ڪونه ڪندو
آهي. هوُ پنهنجي نبض تي زمان ۽ مڪان
کي سڃاڻندو آهي ۽ اُها سُڃاڻپَ پاڻکن
سان ڪرائڻ چاهيندو آهي. هائو، ائين مُڪت
رهندي جيڪڏهن سندس رچنا ڪنهن واد
جي تحت اچي وڃي ٿي، ته بلاشڪ اَچي
وڃي ... هونئَن منهنجي ڪٿا ساهِتيه کي
اُتر آڌُنڪتا وادي قرار ڏنو ويو آهي. اِهو
اِن ڪري جو اُن ۾ هر هڪ جيون اِستِٿيءَ
کي گهڻن ئي پهلُن کان ڏِٺو ويو آهي، اُن
۾ هڪُ ئي حل ٻُڌايل ڪونهي، جُدا جُدا
اِستِٿيُن ۾ ته پڪ ئي پڪ جُدا جُدا
حَلَ ٻُڌايل آهن. منهنجا ڪردار پنهنجي
پنهنجي حِصي جي ذميواري نِڀاهيندا
ڏسڻ ۾ اَچن ٿا يا ٻيو نه، ته اهڙيائي
ڪوشِش ڪندا نظر اچن ٿا ... پر پوءِ
به اُنَ ۾ هڪ جيون درشٽي آهي، جا
گهڻيُن ئي کُليل دريُن مان ڏسڻ سان
مِلي ٿي ...

مُڪتا - ''يي لوگ'' ۾ مُڪت سيڪس
سنٻنڌن جو ورنن ٿيل آهي ... ''نيتمِت'' ۾
پڻ اهو ائين آهي. پوءِ اِنهن ڪٿائُن
توڙي اوهانجي آتم ڪٿا ۾ به ناري-مُڪتيءَ
جي ڳالهه اچي ويئي آهي. ڇا ناري-مُڪتي
مسئلي جو حل وڌيڪ چِٽي نموني نٿي
اچي سگهيو؟

ميم جيم - لڳيم ٿو، اوهان ''مُڪت''
صفت جو استعمال جنهن اِسم سان ڪرڻ
گهرجي، اُن اِسم سان ڪونه ڪيو آهي.
منهنجي ڪٿا ساهتيه ۾ توڙي آتم ڪٿا
۾، مُڪت سيڪس سنٻنڌن جو ورنن ڪيل

ميم جبمر - شري شرما پاڻ هڪ
پينٽر آهي، پينٽنگ جو هڪ آڏيپڪ
آهي. سندس واسطو 'نيوڊ چترُ' ۽ 'نيوڊ
ماڊل' سان پوندو هوندو ... جڏهن سندس
زال هڪ ڪئبري ڊانسر آهي ۽ هو اِهو
مڃي ٿو تہ ڪئبري ڊانس پڻ ٻئي ڪنهن
ڊانس فارم جيان هڪ ڊانس آهي يا
ڪجوراهو ۽ ڪوڻارڪ ۾ اُن وقت جون ڪي
ڊانسر پڻ ڏيکاريون ويئون هيون، تہ پوءِ
پنهنجي زال جي شجائپ ۾ هو ڇو ڪبن
سڄو نمونی اِها ڳالهہ پڌائيندو؟ هتي
هڪ ٻي وڏي ڳالهہ پڻ آهي تہ ڪئبري
ڊانسنگ پڻ ٻين پيشن جيان هڪ پيشو
آهي ۽ ڪا طوائف پڻ ٽيستائين طوائف
ناهي جيستائين سندس من طوائف نہ ٿيو
آهي ... اڄ مڌيہ ورگ جا سنسڪار پڻ ٻين
ورگن جي سنسڪارن وانگي بدلجي
رهيا آهن. شري شرما پاڻ اُنجو هڪ مثال
آهي ...

مُڪتا - اوهانجي ڪهاڻين ۾
رشتن جو ٽُٽڻ يا ٿڌو ٿي وڃڻ ڏيکاريو
ويو آهي. ڇا اِن مان زندگيءَ جي قدرن
۾ ڳراوٽ جو اچڻ ظاهر آهي؟

ميم جبمر - هائو، اُديوڳن ۾ واڌارو
[illegible] ۽ شهرن ۾ واڌ اچڻ ڪري رشتا
[illegible] رهيا آهن يا ٿڌا پئجي ويا
[illegible] ڪهاڻين جي ڪردارن
[illegible] هڪ حد تائين لاڳو
[illegible] اِهي ڪردار اِهو
[illegible] اِن جو سبب

پنهنجي پنهنجي حصي جي ذمواري نہ
نباهڻ ڪري آهي. هونئن صحيح صحيح
ڏسجي تہ اڄ ڪلهہ زندگيءَ جي ملهن ۾
ڳراوٽ ڪانہ آئي آهي. منهنجي تہ اِها
مڃتا آهي تہ ٽوڙ ڀنبوڙ جي حالتن ۾
زندگيءَ جا ملهہ مضبوط ٿي رهيا آهن. ٻن
مهاڀاري لڙاين جي وچ واري عرصي ۾،
۽ ٻين مهاڀاري لڙائيءَ کانپوءِ ڪجھ سالن
تائين، نئين رچنا يا نئين نظام جي
اِنتظار ۾ اِها ڳراوٽ آئي هئي، اِها
ڳراوٽ آيل سمجهي ويئي هئي. ڊڪ،
نراسائي، ڊپُ، ڌڪتا، آتم هتيا، مؤت
وغيره جي ڀاونائن زور پڪڙيو هو. پر
پوءِ، اُتر-آڌنڪتا (post-modernism) جي دؤر
۾ زندگيءَ جي شڪي طاقتن جو واڌارو ٿيو
آهي. اَسين آس پاس ڏسون ٿا تہ اَسين
گهٽمٽي ڀُلون چوڪون ڪريون ٿا، پر
جلد ئي اِهي ڀُلون چوڪون سڌارڻ لاءِ
تيار ٿي وڃون ٿا. اَسان ۾ نئتڪ درشٽيءَ
(moral vision) جو وڪاس ٿيو آهي. مورتون
۽ ڀُڳني ڀيل جاڻيون اڳتي وڌيون آهن،
اِنسانيت اَڳتي وڌي آهي ...

مُڪتا - اوهانجي ڪٿا ساهتہ ۾
اوهانجو پنهنجو سنڌي پس منظر
ڪيستائين ظاهر ٿي سگهيو آهي؟

ميم جبمر - اڄ ڪالهہ سنڌي ڪٿا
ساهتيہ مان سنڌي جيوت جا نمونا غائب
ٿيندا پيا وڃن. اَسان سنڌي لوڪن جو
پنهنجي پوئڻ سان رشتو ٽُٽي ويو آهي ۽
اَسين هتي، ڀارت ۾، جدا جدا پرانتن ۾
رهون ٿا. هڪ پرانت ۾ نہ هئڻ ڪري
سنڌي جيوت جي ڦهلاوَ جو احساس نٿو

# پنهنجي پنهنجي حصي جي ذميواري

## ڊاڪٽر موتيلال جوتواڻي

ڊوُردرشن ڪيندر، دهليءَ تان ۴ ڊسمبر ۱۹۹۷ تي هِنديءَ جي پرسِدّ رچناڪارن سان مُلاقاتُن جي سلسلي ۾ شريمتي مُڪتا (هِندي ليکِڪا، 'هِندي ساهتيہ ڪا اِتِهاس' (۱۹۲۹) جي ليکڪ آچاريہ رامچندر شُڪل جي پَرَپوٽيءَ) ڊاڪٽر موتيلال جوتواڻيءَ کان هڪ مُلاقات ورتي. اُنَ مُلاقات مان ڪي حِصا هتي پيش آهن :

مُڪتا - (ڊاڪٽر جوتواڻيءَ ۽ سندس ساهتڪ ڪاريہ جي ٿوري ۾ واقفيت ڏيڻ کانپوءِ) اوهان هنديءَ ۾ ٽي مهتوپورڻ ننڍا ناول - 'يي لوگ'، 'پيلي بتي پر' ۽ 'نيمِت' - لکيا آهن. پهريائين، مان 'پيلي بتي پر' بابت هڪ سوال ڪريان. اُنجو نائڪ منوهر ڪئبري ڊانس ۽ بِلو فلم ڏسڻ وڃي ٿو. اِن ڳالهہ کي اسين .مهانگر جي ماڻهن جي اُتسڪتا ڪري ڏسون، يا اُڪتاهٽ (بوريت) ڪري مڃون، يا بدليل وقت جي قبوليت چئون؟

ميم جيم (موتيلال جوتواڻي) - زندگي 'ڪامپليڪس' آهي. ڪنهن 'سِمپل' خاني ۾ اچڻ واري ناهي. اِن ڳالهہ لاءِ اوهانجي ٻڌايل ٽنهي سببن مان ڪو هڪ سبب، ڪي ٻہ سببَ يا ٽيئي سببَ ٿي سگهن ٿا ... اِهي سبب 'آرگئنڪ' ڍنگ سان اچڻ ڪري، اِنهن جي جُدا جُدا شناخت ڪرڻ ڏکيو ڪم آهي ... پراچين سمي ۾ ٽِڪائون هونديون هيون (اِهو سڀ کان پراچين پيشو آهي). اَڄ اهي ڪئبري ڊانس آهن. هر هڪ زماني جا منورنجن جا پنهنجا پنهنجا ساڌن آهن. منوهر هڪ اخبارنويس آهي. ڪيس ڪئبري ڊانس ۽ بلو فلم وغيره ڏسڻ جي پيشيور اُتسڪتا ٿي سگهي ٿي. منوهر پنهنجي شاديءَ جي اٺن سالن کانپوءِ ۽ گهر ۾ هڪ ٻار پئدا ٿي وڃڻ کانپوءِ محسوس ڪري ٿو تہ سندس وواهت جيون جي روشني مڌم پئجي ويئي آهي. اِنڪري هُن ۾ اُڪتاهٽ (بوريت) پڻ ٿي سگهي ٿي ... ۽ بدليل حالتن ۾ اِهي ڳالهيون عام ٿي ويئون آهن. اِهو بدليل وقت جو سويڪار تہ آهي ئي آهي.

مُڪتا - منوهر جي گهر ۾ نئون پاڙيسري شري شرما اچي ٿو ۽ هو پنهنجي زال بابت ڏاڍي سهجتا سان ٻڌائي ٿو تہ هوءَ هڪ ڪئبري ڊانسر آهي. ڇا مڌيہ ورگ جو سنسڪار اِهو قبول ڪندو؟


نالو : ڊاڪٽر موتيلال جوتواڻي

جنم، تاريخ : سکر، سنڌ؛ ۱۹۳۶

ڇپايل ڪتاب: سنڌي، هندي ۽ انگريزيءَ ۾ پنجاهہ کان مٿي ڪتاب، جن ۾ ڪي ديسي پرديسي يونيورسٽين ۾ درسي ڪتاب طور ڪم اچن ٿا.

انعام : سينٽرل هندي ڊائريڪٽريٽ، هندي اڪادمي دهلي، هندي ساهتيہ سمان لکنئو، انيڪ ديسي پرديسي سنستائن جا پرسڪار ۽ سنمان.

پيشو : ديشبنڌو ڪاليج (دهلي يونيورسٽي) ۾ ريڊر (سنڌي)

پتو : B-14, Dayanand Colony, Lajpat Nagar, New Delhi - 110024

تڏهن شاعر چوي ٿو -

محبت ٿي ويندي آهي،
مطلبُ محبت جو نہ پڇ،
مطلب محبت جو ٻڌائڻ مشڪل آهي.

اڄ جي وقت کي ڏسندي جو ٻگہ سڏيو ويو آهي. سڀ آدمي سڪہ پائڻ لاءِ ڊڪي آهن. انهيءَ ڪري هر آدمي فرسٽيٽ آهي. شاعر بہ آپي کان ٻاهر فرسٽيٽ ٿي ويو آهي. موجوده فلمن ۾ شاعر گيت لکندا آهن-

”بتي نہ بجها مجهي لگتا هيُ ڊر“
”چولي ڪي پيڇي ڪيا هيُ“؛ يا
”تُم چيز بڙي هو مست مست.“

هلندڙ ٻگہ جي فرسٽيٽ ماڻهوءَ کي ڪجھ وقت اهڙا گيت پنيائين ٿا- مگر جڏهن انسان اهڙا گيت ٻڌي تنگ ٿئي ٿو تڏهن وري هن کي شاعر جون امر رچنائون دل کي ڇهن ٿيون،

مٽن تو اِڪ خواب هون تم خواب سي
پيار نہ ڪر،
پيار هو جائي تو اس پيار ڪا اظهار
نہ ڪر. يا
الاتي هوا نيلم سا گگن- ڪليون پي

بيهوشي ڪي نمي
اُنسي مين توُ پاس نهين، جبون مين
نہ جاني ڪيا هيُ ڪمي

آخر ۾ شاعر بہ هڪ انسان آهي
سماج جو سيپہ پراڻي آهي. شاعر ڪو بي
دنيا يا منگل گرهہ تان ڪونہ آيو آهي
شاعر کي بہ انساني حسرتون خواب
تمنائون آهن. شاعر گهڻي قدر جيڪي
ڏسي ٿو زماني ۾ پوڳي ٿو، يا دنيا ۾
جيڪي ڪجهہ ماڻي ٿو، اهوئي دنيا کي
ڏئي ٿو. ليڪن سچو شاعر سنسار ۾ الڳ
الڳہ هڪ نرالي پنهنجي ئي دنيا ۾ جيئي
ٿو، نئين جگہ جي ڪلپنا ڪري ٿو

١. دل جون گهرايون ڇهي پوءِ ڪو ننمو ٻاءِ
ٻاءِ تون زندگيءَ ۾، ڏيان ڪو ڏر نہ ڏري
(پريم)

٢. مون ئي خوشين جو آ ڪنو ليکو
درد و غم جو علاج آهيان مان
ڪانئي دنيا ۾ لوڪرون هر هر،
تہ بہ ڏسو خوش مزاج آهيان مان
(ساقي)

❖❖❖❖❖❖❖❖❖❖❖❖❖❖❖❖

# شعر شاعري ۽ شاعر

## هندوجا نند آنند

شاعري تہ آ، دل ڌڙڪن جو آواز زنده دلين جو آ، حسين احساس!

چون ٿا تہ جڏهن آسمان ۾ پکي پرندا نہ هوندا ۽ ڌرتيءَ تي شاعر نہ هوندا تہ هيءُ جڳُ رهڻ لائق نہ رهندو!

هي محفلون، بزم، مشاعره، شعر ۽ شاعري اڄ جي ڪا نئين لهر ڪانهي. صدين کان موريہ گهراڻي کان وٺي مغل بادشاهہ جي دربار ۾ بہ مشاعره محفل جاري رهنديون هيون. وڏن وڏن شاعرن جي آبرو عزت ٿيندي هئي. بادشاهہ، سمراٽ، راجشاهي گهمسان کان نجات پائي، دربار ۾ شاعرن جا سخن ٻڌي دل کي سڪونُ ۽ جيءَ کي فرحت ڏيندا هئا. ڪجهہ لمحا فرحت پائيندا هئا.

اڄ پڻ شعر ۽ شراب- غريبن کان اميرن تائين موج ۽ آنند ڏيندڙ آهي. شاعري فقط انهن شخصن کي ئي نہ وڻندي آهي جيڪي يا تہ جانوري نسل جا هوندا آهن يا جن جي سيني ۾ انساني دل نہ هوندي آهي!

شاعري رنج ۽ راحت جي وچ ۾ هڪ نازڪ پُل مثل آهي. جڏهن اِنسان محبت ۽ دنيا جي غم کان بيزار رهندو آهي، تہ اهڙا گيت غزل ۽ نغما رچيندو آهي جو دُکَ-دردَ اُنهن جي دلين مان ڪافور ٿي ويندا آهن ۽ جڏهن سوکت اَمير اِهي نغما ٻڌندا آهن تہ سک کي پلجي عيش آرام جي دنيا مان ٻاهر نڪري درد جي تلاش ۾ راحت پائيندا آهن. اِنهيءَ ڪري چيو ويندو آهي تہ ڪويتا دک ۽ سک کان پري هڪ پياري سهيلي مثل آهي! شاعري !!

آخر اها شاعريِ ڪيئن ٿي وجوُد ۾ اچي. چون ٿا تہ —

عشق ڪو دل ۾ جگهہ ديجئي،<br>
شاعريِ آجائيگي.<br>
علم سي شاعري آتيِ نهين،<br>
آدمي ڪو انسان بنا ديتي هئہِ شاعري<br>
ڪيي ڪيي تو اِنسان ڪو،<br>
اوليا بنا ديتي هئہِ شاعري!

عوام انسانُ پڇي ٿو تہ اها محبت ڪهڙيِ بلا آهي؟ محبت ڇا آهي؟

| | | |
|---|---|---|
| نالو | : | هِندوُجا نَند آنند |
| جنم، تاريخ | : | لاڙڪاڻو، سِنڌ. تاريخ : ٥-٤-١٩٣٨ع |
| ڇپايل ڪتاب | : | پرواز ڪهاڻيون؛ همراز؛ ناز آنداز؛ زندگيءَ جو مرڪز؛ لاجوابُ ڪتمِنڙو. |
| انعام | : | ڪيترين ئي ادبي سنستائُن طرفان سنمانِت/اِنعام. |
| پيشو | : | سيڪنڊري ٽيچر، نيو اِنگلش اِسڪوُل (رِٽاير ڪيل) |
| پتو | : | D-712، سَن گريس، رهيجا وهار، پوائي، مُمبئي- ٧٢. |

تي آيو ۽ اَمر لال کي پلي تي سوار ڏٺائين.
اَمر لال جي حُڪم تي درياه جا سيئي جيوَ
اَچي مرک شاه جي لشڪر تي ڪَرڪيا. مرک
شاه اُن مجل ٻجي ويو ۽ اَچي اَمر لال جي
قدمن تي ڪِري معافي ورتائين.

هِڪَ دفعي جي ڳالهہ آهي تہ اُڏيرو
لال هالن ۾ ريلوي تان پنهنجي نڪُر سان
پئي لنگهيو تہ اُها زمين ڪن کي خوب
وڻي. زمين جي قيمتَ لاءِ مالِڪَ کان
پڇيائين. مالِڪُ پنهنجي گهرِ وارن سان
صلاح ڪرڻ ويو. هوڏانهن وري جِنن پنهنجي
کي اُن ۽ اُچَہ سَتائي رهي هُئي. اَمر لال
پنهنجو نيزو زمين ۾ کوڙيو تہ پاڻي نِڪري
آيو ۽ چانوَ لاءِ وڏو درخت نهي ويو. مالِڪُ
آيو تہ وارياسي زمين ۾ پاڻي ۽ درختُ
ڏسي وائڙو ٿي ويو. سمجهائين تہ هي ڪو
وڏو وَلي يا پيرُ آهي. ڪن پئسن وٺڻ کان
اِنڪارُ ڪيو ۽ چيو، ”مون کي پئسا نہ کپن،
پر توهان اِتي ڪو مندرُ ٺاهيو تہ مون کي
مُجاوَرُ ڪري رکجو. اَمر لال ها ڪري ڪن
جي اَکيان ئي غائبُ ٿي ويو.

سِنڌ جي اِتهاسَ تي ڪيترن ئي
سِنڌي وِدوانن پنهنجي قلم آزمائي ڪئي
آهي پر اُڏيري لال تي ڪا خاص روشني نہ
وڌي آهي. اِئين تہ مهاراشٽر ۾ ’چمني‘
کي ’ڳُڏي پڙوَ‘ جي نالي سان سڏيندا آهن
تہ سوراشٽر ۾ درياه پير جي نالي سان سڏيندا

آهن ۽ اُتسوَ ملهائيندا آهن. چمني چـ
خاص سِنڌي، سِنڌيت جو ڏينهن ڪر
ملهائيندا آهن. چوَنِ ٿا تہ مرک شاه معاف
وٺڻ کان پوءِ بہ بدلي جي باهہ ۾ پچرند
رهيو ۽ پنهنجي تعصبي مددگارن کان صلا
ورتي اُڏيري لال کي نياپو موڪليو تہ اَگ
توهان پيش نہ پيا تہ لٽي جي سيني
هِندُن کي ناس ڪيو ويندو. موٽ ۾ اُڏيري
لال جوابُ موڪليو تہ هِندُن کي هٿُ لائ
وارن جو اَنجام پاڻ ٻُرو ڏِسندؤ. بس پوءِ تہ
اُڏيري لال پنهنجي ماڻهن کي آگاهہ ڪيو ۽
سيني کي وٺي نديءَ جي ڪن پار سَلامت رکيو
۽ پاڻ ٻيڙين ۾ ٻيهي رهيا. مرکُ ۽ سندس
ماڻهو اجان ننڊ ۾ ئي هُئا تہ نديءَ جو
پاڻي اُٿل کائي شهر ۾ ڪاهي پيو. ماڻهو اجان
سوچين ئي سوچين تہ پاڻي اَچي مرک شاه
جي محل پهتو. هاڻي مرک شاه کي آڻ
مڃڻ کان سِواءِ ٻيو ڪجهہ نہ هو. ڪن لاچار
ٿي صُلح جو جهنڊو جهولايو. اُن وقت
مرک شاه، وزير آهيو ۽ مُلا-مولوين اَچي
شانتيءَ جي گهرڪيائون ۽ اَمر لال حا
پوئلڳ ٿي ويا.

اُڏيري لال جو آستان سِنڌ ۾ سکر ۾
آهي. جيئَن تہ هو شانتيءَ جو اَوتار هو،
ڪنَ شانتيءَ جو پرچار ڪيو ۽ هِڪَ ڏينهن
پنهنجو ڪارجُ پورو ڪري سِنڌوءَ ۾
اَنترڌيان ٿي ويو.

❖❖❖ ......

واڪين نتي وارن کي پناھ ڏني آھي، جا پڻ
حاڪم کي ڄاڻ آھي. هينئَر حاڪم جو حُڪم
آھي تہ توھان ڪيس پنهنجو اَنَ داتا سمجهي
سندس اَڳيان جُهڪو ۽ ايمانداريءَ سان حُڪم
جي بجاوري ڪريو. پنهنجو هِندوُ ڌرم ڇڏي
هميشه هميشه لاءِ اِسلام ۾ داخل ٿيو ۽ بهشت
جا حقدار بڻجو. اَگر توھان اَنَ نہ مڃي،
تہ توھان جو اصل نسل ناس ڪيو ويندو.
ايئن چئي هوُ غصي ۾ گهوڙي تي چڙهي
روانو ٿيو. اَڃان ٿورو مَسَ هليو تہ پريان
درياھ جي تيز ڇوليُن جو دِل ڏهلائيندڙ آواز
ٻُڌڻ لڳو. اَهِيي هڪدم ڇرڪجي گهوڙي
کي بيهاريو. ڇا ڏِسي تہ پلي جهڙي شِڪِل
نِڪري نِروار ٿي رهي آھي ۽ مٿِسِ هِڪُ خوب
صورت جوان سواري ڪري وِٽس اچي رهيو
آھي. اهيو من ئي منَ ۾ چئي رهيو هو تہ
اَهڙو اِنسان مون ڪڏهن نہ ڏِٺو آھي. ايتري
۾ هُن نوجوانَ اَچي چَيُس، جَناب اهيا
صاحب ! پنهنجي حاڪِمَ کي اَسان جو نِياپو
ڏج تہ اَسين هفتي اَندر سندس محلات ۾
مُلاقات ڪنداسين ۽ اِهو بہ چئجائِسِ تہ
پنهنجي ظلمَ جي گهوڙي کي لغام ڏئي تہ
بهتر، ڇو جو اَسين هِندو شانتي ۽ مِٺَ محبَتَ
۾ وشواسُ رکندڙ آهيون. پر اَسان سان ڪو
اَجائي هلتِ هلندو تہ اسانجا بہ هٿ خود
بہ خود چمڪندڙ تلوار طرف وڌندا، اها بہ
ڄاڻ رکجو.

سنہ ١٠٠٧، ٩٥١ع نصرپور ۾ شڪروار
(جمع)، جنهنکي ٿارون بہ چئبو آھي ”چيتي
چنڊ“ ڏينهن اُڏيري اصل رتن راءِ ڪُنيَر
جي گهر جنم ورتو. هن جي جنم تي خوب
خوشيون ملهايون ويون. جوتشِين هُن جا
گرهہ گوچر ڏسي چيو تہ هيِ ٻالڪ ور
ديوتا جو اوتار آھي، هي مظلومن ج
رکيا ڪرڻ جي لاءِ پيدا ٿيو آھي. سندس
نالو اُڏيرو چندر رکيائون. ڇوَن ٿا تہ جن
ونڻ سان هن ٿڃُ نہ ورتي. سندس ماءُ
پتا گهبرائجي ويا تہ ٻالڪ سان ڪهڙي
ويڌن آھي جو ٿڃُ نٿو وٺي. ٻالڪ تہ
بلڪل شانت، ڇوڏهينءَ جي چنڊ وانگر
چمڪي رهيو هو. حڪيم کي گهرائي سانس
سموري ڳالهہ ڪيائون. حڪيم ڏسي ڪري
چيو تہ ٻالڪ کي تہ ڪجهہ بہ ڪونہ آھي
پر خبر ناهي هو ٿڃ ڇو نٿو وٺي، ڪجهہ
سمجهہ ۾ نٿو اچيم. ايتري ۾ ٻالڪ اوٻاسي
ڏيئي وات کوليو. ڏسن تہ اندر سنڌو درياھ
ڇوليون ماري رهيو آھي ۽ منجهس جل
پراڻي نظر اچي رهيا آهن. پريان هڪڙو
اڇي ڏاڙهيءَ سان ڪو مهاپرش ٻالڪ کي
جل جي ڏاتِ ڏيئي رهيو آھي. ڇا تہ
قدرتي نظارو ڏسي رهيا هئا. حڪيم صاحب
چيو،” توھان جلد وڃي درياھ شاھ تان
جل ڪٺي اچو ۽ ٻالڪ جي مکہ ۾ وجهو.“
ڏات پيئارڻ سان ٻالڪ زور زور سان روئڻ
لڳو. پوءِ اَنو ڳوهي درياھ ۾ وڌائون جو
جَلَ پراڻِيُن کاڌو؛ جنهن کي سِنڌي هاڻي
”مودڪُ“ چوَندا آهن ۽ ٻهراڻي ۾ اُهو
ضرور ڏاهيندا آهن ۽ جوتِ بہ جَلائيندا آهن.
هي ٻالڪُ جڏهن ساماڻو، تہ ڪڏهن ڳهوڙي
تي تہ ڪڏهن پلي تي سَوار ڏسبو هو.
مرک شاھ جي ظُلم کان بچڻ لاءِ هِندُنِ
وڃي اَمر لعل جي شرن ورتي. جڏهن مرک
شاھ ڏٺو تہ هِندو پنهنجو حمايتي وٺي آيل
آهن، تہ هوُ بہ لشڪر وٺي درياھ جي ڪَپَ

۾ تي بهترين خوبصورتيءَ جا مثال آهن : سمنڊ ڪناري جو نظارو، شيڪسپيئر جو ناٽڪ ”هئمليٽ“ ۽ موسيقيءَ ۾ موزارٽ جو شاهڪار ”ڊان جووني“.

هر هفتي ڪلفٽن جي رستي واري پل تان لهي، سائيڪل ڦيرائي مان چائناڪريڪ تي Sea Scouts جي ڪاٺ جي ٺهيل ڪئبن ڏانهن ويندو هئس. هن جڳهه تان مان هڪ نه پر ٻه دفعا موت جي منهن مان بچي نڪتو هوس. انهيءَ ۾ ذرو به سنديهه ڪونهي ته ”جانڪو راکي سائيا مار سکي نه ڪوءِ“.

سياري جا ڏينهن هئا، سو سمنڊ جي ٿڌي پاڻيءَ ۾ ترڻ جو وجهه ڪونه هئو. مون مڇي پڪڙڻ جو سانباهو ڪري، Hook ۽ جهينگا ڪپڙي جي ٿيلهيءَ ۾ وجهي چاينا ڪريڪ ڏانهن رخ رکيو. سمنڊ ۾ لهندڙ ڏاڪڻ تان ويهي Hook واري نوڙي پاڻيءَ ۾ ڦٽي ڪري انتظار ڪرڻ لڳس. آيو جو هوا جو جهونڪو سو ڪپڙي جي ٿيلهي ويئي اُڏامي پاڻيءَ ۾ ڪري. بنا آڳو پيڇو سوچڻ جي ٿيلهي بچائڻ لاءِ مان ڪپڙا لاهي پاڻيءَ ۾ گهڙيس. پاڻي هو ٿڌو يخ، جنهن منهنجي بدن کي برف جيان ڄمائي ڇڏيو. نه هٿ چوري سگهان نه پير، هڪ برف جي ڇپ وانگر پاڻيءَ ۾ ڄميو رهيس. موت اکين اڳيان نچڻ لڳو. ڪجهه ساعت گذري ته بدن ۾ حرارت موٽي، هٿ پير چرڻ لڳا ۽ مان پورو زور لڳائي تري اچي ڪنڊيءَ کي جهليو.

ٻيو موقعو هئو جڏهن هڪ دوست کي ٻتيلي ۾ گهمائڻ لاءِ وٺي ويس. وير ڀرپور چڙهيل هئي، ٻتيلي جو ونجهه هلائي، وڏي پاڻيءَ تائين اچي ڏاڍو خوش ٿي رهيو هوس. موٽڻ جو اِرادو ڪري ٻتيلي کي گهمائڻ جي ڪوشش ڪيم ته ڇا ڪٽي ڏسان ته پاڻيءَ جي زور اڳيان منهنجو ڪوبه وس ڪونه ٿو هلي خوف وچان منهن پنو ڇڏي ويو. منهنجو دوست سامهون ويهي منهنجي مصيبت کي پاڻهي رهيو هئو. مونکي منجهدار ۾ قاتل نئيا جي مهراڻ ۾ ٻڏڻ جا ڊيڄاريندڙ نظارا گهيري ويا. چوڌاري اندڪار ڦهلجڻ لڳو هئو. پر اچانڪ هڪ چمتڪار ٿي گذريو. وير مٿي چڙهي مالي ٿي ۽ تيز لهرن (Current) جي وهڪ بند ٿي. ونجهه ٻتيلي کي ڦيرائڻ ۾ ڪامياب ٿيو ۽ اسين ٻه دوست سلامتيءَ سان ڪناري تي اچي لڳاسون. مون لکين شڪرانا مڃيا اُن مالڪ جا جنهن ٻڏندڙن تي ٻاجهه ڪري ڪناري لڳايو هئو.

وڌيڪ ڇا لکان؟ ڪراچيءَ جي نقشي تي سوار ٿي مون من جي فطرت جو عجيب ۽ غريب الف ليليٰ وارو سفر ڪيو آهي!

❖❖❖❖❖❖❖❖

مونکي انعام طور بيج (Badges) ڏيئي، منهنجو اُتساه وڌايو.

اسڪول لائبريءَ ۾ به مون مانيٽر جو درجو حاصل ڪيو، انَ ڪري مان لائبرري ماستر جي ويجهي صحبت ۾ آيس. نوان ڪتاب چونڊ ڪري خريدڻ لاءِ مان سائنس گڏ هڪيو هوندو هوس. شاگردن کي ڪتاب ڏيئي ولي لائبرري بند ڪري، اسڪول مان گڏ گهر ڏانهن پنڌ پوندا هئاسون. هڪ اُستاد جي ويجهو رهي، ڳالهيون ٻوليون ڪرڻ منهنجي تعليم جو هڪ اهم حصو ثابت ٿيا آهن.

ڪراچي شهر جي شاه راه هئو بندر روڊ، جنهن تي شهر جون سڀ کان ڀاڪاريون جڳهيون لهيل هيون. سڀني کان خوبصورت هئي ڪراچي مينسپالٽيءَ جي لال پٿر ۾ لعيل بي مثال عمارت. آڳنڌ ۾ ڪراچيءَ جي سرمور شخص سيٺ هرچندراءِ وشنداس جو سنگمرمر جو پتلو هنجي ديش ۽ ڄاليءَ لاءِ ڪيل سيوائن جي ياد ۾ لڳرايو ويو هئو.

بندر روڊ تان من جون اکيون وراڻينديي ٻيں مکيه جڳهين جڳوک ڊينسو هال، خالق- ڏنو هال، مؤلوڏنو مسافرخانو سئنيما جي پڙدي تي آيا ۽ گم ٿي ويا.

ٿوڙو اڳيان وڃي ٿياسافيڪل ۽ لاج هئو، جتي لڳاتار ليڪچر پروفيسر منگهارام ملڪاڻيءَ جو ڀاشڻ "سنڌي ڪهاڻيءَ جي اوسر" ان هال ۾ ڏنو ويو هئو. گهڻا سال پوءِ ان رڻا کي وڌائي پروفيسر صاحب "سنڌي ساهت جي تاريخ" لکڻ جو وڏو ڪاريه پورو ڪيو هئو.

آرٽلري مئدان جي ڪُنڊ ۾ ڊي. جي. سنڌ ڪاليج جي شاندار عمارت اکين آڏو آئي. هي ڪاليج سڄي سنڌ جو سرسوتي مندر هئو. جهڙا ڪامل اُستاد هن ڪاليج ۾ سکيا جو ڪاريه ڪندا هئا، تهڙا شايد ٻئي ڪٿي ورلا هجن. ساڌو واسواڻي، صاحب سنگهه شهاڻي، هوتچند گربخشاڻي، رام پنجواڻي، نارائڻ ڀٽاڻي، منگهارام ملڪاڻي ۽ لالسنگهه آجواڻيءَ جا نالا سندن شاگردن جي دلين تي هميشه لاءِ اُڪريل رهندا.

۱۹۲۳ ۾ پرنسيپال نارائڻ ڀٽاڻيءَ مونکي پنهنجي Physics سيکارڻ جو جوهر ڏيکاريو هئو. اُنکان ڇاليه ورهيه اڳ جو شاگرد منهنجو پيءُ به هن اُستاد جي سکيا جي ساراه مان ڪين ڍاپندو هئو.

نقشي تي ڪلفٽن وارو سمنڊ ڪنارو ڏسي دل گدگد ٿي. جتي سدائين اچي گڏجيءَ سان پريل سمنڊ جو لهرون گجگوڙ ڪنديون اچي پاڻ ٽڪرائينديون هيون. سمنڊ جو اهڙو سهڻو نظارو شايد ٻيو ڪٿي هجي. فلابيرٽ نالي جڳ مشهور ليکڪ جو قول هئو ته سڄي سنسار

مون رام باغ ۾ ٽيل هڪ ميٽر ۾ ڪيو
هئو. ديش جي آزاديءَ جو سرتاج شهر شهر
گهمي پنهنجو سنديش ٻارن توڙي ٻڍن تائين
پهچائيندو هئو.

ستي هاءِ اسڪول جي هڪ شاخ فريئر
روڊ تي هئي. هيئان روزاني اخبار ”سنسار
سماچار“ جو ڇاپخانو ۽ آفيس هئا ۽ پهرئين
ماڙي تي منهنجو اِسڪول. هيڊ ماستر جي
اُتساهه سان هِن ننڍي اِسڪول ۾ وڏي لائبرري
برپا ٽيل هئي. مونکي عمدن ڪتابن پڙهڻ
جو اِن خاص لئبرريءَ مان سونهري وجهه مليو
هئو.

انهن ڏينهن ۾ سنسار سماچار اخبار ۾
مهان ليکڪ منشي پريمچند جي ٻن وڏن
ڪتابن ”خوني سماج“ ۽ ”رنگ ڀومي“ جا
ترجما قسطن ۾ ڇپيا هئا. پوءِ انهن کي
جلد بند ڪري ڪتابي روپ ڏنو ويو. ڀارتي
ساهت جا ٻہ اَمله ڪتاب مون اُتان وٺي
پڙهيا.

گانڌيا پاپڙي خريد ڪندي ڏٺم تہ
پُرتي ٻڌڻ لاءِ سنڌي ڪتاب جو پنو ڪم ۾
پئي آيو. مون دڪاندار کان پڇيو تہ اِهي
ڪتاب ڪٿا ورتا هئائين. مڃاڻ تہ جهوني
پراڻي وڪڻڻ وارو اجا دڪان وٽ ٿي بينو
هئو. منهنجو چاهه ڏسي مونکي اسڪول جي
سامهون هڪ ننڍي مڪان ۾ پنهنجي گهر
وٺي هليو. ڪٽ هيئان هڪ ٻوڻ ڪڍي
سنڌي ڪتابن جو انبار ڪولي سامهون رکيائين.
ڪتابن جو خزانو ڏسي منهنجو من خوشيءَ

مان ٽپا ڏيڻ لڳو. جيترا پئسا جيب
هئا، اُنهن مان عمدا ڪتاب چونڊي خري
ڪيم. پوءِ تہ هر روز خرچيءَ جا پئ
ڪٽي اُتان ڪتاب خريد ڪندو رهيس
نتيجو اِهو نڪتو جو هڪ چڱي خاص
لائبرري ٺهي پئي، جا وقت گذرندي
ويئي اُسرندي.

نقشي تي ڪراچي ريلوي اسٽيشن
جي نشان تان ٻيو ماڊل هاءِ اسڪول ج
هنڌ ڳولهي لڌم. چوٿين درجي انگريزي
۾ مون فرينچ ٻولي سکڻ لاءِ نئين اسڪول
۾ داخلا ورتي هئي.

ماڊل هاءِ اسڪول ڪراچيءَ جي ٻين
اسڪولن کان گهڻين ڳالهين ۾ اڳرو هئو.
اسانجي اسڪول جي ڪرڪيٽ ٽيم
چئاپيتين ۾ پهريون نمبر ايندي هئي.
ٽيم جو سڀ کان سرس بئٽسمن هو جي
ڪشنچند، جنهن پوءِ رانجي ٽرافيءَ ۽
هندستان جي ٽيم ۾ شامل ٿي پنهنجو نالو
روشن ڪيو.

مان اسڪول جي اسڪائوٽ ٽروپ
۾ داخل ٿيس. وقت گذرندي
منهنجو اسڪائوٽنگ ۾ چاهه وڌندو
ويو. ڪراچي سينٽرل لائبرريءَ مان
اسڪائوٽنگ تي هڪ ڪتاب جي مدد سان
سڀ کان وڌيڪ Badges جا امتحان
پاس ڪيا. هڪ ڏينهن سڀني اسڪول
جي اسيمبليءَ سامهون منهنجو سنمان
ٿيو، پرنسپال صاحب پمنهنجي هٿن سان

# ڪراچي شهر جون يادگيريون

## ڊاڪٽر هنس يوچراج ڪٽوريا

ڳ حمندي قرندي هڪ پراڻي اخبارن جي دڪان تي نظرون ڳهمائيندي ڪراچي شهر جو هڪ ٽورسٽ نقشو هٿ لڳي ويو. هڪ روپيو قيمت ادا ڪري، مجاڻ نہ علادين جو جادوئي چراغ ڳنهي آيو هوس. منهنجو جنم ڪراچيءَ ۾ ٿيو هئو. اسڪول ڪاليج بہ اتي پڙهيس. زندگيءَ جا سونهري سال ڪراچيءَ ۾ گذاريا هئم. جن شهر سان منهنجو گهرو سنبنڌ ۽ اَٽوٽ ناتو رهيو هئو. پنجاهہ سالن جي لمبي عرصي ڪراچيءَ جون يادگيريون مبساري ڇڏيون هيون، اچانڪ هڪ اِسرار ٿي گذريو. ڪراچيءَ جو نقشو سامهون رکي جان ويلس تہ اهين لڳو تہ ڪوہ ڪِناري ناز پيو هلي ۽ اُن مان پاڻيءَ جي جڳهہ تي يادگيرين جا ڪونڙ پرجي پيا نڪرن.

نقشي تي سرسري نظر ڳهمائيندي پهريون نشان پنهنجي ڪراچيءَ واري گهر کي ڳولهڻ لڳس. ويرع ٿي ڪانہ لڳي جو Y.W.C.A. اڪبن آڏو اچي ويٺي. منهنجو گهر بلڪل اُن جي پڻبان هئو. گهر سان گڏ گهر جا ڪمرا ياد آيا. منهنجي پيءُ منهنجي پڙهڻ لاءِ خاص هڪ ننڍي ڪوٺڙي ٺهرائي هئي. مون اُنهہ اضافو ڪري پنهنجي گهرو لائبريري ٺاهي هئي. محنت ۽ جفاڪشيءَ سان مون وٽ ذري گهٽ اُن وقت تائين ڇاپيل سنڌي ساهتيہ جا سمورا ڪتاب گڏ ڪيل هئا.

سرائي ڪوارٽر جو هنڌ نقشي تي ڳولهيم. اُتي منهنجو پهريون سنڌي اسڪول هئو. منهنجو نصيب زور وارو هئو جو اهڙو هڪ هم ڪلاسي مليو جو جنهنجي گهر ۾ سنڌيءَ ۾ ڇپجندڙ ڪيترا ئي رسالا ۽ مخزن ايندا هئا. جو پڙهڻ ۾ بہ برڪ هئو. ۽ جنهجي سنگت جو اثر منهنجي سڄي زندگيءَ تائين رهيو آهي.

اُن وقت ڪراچيءَ جو مرڪز هئو رام باغ جتي هر سال رام ليلا جو ڪيل لڳندو هئو ۽ دشهري تي راوڻ جلائيندا هئا. ننڍپڻ جي زماني ۾ مون لاءِ اِهي سڀ ڪان مزيدار واقعا هئا.

گانڌي جيءَ جو پهريون درشن بہ


| | |
|---|---|
| نالو . | ڊاڪٽر هنس يوچراج ڪٽوريا |
| جنم، تاريخ ۽ | ڪراچي (سنڌ) پاريخ ۲۲ جولاءِ ۱۹۲۷ع |
| ڇپايل ڪتاب: | الڳ الڳ رسالن ۽ مئگزنن ۾ ليکَ ڪهاڻيون وغيره شايع ٿيَل آهن. |
| انعام . | |
| پيشو : | ڊاڪٽر |
| پتو : | ۹- گُلستان، ۲۱۶ سايڻ (ايسٽ) مُمبئي - ۴۰۰۰۲۲ |

ڪلي ڪيل دؤلت ۽ عيش عشرت جي شين
کي پنهنجو سمجهي ان سان پيار ڪرڻ لڳي
ٿو. البت اهي هٿ ڪيل شيون سندس پسيني
جي ڪمائيءَ مان پيدا ڪيل هئڻ ممڪن
آهن، پر جيون مرتيو جي چڪر کي وساري
اِنهن پدارٿن سان بيحد حُب ڪرڻ لڳي ٿو.
نتيجو اهو ٿو نڪري ته جڏهن هو حقيقت
شناس ٿي مرتيو کي اکين آڏو ڏسي ٿو
تڏهن سندس ساهه وسامي پيو وڃي ۽ هو
ڳوڙها ڳاڙڻ ٿو لڳي. موت کي اٽٽر ڄاڻندي
ان کان ڪنبڻ جو پنجون ڪارڻ آهي چوراسي
لک جوٽين جو تصور ۽ نرڳ جي دل ڌڪائيندڙ
خيالات. انسان ڌارمڪ جامو پهرايل پستڪن
مان ۽ ڳاونشين ڳورن جي مکن مان جڏهن
چورياسي لک جوٽين ۽ مرتيو بعد نرڳ ۾
داخلا ۽ اتي جي عذابن جو احوال پڙهي ٿو
يا ٻڌي ٿو تڏهن هنجو هنيو اُجهامي وڃي
ٿو ۽ هوُ درخت جي شڪل پن جيان ڪنبڻ
لڳي ٿو. مؤت کان ڊڄڻ جو ڇهون سبب آهي
پريوار ! جي پوين جي سار سنڀال ۽
سڪاڪاريءَ لاءِ انڌو موهه ۽ اُن موهه مان پيدا
ٿيل چنتا. متين ڄاڻايل ڪارڻن ڪانسواءِ عام
رواجي انسان جي موت کان ونئُه وڃڻ جا
ٻيا به سبب ممڪن آهن. پر اهي سڀ سبب
زمين دوز ٿي سگهن ٿا جيڪڏهن ماڻهو
محسوس ڪري ته موت اٽٽر آهي ۽ اُنجو
اوڏو اچڻ فقط سميه جو سوال آهي.

اسان جي شاسترن موت جي مهما
سمجهائڻ لاءِ مهاڀارت جي ڀيشم پتامهه جي
پاتر کي نظرن سامهون ڌري ٻڌايو آهي ته
پتامهه کي اَمر پد پراپت هئڻ سبب هو
لمبي جيون جي گهارڻ بعد ''ڪڪ'' ٿي
پيو ۽ منشا رکڻ لڳو ته هو جلد مرتيو کي
پراپت ڪري. شاسترن ۾ اِها به ڳالهه
چئي آهي ته رشين منين يا ڪامل پرشن
جي وردان سبب جڏهن به ڪن ڳاڻ ڳٽين
کي امر پد پراپت ٿيو آهي تڏهن سميه
پڇاڻان هنن مرتيوءَ جو پئه پلائي ايمان ۾
اچي نربلن تي ظُلم ڪرڻ شروع ڪيو آهي
۽ آسپاس جي رهندڙ جيون جو جيئڻ
جنجال ڪري ڇڏيو آهي. ڀڳوان شري
ڪرشڻ مرتيوءَ جي آوشيڪتا قبوليندي
اُنجي آمد کي فقط چولو مٽائڻ سڏيو
آهي ۽ اُنجي جڳهه تي ''آتما'' کي امر
سڏيو آهي جيڪو نروڪار هئڻ سبب هرش
شوڪ، اُميد نااُميديءَ ۽ مانَ -اَپمان جي
جذبي جي دائري کان ٻاهر آهي.

متين حالتن ۾ جڏهن مرتيو يا
مؤت اٽٽر آهي، انجي آمد ايتري سچي
آهي جيتري مقرر سميه تي سج جي آمد
يا روانگي، پوءِ اُن کان ڊڄون ڇو ؟ ڇونه
اٽٽر موت جيسٽائين ڀاڪر ۾ ڀري
ٽيسٽائين حياتيءَ کي سڦلو بڻائڻ لاءِ مرتيوءَ
جي سينگار ۽ سنوار لاءِ سهٽا ڪاريه ڪريون،
جيئن پاڻ ته مشڪندا مرون پر جيئندڙ
اسانجي ڪيل ڪرمن جي خوشبوءِ کان
متاثر ٿي اسانجي روانگيءَ مان پريرٽا
پائي نقشِ قدمن تي هلڻ جو اُدم ڪن
۽ پنهنجي جياپي کي ''ماحول'' لاءِ وردان
ثابت ڪن !

❖❖❖❖

# موُت جو ڊپُ ڇو؟

## آتمارام گوپلاڻي

هرڪو ڄاڻي ٿو جيڪو ڄميو آهي سو آوس مرندو، جيڪو اڄ اسانجي نظرن سامهون جذبات جو باعث بڻيو ويٺو آهي، سو سڀاڻي نہ رهندو. ان جي باوجود بہ اسان موُت کان ڊڄون ٿا. موُت جو نالو ٻڌندي اسان ائين هراسجي وڃون ٿا جيئن جهنگل ۾ باهہ لڳڻ سان هرڻي هراسجي ويندي آهي. آخر اسان موُت کان ايترو ڇو ٿا ڊڄون؟ موُت کان ان طرح ڪنبڻ جو پهرين ڪارڻ انسان جو پنهنجي شرير سان انڌو پيار يا موهہ آهي. اِنسان جڏهن گيتا جو گيان ڀلجي شرير کي ناسونت نہ سمجهي، اِنَ کي پنهنجي پونجي سمجهي ٿو، اِنَ سان حُب ڪري ٿو، لاڏ لڏيي ٿو، اِنَ جي سينگار سنوار لاءِ جَتن ڪري ٿو، تڏهن اِنَ جي ناستيءَ جي ڪلپنا سندس ڏرن ڏڪايو ڇڏي. کيس مايوس ڪيو ڇڏي. مرتيو کان ڊڄڻ جو ٻيو سبب آهي اکين آڏو جيڪو پسون پيا انکي سچ سمجهي ان سان نينهن ٿا لڳايون. اسان اِهو ڀلجي ٿا وڃون تہ اسانجي ويدڪ وديا اسانکي دنيوي پريم کان روڪي پيئي. اسانجن رشين منين ۽ ودوانن جي اسان سکيا وساري پنهنجو سامهون دنيوي پدارٿن ۾ الڪائي ڇياڇي سان بيحد پيار ڪيون ٿا. ان ڪري موُت جو تصور ڪندي ڊپ ۾ ڪنبون ٿا. مرتيو کان ڊڄڻ جو ٽيون ڪارڻ آهي موُت جي باعث ٿيندڙ بيماريون، پيڙائن ۽ ٻئي مٿان ڀاڙڻ جي ڪلپنا ڪندي مايوس ٿي وڃڻ. هرڪو سمجهو انسان خواهشمند ٿو رهي تہ هو انت ويلي تائين تندرست رهي، دوا درمل ۽ سُيُن جي جهميلي ۾ نہ ڦاسي ۽ پنهنجي روز مره جي حاجتن لاءِ ٻئي مٿان نہ ڀاڙي. هو جڏهن موُت جي اوڏو پهتل باشندي کي پنهنجي پريوار جي ڪنهن ڀاتيءَ مٿان آڌار رکندو ڏسي ٿو ۽ اهڙين حالتن ۾ ڪڏهن متاثر شخص کي چڙاپ کائيندو ڏسي ٿو تڏهن هن جون ڊپ سبب اکيون ڦاٽي وڃن ٿيون ۽ ازخود وات مان شوڪارو نڪري وڃي ٿو ۽ پنهنجي انت ڪال جو خيال ڪندي ڪنبي وڃي ٿو. مرتيو کان ڊڄڻ جو چوٿون ڪارڻ آهي إنسان جي انڌي خيالات جنهن موجب هو


نالو : آتمارام ساحنداس گوپلاڻي
جنم، تاريخ : سوڀ ديرو خيرپور، سنڌ؛ ١٦ - ١ - ١٩٢٧
ڇپايل ڪتاب: مُلڪي مسئلا ۽ واحد حل، لوڪشاهي.

انعام :

/ : هندو دهلي اخبار جو سنواددا، زندگي هفتيوار احمدآباد ۾ ڪالم لکندڙ ۽ دائريڪٽر،
٩ : ٩-اي، هرنامداس سوسائٽي، بنگلو ايريا، ڪبير نگر، احمدآباد-٢٩٢٢٢٠

بئرڪن ۾ لڙائيءَ وقت ڦاٽل ڦيڏين جي
ڪالي ڪئمپن ۾، ٽين جي لهيل جهوپڙين
يا تنبن ۾ ڪجهه راشن پاڻي ڏيئي پنهنجو
ٿورو گهڻو بار هلڪو ڪيو. ڪي سنڌي
مسواڙي مڪان ڇڏي ڪري وڃي ڏنڊي ڪي
لڳا. ڪن وري مسلمانن جا ڪجهه ڇڏيل
ڍنگا وڃي وسايا.

ڪئمپن ۾ رهندڙن جو حال ڇڙٺو
هو. ديش جي ورهاڱي وقت لڏ پلاڻ
زور هئي، سنڌين تنهن ۾ به نواب شاهه
ضلع جي سنڌين اڇڻ جو پحريون رخ
راجستان ڏانهن رکمو. تنهن ڪري پحريائين
اسان کي جوڌپور، مارواڙ ۾ مارواڙي شبد
رلجي ويا. احمير ۾ ته ڏاڍي پيجه ۾ رش
هئڻ ڪري ڪنهن به رفيوجيءَ کي اني
رهڻ ۾ لحڻ نٿي ڏنو ويو. تنهن ڪري سنڌ
مان ڏنڙجي لڏي جانورن وانگر گهبرجي
احمير کان ٦٥ - ٧٠ ڪوهه پري اڇي ديولي
ڪئمپ ۾ بند رهياسين. جتي ١١٥ ڪلوميٽر
پنڌ تي اوسي پاسي چئني طرف کان ڪابه
ريلوي اسٽيشن ڪانه هئي. ننگرن ۾ ڳانون
ڏانهن ڪوئلن تي هلندڙ لارين ۾ بسين ۾
چڙهي وڃڻ لاءِ به شرنارٿين کي ڪئمپ
ڪمانڊنٽ کان پرمٽ وٺڻي پوندي هئي.
ان ڪانسواءِ لاريءَ جي ٽڪيٽ نه ملندي
هئي. هڪ ڏينهن جي خاص ڪم لاءِ ٻاهر
وڃڻ تي به راشن ڪارڊ مان نالو ڪٽائڻو
پوندو هو. سنڌ جي ڍورن وانگر اسان جي به
هفتي ۾ اندر حاضري ۽ نالن وغيره جي
حا□ جوچ ۾ تپاس ٿيندي رهندي هئي.
راشن ڪارڊن جي چيڪ ڪرڻ لاءِ باقاعدي
ڪرفيو لڳائي پرشارٿين کي گهرن جي اندر
بند رهڻ لاءِ حڪم ڪيو ويندو هو. پرپاٺ جو
ڪرمون ٻائي سرڪاري سيوڪ گهنڊ وڄائي
روبدار، زوردار ۾ اوچي آواز سان ڪرفيو لڳڻ
جو سرڪاري حڪم تعميل ڪرڻ لاءِ ٻڌائيندو
هو. اِئين ڪم ڪاريون ڇڏي صبح کان شام
تائين وڃي گهرن ۾ سوگها ٿي رهندا هئاسين.

راشن تمام گهٽ سو به مٺي، واري ۾
پٿرين ملبل ڳاڙهو جو اسان جي سنڌ جا
پالتو جانور به جيڪر نه کائين. سو اسان
کي نصيب ۾ ملندو هو. گڏيل ڪچا
ڪاکوس، بئرڪن جون ڇتيون وهندڙ، پالن
جون پتيون، سڀ سان ٻاهر گڏ سمجهو هو.
١٧-١٨ ڪلوميٽر پري کان روز ڪانئون ۾
چيٽا جهنگل مان مبزي مٺي تي ڪٽي اڇٽو
پوندو هو. اهي ان وقت جا پيڙادايڪ
ڏينهن نار سان پليل اسان سنڌين لاءِ دکر
پريل، عجيب، انوکا ۾ انيوي هئا. هاڻي
ته محنت ۾ پريوءَ جي ڪرپا سان شبنهن
ڪلهي چڙهي ويا آهيون. هندستان ۾
رفيوجن جي ساڳي خراب حالت هئي
جئيپور جي پرسان سانگانير، درگاپور ۾
گانڌي نگر جي ڪئمپن جي خراب حالت
کان ڪير واقف نه هو؟

نار سان پلمل ٻار گولين بسڪيٽ
جهولن ۾ ڪٽي ڳاڏين ۾ چڙهي ڪٽي جو
ڪٽي وڃي وڪرو ڪرڻ لڳا ته ڪي وري
ڪوهر ڪوسا چورن چٽڻ جا هوڪا ڏيئي
پنهنجي پريوار جي دال روٽيءَ ۾ مدد
ڪئي. ته نوجوان ۾ ٻڌن وري ڦلن-ڦروٽن،
پاچڙن وغيره جا ڳاڏا جڪي هلائي پاڻ
کي سنڀاليو، نه ٻين وري اناج چانور وغيره
سامان جون هٽڙون ۾ گهٽا ڪُلهن تي کٽي

# آزادي ۽ اسان سنڌين جو ڪهري ڪال

ماستر ڳيلارام رائچنداڻي

پنجاهه سال آزاديءَ جي ملئي ٿيا آهن. پر اڃا اسان جي نوجوانن کي جيڪي هٿ چاوا ۽ نپنا آهن، تن کي اها ڄاڻ ۽ خبر ڪانهي ته اسان جي وڏن سنڌ ۾ ڪيترا ستم سٺا، هزارين ڪونڌر قتل ٿيا. لکين لال ڏنتڙجي ويا. ڪئي ڪروڙن رپين جون جايون، زمينون ۽ ملڪيتون اتي ڇڏي لڳ ڀڳ هٿين خالي هٿ پهتاسين. سنڌ ۾ اسانجي نماڻين نياڻين ۽ ڀينرن سان زوريءَ بلاتڪار ڪيو ويو. ڪن کي ماريو ويو ته ڪن سان زوريءَ زبردستي ڪري ڌرم بدلائي، شادي ڪئي ويئي. ان ڪهري ڪال کي ياد ڪندي اڄ به ڌرڪن ڏکي وڃي ٿي.

بنگالين ۽ پنجابين کي اڌ حصو پنهنجي پرانت جو مليو. جو اتي وڃي وسي پيزا ٿيا. پر اسان جي راڄنيتي نيتائن جي. اَدوُرانديشي ۽ بي پرواهيءَ جي ڪري پوري سنڌ پاڪستان ۾ جذب ٿي، آسان جي هٿن مان هلي ويئي.

ورهاڱي جي ڀيَنڪر اُٿل پُٿل ڪري مڙسن کان زالون، مائرُن ۽ پيئَر کان پ... پائرن کان ڀينرون، سسن کان نوُنهرو... سوٽن کان سوٽيون، مٽن کان مائٽ، مطل... ته ڪويءَ جي چوَڻ موجب ته -

پاڪستان جو ڪنس ساماڻو،
جنهن وڏو لاڏاڻو اي رام!
سنڌڙي ٿي ويئي داڻو داڻو!

واري ڪار ٿي ويئي. مامو مدراس ته مامي... مندسور، ڪاڪو ڪٽنيءَ ته ڪاڪي... ڪلڪتي ۾ وڃڙي وڃي پهتي. سنڌين... جي درد ڀري داستان پهلاج ڪوي پنهنجيءَ... ڪوينا ۾ بيان ڪندي چوي ٿو ته :-

مان وري ڀٽڪي ڀٽڪي بندرابن ۾ جهولا پيو جهوليان.

هندستان ۾ پهچڻ کان پوءِ گجرات، مهاراشٽر راجستان، مڌيه پرديش، دهليءَ ۽ ٻين پرانتن جي انيڪ شهرن ۽ ڳوٺن ۾ گهلجي پيرن ڪوڙين جي ڪوشش ڪئيسون. ڀارت جي ڪندت ٿيڻ ڪري هڪ گهڙيءَ ۾ سُڪيَن سنابن جي قطار مان مال ملڪيت ڇڏي، لٽجي ڦرجي اچي غريبن جي لائين ۾ لڳاسين. مرڪزي سرڪار پراڻين ملٽري


نالو : گيلارام رائچنداڻي
جنم، تاريخ : ڳوٺ ٻلال، تعلقو مورو، ضلع نواب شاه، سنڌ ١٦-١١-١٩٣٠
ڇپايل ڪتاب: ڪيترن ئي مئگزنن ۽ اَخبارُن ۾ الڳ الڳ وشيَن تي عالِماڻا ليکَ ۽ ڪهاڻيون.
انعام :
پيشو : رٽائرڊ هيڊ ماسٽر
پتو : A-٣٦/٣٧٦ نَوَ سنت هردارام نگر، بئراڳره، ڀوپال.

لاءِ نقصانڪار آهي. ڪاڏو وري وري گرم ڪيو ٿو وڃي جو به ٺيڪ نه آهي. ڪنهن ڪي ڪنهن شيءِ جي ڪِري هڻڻ تي اُن ڪي اُن شيءِ جي بدران ٻي شيءِ نٿي آڇي وڃي. 'انڊين ڪائونسل آف ميڊيڪل رسرچ' موجب هڪ بالغ مرد کي ٢١٠٠ ڪئلرين جي گهرج آهي ۽ بالغ زال کي ١٧٠٠. اهي گهرجون ٻڍاپي ۾ به لاڳو آهن.

ٻڍا آشرمن ۾ جسماني ڪم تمام ٿورو ٿئي ٿو ڇو ته اتي نوڪر چاڪر ٿين ٿا. نالي طور ٻڍا ۽ ٻڍيون ڪجهه ڪم ڪن ٿا، جيئن ته ٻڍيون ڀاڄي ڪٽائڻ ۾ مدد ڪن ٿيون. پر آشرمن جي باسيڪارن کي خاص ان ۾ دلچسپي نٿي ٿئي ته ڪو ٻڍن ۽ ٻڍين کان ڪم وٺجي، ڪم ۾ رُڌل ٿي آهي جو انسان کي جيوت ۾ مزو وٺائي ٿو. آرام ڪري به ڪيترو ڪبو ۽ آرام جو ضرور به تڏهين آهي جڏهن ماڻهو ٿڪل آهي. هڪ ٻڍا آشرم ۾ مونکي هڪ ماڻهو گڏيو. مون پڇيومانس ته ڏينهن ڪيئن ٿو گذارين. چيائين ته مان صبح جو اٿڻ سان، رات ڪڏهين ٿيندي انجو انتظار ڪندو آهيان!

ٻڍا آشرمن ۾ دماغي ڪم بلڪل نه هئڻ ڪري به، اتي رهندڙن جو مغز ڍلو ٿي ٿو پوي، ڇو ته مغزي يادگيري ڪيستائين سالم آهي، ڪيستائين اسين انهن کي ڪتب آڻيون ٿا. ڀاڄي واريءَ کان ڀاڄي وٺي، انجو حساب ڪيون ٿا، ڌوٻيءَ کان ڪپڙا وٺي، ڳڻي رکون ٿا، وغيره وغيره. اسانجي سماج ۾ معاشي ڪروي، ميسور جو وڏو انجنيئر، وشويشوريه سو سو سال تائين جيئرا رهي، مشغولين سان ڀرپور زندگي بسر ڪئي آهي. حال ۾ زندگيءَ جڏهين ڀانئي مارچ شروع ڪئي جو ٧٠ سال کان وڏو هو. اسانجو هاڻي سوامي گووندداس، ١٠٠ سالن کان سنگت کي پاڻ ماني ۾ وهاري. ٻڍن مردن کي ٻت ننڍن جي ڪري سگهيون آهن

۽ انهن کي ٻڍاپو ايترو نه لڳايو آهي جيترو مردن کي. انجو مکيه سبب آهي استريءَ جي حياتيءَ ۾ جدا جدا ڪم ۽ فرض نڀائڻ جي اهليت شڪتي. نوڪري ڪندڙ زالن کي به رٽائر ٿيڻ کان پوءِ ايتري تڪليف نٿي ٿئي جيتري رٽائر ٿيڻ کان پوءِ گهڻن مردن کي. ضروري آهي ته رٽائر ٿيڻ کان گهڻو اڳ ۾ زندگيءَ جي هن نما شام لاءِ تياري ڪجي. گهڻئي ماڻهو اِئين چوندا آهن ته فلاڻو ڪم فلاڻو شونق مان نوڪريءَ مان فارغ ٿيڻ کان پوءِ شروع ڪندس. پر جي ننڍپڻ کان ئي ان ڪم، ان شونق جي ڏس ۾ ڪو قدم کنيل نه آهي ته پوءِ وڏي عمر ۾ ٿئين ٻير وڏيون عادتون پرائڻ ڏکيون آهن، جيتوڻيڪ ناممڪن نه. مثال طور، پنڌ ڪرڻ جي عادت. صبح جو سويل اُٿي لاءِ وڃڻ جي عادت صحت لاءِ ڏاڍي فائديمند آهي. پر جيڪڏهن سويل اُٿڻ جي عادت شروعات کان ڪونهي ته ٻڍاپي ۾ سويل اُٿي ڪپڙا ڪري ٻاهر نڪرڻ، لت نيم سان وڃڻ ڏکيو آهي.

ٻڍو ماڻهو سڄو ڏينهن گهر ۾ ويلو هجي ۽ پيو گُنڊ گُنڊ ڪري، اِهو ڪنهن کي وڻندو؟ تنهن ڪري ضروري آهي ته ٻڍا پاڻ کي پنهنجيءَ ڪِرت ڪار ۾ مشغول رکن.

١. پنهنجي صحت سالم رکن. ڪنهن به جسماني ڪِ مانسڪ تڪليف کي اڻ ڏٺو نه ڪن. ڪابه بيماري ٻڍاپي جي ڪري آهي- ايئن چوڻ بلڪل غلط آهي. اِئين هجي ها ته سيني ٻڍن کي دل جي بيماري هجي ها.

٢. پنهنجا پئسا پاڻ سنڀالين ۽ مرڻ تائين ڪنهن کي نه ڏين. ''مڙا پير پئسا'' اجڪلهه سو في صدي حقيقت آهي.

٣. پنهنجي لاءِ ڪو وندر وروند جو ساڌن پڇرين کان ئي ٺٺر ڪن، جنهن جي اپنا ڪن، جنهن مان جنن کي خوشي ملندي.

جنن ٿن سٽحن تي عمل ڪرڻ سان ٻڍا آشرمن ۾ رهڻ، صرف انهن لاءِ محدود ڪري سگهبو جن جو ڪير نه آهي يا جي غريب ۽ لاچار آهن.

* * * * *

# ٻڍاپي ۽ ٻڍا آشرمن تي هڪ نظر

**چندرا دوي**

آڄ ڪلهه هر خيراتي سنستا جو مقصد تي پيو آهي هڪ ٻڍا آشرم کولڻ. ٻڍا اڄڪلهه ڪٽنبن ۾ سمائجي نٿا سگهن. انهن جي لاءِ گهر ۾ جاءِ ڪونهي ڪِ نه پڻ دل ۾. ائين ڇو ٿيو آهي؟

انهن جو مکيه سبب آهي آسان جي عمر آزادي ملڻ وقت، يعنيٰ ۱۹۴۷ ۾ هڪ هندستانيءَ جي سراسري عمر هئي اٽڪل ۳۲ سال. اڄ اِها وڌي ٦۲ سال تي آهي. مرتيوءَ تي مات ڪري، وڏي ماتا ۽ وبا، اڄ ڪلهه صرف ڪن ماڻهن لاءِ يادگيريون ٿي رهجي ويئون آهن. اڄ انسان ٻالڪپڻو گذاري، قوه جواني ماڻي، وڏي اوستا ڏي قدم رکي ٿو ۽ ان ۾ ڪروڙين ماڻهو هن جو ساٿ ڏين ٿا. ۱۹۹۱ جي آدم شماريءَ موجب سٺ کان وڌيءَ عمر وارا هندستاني ساڍا پنج ڪروڙ آهن ۽ ايندڙ آدم شماريءَ ۾ انهن جو تعداد ساڍن ستن ڪروڙن کان وڌيڪ ٿي ويندو ۽ جيئن جيئن اسانجو جم گهٽجندو ويندو تيئن تيئن ٻڍڙن کي سنڀالڻ وارا به ڪٽنب جا ڀاتي گهٽ ٿيندا ويندا. پر ٻڍا آشرم اسانجي ڀارتيه سڀيتا جي خلاف آهن. ٻڍن کي مان عزت ڏيڻ اسانجي شاسترن ۾ لکيل آهي. ۽ هاڻ به اسان اهڙا ويل ڪونه آهيون جو عمر کي مان نه ڏيون. فرق صرف هاڻ اِهو آهي [...] گهر گهر ۾ هاڻ هڪ کان وڌيڪ ٻڍا هـ[...] ڪري، ۽ ميل ميلاپ جي ڀاونا گهٽ هـ[...] ڪري، ٻڍاپو هِڪُ بوجهه تي پيو آهي.

ورلڊ هيلٿ آرگنائيزيشن جي موجب[...] ٻڍاپو ٻن حصن ۾ ونڊڻ گهرجي. ٦٠ کا[ن] اٽڪل ۷۵ سالن جا ٻڍا ''جوان ٻڍا'' آهن [...] ۷۵ کان وڏا ٻڍا ''ٻڍا'' آهن. پهرين ٻڍڙ[...] جي حالت ۾، هو گهڻو ٺٽو يعنيٰ صحت[...] ماڻيندڙ، پنهنجن جوابدارين کي محسوس ڪندڙ ۽ نڀائيندڙ انسان آهن. هو سماج جي سٺي شيوا ڪري سگهن ٿا. هنن کي معوقو ملڻ کپي. ٻين ٻڍن جي حالت ۾ البت ڪين شيوا جي ضرورت رهي ٿي. اها[...] شيوا گهر جي هر هڪ ڀاتيءَ کي ڪرڻ کپي ۽ نه رڳو گهر ڌياڻيءَ کي جا پوءِ گهٽي ڪم[...] جي زور هيٺ دٻجي ٿي پوي. مردن کي تمام چڱيءَ طرح، هن ڏِسَ ۾ زال جي مدد ڪرڻ کپي ۽ پڻ ٻارن کي.

ٻڍا آشرمن ۾ جينوٽيڪ ٽن وقتن جو کاڌو تيار هٿ ۾ ملي ٿو، تڏهين به ان ۾ کي ڪوتاهيون رهجي ٿيون وڃن. کاڌو وڏي انداز ۾ رڌڻ ڪري، ان ۾ سولائيءَ جو وڌيڪ خيال رکيو ٿو وڃي. ڪيترن هنڌ اِهو کاڌو جست جي باسڻن ۾ رڌيو ٿو وڃي، جو صحت


نالو : چندرا دوي
جنم، تاريخ : ڪراچي، سنڌ؛ ۲۵ - ۱۱ - ۱۹۳٦
ڇپايل ڪتاب: ننڍا وڏا ليک
انعام : ڪو به نه
پيشو : سماج شيوا خاص ٻڍن جي.
پتو : لوڪمانيه نگر روڊ، پالگهر - ۴۰۱۴۰۴ (مهاراشٽر)

مقابلو ڪيو ۽ دشمنن جو ڏڇيون اُڏائي ڇڏيون. آخر ۾ هن سور وير کي دوکي سان ماريو ويو. سمراٽ ڏاهرسين جو بليدان ۽ اُن بعد سندس پورو پريوار - پتني، ڌيئرن ۽ ڀيڻ سميت بليدان ڏنو.

وير اُڏيرو لعل مرڪ بادشاهه جي ڪنڌ مان ڪلي ڪيي سنڌي هندن جي رکشا ڪئي. ان طرح وير نيڻورام شرما، مهراج نٿورام شرما ۽ ٻين پڻ پنهنجا سڀ ڏينهن سومان صدقي گوليءَ جا شڪار ٿيا. سنت ڪنورام جي شهيدي پڻ آمر اتهاس کي روشن ڪيو.

ڀارت جي آزاد ٿيڻ بعد پڻ سنڌي سور ويرن ديش جي سرحدن جو بچاءُ ڪندي دشمن سان لڙائيءَ ۾ لڙندي، پنهنجن پرانن جون آهوتيون ڏنيون آهن. هو مرڪندي مرڪندي ديش ڀارت متان قربان ٿي ويا ۽ پنهنجي سنڌي سماج جو مان مٿي ڪري ويا.

١٩٦٥ ۾ ڀارت پاڪستان جي لڙائيءَ وقت سنڌي سوروير پريم رامچنداڻي پنهنجو خوب جلوو ڏيکاريو. دشمن جا ڇڪا ڇڏائي ڇڏيا، ڏند کٽا ڪري ڇڏيا. هن سوروير جي جوش ۽ جذبي جي سندس آفيسرن بہ ساراهه ڪئي. پاڪستان جي بدين هوائي اڏي ۽ بارڊر کي نشٽ ڪندي پنهنجي شهادت سان لاثاني قرباني ڏني ۽ هميشه لاءِ امر ٿي ويو.

١٩٧١ ڀارت پاڪستان جي ٻي لڙائي ۾ پڻ راجستان مان اجمير نگر جي هونهار نوجوان ميجر جي عهدي تي ملٽري آفيسر رميش ٻڌلاڻي جمون ڪشمير سرحد تي دشمن حملاور جون ڌڇيون اُڏائيندي، پنهنجي جان جي ڪابہ پرواهه نہ ڪري، اڳيان وڌندو ويو. اچانڪ دشمن جي سپاهين هن کي گهيري ورتو ۽ اوچتو حملي ٿيڻ سبب شهيد ٿي ويو. پنجن ستن ڏينهن بعد هن جي شادي جو مهورت نڪتل هو.

ممبئيءَ جي نوجوان ڪشن ملڪاڻيءَ پڻ هند پاڪ لڙائي وقت پٺانڪوٽ سرحد تي پنهنجي ويرتا جو جلوو ڏيکاريندي، لڙائي ۾ لڙندي ديش متان قربان ٿي ويو. انڊور جي ڀاويهن ورهن جو نوجوان وير ڀرت لعل مسند وري بنگلاديش جي مڪتي سنگرام ۾ وماڻي ڇتين ۾ دشمن جي فوج سان لڪر کاڌو. الين ڊسمبر ١٩٧١ تي شهيدي جو جامو پائي قربان ٿي ويو.

سنڌي سور ويرن جون هي شاندار قربانيون، شهادتون اسان سنڌين جي ديش پريم، ملڪي محبت جا مثال پيش ڪن ٿيون تہ سنڌي سوروير ڪنهن نہ سڙ ترڇيءَ تي ڪٽي ديش خاطر مري مٽجڻ ۾ سدائين اڳرا پئي رهيا آهن جنهن لاءِ سنڌي سماج کي اُن هميشه فخر رهندو آهي.

❖❖❖❖

# سنڌي سور ويرن جو امر اتهاس

## ايسر سنگهه بيدي

ڀارت جي ورهاڱي بعد اسان سنڌين پنهنجن پيرن تي بيهڻ ۽ وسڻ لاءِ جيڪي جفاڪشيون ڪيون ۽ پريشانيون ڏٺيون، تڪليفون سٺيون، ان لاءِ ڀارت جا رهواسي به داد ڏيندا آهن. جنهن همت ۽ حوصلي سان اسين سيني سان ملي جلي هليا آهيون. سداءِ ڪنهن ڀيد ڀاو جي بنا سيني سان شانتيءَ سان ۽ پريم سان وهنوار ڪيو آهي، قرب - پريم ونڊيو آهي، سک ڏک ۾ هر ڳالهه ۾ ڀاڱيدار رهيا آهيون، ديش جي وڪاس ۽ واڌاري ۾ ڀاڱ موڪيو آهي. راشٽرپتين، پرڌان منترين، مکيه منترين کان وٺي ڪيترن ئي وزيرن ۽ اڳوانن به سنڌين جي ساراهه ڪئي آهي. واهه واهه ڪئي آهي.

سنڌين جي ويرتا قربانين سان سور ويرن جو امر اتهاس ڀريو پيو آهي. حقيقت ۾ ڀارت جي آزاديءَ لاءِ سڀ کان وڌيڪ سنڌين پنهنجو پيارو پرديش سواها ڪري ڇڏيو آهي. دنيا جي تواريخ ۾ ديش جي آزاديءَ لاءِ ايڏي وڏي قرباني، اينرو مه... تياڳهه ڪٿي ورلي نظر ايندو.

ڀارت جي آزاديءَ لاءِ ''ڀار... ڇوڙو'' آندولن ۾ ويهن سالن جي ڳي... نوجوان وديارٿي هيمون ڪالاڻي ريلو... جا بولٽ کيڏندي پڪڙجي پيو. ڪيس... ڪافي تڪليفون ۽ ايذاءِ ڏنا ويا. ليڪ... هُن پنهنجن ساٿين جا نالا ڪون... ٻڌايا. منهن مان ٻُرڪُ به نه ٻوليو... کلندي مشڪندي 'ڀارت ماتا جي جئه... چئي ڦاسيءَ تي چڙهي ويو، شهادت جو... جام پي ويو.

وير هاسارام پمناڻيءَ ڀڳت ڪنوررام... جي قاتلن کي نه پڪڙڻ سبب اسيمبلي... اندر نِڊرُ بڻجي وڏي واڪي کُليل لفظن... ۾ سرڪار تي ڏوڙيو وسائيندي ننگو... ڪيو. ان تي ڏينهن ڏٺي گهر ڏانهن... ويندي رستي تي خبيسن کيس گوليءَ جو... نشانو بڻايو.

سمرات ڏاهرسين سنڌ مٿان عربن جي حملي، چڙهائيءَ وقت سورويرتا سان


نالو : ايسر سنگهه بيدي

جنم، تاريخ : شهدادپور، ضلع نواب شاهه. تاريخ : ٢٣-١٠-١٩٢٧

ڇپايل ڪتاب: هيمون ڪالاڻي؛ نيتاجي سُڀاش؛ قومي ترانا؛ ٻارن جو ماهوار رسالو؛ ۽ ڪيترين ئي ننڍين وڏين ڇونپڙيون.

انعام : سوتنترتا سيناني طور سرڪاري سنستائن، اڪاڊميُن، ڪاليجن ۽ اِسڪولن طرفان سنمانيت ۽ اِنعام حاصل ڪيل.

پيشو : ريلوي سروس تان رِٽائرڊ

پتو : بيدي نِواس، بابو محلا، اجمير - ٣٠٥٠٠١

ٽيئن عادت آڪاڻين جي ماءُ ڪان
موڪلائي ويئي آهي. آڪاڻيءَ کي ڪا
لپي ڪانه کپي، ڪا سِکيا ڪونه کپي. ٻارن
جو من اُنجي گرامر کي بہ ڪو ڏسندو!
پر جو ڏيان سان ٻُڌندو، نہ اُهو کيس ماءُ
سان ٻڌلُ رکندو. ڦواجي ميراج ڪان، آئيني
وٽ ڇوڪري ڪندي، ماءُ رُکو پڇيو، آبا!
هو قلعو ڪنهنجو آهي؟ ۽ باقي اِتهاسُ
ساکي آهي سنسڪارن جو.

ڪٿنين ۾، سماج ۾ ۽ ويڪتي ويڪتيءَ ۾.
جي اسين ويچو وساري، سنڌيءَ جو واهپو
ڪريون تہ ڀاشا تہ رهندي نہ؟ پوءِ لکنداسين
ايئن جيڪا لپي ايندي هوندي.
ڪي سنڌي سنتہ نارايڻ جي ڪتا
عربي اکرن ۾ پڙهن، ڪي ديوناگري سنڌيءَ
۾، ڪي رومن لپيءَ ۾ (اِهو وديشن ۾ آهي)،
پر ڪتا تہ ساڳي آهي، شرڌا بہ ساڳي آهي،
بولي بہ بي ڪانبي؛ تہ پوءِ ويڇي ڪي وسِ

ڇونون سجو سيرُ، ڪاري ٻڪريءَ جو
ڪيرُ. ڇاڪاڻ نہ ٻڪري ڪاري هوندي نہ ڪيرُ
اَڇو ڏئي. ماءُ جي موهہ ڪري ٻارُ ڇارون اور
ويمدو وڏندو. پيءُ سان بہ سنڌيءَ ۾
ڳالهائيندو. سنڌي دوستن سان بہ سنڌيءَ ۾
ڳالهائيندو
وياح جٽي ويڇڙو وجهي ڇڏيو آهي

ڪونہ نو ملي.
اَڇو تہ جهوليلال ڇئي گهر گهر ۾
لولي ۽ آڪاڻيءَ جو رواج وجهون، گهر ۾
سنڌيءَ جو واهپو وڌايون.
نہ پوءِ ڏسو نہ ڪيئن نہ لعل سائين
سنڌي اَڇي گهوڙي تي نروار ٿي آسيس ٿو
ڪري. اِهو پڪو وشواسُ آٿم.

◆◆◆◆◆◆◆◆◆◆◆◆◆◆◆◆

پئي. ونو مثالَ : ٻيٽ - خبرچار؛ وِھنجُ -
سنان ڪر؛ توڏو - اُٺ؛ ملوڪ - سندر؛ رَڃُ -
تمام سئو؛ ڳڏون - لوٺو؛ ڏؤنرو - ڏڏُ؛
رينگٽ -روڄُ راڙو؛ جھانئرو-موگو؛ سير-ڪنارو.
اَھڙا ڪئين اَکر آھن جي نِجُ سِنڌي آھن ۽
جن جي پرؤر ڪونہ ٿي پوي.

ڇھون رنگُ آيو ڇوھ مان، جنھن سائو
اثر پسايو. ڪئين اشٽئڪ لِکي ڊڪشنري تہ
جارج ڏني ججمينٽ تہ مِسٽر اي.ٽرمپ
اُنکي ٽيڪو ڏنو تہ سنڌي واھ جو سياڻي
جنھن سنسڪرت گرامر کي اوئين جو اوئين
رکيو. باقي ياشائن ٿورو ڪنيو، پر سِنڌيءَ
سچو ھضم ڪيو.

پر جيڪي سِنڌيءَ جي صحبت ۾ آيا
اُنھن بہ پنھنجا اَکر سِنڌيءَ ۾ وچايا ۽ واتاپيءَ
وانگر سِنڌي ويئي سڀ ڪجھہ جذب ڪندي
۽ طاقتور ٿيندي. اَنگريزن اَنگريزي ھلائڻ
لاءِ قدم کنيو تہ سنڌيءَ ديوناگريءَ کي در
رکي عربيءَ کي اپنايو جيئن ماڻھو ماڻھوءَ
کان نہ ڇڄي. اَڄُ اَسين ھِن سنين پيڙھيءَ
۾ پيا سمجھون تہ سِنڌي اصل عربي لِپيءَ ۾
ھئي ۽ سڀ آسان وٽ عربن وٺان آيو.
تڏھن بہ ڪو وِواد ڪونھي، ڇاڪاڻ تہ وٽئي
جو سُياءُ آھي تہ ھرَ ھِڪَ جي ٻُڌي ۽ جو
سچُ ھجي اُن کي ڪٽي.

ستين رنگ جو سَتُ ڏسبو بلور وانگر
بلؤ. ۵۲ اَکر آيا. دُنيا جي ٻوليُن واچ وچايا.
سِنڌيءَ سڀُ پاڻ ۾ سَمايا. اِن ڪري اَڄُ بہ
اِن ۾ ۲۲ ھزار اکرن مان ۱۵ اکر سنسڪرت
تہ ست ھزار باقي ٻاھريُن ٻوليُن جا ۽
سندس اصل ايجاد ڪيل. آھي ڪا دنيا جي
ٻولي اھڙي شاھوڪار؟ ھٽي سگھندي ڪا بہ
ٻولي اھڙي ھامَ؟

اِنَ سَتَ رنگي شُگنڊِ ھوندي بہ اسين
سنڌي پوئٽي ڇو ٿا ليکيا وڃون؟ خود آسان
جا ٻار بہ وڃن سنڌيءَ کان ست قدم پوئتي
ڪٽندا. ڇا اِھا حالت ۽ اِن جھالت جو ڪو
علاج آھي يا نہ؟

علاجُ آھي، جي اَسين سمجھي اُن
کي اَپنايون.

ٻار ۽ ماءُ جو سنبند آھي دل جو.
جي ماءُ سنڌي نہ ڳالھائيندي، تہ ٻارُ تہ
اَڳي ٿي پئي واتاورڻ ۾ ڏينھن ٿو گذاري.
جي ماءُ سنڌيءَ ۾ ڳالھائيندي تہ گھر ۾
واھپو سنڌيءَ جو ٿيندو. ٻيو اَکر آھي
لولي، جيڪا ماءُ اڳي ٻار کي ٽيستائين
ڏيندي ھئي جيستائين کيس نِنڊ نہ
اچي. لولي آھي سوني زنجير، ماءُ جي دل
۽ ٻار جي من لاءِ. لولي آھي پيار جي اُھا
تندُ جا ٻار عمر ڀر پنھنجي ڳلي ۾ پايو
گھمي. سنھي ھوندي بہ نکو ڇڄي نکو
گسي. اِن ماءُ جي دل ٽي ڪئين کھاڻيون
آھن دنيا جي ساھتيہ ۾ ۽ خود سنڌيءَ ۾.

ٻارُ سڀُ وساريندو، پر ماءُ جي نہ
ھوندي بہ لوليءَ کي لاٽَ سان ٻڌي ھلندو.
اِھو اِن ڪري جو ماءُ پنھنجي مَنَ جون
آشائون، سيني جا سُندر سپنا، ٻار جي آئينده
جي اُميد ڀري، اُنھن اکرن ۾ پوُيو ڇڏي
جو ٻارُ قدم قدم تي جڏھن ٿِرڪي، تہ
لوليءَ جي لئہ کي ياد ڪري.

اُچارن جو اُصول اصل جو سنسڪرت کان ڪنيو آٿس. اِن ڪري ٻه وٽي ڦو اڀٽي وڏندو.

ٻيو رنگ آسماني : پوري ڌرتيءَ کي ويڙهڻ وارو ڳڻ ڪنيو سنڌيءَ ۾ حيڪو مليس اُن سان ملي ويو. رِلٽو ميلٽو سياءُ، پرائي کي پنهنجو ڪرڻ وارو، ٻئي جي ٻولي سولائيءَ سان سکي، اُنجا اکر حهڙي پنهنجي ٻوليءَ ۾ وجهي ۽ اُئين ڳالهائي حو پروڙ ئي ڪانہ پوي تہ سنڌي آهي يا اُهو حنهن جي ٻولي پيو ڳالهائي؟

ٻين ٻولين سکڻ ۾ وقت کپي، جاڪاڻ تہ اُنهن جو وياڪرڻ ئي وائڙو آهي. پر ڏهن ڏينهن ۾ سنڌي سکڻ سولي آهي.

ٽيون رنگ ناسي : جيڪو پوڙهن کي بہ پيارو تہ جوانن بہ کيس حهٽين. پار تہ اصلي پٽ نہ ڇڏين. ان ڪري ئي تہ ڪافيءَ جو رنگ چاڪليٽي تہ اجو. چاڪليٽ پارن کي بہ ڪونہ وٽي. اهڙو حال آهي هڪ اکر حو حيڪو ٿن اُچارن ۾ ڪم اچي. ڪي چون پارسيءَ جو آهي تہ ڪي عربي ڪونين، پر اهو ٻنهي ٻولين ۾ ڪونهي. انجو نالو آهي ”همزو“. سنڌيءَ ۾ اُچار اٿس ”آ+ حاءِ“ ۾ وري ڇٻو ” اِ“ پر ڪانءُ ۾ نہ هوندي. ”آ تہ“ ”اِ“ پر آ“ آهي. اهڙو ڪمال ڪنهن ٻي ٻوليءَ ۾؟ اصل سنڌي اکر سنڌي سمجهہ مان نڪتل.

چوٿون رنگ ڳاڙهو : حنهن اکرن جو پنيت ڪريو. ٻين ٻولين جا اکر تہ آيا پر انهن کي تکيو طوريو ۽ شي ڪا گهٽتائي هوندي تہ پوري ڪبي. انکري ”رج“ واري ”ر“ نرم آهي اُن کي سخت ڪر ”ڙ“ ۾ ساڳيو حال ٿيو ”ڏ“ نرم آهي انکان سخت آهي ”ز“ تہ بلڪل ڀاري آهي ”ظ“. ”ڙ“ تہ نرم آهي ”ع“ ٿوري ڳري کپي. هرڻيءَ واري ”ه“ پوري ڪانهي، انکري حبشيءَ واري ”ح“ بہ هجبي. تاري واري ”ت“ ۾ طور ڪانهي انکري طوطي واري ”ط“ بہ ضروري آهي. ڪُتي جو ”ڪاف“ هلڪو آهي قلم جي ”ق“ بہ هجبي. ساڳي حالت ٿي سولائيءَ واري ”س“، ثواب واري ”ث“ ۽ صندوق واري ”ص“ جي. اوهين چوندا تہ اهو تہ خفت آهي. پر جي جاچي ڏسو تہ سنڌيءَ سنسڪرت واري واٽ وٺي ماترا اکر حو وياڪرڻي پريوگ ڪيو آهي. اهو آهي شاستري سبب.

پر ڏسو ائين ڪرڻ مان ڀاشا اصل اهڙي ٿي ويئي آهي جو سنسار جي ڪنهن بہ ديس جو جيڪو اکر ڳالهائي، اهو اکرن ۾ سمائجي وڃي ۽ سمجهہ ۾ اچي. سنڌيءَ ۾ تہ جيڪر اُنکي ڇنڊجي واهپي واري پر انگريز چوندس تہ هيءَ ٻولي آهي فونيٽڪ (Phonetic). سنسڪرت جيئن هڪ هڪ اکر حو مُکَ ۾ استان مقرر ڪيو آهي، سنڌيءَ بہ ان سڌانت کي پورو پورو ڪم آندو ڦو ڏسجي.

پنجون رنگ پيلو، جنهن تي وس تہ وسيلو. ٻين ٻولين جا اکر اپنائي انهن کي سنان ڪرائي پنهنجو تہ ڪيائين پر پنهنجا خاص اکر ايجاد ڪرڻ ۾ بہ ٻوئتي ڪانہ

# سنڌي ٻوليءَ جي سڳنڌ

واسديو سيرناڻي

پـ ـريون آکر اُن پاربرهم جو جنهن سنسڪرت اُپائي.
وياڪرڻ ۾ ودياجي وياڪياءَ وستارڪري چارون اڙ ڦهلائي.
ان رنگ برنگي راند ۾ هڪ سنڌي ٻه آئي،
اها وني وائي، جيڪر چوان جو سنڌي ڄمي سو سورمو.

ڪئين سال ٿيا - ورهيه وهامي ويا. صدين موڙ ڪاڌو. ٻين جي حالت اُهائي پر سنڌيءَ جو سواد هي پنهنجو. سٺين صديءَ ۾ عرب آيا جن عربي ڦهلائي. مڪاني ماڻهو منجهيل ته آخر ڪهڙي لپي ٿئي سڄائي؟ ڪامورن ڪم ۾ عربيءَ جو احوال وني ڪئي ڪمائي. اصل عالم عامل ٿي ويا جن ميرن جي حڪومت هلائي.

عام ماڻهو سنڌي لکن سنسڪرت ۾ ته عرب لکن عربيءَ ۾. اٺين ٻولي هئي سوني نار ٻنهي جي وچ ۾.

آيا انگريز ١٨٤٠ ۾. سنڌي سڄي ديوناگريءَ ۾. هاڻي ماڻهن جي سمجهه ڪيئن اچي؟ هڪ واندو انگريز وينو، جنهن انگريزي-سنڌي ڪوش ناهيو. وري اُنجو اُلٽو سنڌي - انگريزيءَ ۾ ڪيائين. پر اُچارن ۾ پيو ٻٽ ٻٽ ڪري. اِها ڊڪشنري يا ڪوش ديوناگريءَ ۾ هو. پڙوُر پيس ته

سنڌي ته انگريزي ۽ عربيءَ کان ٻه اوچي آهي پوءِ سنڌي سادا ۽ سولا هردلعزيز ٿيا ته ڇا ٿيو. هيءَ ٻولي ته ست رنگي آهي پر انهن ستن رنگن جي ميلاپ مان اصل ٻيا ٻه ور نڪتا آهن ڄڀڙوڪِ واپاري ته سنڌي ته صراف ٻه سنڌي هوندو. وچ واري جي ڪٻڙي ڳالهه ڪجي، جهڙو واءُ اهڙو ڏيندو اڳ.

سائينسدانن چيو هو ته روشني آهي ستن رنگن جي، پر هتي سنڌيءَ ۾ هي ست رنگ آهن. ونن حساب منهنجي چوٽيءَ جو.

رنگ پهريون پيروجي يا پيروزي. سنڌيءَ ۾ آهن ٥٢ اکر. جيڏانهن ڪڻ اک ته ڪنهن نه ڪنهن ٻوليءَ جو اکر ايندو سامهون يا هر اکر آکيندو ته مان فلاڻي ٻوليءَ مان آيس.

سنڌيءَ جو اُصول آهي پراون کي پنهنجو ڪرڻ. دنيا جي سيني ٻولين مان اکر چونڊي اهڙي ته سندر مالها پوتي اٿس جو سنڌي سولائيءَ سان پائي پر ٻين کي رکي منجهائي. يعني سنڌي سپ ڪا ٻولي لس هي لس سکيو وڃي ۽ سکڻ ۾ نٿي ٿئيس ڪا اَٽڪ، پر ٻيا پيا ٻٽ ٻٽ ڪن.

| | |
|---|---|
| نالو : | واسديو سيرناڻي |
| جنم، تاريخ : | |
| ڇپايل ڪتاب: | |
| انعام : | |
| پيشو : | |
| پتو : | |

جيئن آرڪشڻ ملڻ جا اڌيڪاري آهن. انوسوچت ذاتيون، انوسوچت جن-جاتيون، ٻيا پٺتي پيل ماڻهو جن کي ادر بئڪ ورڊ ڪلاسز (OBC) ڪري سڏيو ويو آهي، اڳيان فوجي، انهن جو اولاد وغيره وغيره.

آرڪشڻ جو سيڪڙو وڌي ٿو وڃي. اِن ڪري ديش جي سرووچ نيايالي آديش ڏنو ته آرڪشڻ پنجاه سيڪڙو کان وڌيڪ نه وڌڻ کپي. پر نيتائون اُن مان به راضي نه ٿيا آهن. جو جڪ چاهي ٿو ته ووٽ ملن اِن ڪري تامل-ناڊو سرڪار آرڪشڻ وڌائي ٦٨ سيڪڙو ڪيو آهي ۽ راشٽرپتيءَ به اُن قانون کي بحالي ڏني.

راجنيتڪ نيتائون وولن جي انڌي چڪر ۾ اجا به وڌيڪ انڌا ٿي رهيا آهن. هڪ طرف ڀارت جي سوڌاڪ ۾ لکيو اٿن ته ديش ۾ ذاتيواد کي سماپت ڪيو ويندو ۽ ٻئي طرف آرڪشڻ جي آڪرشڻ پلئان هنن نه رڳو ذاتيواد قائم رکيو آهي بلڪ اُن فطري ذاتيواد کي وڌايو آهي. اِن آڌار تي ناگرڪن سان ڀيد ڀاءُ ڪيو وڃي ٿو.

ڀارت سوڌاڪ جي ڌارا ١٤ ۾ لکيل آهي ته سرڪار ناگرڪن وچ ۾ ذاتيءَ جي آڌار تي، جنم جي آڌار تي ، لنگ جي آڌار تي ڪو به ڀيد ڀاءُ نه ڪندي. پر اجا ڳالهه صرف وڏن جي پنن تائين سيمت رهي آهي. جيئنءَ سرڪار لنگ جي آڌار تي ڀيد ڀاءُ شروع ڪري ڇڏيو آهي. ضلع پنچائتن، نگر پاليڪائن نگر [illegible] ۾ ٽيه سيڪڙو پد زالن کي ملڻ لڳا [illegible] زالون به پڇتيءَ پڻ کان نجات حاصل

ڪن. جڏهن ڪرسيءَ کان سواءِ زالن کي نجات نه آهي.

پٺتي پيل ذاتين لاءِ جي ڪڏهن سرڪار کي سچ پچ سندن اُٿان ڪرڻ لاءِ اونو آهي ته اُن لاءِ ڪين سکيا ڏيئي منجهن لائقي پيدا ڪري. رزرويشن يا آرڪشڻ ڪين ڪڏهين به اونچو نه اُٿاريندو.

آرڪشڻ جو لاڀ ٿورن پريوارن کي ٿي مليو آهي. ٤٥ سالن جي آرڪشڻ کان پوءِ انهن ذاتين جي حالت خراب آهي. اِهو آرڪشڻ سوَ سالن ۾ به انهن ذاتين جو اُٿانُ نه ڪري سگهندو. ان آرڪشڻ جي روڳ سبب راشٽر جسم ۾ انيڪ بيماريون ڦهلجي ويئون آهن. هر هنڌ اَيوڳيه ويڪتي ڪُرسي واري ويٺا آهن ۽ پد-اُنتيءَ تي قبضو ڪيو اٿن. ان ڪري ڀرشٽاچار، دُراچار، بلاتڪار، اَتياچار اُتپيڙن ڏينهون پوءِ وڌي رهيا آهن. هيئنر وقت آيو آهي جو اسين ٺورو ترسي اِن مسئلي تي ويچار ڪريون ۽ ان مسئلي جو صحي حل ڳولهي ڪڍون.

پٺتي پيل ذاتين کي سکيا ڏيڻ لاءِ ڪين لائق بنائڻ لاءِ سرڪار پل سمورو خزانو لٽائي، ان لاءِ ڪنهن کي اعتراض نه ٿيندو. پر لائقي کانسواءِ ڪا به ڪرسي نه ملندي، ڪا به داخلا نه ملندي، ڪا به پد-اُنتي نه ملندي، اِهو به ڳڌو ڳڏ طئه ڪيو وڃي. ٻي حالت ۾ هي آرڪشڻ جو روڳ ڪئنسر يا ايڊس جي بيماريءَ وانگر هن راشٽر کي نيوڙي ڇڏيندو.

❖❖❖❖

# سنڌي ٻوليءَ جي سڳنڌ

## واسديو سيرناڻي

پهريون اکر اُن پاربرهم جو جنهن سنسڪرت اُپائي.
وياڪرڻ ۾ وِدياجي وياڪياءَ وستارڪري چارون اُڙ ڦهلائي.
ان رنگ برنگي راند ۾ هڪ سنڌي بہ آئي،
اها وڻي وائي، جيڪر چوان جو سنڌي جمي سو سورمو.

ڪئين سال ٿيا - ورهيہ وهامي ويا. صدين موڙ ڪاڌو. ٻين جي حالت اُهائي پر سنڌيءَ جو سواد هي پنهنجو. سنين صديءَ ۾ عرب آيا جن عربي ڦهلائي. مڪاني ماڻهو منجهيل تہ آخر ڪهڙي لپي ٿئي سجائي؟ ڪامورن ڪم ۾ عربيءَ جو احوال وڻي ڪئي ڪمائي. اصل عالم عامل ٿي ويا جن ميرن جي حڪومت هلائي.

عام ماڻهو سنڌي لکن سنسڪرت ۾ تہ عرب لکن عربيءَ ۾. ائين ٻولي هئي سوني نار ٻنهي جي وچ ۾.

آيا انگريز ۱۸۴۰ ۾. سنڌي سچي ديوناگريءَ ۾. هاڻي ماڻهن جي سمجهہ ڪيئن اچي؟ هڪ واندو انگريز وينو، جنهن انگريزي-سنڌي ڪوش ناهيو. وري اُنجو اُلٽو سنڌي - انگريزيءَ ۾ ڪيائين. پر اُچارن ۾ پيو ٻت ٻت ڪري. اِها ڊڪشنري يا ڪوش ديوناگريءَ ۾ هو. پڙوُر پيس تہ سنڌي تہ انگريزي ۽ عربيءَ کان بہ اوچي آهي پوءِ سنڌي سادا ۽ سولا هردلعزيز ٿيا تہ ڇا ٿيو. هيءَ ٻولي تہ ست رنگي آهي پر انهن ستن رنگن جي ميلاپ مان اصل ٻيا بہ ور نڪتا آهن جَهِڙوڪِ واپاري تہ سنڌي تہ صراف بہ سنڌي هوندو. وچ واري جي ڪهڙي ڳالهہ ڪجي، جهڙو واءُ اهڙو ڏيندو اگ.

سائينسدانن چيو هو تہ روشني آهي ستن رنگن جي، پر هتي سنڌيءَ ۾ هي ست رنگ آهن. وڻن حساب منهنجي چوٽيءَ جو.

رنگ پهريون پيروجي يا پيروزي. سنڌيءَ ۾ آهن ۵۲ اکر. جيڏانهن ڪڻ اک تہ ڪنهن نہ ڪنهن ٻوليءَ جو اکر ايندو سامهون يا ٻهر اکر آکيندو تہ مان فلاڻي ٻوليءَ مان آيس.

سنڌيءَ جو اُصول آهي پراون کي پنهنجو ڪرڻ. دنيا جي سيني ٻولين مان اکر چونڊي اهڙي تہ سندر مالها پوتي اٿس جو سنڌي سولائيءَ سان پاڻي پر ٻين کي رکي منجهائي. يعني سنڌي سپ ڪا ٻولي لس هي لس سکيو وڃي ۽ سکڻ ۾ نٿي ٿئيس ڪا اَٽڪ، پر ٻيا پيا ٻت ٻت ڪن.

| | |
|---|---|
| نالو : | واسديو سيرناڻي |
| جنم، تاريخ : | |
| ڇپايل ڪتاب: | |
| انعام : | |
| پيشو : | |
| پتو : | |

هينئر آرڪشڻ ملڻ جا اڌيڪاري آهن.
نوسوچت جاتيون، انوسوچت جن-جاتيون،
ٻيا پنتي پيل ماڻهو جن کي ادر بئڪ ورڊ
ڪلاسز (OBC) ڪري نوٽيفاءِ ڪيو ويو آهي،
اڳيان فوجي، اُنهن جو اولاد وغيره وغيره.

آرڪشڻ جو سيڪڙو وڌي ٿو وڃي. اِن
ڪري ديش جي سپريم ڪورٽ آديش ڏنو
ته آرڪشڻ پنجاهه سيڪڙو کان وڌيڪ نه
وڌڻ کپي. پر نيتائون اُن مان به راضي نه
ٿيا آهن. هر هڪ چاهي ٿو ته ووٽ ملن
اِن ڪري تامل-نادو سرڪار آرڪشڻ وڌائي
٦٩ سيڪڙو ڪيو آهي ۽ راشٽرپتيءَ به اُن
قانون کي بحالي ڏني.

راجنيتڪ نيتائون ووٽن جي انڌي
چڪر ۾ اها به وڌيڪ انڌا ٿي رهيا
آهن. هڪ طرف پارٽ جي جوڙجڪ ۾
لکيو آهي ته ديش ۾ جاتيواد کي سماپت
ڪيو ويندو ۽ ٻئي طرف آرڪشڻ جي آڪرشڻ
پنهنجا هنن نه رڳو جاتيواد قائم رکيو
آهي بلڪ اُن فطري جاتيواد کي وڌايو
آهي. اِن آڌار تي ناگرڪن سان ڀيد ڀاءُ
ڪيو وڃي ٿو

پارٽ جوڙجڪ جي ڌارا ١٤ ۾ لکيل
آهي ته سرڪار ناگرڪن وچ ڄاڻيءَ
جي آڌار تي، جنم جي آڌار تي ، لنگ
جي آڌار تي ڪو به ڀيد ڀاءُ نه ڪندي.
پر اها ڳالهه صرف وڏن جي پنن تائين
سيمت رهي آهي هينئر سرڪار لنگ
جي آڌار تي ڀيد ڀاءُ شروع ڪري ڇڏيو
آهي. ضلع پنچائتن، نگر پاليڪائن نگر
نگمن ۾ ٽيهه سيڪڙو پد زالن کي ملڻ لڳا
آهن. زالون به پيڙهي پن کان نجات حاصل
ڪن. جنهن ڪرسيءَ کان سواءِ زالن کي
نجات نه آهي.

پنتي پيل جاتين لاءِ جي ڪڏهن
سرڪار کي سچ پچ سندن اُٿان ڪرڻ لاءِ
اونو آهي ته اُن لاءِ ڪين سکيا ڏيئي منجهن
لائقي پيدا ڪري. رزرويشن يا آرڪشڻ ڪين
ڪڏهين به اونچو نه اُٿاريندو.

آرڪشڻ جو لاڀ ٿورن پريوارن کي
ئي مليو آهي. ٤٥ سالن جي آرڪشڻ
کان پوءِ انهن جاتين جي حالت خراب
آهي. اِهو آرڪشڻ سؤ سالن ۾ به انهن
جاتين جو اُٿانُ نه ڪري سگهندو. ان
آرڪشڻ جي روڳ سبب راشٽر جيون ۾
انيڪ بيماريون ڦهلجي ويئون آهن. هر
هنڌ اَيوڳيه ويڪتي ڪُرسي واري ويٺا
آهن ۽ پد-اُنتيءَ تي قبضو ڪيو اٿن. ان
ڪري ڀرشٽاچار، دُراچار، بلاتڪار، اَتياچار
اُتپيڙن ڏينهون پوءِ وڌي رهيا آهن. هينئر
وقت آيو آهي جو اسين ٿورو ترسي اِن
مسئلي تي ويچار ڪريون ۽ ان مسئلي جو
صحي حل ڳولهي ڪڍون.

پنتي پيل جاتين کي سکيا ڏيڻ لاءِ
ڪين لائق بنائڻ لاءِ سرڪار پل سمورو خزانو
لٽائي، ان لاءِ ڪنهن کي اعتراض نه ٿيندو.
پر لائقي کانسواءِ ڪا به ڪرسي نه ملندي،
ڪا به داخلا نه ملندي، ڪا به پد-اُنتي نه
ملندي، اِهو به ڳاڻ ڳڻ طئه ڪيو وڃي. ٻي
حالت ۾ جي آرڪشڻ جو روڳ ڪئنسر يا
ايڊس جي بيماريءَ وانگر هن راشٽر کي
نيئوڙي نيندو.

❖❖❖❖

# آرڪشڻ - راحت نه پر هڪ روڳ

## ڊاڪٽر نانڪرام ايسراڻي

هن ديش ۾ هن وقت پينڪر جاتيواد ڦهليل آهي. ڪي اوُنچ جاتيون آهن ته ڪي نيچ جاتيون. ڪي مٿي چڙهيل آهن ته ڪي هيٺ ڪِريل آهن. ڪي دلِت آهن ته ڪي پدَ-دَلت آهن.

ورتمان ڪال ۾ ڪي پد-دلت ۽ پڇڙي ورگ جا ٺيڪيدار آهن. اُهي چاهين ٿا ته جيڪي چڙهيل آهن اُنهن کي هٽائي اُنهن جي جڳهه تي پٺتي پيل جاتين جي ماڻهن کي وڏن پدن تي ويهاريو وڃي.

پٺتي پيل غريب پد-دلت سان ڪو به انياءُ نه ٿئي، ڪو به اَتياچارُ نه ٿئي، اِهو ڏسڻ شاسن جو پرم ڪرتويهُ آهي. پٺتي پيل کي اڳيان آڻجي، اها به نهايت سُٺي ڳالهه آهي. ليڪن هڪ کي اڳيان آڻڻ لاءِ ٻئي سان بي انصافي ڪجي، اِها به صحيح ڳالهه نه آهي.

پٺتي پيل جاتين جا ٺيڪيدار، خاص ڪري راجنيتڪ پارٽيون ۽ راجنيتڪ اڳوانن طرفان هڪدم نڪاراتمڪ (Negetive) درشٽي-ڪوڻ اپنايل آهي. هو پٺتي پيل جي اُٿان لاءِ سڀ کان پهريائين مهرشي مَنوءَ کي برو ڀلو چوڻ سان شروع ڪن ٿا. اِلزام ٿا لڳائين ته شتابدين کان انهن پٺتي پيل جاتين جي ماڻهن تي اتياچار ٿيا آهن ۽ سندن شوشڻ ڪيو ويو آهي، ان ڪري هو سندن پيروي ڪندي چون ٿا ته هينئر ستا ۾ ڀاڱيواري ڏيڻ لاءِ پٺتي پيل جاتين کي هر هنڌ آرڪشڻ Reservation ڏنو وڃي. کين ڪرسي ڏني وڃي، اسڪولن ۾ داخلا ڏني وڃي، نوڪرين ۾ پد-اُنتيءَ ۾ کين آرڪشڻ ڏنو وڃي. ڀارت جي جوڙجڪ ۾ اهو مدو صرف ۱۵ سالن لاءِ هيو، جو اڄ کان پنجٽيهه سال اڳ پورو ٿي چڪو آهي. پر اِهو مدو وڌندو پيو وڃي. اِن مُدي کي سماپت ڪرڻ لاءِ ڪو به اڳوانُ آواز اُٿارڻ جو ساهس نٿو ڪري ڇاڪاڻ ته کيس ڊپُ آهي ته جي هو آرڪشڻ خلاف آواز اُٿاريندو ته کيس ۽ سندس پارٽيءَ کي ووٽ نه ملندا، ستا جي ڪُرسي نه ملندي.

پهريائين آرڪشڻ سيمت دائري ۾ هيو ۽ ڪُجهه سيڪڙي تائين محدود هيو. هينئر آرڪشڻ جو آڪارُ مهانگائي ۽ بيروزگاري جي آڪار جيان وڌي رهيو آهي.


نالو : ڊاڪٽر نانڪرام ايسراڻي
جنم، تاريخ : ميان جو ڳوٺ، تعلقو شڪارپور، ضلع سکر، سنڌ
ڇپايل ڪتاب: رساتلَ ڏانهن راهي؛ ڀارت جا هندو؛ سنڌو مان هندو؛ شاهه جي رچنائن ۾ هندو درشن؛ واڳ به سڄڻ تنهنجي وس. وغيره.
انعام :
پيشو : ائڊووڪيٽ، هاءِ ڪورٽ.
پتو : پوسٽ باڪس ۸۹، سنت ڪنوررام بازار، ڪٿونڊس پُرا، اجمير - ۳۰۵۰۰۱

تماشو هو. مون هڪ کان پڇيو، ڀائي ڳالهه ڇا آهي؟ چيائين، '' آدل! مينهن پوڻ شرط جلدي گهر پهچڻو پوي، ڇو جو آگر دير ڪئيسين تہ اسان جون زالون ويڳاڻيون ٿيو پئون.'' تڏهن هڪ ٻئي ڄڻي ٽُرت شاه صاحب جو بيتُ ياد ڏياريو :-

اڄُ پڻ اُتر پار ڏي، ڪارا ڪڪر ڪيس،
وڄون وسڻ آيون، ڪري لعل لبيسَ،
پرين حي پرديس، مونکي مينهن ميڙيا.
(سُر سارنگُ)

سڄي رات برسات وسندي رهي، فضا ۾ تذڪار چانيل هئي. صبح جو سويل جڏهن اسين پونگن کان ٻاهر نڪتاسين، تڏهن ٻنيءَ جي ساٺي زمين تي ماڪ موتين جي داڻن جيان چمڪي رهي هئي. اُتي هڪ ڄڻَ وراڻيو :

پيئي حا پريات، سا ماڪ مَ پسو مازها،
روئي چڙي راتِ، ڏسي ڏکويڻ کي.
(سُر ڏهر)

آهڙو ئي هڪ ٻيو بيتُ شاه صاحب جو هڪ ڪچهريءَ ۾ ٻڌڻ لاءِ مليو :-

شُکر ٿيو بادل کي تہ سارنگ سات ڪڄن،
وڄون وسڻ آيون، تہ لہ مينهن لِمَنِ،
حن معانگو اُچي ميڙيو، سي هٿ ٿا هڻن،
پنهن مهنجان پندرهان لَيا، الين ٿا ورق ورنِ،
ڏکاريا ڏيہ مان، شل موڏي سبُ مَرَنِ،
وري وڏي وسَ جون ڪيون ڳالهيون
ڳنوارَنِ سيدُ چوي سِين، آهہ توهہ تون آسرو.

اِن ريت شاه صاحب جو ڪلام ٻنيءَ، ڪِ ۾ هر هنڌِ، هر مؤسم، هر خوشيءَ جي موقعي تي جهونگاريو ويندو آهي. اُتي اهڙي ڪابہ ڪچهري نہ هوندي آهي حتي شاه ڀٽائيءَ جي ڪلام جي پڪٽِ-پٽلٽان نہ هُجي. ڪچهري جڏهن جو مچندي آهي، تڏهن سگهڙ هڪ ٻئي کي ڳُجهارتون ۽ پروليون ڏيڻ بہ شروع ڪندا آهن. اُنهن ڳُجهارتُن ۾ شاه صاحب جون ڳُجهارتون بہ شامل هونديون آهن.

ٻنيءَ جو علائقو شاه صاحب جي شهٽي-ميهار، سسُئي-پُنهوَن، عمر-مارُئي ۽ ليلا-چنيسر جي لوڪ ڪٿائُن ۽ اُنهن ۾ شامل بيتن سان گونجندو رهي ٿو. سانجهي ٿي ناهي، ۽ فضا ۾ شاه صاحب جي بيتن، ڪلامَ جو پراڏو پڏو ناهي. ٻنيءَ جو اهڙو ڪوبہ ڳوٺُ خالي ڪونهي حتي شاه صاحب جي ڪلامَ تازگي نہ ڏني هُجي.

ڳالهين دوران، ڪچهرين ۾ اسانکي شاه صاحب جا هيلبان بول پڻ ٻڌڻ لاءِ مِلن ٿا :-

هادي سين هن پار ڏي، رڙهمن سان رڪاب،
اڄُ پڻ وايون ڪن، وڻجارا وڃڻ جون،
ڪارڻ تِن پرين، ويني واٽ نِهاريان.
پُنيتيم اُميدون سيئي سڄڻ آيا،
سودي سين سنگہ ٿيو.

جي پويون ٿئي پساه تہ نجاه مڙه ملير ڏي،
تہ جو پانيو هارُ، سو سُورن جو سگڙو،
پلا پيري پر، پالهو پاندُ پيناز جو.

ٻنيءَ جا ڄڻَ اکثر هي بيتُ ور ور ڪري پيا ڳُنگُناڻيندا آهن :-

پيحي جان پانُ ۾ ڪَنبر روح رِهانُ،
تہ نکو ڏونگر ڏيہ ۾ نہ ڪا ڪيچين ڪانُ،
پُنهوُ ٿِيَسِ پانُ، سسُئي تان سُور ٿيا.

✧✧✧✧

شاهه صاحب ڪڇ تان پيرا ڪيا. اِن ڪري هُنَ ڪڇ کي به اصل ڪونه وساريو. برسات جي مند ۾ ڪي ڪکر اچي ڪڇ تي به وسڪارو ڪن ٿا، اُنهن جو ذڪر ڪندي شاهه سائين چوي ٿو :-

”موٽي مانداڻن جيِ واري ڪيائين وارو،
وڄون وَسڻ آئيون، چوڏِس چوڌار،
ڪنهن جنبي جيسلمير تان، ڏنا بيڪانير پڪار،
ڪنهن ڀڄ ڀڃائيو، ڪنهن ڍٽ مَٿي ڪئي ڍار،
ڪنهن اچي عمرڪوٽ جا وسايا ولهار،
سائين سدائين ڪرين مٿي سنڌ سُڪار،
دوست تون دلدار، عالم سڀ آباد ڪرين.“

جڪرو سنڌ جي راجائي ڪل اوڊي جو سُپاتر ۽ هوٿل پدمڻيءَ جي جگر جو ٽڪرو هئو. اُن لاءِ شاهه صاحب فرمائي ٿو ته :-

”جڪرو جس ڪرو، ٻئا سڀ ڪريل خان،
مِـٽي اِنَ مڪانَ، اصل هئي اينري.
جڪرا جئين شال، تنهنجو ڪَنين مَندو مَ سُٽا
جو تو اچي ڪالهه، نالائقَ نوازيا“

شاهه صاحب جڪري جي ڀيڻ ’سڪر‘ کي به نه وساريو آهي :-

”سونهن وڃايم سومرا، سڪ جهڙي سونهن،
دل ۾ ڏکيم ڏونهن، منهنجو منهن ميرو ٿيو“

ناراڻ سروور ڪڇ جي اولهه طرف لکپت تعلقي ۾ پراڻو تيرٿ آستان آهي. هن مندر ۾ لڪشمي ناراڻ، آدي ناراڻ، گووَرڌن ناٿ، دواراڪاناٿ، مهالڪشمي وغيره جون مورتيون رکيل آهن. شاهه صاحب جوڳين سان گڏ هِن پوتر جڳهه تي زيارت ڪرڻ آيو هو. هن کي ناراڻ سروور ايترو ته ياد هو جو اُن جو ذڪر شاهه صاحب پنهنجي هڪ ڪلام ۾ ڪيو آهي.

”منجهئين بابو بکيا، منجهئين ناراڻ سر
بستي ڏور ۾ بر، تون خود آهين تڪيو“ (۱)

سنڌ جو سيلاني ڀِٽائي گهوٽ ڪوٽيشور جي زيارت لاءِ پڻ ڪَهي ويو هو. اُتي جوڳين ۽ پيروئين جي حالت اهڙي ته وڻيس جو چيائين :

”اوڏو آهي الله، ڪوٽيسر جي ڪنڊ ۾“ (۲)

’املهه اڻتوريا‘ ۾ ڏنل شاهه جا ڪجهه بيت هن ريت آهن :

۱. تر گڇيو، بر گڇيو، گڇيو ديسان ديس،
واهه تِنين جي ويس، جي وڄون وسڻ آيون.
۲. ڪو جو وَريو واءُ، واس وٿاڻن ڇڏيو،
گهوريو گهوري ساهه، مٿان ساهڙ جندڙو
۳. ساهڙ ڏاران ساهه، رهي نه رتيءَ جيترو،
مونکي محمد مهار جو، گهٽ منجهان ران گهاءُ،
اونهو وڃي اوڙاهه، ڪين ٻڌندين ڪڏهن.
۴. پانڌي ڀڄ پرينءَ کي، قدم پير ڌري،
پنهون پيرَ پري، ڏرِجه جناز جبل تي.

ڪڇ ۾ برسات جي ڏاڍي اهميتَ ۽ ضرورتَ آهي. جڏهن برسات وسي، تڏهن سڄو ڪڇ خوشيُن ۾ جهوُمڻ لڳندو آهي. اَهڙو ئي هِڪُ سمو هو. ٻنيءَ جي هڪ ڳوٺ ۾ ڪچهري چالو هئي ۽ اچانڪ اَچي برسات وسي. بس جيئن ئي مينهن وسيو، پونگي ۾ ويٺل سڀُ جَتَ وني ڀڳا پنهنجن گهرن ڏانهن. عجيب

---

(۱) رسالو شاهه عبداللطيف (سُر رام ڪلي)

(۲) جڻه ڪوٽيشور - سومدت ناٿاڻي (ڪانڌي ڏام)

آهي. شاهه صاحب سنڌ جو سرتاج شاعر تہ آهي ئي پر گجراتي، ڪڇي اديبن شاهه صاحب کي ڪڇ جي سنت ڪوين جو سرتاج شاعر سڏيو آهي.

پٽ ڌڻي شاهه پڙ لس بيلي کان ٿيندو ڪڇ پهتو. گوهر شريف جي پرسان پٽ ڌڻيءَ جي بيلڪ آهي. ڪڇ ۾ ءِ خاص ڪري بنيءَ ۾ ميڙن-ملاڪڙن، ڪچهرين ءِ درگاهه ني شاهه صاحب جو راڳ ٿيندو آهي. حت، سگڙ ءِ ٻيا فقير شاهه صاحب جا سچا شيدائي آهن. ڪڇ ۾ ڪترا ئي پٽائي سائينءَ جي ڪلام جا قلمي نسخا اڄ بہ موجود آهن جن ۾ ڪيترو ڪلامُ اَڄُ بہ اَڻ-ڇپيل موجود آهي. نکتراڻا تعلقي جي بنيءَ جي هڪ ڳوٺ نندي پٽاري ۾ صاحب عبداللہ طلب ڏٽيءَ پرتو جت وٽ جيڪو ١٩١٥ع، هجري سنہ ١٣٣٦ ۾ لکيلُ شاهه جي رسالي جو قلمي دستخط آهي، اُن جي هڪ ڪاپي دائود پوٽي وارا سنڌ کڻي ويا. اُن ۾ شاهه صاحب جا آندازي ١,٥٦٨٦١ بيت درج ٿيل آهي. اُن رسالي تان ئي ڪجهہ وقت اَڳي، سنڌ مان آيل ٻن فقيرن اَٽڪل ہہ هزار ڪنُ نوان بيت ڪافيون ءِ وايون اُتاري هڪ مجموعو شاهه عبداللطيف ڪلچرل سوسائٽيءَ طرفان ڇپايو آهي، جنهن جو نالو آهي ”اَمُلہ اَڻتوريا“.

ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ لکيو آهي تہ ”لنڊن جي برٽش ميوزم ۾ رکيل شاهه جو قلمي رسالو ۽ انڊيا آفس ۾ رکيلُ ٻيو قلمي نسخو، اِهي ٻئي دستخط ڪڇ جي ماسي جا آهن.“ عثمان راهموں، ويٺلُ ڪوٽڙو مره وارو، تعلقو لکپت، تنهن وٽ اِهو قلمي نسخو هو ساڻ گڏ مولوي عالم مصطفيٰ قاسمي، جنهن مرحوم ڊاڪٽر دائود پوٽي جي مرتب ٿيل شاهه جي رسالي جي تدوينَ ۽ ترتيبَ جو ڪم ڪيو آهي، اُن جو ڇوَٽُ آهي تہ هن وقت شاهه صاحب جا قلمي نسخا هنَ ريت آهن :

١. گنج پٽ شاهه ٢. بلڙي ٣. احمدي، ٤. ابراهيم شاهه ٥. پيرُ مِل شاهه، ٦. جمعو فقير ٧. فقير حسين ٨. شير محمد، ٩. سيد دوست علي شاهه، ١٠. رمضان جتُ، ١١. شر محمد شاهه، ١٢. مر علي احمد ٽالپر، ١٣. غلام تقي، ١٤. ماستر محمد قاسم، ١٥. محمد عمر کهڙو، ١٦. لونگ فقير، ١٧. نوڙهو لنڱي (ڪڇ)، ١٨. مائي ملئي نعمت، ١٩. مير عبدالحسين سانگي، ٢٠. مولوي احمد جتُ وغيره.

اِنهن مان ڪجهہ قلمي نسخا ڪڇ پاسي جا آهن. اِن ڳالهہ تان اِهو اِندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ بني، ڪڇ، سوراشٽر، ڪاٺياواڙ ۾ شاهه صاحب ڪيترو نہ نالو ڪمو آهي ءِ هتان جي چارڻن، ڀٽن، فقيرن ءِ سگهڙن شاهه صاحب جي ڪلام کي ڪيترو نہ ڳاتو آهي. شاهه صاحب خود بہ ڪڇ جي لوڪ ڪهاڻين لاکي ڦلاڻيءَ، سکر ءِ ڪريءَ کي ڳايو آهي، سو بہ ڪڇ جي حُب، سِڪ ءِ محبتَ وچان. شاهه صاحب لاکي جي لکيءَ گهوڙيءَ جو ذڪر هِن ريت ڪيو آهي.

” لاکو لکيءَ تي چڙهيو، لکي لاکي هٿئ،
ڪندو ڏمر ڏينئ، سيان ساٺا شيءِ ڪنهن.“
(رسالو ”نئين زندگي، جولاءِ ١٩٦٢، صفحو ١٩)

لاکي جو اوڏن لاءِ ڪافي پيار هو جنهن جو ذڪر شاهه صاحب هِنَ ريت ڪيو آهي :-

آڏيو جو اوڏن، سو ڏنگر ڏلو ۾ تئي،
حتي ويحي ڪن ليکو لاکي جام سين.

# ٻنيءَ ۾ شاهه ڀٽائيءَ جو هڪ ادب

## جيٺو لالواڻي

شاهه لطيف دنيا جي اعليٰ شاعرن مان هڪ آهي. شاهه جو رسالو سنڌي زبان جو بي-بها ۽ املهه خزانو آهي. هي شاهڪار پسنڪ جو نچ ۽ خوشگوار ٻوليءَ ۾ لکيل آهي سو اِئين آهي جيئن روميءَ جي مثنوي فارسيءَ ۾ شاهه جي سموري ڪلام ۾ ٻوليءَ جو زور ۽ رواني قائم آهي. ڀٽائيءَ جو ڪلام شفاف ۽ نرمل جل جي چشمي مثل آهي. ڀٽائيءَ جو ميغام سڄي دنيا لاءِ ڪشش آهي ۽ سنڌس پيغام ۽ فلسفو سيني حدن ۽ سرحدن کان مٿي آهي. شاهه جو ڪلام محب وطن جو پيغام ڏئي ٿو. هن جو پيغام غريبن، ڪڙمين، ڪاريگرن، لوهرن، عام اِنسان لاءِ آهي. شاهه سيني قومن ۽ سيني وقتن جي شاعرن جو سرتاج شاعر آهي اِن چوڻ ۾ کو به وڌاءُ نه ٿيندو.

چيو ويندو آهي ته جواهر پاڻ به سونهن واري شيءَ آهي پر سون ۾ مڙهجڻ تي اِهو اڃا به وڌيڪ سهڻو ٿي پوي. ساڳي ڳالهه ڀٽ شاهه سان به آهي. سنڌس شاهاڻي تاب اڳيان ٻيا سمورا ٽمڪندڙ تارا گم ٿي ويا آهن. شاهه جو ڪلام پڙهڻ ڪ... وڌيڪ ڳايو ويو آهي. چيو وڃي ٿو ته شا... صاحب جا ڪيترا اصل بيتن مان گهـ... وڃائجي ويا آهن.

شاهه صاحب نظاميءَ جيان روماني... شاعريءَ ۾ پنهنجو مٽ پاڻ آهي. جڏهن... هو پنهنجين ستن سورمين سهڻي، سسئي،... مارئي، مومل، ليلا، نوري ۽ سورٺ (جي... سنڌس فن جا مختلف رخ آهن) کي ميلاج... ۽ سُر سان ڳائي ٿو تڏهن تصور جي اهڙين... بلندين کي وڃيو پهچي جو ماڻهو حيرت ۾... پئجيو وڃن. حقيقت ۾ اِهي سورميون... نظاميءَ جي ”هفت پيڪر“ ۽ شيڪسپئر... جي سورمين کان وڌيڪ سڀاجهيون ۽... زيباڻيون آهن. پر جتي شيڪسپئر ۽... نظاميءَ جي سورمين بابت سڄي دنيا ڄاڻي ٿي اُتي شاهه جون سورميون اڃا تائين ڪڇ، ڪاٺياواڙ، سوراشٽر جي علائقن تائين پهتيون آهن. اَڄ شاهه جي سورمين سنڌي ڪڇي لوڪ ادب ۾ اهميت ڀريو آستان حاصل ڪيو آهي. ۽ اُنهن ڪانسواءِ ڪڇ، سوراشٽر، ڪاٺياواڙ جو لوڪ ادب جٽڪ ڦڪو ۽ اڌورو


| | |
|---|---|
| نالو : | جيٺو لالواڻي (Ph.D, B.Ed, M.A) |
| جنم، تاريخ : | ڪنڊيارو، ضلع نواب شاهه. ٨-٣-١٩٣٥ع |
| ڇپايل ڪتاب : | سنڌيءَ ۾ ١٥، هنديءَ ۾ ٢، گجراتيءَ ۾ ٦، انوادَ ١٠ |
| انعام : | گجرات سرڪار طرفان ١٥ اِنعام. سينٽرل هندي ڊائريڪٽوريٽ-جڪ ’حادثا‘ ناٽڪ تي جڪ، ’ڪُلنبي صحت‘ تي ڀارت سرڪار طرفان. |
| پيشو : | آسسٽنٽ رجسٽرار، گجرات سنڌي/هندي ساهتيه اڪادمي |
| پتو : | 31/1 New G. Ward Kubernagar Ahmedabad -382340 |

جو تواريخي رول رهيو آهي. نارائڻ شيام جا هائيڪو پهريون ڀيرو ڪونج ۾ ڇپيا. سحڪاري ناول لکڻ جي اِسڪيم به ڪونج شروع ڪئي جنهن ۾ هر پيڙهيءَ جي ليکڪن ڀرو ورتو. ڪونج مخزن ڪانسواءِ ڪونج پبليڪيشن پڻ شروع ڪئي. جنهن جي هيٺ ساهت جي هر شاخ تي اٽڪل هڪ سوُ ڪتاب ڇپائي پڌرا ڪيا اٿائين. مکيه آهن : سنڌي نثر جي تاريخ، پيار جي پياس، منهنجي حياتيءَ جا سونا روپا ورق، اُها شام وغيره. اهڙن انن ڪتابن کي ساهت اڪادمي اِنعام به ملي چڪو آهي.. پني جا اگهه چوٽ چڙهي ويا آهن، ڇپائي مهانگي ٿي ويئي آهي، تنهن هوندي ڪونج مخزن نيمائتي نڪري رهي آهي، اُهو سندس ڪوشش جو پرتاپ آهي. سندس محنت ۽ صادق جذبو داد جي لائق آهي. ڪلا جي کيتر ۾ به سندس يوگدان رهيو آهي. هن صاحب گورڌن ڀارتيءَ جي صلاح سان هڪ سنڌي فلم 'هوجمالو' پروڊيوس ڪئي هئي. جنهن ۾ جنگ جي وقت سنڌين جي قربانين جو ذڪر آهي. پروڊيوسر ٿيڻ جو شوق کيس ڪافي مهانگو پيو. تنهن ڪانپوءِ به جذباتي ٿي ڪري وري هيمون ڪالاڻيءَ جي جيون تي فلم اعلان ڪئي اٿائين. ڪونج ٿيئٽر جي به شروعات ڪيائين. جنهن پاران پهريون ناٽڪ ''نند نه ڪر نادان'' پيش ڪيو ويو پر پوءِ هن پاڻ محسوس ڪيو ته ساهت ۽ ڪلا جي شوق سان هڪ ئي وقت نياهڻ ڏکي آهي. تنهن ڪري ٻئي ڳالهيون ڇڏي هاڻي سمپورڻ ريت هن پاڻ کي ساهت سان جڙيل رکيو آهي.

ساهت اڪادميءَ ڪانسواءِ کيس ڪي ٻيا اِنعام به عطا ٿيا آهن. پهريون خانگي اِنعام پروفيسر رام پنجواڻي لٽرري ۽ ڪلچرل سنستا پاران ۱۹۹۳ ۾ مليو. اُن ڪانسواءِ شرت چندر چٽرجي سوُ سالا جلسي ۾، شرت چندر تي خاص پرچو شايع ڪرڻ جي سلسلي ۾ قدر شناسيءَ طور کيس شرت چندر جي خاص ٽرافي عطا ڪئي ويئي سنڌي ساهت جي آئينده بابت هي آشاوادي آهي. هن جو چوڻ آهي ته ''ٻاهر بلاشڪ ته اونده ڦهلجي وڃي، منهنجي من ۾ مگر ڏياٽيون ٻرنديون رهنديون.''

بهرحال مان هري موٽواڻيءَ کي مقبول ليکڪ تسليم ڪريان ٿو ۽ اُميد ٿو ڪريان ته هو صاحب صحتمند ساهتيه جو سرجن ڪري سنڌي ٻوليءَ ۽ سنڌي سماج جي شوا ڪندو رهندو. سنڌي ساهت ۾ سندس مخزن ''ڪونج'' جو رول اهميت وارو آهي. .نامديو جي لفظن ۾ ''هري موٽواڻي ''سنڌي'' ڪجهه به نه لکي ها، پوءِ بہ سنڌي ساهت ۾ ''ڪونج'' سندس شخصيت جي ساک لاءِ، شاهي شخصيات پرچو ڳڻڻ جي قابل آهي.''

❖❖❖❖

شويا سان سندس پريت جو پيچ اٽڪجي ٿو. ليکڪ سماج جي اصلي چهرن کي ڪلپنا جو رنگ ڏيئي پيش ڪيو آهي. اُن ۾ هو پوريءَ طرح ڪامياب ويو آهي. پر سنڌين کي ڪيترين حالتن ۾ جلاوطنيءَ جو احساس ٿيو آهي، اُن کي هو پوريءَ طرح اُڀاري نہ سگهيو آهي. ناول جي سڄي ڪٿا فليش بئڪ ۾ هلي ٿي. ناول جو نائڪ اِسپتال جي بستري تي پيو آهي، يادگيرين جي گهيري ۾ ڪهاڻي اڳتي وڌي ٿي.. هڪ ٻئي پليان گهٽنائون ٿينديون وڃن ٿيون. موهن گهايل ٿي ماروتيءَ جي مدد سان اِسپتال داخل ٿئي ٿو ۽ آخر ۾ ڪهاڻي اثرائتي نموني ساڳئي هنڌ پوري ٿئي ٿي. ٻولي پڪي پختي ۽ نين تشبيهن سان ڀرپور ڪم آندل آهي.

سنڌي ساهت جي وِڪاس ۾ 'ڪونج' هري موٽوانيءَ جي مخزن جو اهم يوگدان آهي. هن مخزن ئي ساهتيڪارن جي فن کي اُسرڻ جا موقعا ميسر ڪري ڏنا. نئون ساهت لکندڙن لاءِ اهڙي ڪا مخزن ڪونہ هئي جيڪا نئون ساهت ڇپي ۽ کين همٿائي. 'نئين دنيا' فقط ترقي پسند ليکڪن جون رچنائون ڇپيندي هئي. ٻي مخزن جي ضرورت کي محسوس ڪري سگهن آهوجا ۽ جيوت چاولا جي همت افزائيءَ پائي هريءَ 'ڪونج' مخزن جو پهريون پرچو ڊسمبر ۱۹۶۰ ۾ ڪڍيو. ڪونج ادبي رسالي وسيلي ڪيترا ئي نوان ليکڪ اُڀري آهن ۽ مشهور ليکڪن نيون منزلون تلاشيون آهن. مخزن جو ايڊيٽر پهرين موهن ڪلپنا ۽ ساٿي گنو سامتاڻي ۽ راجن چاولا هئا. پر پوءِ ڪن پرچن بعد ئي سمپادڪيءَ جي جوابداري هريءَ پاڻ تي هموار ڪئي. شروعاتي دوُر ۾ ترقي پسنديءَ خلاف نئين ڌارا رومانوادي ڌارا جو گهڻو اثر رهيو. پر پوءِ آهستي آهستي ڪونج رومانوادين ۽ ماڊرن ليکڪن سان گڏ ترقي پسند ليکڪن جي بہ پنهنجي مخزن بڻجي پيئي. سچ تہ هري سنڌي تهذيب جو شيدائي آهي تنهن ڪري هر دوُر جي ليکڪن کي هن پنهنجي مخزن ۾ هڪ جهڙا حق ڏنا. 'ڪونج' ئي آهي جنهن سنڌي پاٺڪن کي وڏن وڏن ساهتيڪارن سان سڃاڻپ جو وجهہ ميسر ڪري ڏنو. هڪ دفعي ڪنهن ڏُڪان تي برڪ هندي ليکڪ جو شخصيات پرچو ڏسي موٽوانيءَ کي خيال آيو تہ ڪونج ذريعي زنده ليکڪن جا اهڙا پرچا ڪڍي سنڌي ليکڪن جو قدر ڪجي. اُن سلسلي ۾ شروعات ايم. يو. ملڪاڻيءَ سان ڪيائين ۽ پوءِ نارائڻ شيام، ليکراج عزيز وغيره تي پرچا ڪڍندي هيل تونين ڇوڏهن 'خاص پرچا' ڪڍيا اٿائين. انهن ۾ بہ لڳڀڳ پيڙهين جا ليکڪ ۽ شاعر آيل آهن. اِن قسم جي قدر شناسيءَ واري پرمپرا 'ڪونج' ئي شروع ڪئي.

ساهتڪ تجربن جي سلسلي ۾

پهرين ڪهاڻي هئي جيڪا پوءِ 'ڪونج' رسالي ۾ ڇپي هئي. اهڙيءَ طرح هُن جي ادبي زندگيءَ جي شروعات ڪهاڻي لکڻ سان ٿي.

جڏهن هري موٽوانيءَ لکڻ شروع ڪيو تڏهن ادب ۾ ترقي پسند ماحول هو. ڌرم ۽ مذهب جي نالي تي ڀارت جو ورهاڱو ٿيو هو. ٻنهي فرقن جي وچ ۾ نفاق هو. ڪانگريس جي راڄ هوندي ڪن پرانتن ۾ ڪميونسٽ حڪومت هئي. سنڌين جون سماجڪ حالتون آهستي آهستي بهتر ٿي رهيون هيون. مگر پنهنجي زمين کان ڌار ٿيڻ جو درد دلين ۾ سمايل هو. هر هڪ لکڪ ڪنهن نه ڪنهن لبڪ يا ليکڪن کان متاثر ٿيو آهي، هن تي به بنگال جي شرت چندر چٽرجيءَ جي ناولن ۽ اُنهن جي ڪردارن جو گهرو اثر پيو آهي. سنڌيءَ جي ليکڪن ۾ خاص طور موهن ڪلپنا، ديوداس موٽواڻي ۽ سڳن آهوجا جو سندس رچنائن تي اثر رهيو آهي، جن جي صحبت ۾ هُن گهڻو ڪجهه ڄاتو ۽ پاتو. اهڙيءَ طرح ترقي پسند دوُر کان وٺي سنڌيءَ جي نون دوُر تائين هر دوُر جي ليکڪن جي ويچارن جو مجموعي اثر هنجي رچنائن ۾ نظر اچي ٿو.

ڪهاڻيون لکندي لکندي هري موٽوانيءَ سٺن ڪهاڻيڪارن ۾ پنهنجي جاءِ ٺوڙي ورتي آهي. سندس ڪهاڻيون سنڌو، ڪونج، مرڪ، نذرانو ۽ ڪن ٻين مخزنن ۾ ڇپي شايع ٿيون آهن. هيل تائين سندس ڪهاڻين جا چار مجموعا شايع ٿي چڪا آهن؛ (۱) هڪ لحر (۱۹۷۵)، (۲) ڌرتي (۱۹۸۳)، (۳) خوددار (۱۹۹۱) ۽ (۴) اچا وار - ڪارا پونوُر (۱۹۹۴). تنهن کانسواءِ سندس چار ناول (۱) ابو (۱۹۸۸)، (۲) آجهو (۱۹۹۰)، (۳) پاڇيارا پکي (۱۹۹۲)، ۽ (۴) ٻاهر لکرڻ جو رستو (۱۹۹۵). سنڌ مان گهمي اچڻ کانپوءِ لکيل سفرنامو 'جڙيل جن سان جند' (۱۹۸۸) ۽ آتمڪٿا 'آخري پنا' (۱۹۹۷) پڻ شايع ٿيل آهن.

ساهتيه اڪادميءَ طرفان ڪيس سندس ناول 'آجهو' تي اِنعام عطا ڪيو ويو. 'آجهو' ڪونج پبلڪيشن، بمبئيءَ دواران ڇپايل ڀارت ۾ سنڌين جي پنرواس تي لکيل ناول آهي، جنهن ۾ سنڌين جي آجهي ۽ روزگار لاءِ ڀٽڪاو واري حالت جو چٽر چٽيو ويو آهي. هري موٽوانيءَ جيون ۾ ڀٽڪي حيڪو حاصل ڪيو آهي پنهنجي اُن انوڀوَ کي قلم دواران اِظاهريو آهي. سنڌي پاڻ کي ٿانئيڪو ڪرڻ لاءِ ڪيئن ٿا ڪشمڪش واري جيوت گهارين. ناول جو نائڪ موهن، آدرشوادي، خوددار شخص آهي. شروعات ۾ ڪاليج جي ڪئنٽين ۾ ڪم ڪندڙ ڏيکاريو ٿو وڃي. اُن کانپوءِ هنجي ڪردارنگاريءَ ۾ حيرت انگيز تبديل ايندي ٿي وڃي. اِن دوُران ڪاليج جي هڪ نازڪ ڪماري

هن هندي، گجراتي، اُردو ۽ ٿوري گهڻي
انگريزي پڻ سکي ورتي. اَهڙيءَ ريتِ قُدرتَ
جي کُليءَ اِسڪول مان آزمودو پِرائي، هن
اينري تعليم حاصل ڪئي، جو هوُ
ساهتِڪ زندگيءَ سفر سَوَلائيءَ سان طيءِ
ڪري سگهي.

جهوني وقتَ جي پَرَمپَرا موُجِب،
هريءَ چوڏهن ورهيَنِ جي ننڍي ڄمار ۾
۱۹۴۵ع ۾ ڪوشليا نالي هڪ ڪنيا سان شادي
ڪئي. شاديءَ کان اَڳُ ئي، هردوار ۾ رهندي،
هُنجي پريتِ اُتي رهندڙ ڪنهن ڪنيا سان
ٿي ويئي هئي. اِن ڪري هري پنهنجي
پتنيءَ کي پورو پيارُ ڏيئي نہ سگهيو. پيارَ
جي اُن ڪميءَ سندس پتنيءَ کي چيراڪ ۽
تِکي سُڀاءُ وارو بڻائي ڇڏيو. تنهن ڪري
هريءَ جي گهروُ زِندگي سُکَ چَيِنَ واري
ڪِينَ گذري. باوَجوُد اِن جي، هري پنهنجو
فرض نِباهيندو رهيو. شايد گهرَ جي اَهڙي
ماحول ڪري ئي سندس لاڙو ساهِتَ ڏانهن
وڌيو.

شري هري موٽواڻيءَ کي ننڍي هوندي
کان ئي ساهِتَ سان شوق هو. ڏهن سالن جي
عمِر کان ئي هن کي جاسوُسي ناوِلَ پڙهڻَ
جي چوُسَ پئي. ڪيترا جاسوُسي ڪتابَ
پڙهي پوُرا ڪيائين. هِڪَ دفعي هن
پنگتي ناوِل پڙهيو جنهن سندس اَيياسَ
جي رُخَ کي بدلائي ڇڏيو. اُهو هو شرت
چندر جو ناول 'آخرين اِلتجا' اُن ناول
هُن جي زندگيءَ تي گهرو اثر ڪيو. شرت
چندر جو هو قائل بڻجي پيو. سچي شرت
ساهتيہ جو گهرائيءَ سان ابياس ڪيائين.
ساهتيڪ ذوق وڌڻ ڪري هُن ٻيا بہ ڪيترا
ئي ڪتاب پڙهيا ۽ ساهت جو شيدائي
بڻجي پيو.

ورهاڱي بعد هوُ بمبئيءَ جي ڪلياڻ
ڪئمپ ۾ اچي رهيا. بمبئيءَ جي
ادبي ماحول ۾ سندس ساهت جو شوُق وڌيو.
۱۹۵۱ع ۾ هُن جي دوستي جيوَت چاولا سان
ٿي. پوءِ ديوداس موٽواڻيءَ ۽ سگن آهوجا
جي صُحبت ۾ آيو. سگن آهوجا تہ فن جي
باريڪين بابت سندس رهنُمائي بہ ڪئي
هئي. ۱۹۶۰ ۾ جڏهن هُن ساهتڪ مخزن
'ڪونج' دوستن جي مدد سان شروع ڪئي
تہ اُن جو سمپادن ڪاريہ موهن ڪلپنا ۽
سندس ڪي ٻيا دوست سنڀاليندا هئا. پوءِ
ڪِن ڪارڻن ڪري جڏهن سمپادڪي
جوابداري هُن پاڻ تي هموار ڪئي تہ ڪِن
ليکڪ دوستن اعتراض اُٿاريو تہ هري
موٽواڻي خود ليکڪ ڪونهي. اِها ڳالهہ هري
موٽواڻيءَ جي دل ۾ چڀي ويئي. تنهن
ڪري دوستن جي اِها للڪار قبولي، سٺو
ليکڪ بڻجڻ جي عقيدي سان، هوُ ادبي
ڪلاسن ۾ ويڃڻ لڳو. سندس لڳن نيٺ رنگ
لاتو. هُن هڪ ڪهاڻي 'تڙپ پار' نالي ۱۹۶۱
۾ لکي ورتي جا ادبي ڪلاس ۾ پڙهي
ٻڌايائين. سڀني کي ڪهاڻي بيحد وڻي.
اِن ريت اُتساهہ حاصل ڪري هري
موٽواڻيءَ لکڻ شروع ڪيو. 'تڙپ پار' سندس

# شري هري موٽواڻي 'سنڌي'

منوهر نهالاڻي

سمپادن ڪاريه ڪندي ۽ ليک لکندي يعني سمپادڪ ۽ پرڪاشڪ سان گڏ ڪو سٺو اديب ٻئيو آهي ته اُهو آهي شري هري موٽواڻي. هري سٺو ڪهاڻيڪار، مضمون نگار ۽ ناول نويس آهي. سندس پورو نالو آهي هري نارائڻ سنگهه موٽواڻي ''سنڌي''. سندس جنم سنڌ جي لاڙڪاڻي شهر ۾ نومبر ۱۹۲۹ع ۾ موٽواڻي خاندان ۾ ٿيو. ننڍي هوندي هريءَ کي ناني گود ورتو هو تنهن ڪري هو هري شيوارام موٽواڻي سڏائيندو آهي. هري قد جو پورو سارو ۽ بدن جو ڀاڻلو، شڪل جو لاهوڪو آهي. سندس چهري تي ڏاڙهي درويش شخص جي ساک ٿي ڀري. گهڻو گرهستي حالتن ۾ کين پهرين ڪپڙي جو ۽ پوءِ بمبئيءَ ۾ ملائي ۽ چهري مال جو ڌنڌو ڪيو. اٽڪل ۳۶ سالن کان ساهتيڪ سيوا ۾ لڳل آهي.

هريءَ جا وڏا اصل شڪارپور ميرس جي لطفان ناليءَ ڳوٺ جا هئا. اُتي کين جنڊيءَ جي ڪم جو ڪارخانو هوندو هو. بعد ۾ هريءَ جو ڏاڏو لاڙڪاڻي گهمڻ ويو ته اُهو اهڙو ته وڻي ويس جو ڪٽنبُ وٺي اُتي وڃي رهيو. لاڙڪاڻي ۾ هو اناج ۽ ڪپڙ ڌڌ جو ڌنڌو ڪندا هئا. هري موٽواڻيءَ جي ناني جو ڪپڙي جو ڪاروبار هردوار ۾ هو ۽ سندس ڏاڏاڻو پريوار لاڙڪاڻي ۾ رهندڙ هو. تنهن ڪري ننڍي اوسٿا ۾ ئي هري ڪڏهن لاڙڪاڻي ته ڪڏهن هردوار وڃي رهندو هو. اهڙيءَ طرح لاڙڪاڻي کان هردوار ۽ هردوار کان لاڙڪاڻي چڪر ڪاٽڻ ڪري سندس پڙهائيءَ جو سلسلو قائم رهي نه سگهيو. چاهيندي به هو لاڙڪاڻي جي دڙي محلي جي اسڪول ۾ ۱۹۴۲ع تائين فقط چار درجا پڙهي سگهيو ۽ وڌيڪ تعليم حاصل ڪري نه سگهيو تنهنجو ارمان کيس هميشه رهندو آهي. ايترو ضرور آهي ته هو ڪجهه وقت راتري پاٺشالائن ۾ گرمکي ۽ سنڌي هٽائي سکيو. گرمکي سکڻ ڪري هندي سکڻ ۾ کيس ڏکيائي نه ٿي. جدا جدا شهرن ۽ ماڻهن سان واسطو پوڻ ڪري

| | |
|---|---|
| نالو | منوهر نهالاڻي |
| جنم، تاريخ | منياڻي ڳوٺ، ضلع نواب شاه، سنڌ |
| ڇپايل ڪتاب | نو س رنگي اڌوري، اڌوري، سنڌي ساهت جا ستارا، سنڌيءَ جا اعليٰ اديب، ۽ ترجمو ٿيل ڪتاب. |
| انعام | سينٽرل هندي ڊائريڪٽوريٽ دهلي ۽ گجرات سنڌي ساهتيه اڪاديميءَ طرفان - پنج انعام |
| پيشو | : اڌياپڪ (سيوا نورت) |
| پتو | : A-106، سردار نگر، احمدآباد - ۳۸۲۴۷۵ |

تو ته اهو ڪرم ڪجهه نرالو ٿي وڃي ٿو. نيل ۾ ٻتيءَ سان گڏ جڏهن جوت جو ميل ٿئي ٿو ته روشني پيدا ٿئي ٿي. ڪرم سان جيسين وڪرم نه ٿو ملي تيسين اهو ڪورو ڪرم جڙ آهي چيتن نه آهي.

ڪرم سان جيڪڏهن وڪرم جو ميل ملي وڃي ٿو ته طاقت ڦاٽ ڪائي نڪري ٿي ۽ اُن مان اڪرم پيدا ٿئي ٿو. جيئن ڪاٺي ٻرڻ ڪانپوءِ رک ٿيو پوي، يعني ڪجهه به نه بچي.

هاڻي ڪرم ۾ وِڪرم وجهڻ سان اَڪرم ٿئي ٿو. اِن جو مطلب ڇا؟ اِن جو مطلب اِهو آهي ته اِئين معلوم ئي نه ٿو ٿئي ته ڪو ڪرم ڪيو ويو آهي. ان ڪرم جو بوجو معلوم نه ٿو ٿئي. ڪندي به اڪرتا ٿجي ٿو. اِئين ڪندي جي توهين چاهي جيترا به ڪرم ڪريو ته به انجو بار يا بوجو محسوس نه ٿيندو. من شانت ٿيجسوي ۽ اِستر رهندو. ڪرم ۾ وِڪرم وِجهڻ سان اهو اَڪرم ٿي وڃي ٿو.

هيءُ ڪرم مان اَڪرم ڪيئن ٿئي ٿو؟ هيءَ ڪلا ڪنهن وٽان ملندي؟ سنتن وٽان. سنتن وٽ وڃي ويهو ۽ انهن کان سکيا وٺو. ڪرم مان اَڪرم ڪيئن ٿيندو آهي انجو بيان ڪري نٿو سگهجي. انجو صحيح ويچار ڪرڻ لاءِ ته سنتن وٽ وڃڻ گهرجي. سنت به هزارين ڪرم ڪندي رتيءَ جيتري ڏک جي لهر پنهنجي مانسرُوَرَ ۾ اُٿڻ نٿا ڏين. هيءَ خوبي سنت سماگم ڪرڻ بنان سمجهه ۾ نٿي اچي سگهي.

اجوڪي زماني ۾ گيان حاصل ڪرڻ لاءِ پستڪ تمام گهڻا ٿي پيا آهن. ڪُتن جي به ڪمي ڪانه آهي. سکيا به سستي ۽ سرل آهي. وشو ودياليه ته ڇڻ گيان جي خيرات ورهائي رهيا آهن. مگر گيان روپي امرت پوڄن جي اوڳرائي، ڪنهن کي به نٿي اچي. انگريزيءَ ۾ هر سال پنجاهه هزار پستڪ نوان تيار ٿين ٿا. گيان جي اپتري ڦهلاءُ هوندي به انسان جو دماغ ڪيئن نه هيل تائين کوکلو رهيو آهي؟ ڪو چوي ٿو حافظو ڪمزور ٿي ويو آهي. ڪو چوي ٿو ايڪاگرتا نٿي ملي. ڪو چوي ٿو ته ويچار ڪرڻ جي فرصت ئي نٿي ملي. اِن ڪري ٻڌڻ ۽ پڙهڻ بند ڪري هاڻي سنتن جي شرن وٺون. اتي اسانکي جيون گرنٿ پڙهڻ لاءِ ملندو. اتي سنتن جا وچن ٻڌي اسين نرشنڪاميه ٿي ويندا سين. اتي وڃڻ سان معلوم ٿيندو ته لڳاتار شيوا ڪرم ڪندي به من ڪهڙو نه شانت رهي ٿو.

اِئين ڪرمن جون ڪڙيون، سنتن جي سنگ ۾ واچينديون، 'پروس' صاحب فرمائين ٿا ته پونديءِ جاڻ گيان - ڌيان - ويراڳ جي.

سنتن جي سنگ ۾ ڪرم جو گيان پراپت ڪري، ڪرمي ٿي من جي ايڪاگرتا حاصل ڪري - ڌيان ۾ پهچي وڃو ۽ اهڙو اڪرمي درجو ئي سنياس يا ويراڳ، يعني اُتم ۽ اعليٰ درجو حاصل ڪري وٺو.

❖❖❖❖

هو. مان اڳتي هلندو رهيس. اڳتي هلي
ڏٺم ته هڪ ٻيو مزور هڪ ملول مرجهايل ۽
ٿڪل منهن سان پٿر ٽاڪي رهيو هو. وري به
مان رهي نه سگهيس ۽ هن کان به ساڳيو
سوال ڪري ويٺس. هن چيو سائين پٿر
ٽاڪي ٻچن لاءِ روزي ڪمائي رهيو آهيان.
مون دل ۾ چيو ويچارو ڳالهه ته برابر ڪري
رهيو آهي. پر منهنجي حسرت پوري ڪانه
ٿي. سمجهه ۾ ئي نه پئي آيو ته آخر هي
پٿر ڇو ٽاڪي رهيا آهن؟ ٿي ڇا رهيو
آهي؟ اڃان مان اها ڳجهه اڳتي نڪري
ويس. ٽيون هڪ مزور وڻ ويٺي روڪجي
ويس. هي پيارو ڪو گيت گنگنائي رهيو
هو ۽ ان گيت جي تال ۽ لئه سان
پنهنجي هٿوڙي سان تال ملائي
ساري شرير سان جهڙ مستيءَ ۾
مگهن ٿي پٿر ٽاڪي رهيو هو. هن جي
منهن مان آنند جون لهرون نڪري رهيون
هيون جي مونکي پڻ آنند سان
ڀري رهيون هيون. مون کان رهيو نه ٿيو ۽
ڪالنس پڻ ساڳيو سوال پڇيو. هن
پياري پنهنجو مشڪندڙ آنند مُک
منهن مٿي ڪري چيو ته سائين مان ته
ڀڳوان جو مندر ٺاهي رهيو آهيان. پڪ ٿي
ته پياري جي ٻاهرئين ڪرم سان اندرئين
من جو مناپ جڙيو ۽ هي ڪرم چتا شڌيءَ
سان ڀريل وڪرم ٿي ويو.

اڄ جي ماڳيو لوڪ سيوا ڪندا، اُهي
سڀ ڌرم جو ئي آچرڻ ڪن ٿا. جڏهن لوڪ
غريب، ڪنگال، ڏکي ۽ مصيبت ۾ آهن
تڏهن انهن جي سيوا ڪري انهن کي سُکي
بڻائڻ اسانجو سياويڪ ڌرم آهي. مگر ان
مان اهو انومان نه ڪڍڻ گهرجي ته جيڪي
به ماڳيو لوڪ سيوا ڪن ٿا سي سڀ ڪرم
يوڳي آهن. لوڪ سيوا ڪندي جي من
۾ شڌ ڀاونا نه هوندي ته امڪان آهي
ته اُها لوڪ سيوا ٻيائڪ روپ اختيار
ڪري. پنهنجي ڪٽنب جي سيوا
ڪندي اسان ۾ جيترو اهنڪار،
جيتري ڪاوڙ، جيترو غصو، جيترو
سوارٿ وغيره وڪار ٿا پيدا ٿين، اوترائي
سڀ وڪار لوڪ سيوا ۾ به پيدا ٿين ٿا،
۽ انجو ظاهر ظهور روپ اسانکي اڄ
ڪالهه جي لوڪ سيوا سنستائن ۾ ڏسڻ
۾ اچي ٿو.

ڪرم سان گڏ من جو ميل هئڻ
گهرجي. هن من جي ميلاپ کي ئي
وڪرم چئجي ٿو. ٻاهريون ڪرم يعني
رواجي ڪرم ۽ هي اندريون دل جو
ملائڻ وارو ڪرم، يعني خاص ڪرم.
جيڪڏهن ٻاهرين ڪرم ۾ هردي جو
ساٿ نه رهيو ته اسانجو سڀ ڌرم آچرڻ
رُکو سُکو رهجي ويندو. ان ۾ نشڪامتا
روپي گل ڦل نه لڳندا. فرض ڪريو ته
اسان ڪنهن مريض جي سيوا ٽهل
شروع ڪريون ٿا. مگر ان سيوا ڪرڻ سان
گڏ جي من ۾ ڪومل ديا ڀاءُ نه هوندو
ته اِها مريض جي سيوا نيرسي
معلوم ٿيندي ۽ ان مان دل بيزار ٿي
پوندي. اها هڪ بار محسوس ٿيندي.
روڳيءَ کي به اِها سيوا بار محسوس
ٿيندي. ان ۾ جي من جو سهڪار نه
هوندو ته ان مان اهنڪار پيدا ٿيندو.
ڪرم سان گڏ جڏهن اندروني ميل ٿي وڃي

آهي، جيڪو ساڳيءَ جاگرافيائيءَ حالتن واريءَ وڏيءَ ايراضيءَ ۾ پکڙيل ماڻهو وڏي عرصي لاءِ اَپنائن ٿا.“

سڀيتا، تهذيب ۽ سنسڪرتي شبد عام ماڻهن لاءِ سَمان اَرٿي آهن، جنهن ۾ ٻئي سماجڪ وهنوار سان گڏ اِخلاقي نيم، ريتيون رسمون، عادتون وغيره به اچي وڃن ٿيون.

ڀارت ڪيترين ئي نرالين سڀيتائن جو مَجموعو آهي. سڀني کان پراچين سڀيتا جو آغاز سنڌوُ نديءَ جي ڪِناري تي ٿيو هو. سنڌوءَ مان ئي هندوُ، هندستان، اِنڊيا نهيو آهي. اسانجي سنڌي سڀيتا اهميت واري آهي. سنڌي سنڌ ۾ نه آهيون پر سنڌيت اسان سان ساڻ آهي. اڌ صَدي گذري چڪي آهي، اُن ۾ تبديل برابر آئي آهي، پر وِڪاس جي چوٽ تي پهتل آهي. هر سنڌي مڃي مڃُس ٿيو آهي، جنهن ڪري سنڌيت زنده آهي. اسانجي سڀيتا اهڙي آهي، جو جهنگل ۾ منگل ڪيو ڇڏي، جنهنجو اِتهاس شاهد آهي. سنڌي ريتيون رسمون، ڏڻ وار، ميلا، ساز ۽ سنگيت وغيره سنڌي سڀيتا سان نهڪندڙ آهن. آسين ڪاٿون سنو، ڀايون سنو ۽ رهوُن به سُٺي نموني ۾. سنڌي پريان ئي پڌرو! ڀلي نه هجن اڃا ڪپڙا کيسا خالي پر آهيون مُلڪ جا والي! اسين دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ جايون، ڌنڌا ۽ نوڪريون هٿ ڪري ٿانئيڪا ٿي ويٺا آهيون. صرف پنهنجو پرانت ڪونهي، جلاوطن آهيون. سنڌي سڀيتا سيڪاري ٿي ته، ”ڀلي ٻُکه ڀرم جي، پر شل نه وڃي شانُ.“ سنستائون ۽ ٽرسٽوُن آهن، ڀيون مدد ڪن. اسان جا ڏڻ وار ۽ ريتيون رسمون به ٻين کان نراليون آهن مهني جو پهريون ڏينهن ”چَنڊ“ ٿيندو آهي. هر مهني ”چَنڊ“ تي سيساٿون سُکان ڪندا آهيون، پر چيٽ مهني جو چَنڊُ ته نئين سال جو پهريون چَنڊُ آهي. هِن ڏينهن ٻهراڻو ڪڍندا آهيون ۽ سِنڌيت، سِنڌي سڀيَتا جي جهلڪ ڏِسڻ وٽان هوندي آهي. اِشٽ ديوَ جهوُلي لال جي ناليِ ۾ درياه ۾ يا نَلَ تي، کوُه تي اَکو پايون، پَلَوَ پايون. اَسانجي جمڻَ کان مرڻ تائين جيون-ريت اَسانجي سڀيتا تي روشني ٿي وجهي. اَسانجي سڀيتا کي پنهنجون کي علحدگيون آهن. ڪوبه اِنسان پنهنجي سڀيتا کي ڇڏي ٻي سڀيتا نٿو اَپنائي سگهي، ڇاڪاڻ ته سڀيتا ڪنهن به جاتيءَ جي پرمپرا ۽ وهنوار سان ڀيڙهين کان نهڪندڙ آهي. اِن ڪري هوُ اُن کي چاهيندي به صفا ڇڏي نٿو سگهي ۽ ٻي سڀيتا به ڪيس سؤ سيڪڙو جذب ڪونه ڪندي. نتيجي طور هوُ پاڻ کي نه هِتان جو نه هُتان جو سمجهندو.

ڏٺو ويو آهي ته ڪيترين سڀيتائن ۾ ڪي بنيادي ڳالهيون هِڪَ جهڙيون آهن، ڇاڪاڻ ته اِنسان هِڪَ-ٻئي سان لهه وچڙ ۾ آهي. ڪِن خاص حالتُن هيٺِ سڀيتائن ۾ تبديل به اَچي ٿي، پر صديُن کان پوءِ. اين تبديل کي محسوس ڪرڻ لاءِ پُراڻيُن سڀيَتائُن ۽ نَيُن سَڀيَتائُن جي اَڀياس ڪرڻ جي ضرورت آهي.

ايندڙ سِنڌي ڀيڙهين کي سِنڌي سڀيتا سان جوڙي رکڻ ضروري آهي. تنهنجي لاءِ گهرن ۾ سِنڌي ريتيون رسمون ۽ ڏِڻَ ملهايا وڃن ٿا، تِن جي باري ۾ ننڍن کي سمجهاڻي ڏِيَڻُ ضروري آهي. ١٩٤٧ کان پوءِ اَڄُ پوري اَڌ صدي گذري چُڪي آهي. گهڻا سنڌي وچولي طبقي وارا سُکيا سَتابا آهن. آسين هِندو سَناتَني آهيون، ويدِڪ آهيون. مُسلِم سڀيتا جو اَثر صِرف اَسانجي ڀاشا، ڀهراوَ ۽ کاڌن تي پيو آهي. جيوَن ريت ويدانتي آهي. ”چنڊ“ ڏينهن مندر يا ٽِڪاڻي وڃڻ، وڏن کي پيري پئي آسيس وٺڻُ ۽ اَکو پائڻُ. سال ۾ آسين ديويءَ جا به ايڪاٽا مڃيون - هڪُ هوليءَ کان پوءِ ۽ ٻيو سِراڌن کان پوءِ. اِنهن ڏِڻن وارن سان اَسان جا لوڪ

# سنڌي سڀيتا


پروفيسر مينا روپچندائي
پروفيسر گوپ روپچندائي


انسان جي وڏي ۾ وڏي حاصلات آهي سندس سڀيتا، جيڪا هو پنهنجي اتپتيءَ جي آڌار تي قائم ڪندو آهي. سڀيتا جي وصف مقرر ڪرڻ اڻکائيو ڪم آهي. هيءَ انساني سماج جي پيدائش آهي ۽ اتهاس جي هر دور جو اُن تي اثر آهي. هيءَ انسان جي ڪيترين حاصلاتن جو واحد روپ آهي، جنهن کي هڪ پيڙهي ٻيءَ پيڙهيءَ تائين پهچائي ٿي. هيءَ هڪ ورثو آهي. جيڪو سيکڻو پوندو آهي. ڪڏهن ڪڏهن ساڳيءَ سماج ۾ سڀيتا جا علحدا روپ نظر ايندا آهن، ڇاڪاڻ ته سماج ۾ طبقا آهن، ڳوٺاڻا، شهري، پڙهيل، اڻ پڙهيل، ڪاموار ۽ واپاري وغيره. هڪ ماڻهوءَ جو ٻئي ماڻهوءَ سان ورتاءُ ئي سڀيتا آهي. اتهاس ۾ پراچين سڀيتائون مشهور آهن، جيڪي ساڳي يڳ جون آهن. ساڳيءَ دنيا ۾ لڳ ڀڳ هر پنهنجي مڪاني ٻولي، ڌرم، ڪاڏي، پوشاڪ، ڪلا ۽ ٻئي ورتاءَ جا ليڪ مقرر ڪري پنهنجي سڀيتا جو بنياد پختو ڪيو هو. سڀيتا جو مطلب آهي، ”اهو ورتاءُ جيڪو ساڳئي سماج ۾ ساڳين حالتن ۾، ساڳيو هجي.“ سڀيتا جا ڪي مکيہ پهلو آهن :- ١. مالي پهلو، ٢. پدارٿي پهلو، ٣. سماجڪ پهلو، ٤. ڌارمڪ پهلو، ۽ ٥. ڀاشا جو پهلو.

ڊارون جو سڌانت ته، ”جيڪو حالتن سان پاڻ لهڪائيندو، سو ئي قائم رهندو يعني ناس نه ٿيندو.“ هيءَ سڌانت سڄيءَ دنيا سان لاڳو آهي. فرينچ وِدوان فيڊريڪ ڊي. پلي جي وِيچار موجب ”سڀيتا تي انسان جي ڪم، ڌنڌي، ڄاگرافي، اتهاس وغيره جو اثر پوندو آهي.“ انسان جو ورتاءُ سندس مقصد سان لهڪندڙ لڳندو آهي. سندس وشواس، عقيدا ۽ سوچ به ڪيس سندس مقصد طرف ڳِلبندا آهن ۽ سڀيتا تي اثر ڪندا آهن. انسان جي وگيانڪ ڄاڻ ۽ سُوجهہ ٻُوجهہ ۾ اضافو اچڻ ڪري سڀيتا جي اهميت گهٽجي ڪونہ ٿي پر اُن کي وِگيانڪ بنياد ٿو ملي ۽ اُها مضبوط ٿئي ٿي. ڪي سماجڪ سنستائون سڀيتا جي حدي خارج ورتاءُن ۽ عقيدن کي بدلائڻ جي ڪوشش ڪن ٿيون. ڪن ويچاروانن لاءِ سڀيتا ”جيئڻ جو اهو طريقو

نالو : پروفيسر مينا روپچندائي، پروفيسر گوپ روپچندائي
جنم، تاريخ ۽
ڇپايل ڪتاب:
انعام :
پيشو :
پتو :

راجا کي سمجهائڻ جي گهڻي ڪوشش ڪئي، پر جڏهن هُن سندس هڪ بہ نہ مڃي، تہ ڪالڪا پرتگيا ڪئي تہ هو راجا جي وناش لاءِ ڪُجهہ بہ نہ ورتائيندو. ڪالڪا سِنڌو نديءَ جي ڪناري پهتو جتي ’ساهي‘ چوائڻ واري ساڪ سردار ۽ سندس ساهانوساهي نامداري راجا رهندو هو. ساهنساهيءَ چوراڻوي (94) ساهيُن سان ڪنهن ڪارڻ ڪري رُسي ڪيس ديس نيڪاليءَ جو ڏنڊ ڏنو هو. هيءَ ساهي ڪالڪا جي صلاح سان ’هِندُڪ‘ نالي واري ديس ۾ آيو. اِن نالي مان خبر پوي ٿي تہ ديس جي جنهن ڀاڱي ۾ هو رهندا هئا، اُهو ڪڏهن بہ، ڪهڙيءَ طرح بہ، ڀارت جي سرحد ڪونہ هو. هِندُڪ نالي واري اِن ديش جي حد سؤراشٽر، گجرات ۽ آونتي (اُجيني) جي آس پاس تائين ڦهليل هئي. هي ماڻهو ڀهرين سمُنڊ رستي اَچي سورت ۾ لٿا. پوءِ ڏيري ڏيري سڄي ديش ۾ ٽڙي پکڙي ويا ۽ راڄ ڪرڻ لڳا. ڪالڪا هُنن کي هيءَ صلاح بہ ڏني تہ هو اُجيني تي حملو ڪري راجا گرديالل کي هارائين. اُن حملي ۾ راجا گرديالل ماريو ويو ۽ جنهن ساهيءَ وٽ ڪالڪا رهندو هو، سو سيني ساهيُن جو مُکي ناهيو ويو. اَهڙيءَ طرح ساڪ(شڪ) ونش هليو. تنهن کان پوءِ وڪرماجيت ساڪن جو ناس ڪري ڀاڻ مالوا جو راڄُ سنڀاليو. گهٽنا جو هيءُ حصو مؤل ڪٿا سان سنبنڌ ۾ هئڻ ڪري، توري ۾ ئي ڏنو ويو آهي جنهن مان خبر پوي ٿي تہ ڪهڙيءَ طرح هڪ جيني ساڌوءَ شخصي اَپمانَ جو بدلو چُڪائڻ لاءِ ديش سان وِشواسگهات ڪيو؛ ٻاهرين کان حملو ڪرايو ۽ آخر ۾ ڪهڙيءَ طرح وڪرماجيت ديش کي مُڪت ڪري آزاد ڪيو. لوڪ ڪٿائن ۾ بہ سِنڌ جي راجا وير

وِڪرماجيت جي مُکيہ جڳهہ آهي. جيڪڏهن هِن سموري ساهِت کي ڪنو ڪيو وڃي، تہ هڪُ وڏو گرنٿ ٺهي سگهي ٿو. گهڻو ڪري وڪرماجيت جي باري ۾ جن ڳالهيُن جي سيني کي ڄاڻ آهي، اُهي آهن سندس سِنگهاسَن، سندس نياءُ ۽ سندس نوَ-رتنن جي سنبنڌ ۾. ’جيوتي وردا ڀرڻ‘ ۾ ڌنوَنتري ڪٽيمٽڪ، اَمرسِنگهہ، شنڪوُ، بيٽال ڀٽ، چٽڪرپر، ڪاليداس، وَراهہ ۽ وَرَرُچِي اُنهن ۾ شامِل ڪيا ويا آهن. ڪاليداس کان وَرَرُچيءَ تائين، سڀ جا سڀ ڀارت ۾ مشهور ودوانن جي ڳٽڀ ۾ اَچن ٿا. مالوا ۾ وڪرماجيت جي باري ۾ چيو ويو آهي: ڏن ري ڏن راجا وير وڪرماجيت، جاکي بغيچا ۾ منيَن کي جهاڙ جهري.“ (ڏن آهين ڏن راجا وير وڪرماجيت! جنهن جي ننڍي باغ ۾ موتيُن جا ٻوٽا باغ بهار آهن.)

وڪرم سنبت جي شروعات جي، ... ۾ هڪ آنند ڏيندڙ لوڪ ڪٿا ملي ٿي. چوندا آهن تہ اُماسَ جي ڏينهن، راڄ سَڀا ۾ وڪرماجيت ڀاران ٿِتِي (تاريخ) پُڇڻ تي اَمرسِنگهہ ’پورنِما‘ ٻڌائي. دربار ۾ سَناٽو ڇانئجي ويو. پوءِ سيني پُڇيو ”ڇا اَڄُ چنڊ پورو گول اُڀرندو؟“ اَمرسِنگهہ تہ ڇئي چُڪو هو، اِن ڪري وري چيائين، ”ها! اُڀرندو.“ پيءُ جي چِنتا دُور ڪرڻ لاءِ ڌيءُ چنڊ کي آراڌنا ڪئي ۽ چنڊ کي اُماس جي ڏينهن ئي اُڀرڻ لاءِ تيار ڪيو. تنهن کان وڪرم سنبت جو چالو ٿيڻ ٿيو ۽ مهني جو آنتُ پورنِما جي بدران اُماس کان پوءِ ڳڻجڻ ۾ آيو.

❖❖❖❖

اولهندي ڀاڱي کي پنهنجي آڌڪار ۾ آندو هو. هيءَ قوم گجرات کان آونتيءَ تائين ڦهلجي ويئي هئي. شڪن کي پاڙ کان ٻني، هارائي ديس کان ٻجائي ڪڍڻ، ۽ وري هيڪي بچيا، اُنهن کي ڀارتيہ سنسڪرتيءَ ۽ سماج ۾ شامل ڪرڻ جو ڪمُ وڪرماڄيت راڄا ڪيو هو. وڪرماڄيت جا مالوَ ڳڻ ڪافي پُراڻا آهن هيڪي پهرين شپٽ-سنڌو پرديش ۾ رهندا هئا. سڪندر مهان جڏهن ڀارت تي حملو ڪيو هو تڏهن مالوُن ئي سڪندر سان بهادُريءَ سان مُقابلو ڪيو هو. ڪرٽس لکي ٿو تہ جڏهن يوُناني سپاهين کي اِن ڳالهہ جي خبر پيئي تہ ڪين ڀارت جي سڀ کان وڏيڪ بهادُر مالوَ هوڊن سان جنگ ٿيڻي آهي، تڏهن هوُ اينرو تہ گهبرائجي ويا هو خود سڪندر جي خلاف وِدروهہ ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويا. مالوَن سان ٿيل جنگ ۾ سڪندر کي ڇاتيءَ ۾ ٻاڻ لڳو هو جنهن ڀچاريءَ ۾ سندس پراڻ ولي جڏيا ۽ پوءِ ئي سندس ڀِٽِ ڇڏي.

سڪندر جي اِتهاسڪارن اُنهن جوڌن کي ”مللوئي“ ڪري سڏيو آهي. اِن وقت هو درياہ جهيلم جي ڪِنارن تي رهندا هئا. چناب جتي جهيلم سان مِلي ٿي، اُن سنگم جي هبنٽين حصي ۾ مالوِن جو نِواس هو. سندن راڄڌاني درياہ راويءَ جي ڪِناري تي هئي. پر ٻين سندن پرتاپ ۽ ٻُڌ جي ڪُتبا جي گهٽي ساراہ ڪئي آهي. سڪندر سان ٻُڌ کان پوءِ ڪنهن ڪارڻ ڪري مالوَن پنهنجي رهڻ واري هنڌ جو صفا تياڳ ڪري ڇڏيو هو ۽ ڏکڻ طرف هليا ويا. ڪنهن زماني تائين سندن پتو ڪونہ پئي مليو [...] پر شُنگ وَنشَ جي راڄ جي زماني ۾ سندن [...] حوالو وري مِلي ٿو. عيسيٰ کان هڪ ڏيڍ [...] صدي اڳ ۾ هي لوڪ اوپر-راجستان ۾ اچي [...] وَسيا هئا. اُن وقت ئي پارٿو ساڪن جو [...] حملو ڀارت مٿان ٿيو هو جو سوراشٽر، گجرات ۽ آونتيءَ تائين ڦهلجي ويو. اُنهن سان مالون جي ٻُڌ لڳي ۽ جنهن ۾ جيت پائڻ تي اُنهن مالون جي وجئہ جي ياد ۾ مالوي، ۽ وڪرماڄيت جي بهادريءَ جي ياد ۾ وڪرم سنبت چالو ڪيو سمُدرگُپت جي وقت ۾ جڏهن ڀارت جي راجنيتڪ ايڪتا ٿي، تڏهن انهن جي آزادي ناس ٿي ۽ هوُ بہ سندن آنگ ٿي ويا. گپتن نہ خود مالو سنبت جو واهپو اختيار ڪيو.

’ڪالڪاچاريہ ڪٿانڪ‘ نالي واري جيني گرنٿ ۾ وڪرماڄيت ۽ شڪن جي وچ ۾ ٿين جنگ جي سچي گهٽنا جو چڱيءَ طرح احوال ملي ٿو. هن ڪٿا انوسار مالوا جي ڌارا (ڌارا) نالي هڪ شهر ۾ وجرسنگهہ نالي هڪ راڄا رهندو هو. هن راڄا جي شرسُندري نالي واريءَ راڻيءَ مان ڪالڪ نالي وارو پٽ ٿيو جو جين آچاريہ گُڻاڪر جي سِکيائن کان مُتاثر ٿي جيني ٿيو هو. ڪالڪا آچاريہ اُجَيني (اُجين) کي پنهنجو مرڪز ناهيو. اُڄَيني ۾ ٻِنِ ڏينهين گرديل نالي وارو راڄا راڄ ڪندو هو. اُن راڄا هڪ ڏينهن ڪالڪا جي ننڍي ڀيڻ ساڌوي سرسوتيءَ کي ڏِٺو تہ سندس رُوپَ تي، لاوَڻيہ تي موهت ٿي ڪيس پنهنجي ٻل سان پنهنجي انتہپُر ۾ اچي قابو ڪيو. ڪالڪا

راجا چندر مهاسين جو آهي جو ڌولپور ۾ مليو آهي
۽ وڪرم سنبت جو حوالو ٨٩٨ ڏنل آهي.
وڪرم سنبت کي جن ٻين ٻن نالن
سان سڃاتو ويندو آهي، اُهي آهن 'ڪرت'
۽ 'مالَو سنبت'. 'ڪرت' ۽ 'مالو سنبت' جو.
هڪ هئڻ ۾ ڪو بہ شڪ ڪونهي ڇو تہ
سندس ذڪر 'پريايہ-واچي' جي روپ ۾
ٿي ملي ٿو. پر مالو ۽ وڪرم سنبتن کي
هڪ مڃڻ جو جيڪو سبب آهي اُهو هي
تہ ٻنهي جون شروعاتي تٿيون (تاريخون)
هڪڙيون ٿي آهن. مالو ۽ وڪرم سنبتن
جو هڪ هئڻ جو انتهاسڪ سبب اِهو آهي
جو وڪرماجيت مالَوَ قوم جو ئي نيتا
هو. جنهن وقت هي ڪُڇ ٿي گذريو، اُهو
وقت گهڻو اُٿل پٿل جو زمانو هو. جنهن
ڪري ان زماني جي تواريخي مصالحي
جي باري ۾ ڪا ڄاڻ نٿي پوي ۽ اِئين
لڳي ٿو تہ نشت ٿي ويو آهي. فرگوسن
وانگر اِهو مڃڻ ٺيڪ ڪونهي تہ عيسيٰ
کانپوءِ پنجين صديءَ ۾ سِشوُ ڌرما هوڻن کي
هارائي هي سنبت چالو ڪيو هو ۽ ان
کي اڃا بہ قديم ڪرڻ لاءِ ٥ صديون پوئتي
ڪري ڇڏيو. ڊاڪٽر ڪاشي پرساد جئسوال
جي هن ڳالهہ کي بہ مڃڻ صحيح ڪونہ
ٿيندو تہ ساتواهن ڪُل جو گوتمي پٽر
شاتڪرڻي وڪرماجيت هو. سندس چوڻ آهي
تہ شاتڪرڻيءَ نهپاڻ کي جيتيو هو.
ان ڪري هن اهو سنبت چالو ڪيو هوندو.
نهپاڻ کي شت مڃڻ ۽ گوتمي پتر جي
زماني جو مڃڻ بہ انتهاسڪ درشٽيءَ کان
بحث جو باعث آهي. ساڻ گوتمي پتر جو
سامهون وڪرماجيت ڪونهي ۽ سندس ونش
ڪٿي بہ وڪرم سنبت جو استعمال ڪونہ
ڪيو آهي. اِن ڪري شاتيڪرڻيءَ کي
وڪرماجيت مڃڻ جو ارادو نہ فقط ڀرم
آهي پر غلط ٿي آهي.

عيسيٰ کان پهرين صديءَ ۾ هتي
سيني جو پهريون وڪرماجيت هئڻ جو ثبوت
جين ساهتيہ-پٽابليءَ جيني گاٿا ۽ سنسڪرت-
پراڪرت جي گرنٿن ۾ گهڻن پاڻن ۾ ملي ٿو.
جين ساهتيہ تہ ان جي اُبتڙ ثابتي ٿو ڏئي
جنهن ۾ حد کان وڌيڪ هڪ جهڙائي ملي
ٿي. ساتواهن نريش هال پراڪرت گرنٿ
ڪٿا 'سپتشتي' ۾ وڪرماجيت نالي واري
اَڌيپتيءَ جو ذڪر اچي ٿو. راجا هال جو
زمانو پهرين يا ٻي صدي آهي. عيسيٰ کان پوءِ
آهي. ان کانسواءِ ڪشميري ڪوي گڻاڍيہ
پنهنجي 'پشاچي' پراڪرت جي گرنٿ 'ورهتڪٿا'
۾ بہ وڪرماجيت جو حوالو ڏنو آهي اهو بہ هال
جي زماني ۾ هئو. گڻاڍيہ جي برهتڪٿا تہ
هاڻي ڪونہ ٿي ملي پر سومديو پاران
ڪيل ڪٿا 'سَرِيتساگر' نالي سان سندس
ترجمو ٻيڪ ملي ٿو، جنهن ۾ وڪرماجيت
جي ڪٿا جو ورڻن آهي. اِنهن ڪٿائن سان
جين-اَنوشرُتين جو ميلاپُ ثابت ٿئي ٿو. هيءَ
سڀ شوت پشچواتي وڪرماجيت کان پهرين جو
آهي. اَوَنتيءَ جي لوڪ ڪٿائن سان بہ،
جي گهٽي وڌي تعداد ۾ حاصل ٿين ٿيون،
هن سنبتن ۾ گهربل جامل روشني پوي ٿي.

عيسيٰ کان اَڳُ پهرين صديءَ ۾ وڪرماجيت
جي نظر هيٺ مالوَنِ ساڪن (شَڪَن) جي خِلاف
وجئہ حاصل ڪئي، اُن جي ياد ۾ هيءَ
سنبت چالو ڪيو. ساڪ(شَڪَ) وچ ايشيا جي
هِڪ زبردست قوُم هئي، جنهن ڀارت جي

# سنڌ جو راڄا وير

## لڇمڻ ڪُڪريجا ”مسافر“

س

سنڌ ۾ اسانجي شهر ڳڙهي ياسين ۾ ڪن هنڌن تي پراميڊ نُما گول دڙا نظر ايندا هئا يا وري ڪن جي ٿَهرن ۾ ڪُنڊ پاسيرو ڪنڊ ۾ ئي ننڍا ننڍا دڙا گول ۽ پراميڊ نُما نظر ايندا هئا. انهن هنڌن تي ڏينهن رات جوت جڳندي رهندي هئي. ڳاڙهيون، ساٺيون، نيريون ۽ پيليون جهنڊيون، جيڪي رومالن مان ٺهيل هونديون هيون، ٽنگيل هونديون هيون ۽ تن سان گڏ ننڍڙيون ننڍڙيون گهنڊڙيون ۽ گهنڊ به ٽنگيل هوندا هئا. سنڌي زالون وري پنهنجن ٻارن جي حجم جي سانڍ ڪري، اُتي اچي، جهنڊ لاهرائيندئيون هيون، رومال ٻڌنديون هيون، گهنڊ ٻڌنديون هيون، ڪوڙو تيل ٻارينديون هيون ۽ ڏيئي ۾ ٻه ڪوڙو تيل وجهنديون هيون ۽ ڪُجهه سڪا اُتي ڏڪڻا ڪري رکنديون هيون. نوهان کي اِها خبر آهي ته اُهي دڙا ڇا لاءِ هئا. اُهي دڙا ”راڄا وير“ جا دڙا هئا، ان جو مطلب ته سنڌ ۾ راڄا وير جي پوڄا ٿيندي هئي. اهو راڄا وير ”راڄا وڪرماجيت“ ئي هو. مشهور ٣٢ پتلين وارو راڄا وڪرماجيت، جو انصاف ڏيڻ کان مشهور هو ۽ جن راڄا جي پوئتان وڪرم سنبت جي شروعات به ٿي.

سنڌ ۾ ٻا سڀئي اُتر ڀارت ۾ وڪرم سنبت جي شروعات چيٽ مهيني (اپريل) جي شُڪل پکش سان مڃي ويندي آهي، ۽ ڏکڻ ڀارت ۾ وري ڪارتڪ مهيني (نومبر) جي شُڪل پکش لڳڻ سان نئون سنبتُ مڃيو ويندو آهي. ان سبب اُتر ۾ وسيل ’چيٽادي‘ ۽ ڏکڻ ۾ وسيل ’ڪارتڪادي‘ سڏايا ويندا آهن. جيئن سنڌ ۾ اُتر وارن کي ’اُتراڏي‘ ۽ ڏکڻ وارن کي ’ڏکڻاڏي‘ چوندا آهن. هاڻي جي خبر ڪونهي ته سنڌ ۾ مسلمان پاڻ ڇا چوائيندا آهن.

اُتر ڀارت ۾ مهينو ا تاريخ ڪرشڻ پکش سان شروع ٿي شُڪل جي ١٥ تاريخ تائين سماپت ٿيندو آهي ۽ ڏکڻ ڀارت ۾ وري اُبتڙ شڪل پکش جي پهرين تاريخ کان چالو ٿي ڪرشڻ پکش جي [illegible]ا تاريخ تائين سماپت ٿيندو آهي. اِئين اُتر ڀارت ۾ مهيني کي ’پورڻمانت‘ (پونم انت) ۽ ڏکڻ ڀارت ۾ وري ’آماوسيانت‘ چيو ويندو آهي. تاريخي اثرن [illegible] ثابتين ۾ وڪرم سنبت جي شروعات ٽائين صدي کان اڳ نٿي ملي. هي ۽ پهريون ذڪر اسانکي چاه مان

نالو . لڇمڻ ڪُڪريجا ”مُسافر“

جنم، تاريخ ۽ . ڳڙهي ياسين، شڪر، سنڌ. تاريخ : ١٦-١٠-١٩٣٥

ڇپايل ڪتاب. موهن جي دڙي جي شهر - ڪهاڻيون؛ موهن جي دڙي جو پوڄاري، سنڌ کي وساري ڇڏ اي دوست، ڦٽرون ڦن جون، موهن جو دڙو-اِتهاسڪ ڪتاب، آريه ۽ سنڌ مت، جانورن جو ذڪر، جهنڊو جوسڪ، شتڻ ۽ گيت، دل دوست، مان ته شاعر؛

انعام

چترڪاري ۾ ڪيترا ئي اِنعام، الڳ الڳ سنستائن پاران سنمان؛

پتو

، ايڊيٽر، ”ڪيرٽو“ مخزن (ٽماهي)

، 41 245/B سوان ٽاڪ، ڪُڪريجا پبلشنگ هائوس، سنڌونگر-٤٢١٠٠٥

توِ. ڇپيل ڪتاب هڪ قسم جو اُڌهيءَ لاءِ
عمدو طعامُ ٿي رهن ٿا. ليکڪ کي صرف
مَنَ جي اِها تسليٖ آهي تہ ڪتاب ڇپيو
آهي، جيڪا تسليٖ صرف تسليٖ هي آهي.

ڪِن ڪِن سنستائُن پاران ٿيندڙ اَدبي
ڪلاسن ۾ بہ صرف ڳاڻَ-ڳٽيا سڄڻَ مؤجود
رهن ٿا جيڪي ڳالهائڻ وارا بہ پاڻ، ٻُڌڻ وارا
بہ پاڻ تہ رائزني ڪرڻ وارا بہ پاڻ ۾ هي
رهجي وڃن ٿا.

سنڌي ٻوليءَ جي پڙهڻ ۽ ڳالهائڻ
کي پاسيرو رکي، جي سنڌي ڳائن، ڀڄنن
ٻُڌڻ جي راهہ تي اچون تہ اِن ڪيتر ۾ بہ
اُتساهہ جَنَڪ وايوُمنڊلُ نظر نٿو اچي.
سِنڌي اَکرن جي معنيٖ پوري سمجهڻ ۾
نہ اَچڻ ڪري، راڳن جي تال، ليَہ وغيره
جي جاڻ جي گهٽتائيءَ ڪارڻ اُنهن
کي ٻُڌڻ ۾ بہ ننڍي ٿهيءَ جي رُچي نہ
جي برابر آهي. بجاءِ سِنڌي راڳن ٻُڌڻ
جي، اجُڪالهہ جي ڏوُم-ڌڙاڪي واريون
فِلمي ڪئسيٽون ٻڌڻ ۾ اُنهن جي رُچي
وڌيڪ آهي.

سڪوُلن ۾ ماسترن جي مُقرريءَ ۾
سرڪاري پيدياو، ماسترن جي سنڌي پاڙهڻ
۾ گهٽ رچي بہ هڪ قسم جو مسئلو آهي.

هاڻِ اِهو صاف صاف ظاهر ٿئي ٿو
تہ اسان جي سماجڪ، ساهتيڪ، راجنيتڪ
طور ۽ لحاظ کان اسان جي سيني ڪيترن
جي وجود کي هڪ قسم جو خطرو اپري آيو
آهي. اڄ جي اسانجي جاتيءَ جو وجود نہ
رهيو تہ ٻولي ڇا ڪندي؟ سماج نہ رهي ۽
جذب ٿي ويئي، تہ ٻولي ڪير ڳالهائيندو؟
ڪير پڙهندو؟ ۽ انهن سيني ڳالهين کي
مدي نظر رکندي اهو من ۾ سوال اٿيو
ٿئي ٿو تہ ''آخر اسان جو وجود ڪيسنائين
؟'' ۽ جي اسان پنهنجو وجود قائم رکي نٿا
سگهون تہ پوءِ اسان جو ڇا حال ٿيندو س
خود بہ خود هڪ سوچڻ جو مسئلو آهي.
اهڙي حالت اچڻ کانپوءِ هر پرانت ۾
جيڪي سنڌي اڪاڊميون برپا ٿي رهيون
آهن، انهن جو هِن ڏس ۾ ڪهڙي قسم جو
پارٽ رهندو؟

اهي سڀ ڳالهيون سوچڻ جو وشيہ
آهن. اڪاڊميون موجوده وقت ۾ جيڪڏهن
هن ڏس ۾ ڪجهہ نٽيون ڪري سگهن تہ بہ
انهن جو قائم رهڻ ڪڏهن نہ ڪڏهن فائدي
مند ٿي سگهي ٿو تہ من ڪنهن موقعي سان
اهي هِن ڏس ۾ سرگرم ٿي سگهن ٿيون.

آخر ۾ سنڌ جي هڪ شاعر جا اکر ياد
ٿا اچن تہ:

روزا ۽ نمازون اهو پڻ چڱو ڪمُ
پر اِهڙو ڪو ٻيو فهمُ
جنهن سان پسجي پريٖنءَ کي.

نيڪ ساڳئي طرح اسان جا هي ادبي
ميڙ، سنڌيت جا ميلا ملاڪڙا سڀ نيڪ آهن
پر هيئنر وقت آيو آهي جو اسان مٿي چيل
اکرن موجب''اهڙو ڪو ٻيو فهم'' سوچيون
جنهن سان پنهنجي وجود کي دائمي طور
هِندُستان ۾ قائم رکي سگهون. اَلڳ پرانت
برپا ڪرائي پنهنجي سماڄ، ٻولي، ساهِت ۽
سيپتا جو وجود ۽ اَستِتوَ کي قائم رکي
سگهون. اِها آهي اَڄُ جي وقت جي تقاضا.

❖❖❖❖

۾ دانشمندن ۾ مدد ملي ٿي.
ان کان سواءِ آسان پنهنجي رهڻ ڪرڻ
جي طور طريقي، کاڌي پيتي جي عادتن،
پهراءُ (ويس-وڳو) وغيره کي، پنهنجي ٻولي،
پنهنجا نالا، اکيون، وغيره بدلي پنهنجي
شموري شخصيت کي ميٽائي ڇڏيو آهي.
مدراسي، بينگالي، مرهٽا، گجراتي،
پنجابي وغيره پنهنجي پنهنجي ويس ۾
پري کان پڌرا ٿي وڃن ٿا، پر سنڌين
پنهنجو ويس پهراءُ قائم نه رکيو آهي جو
اُنهي آڌار تي کين پرکي سگهجي. مٿي
ذڪر ڪيل حالتن جا آدمي جتي به ٻاهر ۾
جي گڏنا ۽ پنهنجي ٻولي (ماتر ڀاشا) ۾
ڳالهائيندا ته اُن جي آڌار تي پرکي سگهبو
ته هو ڪهڙي ذات جا آهن. پر آسان سنڌي
جتي به گڏباسون ته پنهنجي ٻوليءَ
۾ ڳالهائڻ ۾ شرم محسوس ڪنداسين ۽
هنديءَ يا انگريزيءَ ۾ ڳالهائڻ ۾ ناز
۽ فخر محسوس ڪندا آهيون. يا ته
جتي جتي رهنا پيا آهيون، اُتي جي
مقامي ٻوليءَ ۾ ايترو ته قبضي سان
ڳالهائينداسين ته ڄڻ ته اُن پراڻت جا
هي رهڻ وارا آهيون. کاڌي پيتي جي حالت
۾ به شادين-مرادين ۾ مقامي ماڻهن جي
عادتن ۽ اُنهن جي ويچارن موجب کاڌو تيار
ڪنداسين ۽ پنهنجي سنڌي کاڌي جي
مڪ ۽ سُڳنڌ کان محروم ٿي ويا آهيون.
اِهي سڀ ڳالهيون اسان جي سماجڪ وجود
لاءِ ڄڻ ته هڪ قسم جو خطري جو باعث
ٿي پيون آهن.

اُلٽ آرٿڪ درشٽي-ڪوڻ کان
اسان ٻاهر کي لاڀو آهي. پنهنجي محنت،
اُورچائي، لگن ۽ جفاڪشيءَ سان مالي طور
ٻاهر کي ڪاليندو ضرور ڪيو لو ڏسجي،
شرڪارليءَ مان چڙشارلي ۽ چڙشارليءَ مان
چرمارلي جوائش ۾ ضرور وڃڻ وڏالي آهي.
پر اِهي واپاري سلطنتون وغيره واريءَ
تي اڏيل ڪوٺ مثل آهن. اِنهن کي
پنهنجي پيرن نه ڄمڻ جي حالت ۾ مضبوط
پڪي پائي وارو بنياد ڪونهي. هن ليکي جي
شروعات ۾ گواليار جي پٿرن تي لکيل لعرن
جي آڌار تي عمل ڪرڻ جي حالت ۾ هڪ
ٿي واچوڙي يا ڏوڏي سان آجي پٽ پٽوڙ
جي نابت ۾ ليندا.

ٻولي ۽ ساهت جي خيال کان به
اسان جي حالت ليکه نظر نٿي اچي. اساڻجي
لنڍي لهي سنڌي پڙهي-لکي ڪونه ڄاڻي.
نه ڏِٺو ايترو، پر جنهن واڪاوڙن ۾ جو
(لنڍي لهي) رهي ٿي، اُن واڪاوڙن جي
اُلر ڪري حالتن جو شپاوِڪ نتيجو
اِهو آهي نه رواجي طرح گهڻو ڪري سنڌن
ڳالهائڻ ٻوڻهڻ ۾ واهپو سنڌي ٻوليءَ جو
نه رهيو آهي.

اساڻجي ڪٻترن دوستن وٽ سنڌي
ڪتاب آهن پر اُهي به ليسين سوڏو آهن
جيسين ڪِ اُهي دوست زنده آهن. اُنهن کان
پوءِ سنڌن ڪتاب رديءَ ۾ ڪوڏين جي
مُلهه ۾ وڪامي وڃي پڪوڙائين ۽ دال-ڊهل-
چولن وارن جي دوڪانن تي پهچندا. اَڄ
جيڪو به وڏي عمر وارو سنڌي رامَ جو پيارو
لڳي لو، سو ٻاهر سان ٻوليءَ جو آلش نه
ڪٽندو وڃي لو. جيڪي ڪِ نوان ڪتاب
ڇپجن به ٿا، نه اُهي وڪامن ڪونه ٿا.
جرڪو مُفت ۾ ڪاپيءَ جي ڪامنا ڪري

الڳ ڪريون؟ هونءَ بہ اسان سنڌي درياهہ شاهہ جا پوڄاري آهيون ۽ اُڏيري لال درياهي پنٿ پيدا ڪيو. جي اسان پاڻ کي درياهي پنٿي سڏائي ٺورائيءَ واري قوم ۾ شامل ٿي سگهون ٿا ۽ اهي سڀ حق حقوق جيڪي ٺورائي واري جاتين وغيره کي ملن ٿا تہ اسان کي انهن وٺڻ ۾ ڪهڙو هرج آهي ۽ ان ڪرڻ ۾ ڪهڙي خرابي آهي؟ مان ڄاڻان ٿو تہ منهنجا انيڪ ساٿي منهنجي هِن دماغي اُپج کي نہ صرف نہ بہ مڃين پر مخالفت بہ ڪن. ڪيترا آهن جي اهو چون ٿا اسان ٺورائي واري جاتي چو ڪونايون. پر مان ان ويچار جو آهيان تہ اسان کي پولي وار ٺورائي واري قوم نہ ڪونائي ٺورائي واري قوم ۾ پاڻ کي شامل ڪرايون ۽ اهي سڀ حق حقوق ماڻيون جيڪي ڪِ پيون ٺورائيءَ واريون جاتيون ماڻن ٿيون تہ ان ۾ نقصان ڪهڙو؟

اسان صرف سدا لاءِ ٻين جي رحم تي رهون سا بہ سٺي ڳالهہ ڪانہ آهي. وقت جي ضرورت کي ڏسندي راڄنيتڪ سطح تي ڪا اهڙي هلچل پيدا ڪرڻ گهرجي جيڪا اسان کي، اسان جي قوم کي، اسان جي جاتيءَ کي راڄنيتڪ طور زنده رکي سگهي ۽ اسان جي وجود کي برقرار رکي سگهي.

متي تہ ٿيو اسان جي وجود جو راڄنيتڪ پهلو، هاڻي پنهنجي سماجڪ ۽ ساهتڪ وجود تي بہ نظر ڦيرائي ڏسون. سنڌ مان لڏي اچڻ ڪانپوءِ اسانکي جيڪي ڪِ آرٿڪ جهٽڪا آيا آهن، اُن ڪري اَسانجي سماجڪ ڍانچي ۾ ڪجهہ ڪافي ردوبدل اچڻ گهربي هئي، پر هت تہ 'جيئن ٿڌ تيئن وڌ' وارو قصو آهي.

شادين وغيره تي آڊمبر، ٺاٺ باٺ ۽ وڌندڙ ڏيتي ليتيءَ ڪيترن وچولي درجي وارن ڪٽنبن کي جڻ تہ پائمال ڪري ڇڏيو آهي. ڪيترا اهڙا مثال ملندا جن ۾ اهو ڏسڻ ۾ ايندو تہ اسان جي سماج جون ڪيتريون ڇوڪريون ٻين قومن ۾ وڃي ٿيون شادي ڪن. ان جو نتيجو اهو ٿئي ٿو تہ اسانجي سماجڪ ڍانچي ۾ هڪ خال (imbalance) پيدا ٿيو پوي ۽ اِنڪري اسانجي ڏڻ وار، ساٿ سڳڻ، ريتين رسمن تي بہ ڪافي اثر ٿو پوي.

هڪ ٻي ڳالهہ تہ هِتي جي مَڪاني ماڻهن سان رِلي مِلي هلڻ ڪرڻ جي ويچار ۽ خيالات (idea of assimiliation) ڪري اَسان پنهنجي جاتي بہ لِڪائڻ چاهيون ٿا. رواجي طرح اَسانجي آکهہ ٻُڌيان ''آٽي'' لڳل ٿئي ٿو ۽ اِن مان سِنڌي-پڻي جي ظاهرات ٿئي ٿي. اِن سِنڌي-پڻي کي لِڪائڻ لاءِ اَڄُ اَسان جا ڪيترا جوان پاڻ کي 'شهاڻي' بدران 'شاهہ'، 'بالاڻي' بدران 'بالا'، 'هيراننداڻي' بدران 'هيرا'، 'سِپاهيمَلاڻي' بدران 'سِپي'، 'ايسراڻي' بدران 'ايسر'، 'ڪَرَمچنداڻي' بدران 'ڪَرَم'، 'گيهاڻي' بدران 'گيهي'، 'رگهواڻي' بدران 'رگهو' يا 'رگهو وَنشي' وغيره لِڪائي پنهنجو سِنڌي-پڻو لِڪائڻ ٿا چاهين. اِن ۾ سندن اِهو ترڪُ آهي تہ اِن نموني ڪين نوڪري وغيره

گالهہ پئي لڳي، پر آسان کي پڄڻ قومن مان پريرڻا ڪٺڻ گهرجي. اڄُ آنندپور صاحب نهراءِ جي آڌار تي سِکن جا نہ ڪيو آهي؟ ءِ اِن قوم جي آڳيان سرڪار بہ ڪهڙي نہ نمؤني ۾ راضي نامو ڪرڻ لاءِ تيار پئي ٿئي. اِن مان اِهو صاف ظاهر آهي تہ ”دُنيا جُهڪتي هئہ پر ڪوئي جُهڪاني والا چاهيئي.“ - هِمتي مرداں، مدد دي خُدا. آسين جي شاهہ صاحب جي اِن سِٽَ تي عمل ڪري تہ ”مڻ متي مهراڻ ۾ پڻُ لهو ڏيئي“ مِدان ۾ لهي پئون نہ اِها پڪ آهي نہ سڦلتا جو سهرو اگي ڪِ پوءِ ضرور مِلندو. هڪ گالهہ بہ ٺوري صاف ٿڻ گهرجي تہ هِن قِسم جي گهر هرويرو اسان کي ڪو راشٽريہ ڌارا کان ٻاهر ڪونہ ڪيندي. جيڪي بہ، ڪهڙي بہ راجنيتي ويچارڌارا وارا آهن، اُهي اُنهن پارٽيڻ ۾ رهندا، باقي ٻيا اِنسان اِن قِسمَ جي هلچل کي زور وٺائي سگهن ٿا. جا اڄُ سِکن جي اِن هلچل جي ڪري سڀ سِکَ اَڪالي دل ۾ آهن؟ اڄُ بہ ڪيترا سِک آهن جيڪي ڪانگريس ۽ يارٽيہ جنتا پارٽيءَ ۾ آهن پر اَڪالي دل ۾ ڪي ٺدر سردار آهن جيڪي اِن هلچل کي هلائن ٿا.

٦-٣-٨٩ هو ٽي.وي. تي ٨-٣٠ بجي کان ٩ بجي ٺائين رات واري هندي ٻُلٽين ۾ اِها خبر هئي تہ لکنئو ۾ ٺورائيءَ واري جاتيءَ جو سميلن ٿيو جنهن ۾ مُسلمان، سِکَ ۽ عيسائي شريڪ ٿيا. اُن کان اَگي، ١٩٨٤ ...ءِ جي فسادن ۾، سِکن سان جيڪي اُن لاءِ اُن وقت جي مُکيہ منتريءَ ...رؤ منتريءَ کي فون ڪيو

هو تہ سِک ٺورائيءَ واري جاتيءَ جو بچا... ڪيو وڃي، جڏهن ڪِ اُنهن کي پنهنجو پراند... بہ آهي.

هندستان ۾ رهندڙ مُسلمان، جيڪي... ڪروڙ کن آهن، اُنهن کي جي ٺورائي... واري جاتي مڃيو ٿو وڃي تہ آسان سنڌي... جيڪي اُنهن جي ڀيٽ ۾ بلڪل گهٽِ آهيون... سڀ چو نہ ٿا ”ٺورائيءَ واري قوم“ ۾ شامل... ڪيا وڃن؟ اِئين ڏسڻ ۾ اَچي ٿو تہ مسلمان... سِکہ ۽ عيسائي، ڌرم جي آڌار تي ٺورائيءَ... واري قوم ڪري مڃيا وڃن ٿا. سِکہ پنٿ... جو پيدا ڪندڙ گرؤ نانک، هندو ڌرم ۾... جائو. ھُن کان وٺي ڏهين پاتشاهيءَ... تائين، سڀ گروجن هندو هٺا. نائين... پاتشاهي گرؤ تيغ بهادر هندو ڌرم لاءِ بليدان... ڏنو. ڏهين پاتشاهي گرؤ گوبند سنگهہ، هندو ڌرم خاطر اورنگزيب سان لڙايون... لڙيون ۽ هن جا بہ پُٽ ديوار ۾ لِنبايا... (چُڻايا) ويا. سِکَ آدِ کان هندو رهيا آهن. پر گرو گوبند سنگهہ جي خالصا پنٿ برپا ڪرڻ... کان پوءِ، حالتن جي چڪر ۾، سِک هنئر... پاڻ کي هندو ڌرم کان الڳہ سمجهي رهيا... آهن. هاڻ جيئنڊن کي بہ ٺورائيءَ... واري قوم ۾ شامِل ڪيو ٿو وڃي، جڏهن... ڪِ جَيِن ڌرم برپا ڪرڻ وارا بہ هندو... هئا. وقت جي دؤر ۾ سِکن ۽ جئنيڻ... جي پوڄا وغيره جو طور طريقو سناتن ڌرم... جي پوڄا وغيره کان بدلجي ويو آهي ۽... هو هاڻ پاڻ کي هندو ڌرم کان الڳ... سمجهي رهيا آهن. جي ائين آهي تہ... اسان سنڌي بہ چو نہ پاڻ کي ”درياهہ... پنٿي“ چوارائي پاڻ کي هندو ڌرم کان...

تيندو باقي اُن ۾ سڀ ماڻهو رهندا، جيئن
ٻين پرانتن ۾ هِن وقت آهي.

آلڳ سِنڌو پرانت ٺهڻ کري
هِڪُ وڏو فائدو جيڪو ٿيندو، سو اِهو
ٿيندو تہ سڄي ديش جي ٻيَن پرانتن
وارن کي اِها خبر پَوَندي تہ آسان جو
کو دانهن کوڪَ کرڻ وارو ۽ ٻُڌڻ وارو
آهي، ۽ آسانجي حقن جي رَکوالي کرڻ
لاءِ بہ کير تہ ديش جي اَندر موجود
آهي.

اَڄُہ آسام پرانت ۾ جي ماڙوارِيُن
سان کُجھہ ٿئي ٿو تہ راجستان سرکار
جو کير نہ کير عيوضي وچي آسام سرکار
سان لهہ وچڙ ۾ اَچي، اُتي رهندڙ راجستانِيُن
۽ ماڙوارِيُن جي حقن ۽ جان-مال جي
حِفاظت وغيره بابت ڳالهيون کري ٿو.
ساڳي حالت ٻين پرانتن وارن جي بہ
آهي. پر اَڄُہ جو آسان سنڌيُن جي ملکيَتُن
کي سواها کيو ٿو وڃي تہ آسان جو
کيرُ آهي جيڪو اُتي جي سرکار سان
لهہ وِچڙ ۾ اَچي آسان جي حقن جي بچاوَ
لاءِ ڳالهہ ٻولهہ کري سگهي؟ اِن کري
منهنجي ناقص ٻُڌيءَ مؤجب هينئَر
وقتُ آيو آهي جڏهن آسان جا سائينءَ
جا سنْواريا کا کاميتي ناهي اِن قِسم
جي سَروي کنِ تہ آهڙو کهڙو ٽکرو
آهي جيڪو ٻوليءَ جي خيال کان بہ آسان
گهُري سگهون. اِن خيال کان راجستان ۾
ٻاڙمير ۽ جيسَلمير جا ضلعا ۽ جالور ضلعي
مان سنچور تعلقي وارو ٽکرو، گجرات جي
سؤراشٽر مان کڇ، کاٺياوار ۽ کندلا وارا
ٽکرا گڏي هڪَ 'سِنڌو پرانت' جي گهُر

زردار نموني ۾ کري سگهجي ٿي
بنگلاديش جي هلچل جي دؤر جي نعري
"اِس پار بنگلا، اُس پار بنگلا" - وانگر کَڇيُ
کي ساڻ کري هڪ قسم جو نئون نعرو،
کڇي سِنڌي ڀائي ڀائي - اَچو تہ گڏجي
نئين سِنڌ ٺاهيون" ڏيئي کري اِن
ٽکري ۾ سِنڌي ٻوليءَ کي ڀنپائي
سگهجي ٿو. کنهن بہ ٻوليءَ جو اُٿانُ
ٿيسين سوڌو ممکن کونهي جيسين اُن
ٻوليءَ کي سرکاري سنرَکشڻُ
(State Patronage) کونهي. آلڳ سِنڌ پرانت
۾ اِهو سُڀاوِڪ آهي تہ سِنڌي ٻوليءَ
کي سرکاري سنرَکشڻُ آزخود ملي ويندو.
آسان کي کڇي ڀائرن کي بہ اِها
ڳالهہ محسوس کرائڻي پَوَندي تہ هوُ
اَصل ۾ سِنڌي آهن ۽ کڇ وارو ٽکرو اصل
۾ سِنڌ جو ئي حصو هو. شاه صاحب جي
هڪ بيت مان اِها جهلڪ ملي ٿي، هو
صاحب چوي ٿو -

جي ڀائين جوڳي ٿيان تہ منجهيئي ٻري مر،
منجهيئي بابو بکيا، منجهيئي نارائڻ سر،
بستي ڏوُر ۾ بر، تون خود آهين تکيو.

نارائڻ سر هن وقت کڇ (گجرات) ۾
آهي، پر شاه صاحب جي ڏينهن ۾ اهو
سِنڌ جو حِصو ٿو ڏسجي جو شاه صاحب
اِن جو ورنن پنهنجي رچنائن ۾ کيو
آهي. کڇيُن ۾ اِها بہ ٻوجھہ اَچڻ گهرجي
تہ جي آلڳ پرانت مليو تہ هوُ بہ
گجراتِيُن جي رحم کرم کان ڇُٽي پوندا
۽ ٻاڻ هڪ سنڌيُن سان گڏجي نئين پرانت
جا نيتائون ٿي سگهندا.

مٿي لِکيل ڳالهہ ظاهري طور هِڪَ ڏکي

وغيره ڪونه آهي. هونءَ جي اسان کي
پنهنجو ڪو ٽڪرو يا پرديش هجي ها ته
اهڙي قسم جي نعرن لڳڻ لاءِ مڪاني ماڻهن
کي نه صرف همت نه ٿئي ها پر سائين
وقت به دفعا سوچڻو به پوين ها.

مُلڪ جي ورهاڱي وقت اسانجي اُن
وقت جي سنڌي نيتائن جي راجنيتي، نقط
نگاهه جي ڪوتاهيءَ ڪري اُن وقت ڪي
اهم غلطيون ڪيون ويئون، جهڙوڪ:

(۱) ٿرپارڪر ضلع ۾ هندن جي
گهڻائي هوندي به اُن ضلع کي هندُستان
سان ملائڻ جي گهر نه ڪرڻ - جيئن
آسام مان سلهٽ جو ٽڪرو اُن وقت
اوڀر پاڪستان (هاڻي بنگلاديش) سان ملايو
ويو، محض اِن خيال کان ته اُتي مُسلمانن
جي گهڻائي هئي - اُن وانگر ٿرپارڪر
ضلع به هندُستان سان ملائي سگهجي پيو
۽ جي اِهو اُن وقت ڪيو وڃي ها، ته اڄ
هندُستان ۾ اسان جي حالت موجوده
حالت کان گهڻو بهتر هجي ها؛ (۲) وڌان
لهڻ وقت اينگلو-انڊين قوم وانگر لوڪ
سڀا ۾ سنڌين لاءِ ڪي جڳهيون محفوظ نه
ڪرائڻ؛ ۽ (۳) اينگلو اِنڊين ۽ پارسين وغيره
وانگر سنڌين لاءِ ٿورائيءَ واري ڄاتيءَ جي
گهر نه ڪرڻ. (اسانکي ٻوليوار-ٿورائيءَ واري
قوم ڪري مڃيو ته ويو آهي) منهنجو مطلب
'ٻوليوار-ٿورائيءَ واري قوم' نه پر 'ٿورائيءَ
واري ڄاتي' يعني अल्पसंख्यक जाति ڪرڻ
سان آهي.

هڪ ٻي غلطي جيڪا اسان جي ناهِ نياد
... جي سنڌي نيتائن ڪئي، سا اِها
... ٻولي-وار پرانت ٺهڻ وقت
... ۾ اسان جي نيتائن اِها گهر نه ڪئي ته
سنڌي ۽ سنڌيءَ سان مِلندڙ-جُلندڙ ڳالهائڻ
واري ٻوليءَ جي ماڻهن واري ٽڪري کي، جيڪو سنڌ
جي سرحدن سان مليل آهي، جهڙوڪ راجستان
۾ باڙمير، جيسلمير ۽ سانچور جو ٽڪرو
جيڪو عمر ڪوٽ ۽ خيرپور رياست سان
مليل آهي، ۽ گجرات مان سؤراشٽر، ڪڇ،
ڪاٺياواڙ ۽ ڪنڊلا وارو ٽڪرو، جيڪو بدين
ڏيپلو وغيره سان مليل آهي، انهن ٽڪرن کي
"نئين سنڌ" يا ڪو ٻيو نالو، جنهن مان
سنڌي-پٽي جي جهلڪ ملي ها، اُهو ٽڪرو
الڳ پرانت ڪرائي سگهن ها.

ڪُجهه سال اڳ 'سنڌو پرانت' جي
هڪ هلچل ۽ جيڪي لهر اُٿي هئي پر اُن
وقت جي حالتن کي مد نظر رکندي، ڪو
وزن نه مليو هئو ۽ هڪ قسم جو وهم ۽
کوکلو ويچار ۽ پرچار ته پرانت ملڻ کان
پوءِ ڇا سڀُ سنڌي اُتي وڃي رهندا؟ اهڙي
قسم جي انديشن اُن هلچل کي بجاءِ زور
وٺائڻ جي، هڪ قسم جو ڌڪو ڏنو ويو.
سوال آهي ته جيڪي به پرانت
آهن، ڇا اُنهن پرانتن ۾ صرف اُهي ماڻهو
ٿا رهن؟ اڄ گجراتين کي گجرات جو
ٽڪرو آهي، پر گجراتي سڄي هندُستان
۾ رهن ٿا. ساڳيو حال آهي مرهٽن،
پنجابين، مدراسين، بينگالين، راجستانين
۽ بهارين وغيره جو.

ٺيڪ ساڳيءَ طرح، جي اسانکي الڳ
پرانت هجي، ته جيڪي سنڌي جتي لکن
۾ آهن، اُهي اُتي ئي رهندا ۽ باقي جي
ڪي اِن پرانت ۾ رهڻو هوندو سي اُن پرانت
۾ وڃي رهندا. پرانت جو نالو 'نئين سنڌ'

# آخر اسان جو وجود ڪيستائين ؟

## سلامتراءِ اوچيرام گُرباڻي

اَٽڪل ڏهه ٻارهان سال اڳ منهنجو گواليار وڃڻ ٿيو. رستي تي لنگهندي منهنجي نظر اوچتو ديوار تي لکيل هڪ نعري تي پئي. نعرو هن ريت هو:-

”هندي هندي ڀائي ڀائي،
سندي جاتي ڪنهان سي آئي،
سندي ڀڳائو، ديش بچائو.“
” سندي هٽائو بي روزگاري سي ڇٽڪارا پائو.“

اتي ڪن ماڻهن سان ڳالهائڻ تي پتو پيو ته هن قسم جا نعرا مڌيه پرديش جي ڇتيسگڙهه جي نگري، رائيپور وغيره ۾ به ڪيترن هنڌن تي لکيل آهن.

ڇا به هجي هنن نعرن جي پٺيان ڪنهن جو هٿ آهي، ڪنهن جي شرارت آهي، اِها ٻي ڳالهه آهي، پر بهرحال اسان سندي جاتيءَ لاءِ هڪ گهري سوچ ۽ گنڀير ويچار جو مسئلو ٿيڻ گهرجي. هن قسم جي حرڪتن لاءِ جي اسان اک بوٽ ڪري ڇڏي ته اهو وقت پري نه رهندو جو اهڙي قسم جي نعرن جي دوران اندران هي اندران آهڙو پنيت پري نگري جنهن جي شعلن ۾ اُن جي لپٽن ۾ اسان جي جاتي هي سواها ٿي وڃي.

بمبئيءَ ۾ شِوَ سينا جي ڪارگذارين ۾ سنڌين جي دوڪانن کي لٽڻ، ڦونڊي ٻڙودي، اُڌيپُر، ڪوٽا، گوڌرا ۽ هينئر تاز ٻڙودي ۾ ڪارپوريشن دواران سنڌين جون ١٢٠ ڪئبنيون زمين دوز ڪرڻ جي گهٽنا ۽ ٻين هنڌن تي به سنڌين جي ملڪيتن کي سواهه ڪرڻ جي باوجود به جي اسين پنهنجي جاتيءَ جي وجود قائم رکڻ بابت ڪجهه نٿا سوچي سگهون ته ٻوءِ ٻوليءَ ۽ ساهتيه کي اسين ڪيئن قائم رکي سگهنداسين. جي اسان جي جاتي هي سلامت نه رهي ته ٻولي کير ڳالهائيندو ۽ ساهت کير پڙهندو. پر جي اسان چاهيون ٿا ته اسان جي ٻولي ۽ ساهت برقرار رهي ته ان لاءِ اهو ضروري آهي ته اسين پنهنجي جاتيءَ جي وجود کي قائم رکڻ لاءِ ڪي اهم ۽ ٺوس طريقا ضرور سوچيون.

مٿين قسمن جي نعرن مان اهو محسوس ٿيڻ گهرجي ته اهڙي قسم جا نعرا صرف ان ڪري به لکيا ٿا وڃن جو هتي جي مڪاني ماڻهن کي اها ڄاڻ آهي ته اسان کي پنهنجو ڪو وطن، ڪو پرديش


| | | |
|---|---|---|
| نالو | : | سلامتراءِ اوچيرام گُرباڻي |
| جنم، تاريخ | : | پيلهاڙو، خيرپور رياست، سنڌ. تاريخ ١٢-٦-١٩٢٦ |
| ڇپايل ڪتاب | : | ڪيترن ئي مخزنن ۽ اخبارن ۾ عالماڻا ليک. تعليم: ايم.اي(سوشالاجي)؛ ايل.ايل.بي هِنديءَ ۾ ڪووِد |
| انعام | : | سِندو سماج، جيپور دواران سنمانت |
| پيشو | : | وڪيلُ (ٽئڪس وڪالت) |
| پتو | : | ٢٠٢- ڪنور نگر، راجا مَل کا تلاب، جيپور-٣٠٢٠٠٢ |

نڍڙيءَ بيمار ڀيڻ جي پيٽ کي، ڊاڪٽر وانگُر ڪَٽِنچِي ڪٽي، ڪيڻ جي ڪوشش ڪري ٿي ته تڏهن ماڻس جو ڌيان وڃي ٿو ۽ هوءَ ٻالڪيءَ کي بچائي وٺي ٿي.

هن ڪهاڻيءَ ۾ ٻار آهن، ٻارن جي دنيا آهي، ٻارن جو مَنووِگيان آهي، تنهن هوندي به اها ٻال ڪهاڻي نه آهي. ڪنهن به ڪهاڻيءَ ۾ ڪردار ٻار هئڻ ڪري يا مسئلو ٻارن سان واسطو هئڻ ڪري ضروري ناهي ته اُها ٻال ڪهاڻي ٿئجي. ٻارن جي جگياسا-وِرتي واري منووگيانڪ پهلوءَ کي ڪٽي لکيل اها ڪهاڻي، وڏن لاءِ هڪ نازڪ مسئلي تي لکيل ڪهاڻي آهي جيڪا اسانکي ٻڌائي ٿي ته ٻارن جي ان قسم جي جگياسا ورتي کي شانت ڪرڻ لاءِ اسانکي ڪهڙو رول ادا ڪرڻ گهرجي.

بهرحال، ايشور چندر جون ٻال ڪهاڻيون اڄ جي دور ۾ هنديءَ ۾ توڙي ٻين ٻولين ۾ لکجندڙ ٻال ڪهاڻين کان الڳ ته آهن ۽ اهي ان جي صف ۾ ٻيهن ٿيون. سنڌيءَ ۾ ته اهڙيون ٻال ڪهاڻيون لکندڙ تمام ٿورا آهن. نج اصلوڪا وشيہ ٻارن جي آس پاس واري جيون مان ڪنبل واتاورڻ ۽ پاتر، پاترن جي سياويڪ ڳالهه ٻولهه ٻڌي سگها يا اُپديش جي غيرموجودگي، هر هڪ گهٽنا کي سياويڪ ۽ سرل ڍنگ سان پيش ڪرڻ جي خوبي، وڻندڙ شئلي، وغيره اهڙيون خوبيون آهن، جن جي ڪري ايشور چندر جون ٻال ڪهاڻيون صحيح معنيٰ ۾ ٻال ڪهاڻيون اڄ جون ٻال ڪهاڻيون بڻجن ٿيون.

✧✧✧✧✧✧✧✧✧✧✧✧✧✧✧✧

ڏُهراءِ ڏِسَڻَ ۾ اَچي. فقط اِستان، واتاوَرَڻُ،
مددي گهٽنائون ۽ ٻيا ڪِردارَ بدلجندا نظر
اَچَنِ ٿا. اِنهيءَ مريادا جي باوَجُود، اِيشورچندر
وٽ ڪهاڻي ٻُڌائڻَ جي وڻندڙ ڪلا آهي،
اَڄُ جي جيوَنَ سان ٻارن کي مُخاطب ڪرڻَ
جو ڏانءُ آهي، ٻارن جي ڪَلپنائُن ۽ ماحول
کي سمجهڻ جي سوُجهہ آهي. اِنَ ڪري هر
ڪا آکاڻي اَلڳ اَلڳ پڙهڻ سان ٻارنِ کي
ضرور آنندُ ڏئي ٿي.

چئن ٻال ڪهاڻين جو مکيہ نايڪ
چمپڪ ڪوئو آهي. چمپڪ ڪوئو اڄ جي
نئين پيڙهيءَ جي نُمائندگي ڪري ٿو؛
انڪري اڄ جي ٻارن جي ويجهو آهي. هو
جديد زماني جو نئين ويچارڌارا جو
آهي، ڪنهن بہ ڪم مان خفي نٿو ٿئي،
هروقت پنهنجي سمجهہ ۽ عقل کان ڪم وٺي
ٿو. هو اڄ جي ٻارن وانگر ٽي.وي. ۽ فلمن
جي پروگرامن جو بہ شوقين آهي تہ هاڻوڪن
مسئلن، ساڌنن، ۽ ذريعن کان بہ باخبر آهي.
هڪ ٻال ڪهاڻيءَ ۾ چمپڪ ڪوئو ڪونهي تہ
نڌڙي ڪُئي نئين پيڙهيءَ جو پرتيڪ
ڻجي اَچي ٿي.

هينئر باقي ٻہ ٻال ڪهاڻيون. اهي
ڪوئي ۽ ٻليءَ جي وشيہ کان هٽي نوان
شيہ کڻي اچن ٿيون. سنڌيءَ ۾ ڇپيل
ڏوڙيو" ٻال ڪهاڻيءَ ۾ چنڊ ماما سان
امونءَ نالي هڪ ٻار جي مزيدار ڳالهہ
لهہ آهي. هوليءَ جو ڏڻ ڇا ٿيندو آهي ان
ن بي خبر جڏهن ماما شامونءَ جي واتان
وليءَ جي موج مستيءَ جي ڳالهہ ٻڌي ٿو تہ
ڏو خوش ٿئي ٿو. ڪيس عجب لڳي ٿو تہ

هن اهو ڏڻ ڪڏهن ڏٺو ڇو نہ آهي! شام
ڪيس ان جو ڪارڻ ٻڌائي ٿو، "توهان اڄ
ٿا رات جو ۽ اَسان ٻار تہ رات جو هولي
ڪيڏون ٿي ڪونہ." ۽ جڏهن پاڻ سار
لڪائي آنڌل ڳُلالُ، شامون چنڊ مٿان اُڇلي
ٿو تڏهن چنڊ ٻڌائيس ٿو، "اهڙي هولي تہ
اسان هر روز کيڏندا آهيون. جڏهن شام
جي وقت سج لهندو آهي تہ فضا ۾ چوڌاري
اهڙي لالاڻ ڇانئجي ويندي آهي. هاڻي
جڏهن سج لهي تہ تون آڪاش ڏانهن نهارج
تہ توکي لال ڳُلال نظر ايندو."

قدرت پريم جي هڪ انوکي ڪهاڻي.
پرڪرتيءَ جي نظارن کي پرکڻ ۽ ماڻڻ جو
سنديش ڏيندڙ هن ٻال ڪهاڻيءَ جي هرڪا
ڳالهہ خوبصورت هوندي بہ آخر ۾ اها هڪ
عام رواجي ٻال ڪهاڻي بڻجي پوي ٿي. آخر
۾ چنڊ ۽ ٻار جي وچہ ٿيل ان گُفتگوءَ کي هڪ
سپني جي روپ ۾ پيش ڪري ليکڪ ان جي
سچيءَ سندرتا کي ختم ڪري ڇڏي ٿو. پويون ٽڪر
ڪڍي ڇڏبو تہ ڪهاڻي وَڌيڪ اثردار ٿي سگهندي.

'ايڪ معصوم ڀول' (هڪ معصوم ڀُلَ)
۾ ٽوني نالي هڪ ٻار کي پُڇ پُڇ ڪرڻ جي
عادت آهي. هي ڪيئن ٿيو، هو ڪيئن ٿيو،
هي ائين ڇو آهي، جهڙا سوال پڇندو رهي
ٿو. پِڻس هُنجا سوال ٻُڌي خفي ٿئي ٿو.
ٽي.ويءَ ۾ هڪ ڊاڪٽر کي آپريشن ڪندو
ڏسي، ٽونيءَ جو پيءُ کان سوال پڇڻ، تنهنتي
پيءُ جو ائن چوڻ تہ ڊاڪٽر آپريشن ڪري
رهيو آهي، بيمار جو آپريشن ڪبو آهي تہ
اهو نيڪ ٿي ويندو آهي. اها ڳالهہ ٽونيءَ
جي مغزَ ۾ ويهجي وڃڻ، هڪ پنهنجيءَ

ڇڏيو هو انڪري ھن پنھنجو بدلو ٻليءَ ڪان ولڻ ٿي چاهيو. ھُو ٻليءَ کي ولين جي روپ ۾ ڏسي ٿو. رانديڪي واري هڪ پستول ليجڻ تي هو ٻليءَ تي ڏڙا ڏڙ گوليون وسائي پاڻ پڄي ويٺي ٿو. ھن کي سنتوش آهي ته ھن پنھنجي پيءَ جو بدلو ولي ڇڏيو. پر ٻئي ڏينھن تي ٻليءَ کي وري آزاد گھمندو ڏسي هو ماءُ کان پڇي ٿو ته ھيءَ ٻلي وري ڪيئن جيئري ٿي وئي؟ تڏهن ماءُ سمجھائيس ٿي ته ھيءَ ٻئي شو واري ٻلي آهي!

ھن آکاڻيءَ ۾ به ٻليءَ کان نجات پائڻ جي ڳالھه آهي، پر بلڪل نئين ڍنگ سان. ٻارن تي فلمن جو ڪبترو اثر ٿئي ٿو تنھنجي به ھن آکاڻيءَ ۾ تصوير ملي ٿي.

ايشور چندر جا ڪوئا ۽ ٻليون اڃا به ختم نٿا ٿين. چوٿين ٻال ڪھاڻي ”جب چوهي نی ٻلي ڪو ستايا“ (جڏھن ڪوئي ٻليءَ کي سمھاريو) به ساڳئي وشي جي آس پاس ڦري ٿي. ان ۾ هڪ وڏوا ڪٽي آهي جيڪا چئن ٻچن سان گڏ هڪ بنگلي جي ٻر ۾ رهندي آهي. ان گھر ۾ هڪ ٻلي به آهي، جيڪا سيني جي ڊپ جو مکيه ڪارڻ آهي، خاص ڪري رات جي وقت هلندڙ ٽي. ويءَ جي پروگرامن وقت. هو ان جي ڪري پڻچينت ٿي ڪري سيريلون نٿا ڏسي سگھن. ٻليءَ جي چئن ٻچن مان هڪ ٻچو چمپڪ ڪوئو آهي. اهو چالاڪي ڪري گھر مان تند جي گ ورين جو هڪ پئڪيٽ لمائي ولي ٿو ۽ هڪ گ وري ٻليءَ جي کير ۾ وجھي ڇڏي ٿو. ان طرح چمپڪ ڪوئو ٻليءَ کي روز رات جي وقت به چارڪلاڪ سمھاري ڇڏڻ جي ترڪيب عمل ۾ آڻي ٿو ۽ ڪوئن جو سڄو پريوار آرام سان رات جو ٽي.ويءَ تي ايندڙ سڀ ڪاريڪرم چاهه سان ڏسي ٿو.

پنجين ٻال ڪھاڻي ’مترتا ڪي سيما“ (دوستيءَ جي حد) ۾ به وري اهوئي ڪوئو. پر ان ۾ ٻلي عدم موجود آهي؛

هڪ وڏي شھر ۾ هڪ شاهوڪار جو شاهي بنگلو، اُن ۾ رهندڙ ڪوئن جو پريوار، سڀ ڪوئا سنسڪاري. بنگلي جي پائين جي جوت تي سندن گذارو. انهيءَ پريوار ۾ ساڳيوئي چمپڪ نالي وارو ڪوئو. هڪ ڪانءُ ڏيري ڏيري ھن سان دوستي ڪري ٿو. ھن جو ڀاڻ ۾ وشواس پيدا ڪري، هڪ ڏينھن هو چمپڪ کي گھر مان ڪليجي چورائي ڪڻي اچڻ لاءِ چوي ٿو، پر چمپڪ ڪوئو سنسڪاري پريوار ۾ پليل، ڪيس سڌو انڪار ڪري ٿو. چويس ٿو،” مان دوستيءَ ۾ پنھنجي جان ڏيئي سگھان ٿو پر چوري ڪري نٿو سگھان، مان نمڪ حرام نه آهيان“ پٽ جي انهيءَ ڳالھه تي چمپڪ جي ماءُ به خوش ٿئي ٿي ۽ کيس شاباشي ڏئي ٿي.

ايشور چندر جي ڇھئين پنجن ئي ڪھاڻين جي سڀ کان وڏي مرياداا اِنھن جو مکيه موضوع ۽ اِنَ جا ڪردار آهن. ڪوئن ۽ ٻلين تي ٿري جيبوت گوگيا ’جوت‘ به تمام گھٽيون ڪھاڻيون لکيون آهن، پر ھن وٽ وشين جي ايتري محدودگي ڪانهي جتري ايشور چندر وٽ ڏسڻ ۾ اچي ٿي. هڪ ئي ڪتابَ ۾ اِنھن آکاڻين کي جيڪڏهن شامل ڪجي ته پڙهندڙ کي شايد اِنھن ۾ گھٽو

هلڻ جي پنيان بہ اِنسان ذات جو اهو شوق هڪ
ڪارڻ آهي. گهر جي اندر ڪوئي جي ڊڪ ڊوڙ
ڏسي ٻار خوش ٿئي ٿو. ٻليءَ جو ان جي پنيان
ڊڪڻ ڊوڙڻ بہ هنکي وڻي ٿو. ڪوئي ٻليءَ جي هر
چر پُر کي هو باريڪيءَ سان ڏسي ٿو ۽ مزو
ماڻي ٿو. شايد اهوئي ڪارڻ آهي جو ايشور چندر
پنهنجي ٻال ڪهاڻين ۾ انهيءَ وشيہ کي اڀرائي
ڏني آهي. هن جي هر ڪهاڻيءَ ۾ اڄ جي زماني
جو ڪوئو، ٻليءَ کي مات ڪندو ڏسڻ ۾ اچي ٿو.

هينئر ڪهاڻين جا موضوع ٿورا
تفصيلوار ڏسون :

”نئين زماني جو ڪوئو“ ۾ ننڍڙا
ڪوئا ٻاهر راند ڪري رهيا هئا تڏهن انهن
جي ماءُ کين ٻليءَ جو ڊپ ڏياريندي کين
گهر اندر اچڻ لاءِ سڏ ڪري ٿي. تڏهن ننڍڙن
ڪوئن کي خبر پوي ٿي تہ ٻلي ڏاڍي نردئي
ٿيندي آهي؛ پوءِ اڄ جي زماني جو ڪوئو
چمپڪ، ٻليءَ کي انهيءَ گهر مان ڀڄائي
ڪڍڻ جي تجويز سوچي ٿو. هوُ ماچيس
جي ٻن پڙن مان ٽيليفون ناهي، هڪ پڙ ٻر
ڪان ٻاهر رکي، ٻليءَ سان گفتگو ڪري ٿو.
جيڪا هن کي ننڍڙو ٻار سمجهي مٺين
مٺين ڳالهين سان ريجهائڻ چاهي ٿي، پر
نئين زماني جي ڪوئي جي دليلن اڳيان
هن جي هڪ بہ اٽڪل نتي هلي ۽ هوءَ
هميشه لاءِ اتان هلي وڃي ٿي.

ٻيءَ ٻال ڪهاڻيءَ، ”جڏهن ٻليءَ چشمو
پاتو“ ۾ وري هِڪَ ننڍڙي ڪُئي آهي جا
ٻليءَ کي سبقُ سيکاري ٿي. هوءَ پينل
مرچن جي مٺِ پري ٻليءَ جي اکين ڏانهن
اُڇلي ٿي. نتيجي طور ٻليءَ جون اکيون
پوسرڻ لڳن ٿيون. ان ڪارڻ ٻليءَ جي نظر
گهٽجي وڃي ٿي. ڊاڪٽر هنکي نظر جو
چشمو پائڻ جي صلاح ڏئي ٿو. ٻليءَ کي
چشمو پاتل ڏِسي ڪوئا وري پريشان ٿي
وڃن ٿا. پر ننڍڙي ڪئيءَ وٽ ان جو بہ علاج آهي،
هوءَ ٿورو ٿورو تيل ڪٽي ٻر ڪان ٻاهر ڦهلائي ڇڏي
ٿي. ٻليءَ جي اچڻ تي ننڍڙي ڪُئي چالاڪيءَ
سان ٻر مان ٻاهر نڪري ٿي. ٿلهي ٻلي
جيئن ئي ڪيس چنبو هڻڻ لاءِ متائنس ٽپو
ڏئي ٿي تہ زمين تي تيل هاريل هئڻ
ڪري هوءَ ترڪي پوي ٿي ۽ سندس چشمو
بہ وڃي پري ڪري پوي ٿو ۽ ڀڄي پوي
ٿو. آخر اها ٻلي گهر ڇڏي هلي وڃي ٿي.

ٻنهي آکاڻين ۾ ڪوئي ۽ ڪُئيءَ جون
مختلف تجويزون ٻليءَ کي ميدان ڇڏي
ڀڄي وڃڻ لاءِ مجبور ڪن ٿيون. ٻنهي ۾
ٻلي ڪوئن جي دشمن آهي. اِن جي ڪري
ڪوئا آرام سان بنا ڊپ ڊاءِ جي گهمي ڦريِ
نٿا سگهن. جنهنجو علاج پهرين ڪهاڻيءَ ۾
ڪوئو ۽ ٻيِ ڪهاڻيءَ ۾ ڪئي آهي. ٻنهي
جو مسئلو ساڳيو آهي، پر تجويزون جدا
جدا آهن.

هينئر هندي ڪهاڻي ”دوسري شو والي
ٻلي“ (ٻئي شو واري ٻلي) . ان ۾ ڪوئو
چمپڪ پنهنجي ماءُ سان گڏ سئنيما هالَ ۾
هڪ ٻر ۾ رهندو هو. روز فلم ڏسندو هو.
هڪ دفعي هڪ فلم ڏسي ٿو، جنهن ۾
پهرئين شو ۾ مريِ ويل ولين کي ٻئي شو ۾
وري جيئرو ڏسي هو عجب وچان پنهنجي
ماءُ کان پڇي ٿو تہ هيِ وريِ ڪيئن جيئرو
ٿي ويو؟ ماءُ ٻڌائيس ٿيِ تہ هي ٻئي شو
وارو ولين آهي. اڳلو تہ مري ويو. چمپڪ
ڪوئي جي پيءُ کي بہ هڪ ٻليءَ ماري

ٻه ڪتاب ڇپيل ملن ٿا. هڪ سنڌيءَ ۾
”نئين زماني جو ڪوئو“ ۽ ٻيو هنديءَ ۾
”ايڪ معصوم پُول“ اِنهن ٻنهين مجموعن ۾
ڏنل سڀ ٻال ڪهاڻيون اصل ۾ جن هنديءَ ۾
ئي لکيون هيون. گلستان پبليڪيشن طرفان
جڏهن ايشور چندر کي سنڌيءَ ۾ مٽر موڪلڻ
لاءِ لکيو ويو تڏهن هن هنديءَ جي جدا جدا
پترڪائن ۾ ڇپيل ٽن ٻال ڪهاڻين جون آف
پرنٽس موڪلي ڏنيون ۽ چيو ته اِنهن کي
توهان ئي ترجمو ڪري ڪتابي روپ ۾
ڇپائبندا. اِنَ طرح ايشور چندر جي انهن
ٽنهي ٻال ڪهاڻين کي، سنڌيءَ ۾ ترجمو
ڪري مجموعي جي روپ ۾ ’نئين زماني
جو ڪوئو‘ عنوان سان گلستان پبليڪيشن
طرفان ۱۹۷۹ ۾ ڇپايو ويو. اِنهن آڪاڻين مان
ٻن آڪاڻين جو ترجمو جوندراج بلواڻيءَ ڪيو
۽ هڪ آڪاڻيءَ جو ترجمو شري رام
پاڃنداڻي ”گمان“ ڪيو. ايشور چندر جون
اهي ٽي ٻال ڪهاڻيون سنڌي ٻال ساهتيه
کي سمجهڻ گهرجن. جو جو هڪ ته اهي
هنديءَ ۾ ڇپيل جدا جدا ٻولين جي ٻال
ڪهاڻين جي سنگرهن ۾ سنڌي ٻال ڪهاڻيءَ
جي روپ ۾ شامل ڪيون ويون آهن، ٻيو ته
ايشور چندر جيڪڏهن چاهي ها ته جو ٻال ٻه
ٽي سنڌيءَ ۾ اِهي لکي موڪلي سگهي ها.

ايشور چندر جي ٻئي مجموعي ’ايڪ
معصوم پول‘ ( وحيه بردرس اجمير طرفان
۱۹۸۱ ۾ ڇپايل) ۾ ڪل ڇهه ٻال ڪهاڻيون
آهن. اهو هنديءَ ۾ آهي.

ٻنهين مجموعن ۾ ڪل نو ( پهرئين ۾
ٽي ۽ ٻئي ۾ ڇهه) ٻال ڪهاڻيون آهن. اِنهن
۾ ٻه ٻال ڪهاڻيون ٻنهين مجموعن ۾ ساڳيون
آهن. اِن حساب سان ايشور چندر جون ک
ٻال ڪهاڻيون فقط ست رهن ٿيون. ٻا
ساهتيه جي ڪبتر ۾ ايشور چندر جي ڪل موڙي
اهي ست ٻال ڪهاڻيون ئي آهن. فقط اِنهن ست
ٻال ڪهاڻين جي ڪري ڇا ايشور چندر جو ٻا
ساهتيه ۾ يوگدان تسليم ڪري سگهجي ٿو؟

ڪنهن ليکڪ جو ٻال ساهتيڪار طو
درجو ڪهڙو آهي، اِن لاءِ هن جي رچنائن
جي ڳڻپ ڪرڻ بجاءِ، اِنهن رچنائن جي
معيار کي ڏسڻ گهرجي. هنديءَ جو پنڊت
چندر ڌر شرما ”گُليري“ فقط ٻن ٽن معياري
ڪهاڻين، تنهن ۾ به خاص ’اُسني ڪها ٿا‘،
ڪارڻ هندي ڪهاڻيڪارن ۾ هڪ اهميت واري
جڳهه والاري ٿو. ايشور چندر به اِنهن ٿورين ٻال
ڪهاڻين جي ڪارڻ ٻال ساهتيه ۾ به سٺو
درجو رکي ٿو. هن جون لکيل ٻال ڪهاڻيون
ٻارن جي دنيا، ماحول، سپنن، اُڌام، ضرورتن
جي عڪاسي ڪن ٿيون، تنهن ڪري اهي
صحيح معنيٰ ۾ ٻال ڪهاڻيون آهن.

ايشور چندر پنهنجين ٻال ڪهاڻين
۾ ٻليءَ ۽ ڪوئن جي وشين کي اهميت
ڏني آهي. هنجي ٻنهي مجموعن ۾ ڇپيل
ڪل ستن ٻال ڪهاڻين مان، پنج ڪهاڻيون
ٻليءَ ۽ ڪوئن جي وشيه تي آهن. ٻار جو
پنهنجي آس پاس جي پکين ۽ پسن سان
هڪ آتميتا جو ناتو ٻڌجي وڃي ٿو.
ڪوئي ۽ ٻليءَ کي هو روز ڏسي ٿو. تنهن ۾
به آد جڳاد کان هلندڙ ڪوئي ۽ ٻليءَ جي
دشمنيءَ جي ڪٿا ۾ ته ٻار هڪ ٿرل(thirll)،
هڪ رومانچ، هڪ انتظاري محسوس ڪري
ٿو. هونئن به لڙائي ۽ جهڳڙو ڏسڻ سيني کي
عام طور وڻندو آهي. مارامارِيءَ واريون فلمون وڌيڪ

# ايشور چندر جو ٻال ساهتيہ ۾ يوگدان

## ڊاڪٽر هوندراج بلواڻي

لڳ ڀڳ سڀني ٻولين جي ليکڪن جي اِها شڪايت رهي آهي تہ سندن ٻوليءَ ۾ ٻال ساهتيہ جي کوٽ آهي. سنڌي ٻوليءَ سان بہ اها ڳالهہ لاڳو ٿئي ٿي. بنگالي، مراٺي ۽ ڪي ٻيون ٻوليون اِن ۾ اپواد ٿي سگهن ٿيون. ٻال ساهتيہ بابت اهو عام رايو، حقيقت ۾ پوريءَ طرح صحيح نہ آهي. ٻال ساهتيہ ڀارت جي سڀني ٻولين ۾ ٿورو ڪي گهڻو- لکيو ضرور وڃي ٿو. اِن خيال کان ٻال ساهتيہ جي کوٽ نہ آهي- سنڌيءَ ۾ بہ نہ آهي. کوٽ آهي تہ اها سٺي ۽ صحتمند ٻال ساهتيہ جي. اهڙو ٻال ساهتيہ جيڪو ٻارن جي ماحول، ڪلپنائن، چاهنائن، ضرورتن ۽ منوگيان کي خيال ۾ رکي لکيو ويو هجي تنهن جي کوٽِ ضرور آهي. اهڙو ٻال ساهتيہ تمام گهٽ ڇپجي ٿو. سماج ۾ ٿيندڙ وڪاس ۽ وگيانڪ ترقيءَ سان ناتو جوڙي ڪري، ٻارن کي سندن ذهني وڪاس ۾ مدد ڪري سگهي، اهڙي ٻال ساهتيہ جي سدائين کوٽ رهي آهي. ٻال ساهتيہ جي نالي ۾ اسان وٽ جهونين پراڻين لوڪ ڪٿائن، ٻين ٻولين جو نقل ڪري لکيل رچنائن، اُپديشڪ ڪهاڻين جي ڀرمار رهي آهي. اهڙين رچنائن جا 'لالچ جو ڦل' 'نقل جو نتيجو' 'چوريءَ جي سزا' 'محنتي ڇوڪرا' وغيره وغيره جهڙا سرا ئي ٻارن جي آکاڻي پڙهڻ جي انتظاريءَ کي ختم ڪري ڇڏين ٿا. ٻار اڳواٽ ئي سمجهي وڃي ٿو تہ هن آکاڻيءَ ۾ ڇا هوندو!

ٻال ساهتيہ کي اهڙي پرسٿتيءَ مان ٻاهر ڪڍڻ جي سخت ضرورت آهي. اِن لاءِ اهو ضروري آهي تہ وڏا ليکڪ بہ ٻال ساهتيہ لکڻ طرف ڌيان ڏين. اسانجي وڏن ليکڪن کي ان احساس ڪمتريءَ مان ٻاهر نڪرڻ گهرجي تہ ٻال ساهتيہ لکڻ، ٻئي ساهتيہ لکڻ کان گهٽِ درجي جو ڪم آهي. بنگالي ۽ مراٺيءَ ۾ ڪو بہ ساهتيڪار تيستائين وڏو ساهتيڪار نہ مڃيو ويندو آهي جيستائين هن ٻارن لاءِ نہ لکيو هجي.

وڏن ليکڪن جي ان جوابداريءَ کي ايشور چندر محسوس ڪيو هو. هو سنڌيءَ جي بهترين ڪهاڻين مان هڪ ليکيو وڃي ٿو. هن وڏن سان گڏ ٻارن لاءِ بہ ڪهاڻيون لکيون. اهي تعداد جي خيال کان ايتريون گهٽيون نہ آهِن؛ آڱرين تي ڳڻڻ جيتريون مس آهِن. هن جي ٻال ڪهاڻين جا فقط


نالو : ڊاڪٽر هوندراج بلواڻي

جنم، تاريخ : لاڙڪاڻو. سِنڌ. تاريخ ٩-١-١٩٣٦

ڇپايل ڪتاب: ڪسوٽي آس پاس (جنهن ۾ شامل: ڏيئو روئي ويٺي؛ ڦيڪو تيل روشني ڄجالڪرا؛ ڇتو ماڻهو؛ ٻرٻري؛ ادبي جائزو؛ دريءَ مان نئي ناني؛ ڇوڏين ٻاتڙ؛ ٽنگ جيلو ڇوڪر؛ دنيا جون بهترين ٻال ڪهاڻيون؛ ٻارن جا لوڪ گيت؛ وغيره ڀارت سرڪار جي تعليم وڀاڳ جي اين سي. آر. ٽي طرفان؛ ڀارت سرڪار جي بالغ تعليم وڀاڳ طرفان اوارڊ. سوئيٽ لئنڊ جو نهرو امن انعام، گجرات سنڌي اڪادمي جو

انعام : انعام، راجستان سنڌي اڪادمي انعام.

پيشو : پيشو: سنڌي وشيہ آفيسر، گجرات راجيہ شالا پاٺيہ پستڪ منڊل.

پتو : پتو: ١٧٢ - ڀارتي سوسائٽي، سردار نگر، احمداباد-٣٨٢٤٧٥

ويو!) عرب لشڪر حملو ڪري سنڌين کي اتي
پهچايو جتي سنڌن صف (قطار - لائين)
هئي. ڏينهن پورو ٿيو ۽ ٻئي لشڪر موٽي ويا.''
راجا ڏرشيڻ (ڏاهر) سينا ساڻ ڪري پنهنجي
مربي پٽ راجڪمار کي موڪليو. سنڌن فوجي
ترتيب اهڙي پختي ۽ بي خطا هئي جو پڙهندي
سنڌين جي فوجي ذهنيت (قابليت) کي داد ڏيڻو
ٿو پوي. جيتوڻيڪ چچنامو ته ان کي فقط رواجي
طرح پيش ڪري ٿو، ته به اهڙي انتظام ۾ عرب
سردارن کي ڏوڏي ڦتو ڪيو. چيل آهي:
''ايتري ۾ بڪر بن وائل ۽ بنو تميم قبيلي
وارن اچي (قاسم کي) چيو ته، ''ڪافرن
(سنڌين) جو لشڪر هڪ وڏي مصيبت آهي
۽ هو پنهنجا هٿيار ۽ سامان ٺاهي جنگ جي
تياري ڪري خوشي ڪري رهيا آهن ۽
اوهان (عربن) جي سامهون ٿيڻ ۽ توجه ڪرڻ
جي تڪڙي طلب ڪئي اٿن.'' (صفحو ٢٥٤).
حملو عرب ٿا ڪن ۽ مقابلو ڪندڙ سنڌي ڪين
للڪاري رهيا آهن! پوءِ محمد بن قاسم نعرو هڻي
چيو ته ''هوشيار! اي عرب جا لشڪر! ڪافر ٻن حصن
۾ ورهائجي چڪا آهن، توهين حملو ڪريو.'' عرب
لشڪر سنڌن اڳيان، ساڄي کابي، پٺيان ڦري آيو.
محمد بن قاسم ڪين لڙائيءَ جو جوش ڏياريندي
چئي رهيو هو ته اڄ توهان جو ڏينهن آهي. آخر
ڪُتل (قتل ٿيل) ڪافرن (سنڌين) جا ڍير لڳي
ويا. اتي راجا ڍال ڪٽي سفيد هاٿيءَ تي ٿي
ويٺو (جنهن تي هو شروع کان ئي ويٺل هو) ۽ چار
سؤ مرد لوهي هٿيارن ۾ ٻڏل، ڳچين ۾ ترارون ۽
هٿن ۾ نيمچا (نيم نيزا) لوهه جا دستا جنهن
کي سنڌي 'سيل' چوندا آهن، ڪٽي اهڙي حالت
۾ باهر نڪتا ۽ جنگ ڪرڻ لڳا. انهيءَ حد
تائين جو سنڌن هٿن جون ڪلون لهي ويون.

(پوءِ ڇا ٿيو؟ سو ڏسو!) راجا ڏرشيڻ جي
هٿ ۾ آئيني (آرسي) جهڙو تکين ڪاتين سان
هڪ گول چڪرو هو. جڏهن به هاٿيءَ حملو ٿي
ڪيو تڏهن جيڪو به هاٿيءَ جي ويجهو ٿي آيو
ته اهو چڪرو ڪمند وانگيان وجهي ڪيس
پاڻ ڏانهن ڇڪي، پيادي خواهه سوار جي سِسي ڌڙ
کان ڌار ڪري ٿي ڇڏيائين (صفحو ٢٥٧).
اهڙيءَ طرح جنگ لاڳيتي هلندي
رهي ۽ شام جو نماز تائين گهڻا مشرڪ (سِنڌي
ڪافر) ڪُسجي ويا. صفحو ٢٥٨). پر مزو اهو
جو عرب هڪڙو به نه مُئو، ڇو ته چچنامي
۾ اهڙو ڪجهه لکيل ئي ڪونهي. جيتوڻيڪ
راجا ڏرشيڻ آرسي نما چڪر سان ماري ڪين
عدن جو باغ پئي گهمايو. (ليڪن لڳي ٿو
جيئن ئي عرب سپاهي مرندا ٿي ويا عربن
جوئر جي اتي مان ٺاهيل لئي (پيسٽ) سان
سنڌن سر ڪنڌ تي رکي ڳنڍي ڪين وري
اسلامي بهشت ۾ موڪلڻ لاءِ تيار پئي ڪيو.)
**هڪ دلچسپ واقعو!** ڳالهه جي راوين
هڪ براهمڻ کان هن طرح روايت ڪئي آهي
ته عربن ۾ هڪ ماڻهو هو جنهن کي شجاع حبشي
ڪري ٿي سڏيائون. هو بهادري ۽ همٿ جي
حد ٽپي ويو ۽ جنگ جي صف ۾ وڏا
ڪارناما ڏيکاريائين. هن محمد بن قاسم جي
اڳيان سخت قسم کنيو ته جيستائين راجا
ڏاهر جي سامهون ٿي سندس هاٿيءَ کي زخم
نه رسائيندس تيستائين ماني پاڻي نه
کائيندس. ۽ جيستائين منهنجي بدن ۾ جان
هوندي، لڙندو رهندس نه ته مري ويندس.
راجا سفيد هاٿيءَ تي چڙهي ٻاهر
نڪري اچي بيٺو. حبشي شجاع مشڪي (ڪاري)
گهوڙي تي سوار هو. اڳتي وڌي ويڙهه

مچي ويئي. هاٿين ترتيب ٿيل (Disciplined) صفن (قطارن) کي لوڙي ڇڏيو ۽ پيرن جي داٻ سان سندن زرهن ۽ هڏن کي چُور ڪري ڇڏيو. يوناني ليکڪ ڊايوڊورس لکيو آهي تہ، راجا پورس بچيل ٣٠ هاٿين کي جيڪي ان وقت قبضي ۾ هئا، گڏ ڪري دشمن تي لڳي پيو. هن (راجا) خود پنهنجن هٿن سان قتلام ڪيو پر سندس خود جي هاٿيءَ کيس بچائڻ ۾ حيرت انگيز قابليت جو مظاهرو ڪيو ۽ بار بار (اڪيلي سر) دشمن کي پلٽي ڏکي ڇڏيو.

وري بہ يوناني تہ هڪ باترتيب فوج هئي. مگر هي عرب جا ڏبدو تہ بلڪل بي-ترتيب ۽ جهنگلي جهنڊ هو. البت سندن لڙائيءَ جو ڍنگ قاتلاڻو هوندو هو.

چچنامي موجب راجا ڏرشيڻ (ڏاهر) سان پنج هزار سوار ۽ ويهہ هزار پيدل، ڪُل ٢٥ هزار سپاهي، ۽ هوڏانهن عربن وٽ فقط ڇهہ هزار. سو جي اگر چار چار سنڌي بہ گڏجي هڪ هڪ عرب کي لٺن لوٺش سان ڪٽي مارين ها تہ بہ هڪ عرب بہ وڃندي محمد بن قاسم ٽائين سہ سلامت ڪونہ بچي ها. هي رڳو حاهل ليڪڪن جي ڪوڙ لکڻ ۽ ميڇڻ جو نمونو لکيو آهي، جيئن چچنامي ۾ لکيل آهي. هاٿي ڏسون اڳتي "پوءِ راجا پاڻ لشڪر ولي هليو ۽ پٽ کي ڏار ولي چيائين تہ ، محمد علافيءَ کي تو سان گڏ روانو ڪريان ٿو. عربن جي جنگ کي هو بهتر جاڻي ٿو. هو جنهن اڳتي وڌڻ يا پلٽي هٽڻ جو چوي، تون سندس اشاري جو پابند رهہ. (صفحو ٢٢٥).

هتي اچي هن سنڌي راجا پنهنجي هندو مريادا ۽ وشواس جي پروسي هڪ اهڙي غلط شخص کي اڳوان بڻايو (جيڪو خود هڪ عرب هو ۽ راجا کس پناهہ ڏني هئي) جنهن جي ايمانداريءَ تہ ايمان آڻڻ خودڪشيءَ کان ... هندن مريادا ۽ وشواس ۽ جي مار سڃي ان مسلماني دوُر ۾ ڪاڏي آهي شايد اڄ بہ ان جو مزو چکي رهيا آهن.

سو جنهن فوجي ترتيب (التظام - Discipline) رٿا سان راجا ڏرشيڻ پنهنجي فوج کي اڳتي ڪيو، اها اهڙي مدبريءَ واري هئي (جنهڙيءَ طرح چچنامي ۾ ان جو ذڪر ڪيل آهي) جو عربن جو ان جي سامهون ٿيڻ موت جي منهن ۾ وڃڻ برابر هو. ليڪن عين موقعي تي علافيءَ جو هڪ (عرب) سائي 'عبيد بن ڪتاب' جيڪو ان ئي ڏينهن دوڪو ڪري محمد بن قاسم وٽ آيو (يا خود علافيءَ دوڪو ڪري موڪليو هجي) ۽ هن کيس هندو فوجي ترتيب جو راز ٻڌايو (صفحو ٢٢٧). بس لڙائيءَ جو رنگ ئي بدلجي ويو. محمد بن قاسم خبردار ٿي ويو . تہ بہ ڪيس موت گهيرو ڪري ويٺو هو جو پنهنجو موت يقيني سمجهي هن پنهنجي سپاهين کي چيو تہ ڙي عربو! جيڪڏهن مون تي ڪو حادثو پيش اچي تہ پوءِ اوهان جو اڳوان 'محرز بن ثابت' آهي ۽ جيڪڏهن اهو بہ مارجي ويو تہ توهان جو اڳوان سعيد ٿيندو. (صفحو ٢٢٨).

جنگ جي شروع ٿيڻ تي اول محرز بن ثابت حملو ڪيو پر پهرئين ئي چڪريءَ ۾ مارجي ويو. (صفحو ٢٢٨).

پوءِ سعيد لشڪر کي همٿ ڏياري (اسلامي گلوڪوز جو بوتلون چڙهائي) لڙائي ٻڌي (پر) حسن البڪري جو آڳوٺو جنگ هلندي سنڌي تلوار جي ڏک سان شهيد ٿي ويو. (صفحو ٢٢٨).

جڏهن مست هاٿي (هاٿي نہ پر سوئر هوندا) وڌيا، تڏهن عرب مضبوطيءَ سان ٽولا ٽولا ٿي هاٿين (سوئرن) جي پنيان ڦري آيا ۽ هاٿي واپس ورائي ڇڏيائون (جن کي لفافي ۾ بندڪري رجسٽرڊ پوسٽ رستي بغداد موڪليو

نڪتو ۽ عرب فوج جي سامهون تي جنگ جوٽيائين. جڏهين (ٻئي طرف) ٽڪا ٽڏهن موٽي ويا.'' (صفحو ٢٤٣)

ٽئين ڏينهن هڪ ٻئي بهادر مرد کي راجا موڪليو جيڪو جنگ ڪندي پاڻ مارجي ويو، تنهن تي وزير راجا کي چيو، 'پهريائين هڪ عربن جو لشڪر ندي پار ڪري رهيو هو ۽ ننڍين ننڍين ٽولين ۾ ٻئي لنگهيا، تڏهن اسان کي مٿن حملو ڪرڻ گهربو هو، جيئن ڪين ٻيءَ جنگ کان ڊپ ٿئي ها. هاڻ جڏهن گڏ ٿي مقابلي لاءِ آيا آهن ته اسان لاءِ چڱو ائين ٿيندو ته سموري لشڪر، پيادل خواه سوارن سان، هاٿيءَ تي مٿن حملو ڪيو وڃي. (صفحو ٢٤٤).

هت ڏيان ۾ رهي ته هندن جي پراچين پرمپرا اها رهي آهي ته ڪنهن به دشمن تي اوچتو، پٺيان ۽ بي‌خبر حملو ڪونه ڪندا هئا. پر هن وقت اهو هندو آدرش هنن عربن سان لاڳو نٿي ٿي سگهيو، جيڪي ڌاڙيلن جيان اوچتو ۽ وحشيانو حملو ڪندا هئا. هندن فقط بچاءُ پربنڌ سنو پئي رکيو ۽ جوابي حملو به. جڏهين ڪ هي اسلامي (اهنسا وادي) امن اَمان جي ليبل سان آيل، آدرش ۽ انسانيت جو ڪو ملهه ڄاڻندا ئي ڪونه هئا. هو هر موقعي تي اول، اوچتو پٺيان، بي خبر جيئن آيو حملو ڪندا هئا، جنهن ڪري هندن جي اِنسانيت ڪين مهانگي پڻ پيئي آهي، جيئن اڄ به ٿي رهيو آهي. هندن جي اَڪثر هار جو سبب اهوئي رهيو آهي. اوچتو حملو ٿيڻ کان پوءِ بچاءُ ڪهڙي قسم جو ۽ ڪيڙي دشمن سان آهي، سا پوڄهه هندن ۾ گهٽ رهي آهي، تنهن ۾ به هي ته هندن جو پيريون آزمودو هو.

چوٿين ڏينهن وڏي جنگ جي تياري ٿي، جنهن ۾ اٽڪل پنج هزار سوارَ ۽ جنگي جوان هئا ( ۽ اهائـ ... ـوج هئي ر ...
... ۽ ٿـائـ ...

اِهو لشڪر گهڻو ڪافي هو. جڏهن ڪِ عربن جي فوج ۾ فقط ڇهه هزار .... ۽ سٺ مست هاٿي، ڪي چون ٿا ته جنگي هاٿي هڪ سوُ هئا ۽ ويهه هزار پيادا زرهن ۽ ڍالن سميت جنگ لاءِ راجا جي اڳيان روانا ٿيا. پاڻ هڪ مست هاٿيءَ تي زره ڍڪي ۽ ڪمان تي زه چاڙهي وينو. ساڻس گڏ پالڪيءَ ۾ به ٻانهيون هيون. هڪڙيءَ ڪيس هڪ ٻئي پٺيان تير پئي ڏنا ۽ ٻيءَ پانُ پئي پهچايو.'' (صفحو ٢٤٤)

هاٿي : هڪ سوُ هاٿي هڪ لک فوُج لاءِ گهربل ٿيندا آهن ۽ سٺ هاٿي به سٺ هزار فوُج لاءِ. ان ڪري هتي هاٿي ته فقط هڪڙو هو جنهن تي راجا خود سوار هو ۽ سچ پچ جي سوُ، سٺ خواه ڏهه هاٿي به سنڌي سينا ۾ هجن ها ته عربن جو هڪڙو سپاهي به شام جي نماز پڙهڻ لاءِ ڪونه بچي سگهي ها. هاٿي ڪو اهڙو سولو ۽ سستو جانور ڪونهي جو هٽ ڪري پالجي. سڪندر جهڙي قديم حملي ڪندڙ جي مقابلي ۾ راجا پروُ (پورس) وٽ سؤ ته ڇا سٺ به ڪونه هئا. مگر جيترا به هئا، تن سڪندر جي سينا کي يوناني ديوتائون ياد ڏياري ڇڏيا. جنگي هاٿي، سو به مست، ڇا ٿيندو آهي سو ته يوناني ٻُڌائي سگهندا. لڙائيءَ جي ميدان ۾ حالتَ ٻيءَ طرح ڏسي راجا پُروءَ (پورسَ) دشمن تي هاٿين سان ڀيانڪ حملو ڪيو، ڇاڪاڻ ته سڪندر جي اوچتي حملي راجا پورس جو رٿيل اِنتظام ٽوڙي وڌو هو. سو جيئن ئي محاوتن هنن قداور جانورن کي دشمن جي طرف وڌڻ ڏنو، سينا هنيا ته هن پيدل سينا پٺيان پٺيان رواني ڪئي، جهڙي طرح اڄ جي زماني ۾ پيدل فوج ٽئنڪن جي اڳيان بچاءُ ۾ پٺيان پٺيان حملو ڪندي وڌندي آهي.

هاٿي هاٿين جي جنگباز (گجلورين) سان يوناني گهوڙا هٽڪارون ڪرڻ ۽ هڻڻ لڳا. اِتي يوناني پيدل فوج ۾ گهبراهٽ

# راجا ڏاهر هاريو يا کٽيو؟

## گنگارام سمراٽ

صدين کان اِهو ڪوڙ ٺوڪيندو پيو اچي ته سنڌ تي عربن حملو ڪيو ۽ جيت پاتي، راجا ڏاهر هارايو ۽ ماريو ويو. ۽ اِهو سڀ هڪ پراڻي ناول، جنهن کي چچنامو چيو وڃي ٿو، جي آڌار تي ٻڌايو پيو وڃي. مگر چچنامو خود ڇا ٿو چوي، سو ڪنهن به گنڀيرتا سان نه ڏٺو نه پڙهيو. جو ته اهو ڪوڙ ۽ دوکو گهڙيو ڏوپچي-ڦٽلجي غلط حقيقت ٺٽجي چڪو هو ۽ قبول ٿي ويو هو. اِنَ ڪري به جو اِنَ جي مقابلي ۾ ٻيو ڪو به ڪتابُ مؤجود ڪونهَ هو.

اِن هوندي به ٻين حقيقتن جو سهارو نه وٺي، وڌيڪ بحث نه ڪري، فقط چچنامي جي ئي آڌار تي اِهو ڏيکاريان ٿو - فيصلو چچنامو جو به آهي، هاڻ اوهين خود ڪريو. جيءَ مکيہ لڙائي نه ديبل بندر تي ٿي نه ئي الور ۾. مگر حتي به ٿي، ان جو احوال هي آهي، پهرئين ڏينهن جو:-

خبرن جي ڏيندڙن (نه ڪِ اکين ڏٺل شاهدن) هن طرح بيان ڪيو آهي ته ”حڄجبن محمد علافي جاسوسيءَ تان موٽي آيو، تڏهن راجا ڏاهر پنهنجي پٽ کي ڪجهه لشڪر ۽ هاٿي ساڻ ڏيئي موڪليو. راجڪمار هاٿيءَ تي ويهي عرب لشڪر جي سامهون اچي جنگ جوٽي. گهڻي لڙائيءَ ڪانپوءِ، جنهن ۾ سنڌي ڪُٺا(قتل ٿيا) ۽ ڀڳا. راجڪمار کي هٿيارن وارن وغيره سوڌو چوڌاري گهيرو ڪري ورتائون. عربن جي لشڪر راجڪمار تي حملو ڪري سندس لشڪر جي گهڻي پاڙي کي ماري وڌو، تڏهن پيلبانَ (مهاوت) هاٿيءَ کي ٿڪو ڪري حملو ڪيو (جنهن ڪري) عرب پيادا ۽ سوار، ڀڄي پکڙجي ويا ۽ راجڪمار سلامت اُتان نڪري ويو ۽ کو به جاني نقصان ڪونه ٿيو.“ ۽ چچنامي موجب ٿي راجا ڏاهرَ، پنهنجي پٽ جي سلامتيءَ سان موٽي اچڻ تي، ايشور جو شڪرانو مڃيو (چچنامو صفحہ ٢٣٧). ان طرح پهرئين ڏينهن جي چڪري ايئَن پوري ٿي.

ٻئين ڏينهن جي جنگ جو ذڪر ڪندي چچنامي ۾ ذڪر آهي ته : ٻئين ڏينهن (محمد بن قاسم) اتان به منزل پٺي اچي ٻن ڪُون پنڌ تي لٿو. حڄجبن عربن جو لشڪر ويجهو اچي لٿو، تڏهن راجا ڏرشيڻ (ڏاهر) پنهنجي سردارن مان هڪ ٺاڪر کي گهرايو ۽ چيائينس ته ٽوکي عربن جي سامهون وڃڻ گهرجي. حڪم جي اِشاري جي دير هئي، هوُ سؤرهيہ ٺاڪُر لشڪر وٺي ٻاهر

| | | |
|---|---|---|
| نالو | . | گنگارام سمراٽ |
| جنم، تاريخ | : | ١٩١٨ |
| ڇپايل ڪتاب | : | آريہ ورت، ڀارت ورش، سمراٽ چندر گپت، سنڌو سؤوير. |
| انعام | : | |
| پيشو | : | اِتهاسڪار ۽ پترڪار |
| پتو | . | Sahajpur Bogha, AHMEDABAD - 382345 |

ڪيائين، تڏهن تو شاعر مومل کي خوشخبري
سڻائي :

”راڻو ريباري، تو ڏانهن مڪو تڪڙو.
لڏوڻيا لطيف چي، ماڻجہ موچارو.
صبحہ سوارو، ڪاڪ گهڙندو ڪرهو.“

شاه سُر مومل ۾ چوي ٿو تہ :

”ڪهڙي پڇين ذات ؟ جي آئيا سي اگهيا.“

مالڪ وٽ ملڪيت جي زوربازي نہ ڪندي، نڪي وري حسن ۽ چترائي قبول پوندا. مومل پنهنجي ڀيڻ سومل کي جو مرداڻا ڪپڙا پهرائي پاڻ سان گڏ سمهاريو هو، ۽ ميندري جڏهن ڏٺو تہ مومل ڪنهن مرد سان سُمهي پيئي آهي تہ هو پنهنجو لڪڻ نشاني طور رکي هليو ويو هو. ڪن لوڪ ڪهاڻين ۾ ڄاڻايل آهي تہ مومل جي چوڻ تي سومل اِهي مرداڻا ڪپڙا ڪونہ پاتا هئا، بلڪ پنهنجي مرضيءَ سان مرداڻو ويس ڪري مومل سان سمهي پيئي هئي ۽ هن ڄاڻي واڻي ڪيو هو، جيئن ميندرو اچي ۽ غلط فهمي ۾ اچي مومل کي ڇڏي ڏئي.

منهنجي چوڻ جو مطلب اهو آهي تہ مومل راڻي بابت لوڪ ڪهاڻيءَ ۾ جدا جدا روايتون آهن. پر شاه صاحب جنهن نموني مومل کي پيش ڪيو آهي، اهو ٻئي نموني آهي.

مومل محلن ۾ رهندڙ آهي. پر سڪ ۾ سڪايل آهي. مومل جي دانهن جو بيان جيڪو شاه ڪري ٿو، تنهن مان پڌرو آهي تہ هوءَ ڪاڪ محل اندر رهي راڻي جي راه نهاري چوي ٿي :

۱. ڏيا تيل ٿليل جا، ٻاريم تائين ٻانگ.
۲. وٽ سوريندي وَلها ڏٺو تيل ٻري
موٽ مسافر سپرين، چانگي تي چڙهي
راڻي لاءِ رڙي، ويئي وهامي راتڙي.

شاه صاحب سنڌ ۾ پرچلت لوڪ ڪهاڻيون ٻڌيون ۽ اُهي آستان بہ ڏٺا، جتي جون اُهي ڪهاڻيون هيون. جيئن ڪِ ٿر جو مليرُ ۽ اتي عمر ماروي جي آکاڻي ٻڌي.

ڪاڪ ٻديءَ تي ٻڌل شهر ۽ لوڊاڻا ۽ اتي مومل جو ڪاڪ محل، جنهن کي اڄ مومل جي ماڙي سڏيو ويندو آهي. قلات ڪيچہ مڪران جتي سسئي پنهون جي ڪهاڻي ٻڌي. ڪينجهر ڍنڍ جي نوري جام تماچي . اَهڙيءَ طرح ليلا چنيسر، سورٺ راءِ ڏياچ وارا آستان، شهر ۽ ڳوٺ ڏٺا ۽ اُتي لوڪ ڪهاڻيون ٻڌيون.

هن پنهنجي پيغام لاءِ انهن ڪهاڻين جو آڌار ورتو. جيڪڏهن شاه صاحب سڌو سنئون اُپديش ڏئي ها تہ اهو شايد اهڙو اثردار نہ رهي ها، جيترو ڪهاڻين جا پاتر کڻي اُنهن دواران ديش جون بہ حقيقتون ڏنيون تہ انهن پاترن وسيلي پنهنجو پيغام بہ ڏنو. جڏهن هن انهن پاترن کي علامتي طور ڪتب آندو هجي.

مومل تہ شاه صاحب جي هڪ نائڪا، سورمي آهي. ٻيون بہ تہ آهن. هر ڪنهن جو پس منظر پنهنجو پنهنجو آهي.

❖❖❖❖

لاءِ ڪافی ڪوششون ڪيائين، پر راڻي جي دل ۾ هڪ دفعو وهم ويهجي ويو تہ اُهو نہ لٿو. آخر مؤمل نااُميديءَ وچان خياتيءَ مان بيزار ٿي پئي، تنهن ڪري ڪاڪِين جو وڏو مچ تبار ڪرائي جيئري ئي سَتي ٿيڻ لاءِ پاڻَ کي اُن ۾ اُڇلايائين.

جيئن ئي راڻي کي اِها خبر پيئي تہ هو ڙزندو روئندو مومل جي مَچَ وَٽِ پهتو، پر گهڻي دير ٿی چُڪي هئي. اِنَ ڪري پاڻ بہ ان مَچ ۾ ٽپي پيو. اهڙيءَ طرح مومل ۽ راڻي جي مٽي ملي هميشہ لاءِ هڪ ٿي ويئي.

مون مٿي ڄاڻايو آهي تہ مومل راڻي جي آکاڻي سنڌ جي پرسڌ لوڪ ڪهاڻي آهي ۽ لوڪ ڪهاڻيءَ جا پاتر عام لوڪن جا پيارا ڪردار هوندا آهن. اهی انهن جی گڻن، صفتن کي پنهنجي پيار، پسنديءَ موجب وڌائيندا گهٽائيندا بہ آهن.

لوڪ ڪهاڻي اصل ۾ لکيل روپ ۾ ڪانہ هئي. پر پشت بہ پشت، زبان بہ زبان قائم رهندي آئي. اِن ڪري لوڪ ڪهاڻين جون ڪي ڳالهيون ڪن هنڌن تي جدا جدا روپن ۾ بہ هونديون آهن.

پروفيسر چيتن مازيوالا، شر مومل راڻو ۾ هيءَ آکاڻي ڏيندي مومل جي پڇاڙي بابت هيٺين ٿو لکي:

”نيٺ ڪاڪ جا وڻ چڙي، مومل اڃي راڻي جي ويجهو رهي. تہ بہ ڪيس ريبي نہ سگهي ۽ آخر پاڻ مات ڪري، مس مشاهدو ماڻڻ ۾ ڪامياب ٿي....“

سوال آهي تہ مومل ڪيئن پاڻ کي ماري مات ڪيو؟ اهو پڌايل نہ آهي.

شاهہ صاحب هِن آکاڻيءَ دوارا نصيحت ٿو ڏئي تہ - هن دنيا ۾ بہ جادوئي نظارا آهن. جي ڪو انهن نظارن کي سچ سمجهي انهن ۾ ڦلجي ٿو وڃي، سو مومل کي حاصل ڪري نہ سگهندو يعني ايشور کي پائي نہ سگهندو. مطلب تہ منزل تي پهچي نہ سگهندو.

شاهہ صاحب پنهنجي ڪلام ۾ اِهي آکاڻيون ڪو آکاڻين پڌائڻ جي مراد سان ڪونہ ڪنيون آهن. بلڪ انهن دوارا، انهن جي پاترن دوارا پنهنجو سنيهو ڏيڻ چاهيو آهي. اِن ڪري سندس ڪلام ۾ بہ اِهي آکاڻيون مڪمل ڪونہ آهن ۽ نہ وري سربستی طور پڌايل آهن پر وچ وچ مان بيتن دوارا انهن جو ذڪر ڪيل آهي.

شاهہ صاحب کان اڳ ۾ اِهي آکاڻيون ڳاهن دوارا پڌايون وينديون هيون. ڳاهہ لوڪگيتن جو هڪُ قسم آهن. ڳاهن کي سلسلبوار ٺاهي، آکاڻيءَ کي ٺاهيو ويو جيڪا پوءِ ڊاڪٽر گربخشاڻی تاريخي طور جنب چاڻ ڪري پيش ڪئي آهي.

شاهہ صاحب مومل جو ذڪر ڪندي سندس سبرت نگاريءَ مان ڏيکاري ٿو تہ سچي سالڪ کي ايشور ڪانسواءِ ٻي ڪنهن بہ محبت مان مزو اچڻ نہ گهرجي. مومل حڙتو راڻو ٺاهي، دل پرچائي تہ دک پسڻا پيس، پر جڏهن لنڊايائين ۽ پنهنجيءَ خطا بخشائڻ لاءِ راڻی کي آزيون نيزاريون

هليا. پر اٽڪل ڪري ناٽر وات تي ڪانٽُن
ڳُم تي ويئي جنهن ڪري هوُ مُنجهي
پيا ۽ پويان پير ڪري پُٺِتي موٽيا.
چوٿين رات ناٽر راڻيءَ کي ساڻُ ڪري اَچِتي
هلي. راڻي يارن کان حال احوال ورتو هو
تنهن ڪري هن ناٽر تي اَک رکي، وات
تي جيئن ئي ناٽر اَٽڪل ڪري پڇڻ لڳي
تہ راڻي ڪٿي چوٽيءَ کان ورتُس، نيٺ راڻو
مومل جي ڪمري ۾ پهتو. اُتي
هِڪَ جهڙيون سَتَ ڪتون ڏسي هُن سمجهيو
تہ اِن ۾ بہ ڪو راز آهي جو هڪ جَهڙيون
ڪتون پيَلَ آهن. سو لڪُڻ سان جيئن هڪ
ڪٽ تي زور ڏنائين تہ هنڌ وچي هيٺِ
ڪريو، آهڙيءَ طرح سيني ڪتُن
کي آزمائيندو سچي ڪٽ تي اَچِي ويٺو.
ناٽر پوءِ کيس هڪ ٻئي ڪمري ۾
وني آئي جتي ڪيتريون سُهڻيون
ڇوڪريون، هڪ جيڏيون، هڪ جهڙيون،
هڪ جهڙن ڪپڙن ۾ ۽ هڪ جهڙا
هار هٿن ۾ ڪنيو بيٺيون هيون. ناٽر
راڻي کي چيو تہ هِنن ڇوڪرين ۾ مومل
بہ آهي. پر هِنن ڇوڪرين مان جنهن
جي تو ٻانهن پڪڙي تُنهنجي شادي اُن
سان ٿيندي.

راڻو مُنجهي پيو تہ مومل ڪهڙي
آهي. اينتري ۾ هِڪُ ڀونئر هڪ ڇوڪريءَ
جي وارن مٿان ڦِرڻ لڳو، جنهن مان
راڻي سمجهيو تہ اُها خوشبودار وارن واري
ڇوڪري ئي مومل ٿي سگهي ٿي. راڻي
اَچِتي وڌي وڃي اُن ڇوڪريءَ جو هٿُ
پڪڙيو ۽ مومل گلن جو هار ڪٽي راڻي
جي ڳچيءَ ۾ وڌو. خوشيون ٿي ويون ۽
ٻنهي جي شادي ٿي ويئي.

راڻي جا دوست پنهنجي هارَ ۽ راڻي
جي سوڀَ تي سڙي ويا ۽ ڪاوڙ ۾
اَچي روانا ٿيا. راڻو اُتي مومل سان ماڙيءَ
تي رهي پيو. ٿورن ڏينهن کان پوءِ همير
سومري کو بهانو ڪري راڻي ميندري
کي پاڻ وٽ گهرائي ورتو ۽ راڻي کي
آهڙو ڪمُ ڏنائين جيئن هوُ مومل سان
مِلي نہ سگهي. مگر راڻي کي ڪِتِي تي
مانِ اَچي. سو هوُ لِڪَ-چوريءَ ڪاڪَ
ڏانهن هليو ويندو هو ۽ مومل سان مِلي
جلد واپس هليو ايندو هو.

راڻي جي جُدائيءَ ۾ مومل اُداس
رهندي هئي. هر رات راڻي جي راهہ نِهاريندي
هئي. شاهہ صاحب اِنجو ذڪر هِنَ ريت ڪيو
آهي :-

شمع ٻاريندي شب، پرهہ ٻاکون ڪڍيون
موٽ مران تي ميندرا، راڻا ڪارڻ رَبَ،
تنهنجي تات طلبَ، وينون ويئي آهيان.

مومل راڻي جي جُدائيءَ ۾ ڪڏهن
ڪڏهن پنهنجي وڏي ڀيڻ سومل کي
راڻي جو لِباس پهرائي گڏ سُمهاري
ڇڏيندي هئي. هڪ رات راڻو جيئن
ماڙيءَ تي اَچي پهتو، تہ ٻئي ڀينرون
گڏ سمهيون پيون هيون. اونده ۾
راڻو سومل کي سُڃاڻي نہ سگهيو ۽
کيس مرد سمجهي، ڪاوڙ ۾ اَچِي، پنهنجو
لڪُڻ مومل جي پَرِ ۾ رکي واپس عمرڪوٽ
هليو ويو.

صبوح جو مومل پنهنجي پَرِ ۾ راڻي
جو لڪُڻ ڏسي سمجهي ويئي تہ راڻو ڪاوڙ
۾ هليو ويو آهي. پوءِ تہ راڻي کي ريجهائڻ

چڊيائين، حن جي ڏيڍاريندڙ رڙين ڪان وڏا
وڏا سورهيہ بہ ڏڪي ويندا هئا. ماڙيءَ
جي چئن ڪنڊن تي شينهن ٻيهاري
چڊيائين. جيڪي هر وقت گجگوڙ پيا ڪندا
هئا. باغ ڪان پوءِ جادوءَ جو هڪ تلاءُ
پڻ جوڙايائين جنهن جي ڏسڻ سان پڻ خوف
پيو ٿيندو هو. ماڙيءَ جي هڪ ڪمري
۾ ست ڳاڙهيون ڪنون ريشمي هنڌن سان
رکائي چڊيائين، ڇهہ ڪنون ڪچي سٽ سان
واڳيل هيون ۽ انهن جي هيٺان اونها
کوه کوٽيل هئا. جيڪڏهن ڪو بہ ماڻهو انهن
مان ڪنهن بہ هڪ کٽ تي وهي تہ کوه ۾
وڃي ڪري.

جڏهن ڪاڪ ندي جي ڪناري
تي اهو جادوءَ جو کيل تيار ٿيو تڏهن
سومل مُلڪن ۾ اهو پڙهو گهمايو تہ جيڪو
شهزادو باغ مان لنگهي سلامت مومل
وٽ پهچندو تنهن جي شادي مومل
سان ٿيندي، ٻيءَ حالت ۾ ڪيس پنهنجي
مال ۽ سامان تان هٿ کڻڻو پوندو. مومل
جي سونهن مُلڪان ملڪ مشهور هئي، ان
ڪري ڪيترا ئي بادشاهہ ۽ شهزادا ڌن
دولت ساڻ کڻي مومل کي حاصل ڪرڻ
لاءِ لڊاڻي جي شهر ۾، جتي مومل جي ماڙي
هئي، اُتي ايندا هئا.

اُن وقت عمر ڪوٽ جو بادشاهہ همير
سومرو هو. همير جا ٽي وزير هئا، راڻو
منڌروسودو، ڏنئرو ڀٽي ۽ شينهڙو تماچاڻي.
جي سڀ بهادر ۽ عقلمند هئا، پر راڻو سڀ
کنهن ڳالهہ ۾ ٻين کان وڌيڪ هو. سندس
ڀيڻ وري همير جي زال هئي.

هڪ ڀيري مومل جي واڪاڻ ٻڌي چارئي
سنيري اوڏانهن هليا. اُتي قلعي ٻاهران
ڏٺائون تہ هڪ سائي زار زار پيو روئي.
ان کان حال احوال وٺڻ تي معلوم ٿين تہ
اهو بہ ڪنهن ملڪ جو شهزادو هو پر مومل
جي سونهن تي موهت ٿي هُن کي حاصل
ڪرڻ لاءِ آيو هو پر پوءِ پنهنجو مال اسباب
ڦرائي ائين اچ اِن حالت ۾ هو.

سائيءَ جون ڳالهيون ٻڌي هنن چئن
يارن بہ فيصلو ڪيو تہ جو ڀيرين
مومل کي حاصل ڪرڻ ۾ پنهنجو بخت
آزمائيندا. راڻي قلعي ٻاهران پيل پير
تي اُجڙو ڏونڪو هنيو جو ڪاڪ جا ڪِنارا
۽ لڊاڻ جو شهر گونججي ويو. اجا
گهوڙا ٻڌي ٻيٺا ئي مس تہ سيڪاريل
نوڪرياڻي "ناتر" اچي نڪتي. پڇيائين
کين سمجهايائين تہ مومل جي پچر
چڊي ڏين، پر چئني يارن هڪ آواز
تي چيس تہ "ڪاڪ آيا آهيون نہ مومل
حاصل ڪنداسين." پوءِ ناتر کين منجهيل
سٽ سلجهائڻ لاءِ ڏنو. راڻي اُن سُٽ
کي ڪاتيءَ سان ڪٽي اُن مان گل ٺاهي
کٽي گهوڙي کي پاتو، باقي ٻين ويلي
سٽ سلجهايو.

ٿوري دير کان پوءِ ناتر ڪاٺو ڪٽائي
اچي سندن آڏو رکايو. ٽي جٺا تہ ٽڪڙا
ٿي ڪاٺي ڏانهن وڌيا پر راڻي آيل ڪاٺي
مان ٿورو ذرو کڻي ڪتي کي ڏنو، جڪو
کائڻ سان مري ويو.

ناتر پوءِ بہ اٽڪلون ڪيون. پر سندس
هڪ بہ اٽڪل نہ هلي. آخر کين چيائين
تہ جي مؤمل سان مِلڻو آتوَ تہ مون سان
هڪُ هِڪُ ٿي هلو. ۽ جو ناتر سان گڏ

هليا. پر اٽڪل ڪري ناتر وات تي ڪانڌُن
ڳُم تي ويئي جنهن ڪري هوُ مُنجهي
پيا ۽ پويان پير ڪري پُٺِتي موٽيا.
چوٿين رات ناتر راڻيءَ کي ساڻُ ڪري اَڳتي
هلي. راڻي يارن کان حال احوال ورتو هو
تنهن ڪري هن ناتر تي اَکِ رکي، وات
تي جيئن ئي ناتر اَٽڪل ڪري پڇڻ لڳي
تہ راڻي ڪٿي چوٿيءَ کان ورتُسِ، نيٺ راڻو
مومل جي ڪمري ۾ پهتو. اُتي
هِڪَ جهڙيون سَتَ ڪتون ڏسي هُن سمجهيو
تہ اِن ۾ بہ ڪو راز آهي جو هڪ جَهڙيون
ڪتون پِيَلَ آهن. سو لڪُڻ سان جيئن هڪ
ڪت تي زور ڏنائين تہ هنڌ وڃي هيٺِ
ڪريو، آهڙيءَ طرح سيني ڪتُن
کي آزمائيندو سچي ڪت تي اَچي ويٺو.
ناتر پوءِ ڪيس هڪ ٻئي ڪمري ۾
وٺي آئي جتي ڪيترئيون سُهڻيون
ڇوڪريون، هڪ جيڏيون، هڪ جهڙيون،
هڪ جهڙن ڪپڙن ۾ ۽ هڪ جهڙا
هار هٿن ۾ کنيو بيٺيون هيون. ناتر
راڻي کي چيو تہ هِنن ڇوڪرين ۾ مومل
بہ آهي. پر هِنن ڇوڪرين مان جنهن
جي تو ٻانهن پڪڙي تُنهنجي شادي اُن
سان ٿيندي.

راڻو مُنجهي پيو تہ مومل ڪهڙي
آهي. ايتري ۾ هِڪُ ڀونئر هڪ ڇوڪريءَ
جي وارن مَٿان ڦِرڻ لڳو، جنهن مان
راڻي سمجهيو تہ اُها خوشبودار وارن واري
ڇوڪري ئي مومل ٿي سگهي ٿي. راڻي
اَڳتي وڌي وڃي اُن ڇوڪريءَ جو هٿُ
پڪڙيو ۽ مومل ڳلن جو هار ڪڍي راڻي
جي ڳچيءَ ۾ وڌو. خوشيون ٿي ويون ۽
ٻنهي جي شادي ٿي ويئي.

راڻي جا دوست پنهنجي هارَ ۽ راڻي
جي سوڀَ تي سڙي ويا ۽ ڪاوڙ ۾
اَچي روانا ٿيا. راڻو اُتي مومل سان ماڙيءَ
تي رهي پيو. ٿورن ڏينهن کان پوءِ همير
سومري کي بهانو ڪري راڻي مينڌري
کي پاڻ وٽ گهرائي ورتو ۽ راڻي کي
آهڙو ڪمُ ڏنائين جيئن هوُ مومل سان
مِلي نہ سگهي. مگر راڻي کي ڪِٿي ٿي
مانِ اَچي. سو هوُ لِڪَ-چوريءَ ڪاڪَ
ڏانهن هليو ويندو هو ۽ مومل سان مِلي
جلد واپس هليو ايندو هو.

راڻي جي جُدائيءَ ۾ مومل اُداس
رهندي هئي. هر رات راڻي جي راهہ نِهاريندي
هئي. شاہ صاحب اِنجو ذڪر هِنَ ريت ڪيو
آهي :-

شمع ٻاريندي شب، پرهہ ٻاڪون ڪيڏيون
موٽ مران تي مينڌرا، راڻا ڪارڻ رَبَ،
تنهنجي تات طلبَ، وينون ويني آهيان.

مومل راڻي جي جُدائيءَ ۾ ڪڏهن
ڪڏهن پنهنجي وڏي ڀيڻ سومل کي
راڻي جو لِباس پهرائي گڏ سُمهاري
ڇڏيندي هئي. هڪ رات راڻو جيئن
ماڙيءَ تي اَچي پهتو، تہ ٻئي ڀينرون
گڏ سمهيون پيون هيون. اوندهہ ۾
راڻو سومل کي سُڃاڻي نہ سگهيو ۽
ڪيس مرد سمجهي، ڪاوڙ ۾ اَچي، پنهنجو
لڪُڻ مومل جي پَرِ ۾ رکي واپس عمرڪوٽ
هليو ويو.

صبوح جو مومل پنهنجي پَرِ ۾ راڻي
جو لڪُڻ ڏسي سمجهي ويئي تہ راڻو ڪاوڙ
۾ هليو ويو آهي. پوءِ تہ راڻي کي ريجهائڻ

ڇڏيائين. ڇن جي ديڇاريندڙ رڙين کان وڏا
ڏا سورڇبہ بہ ڏکي ويندا هئا. ماڙيءَ
ي ڇڻن ڪندڻ تي شينهن بيحاري
ڏيائين. جيڪي هر وقت گجگوڙ پيا ڪندا
ئا. باغ کان پوءِ جادوءَ جو هڪ تلاءُ
ڻ جوڙايائين جنهن جي ڏسڻ سان پڻ خوف
و ٿيندو هو. ماڙيءَ جي هڪ ڪمري
سب ڳاڙهون ڪٽون ريشمي هنڌن سان
ائي ڇڏيائين، ڇهہ ڪٽون ڪچي سٽ سان
ڳمل هون ۽ انهن جي هيٺان اونها
وه کوٽيل هئا. جيڪڏهن ڪو بہ ماڻهو انهن
ن ڪنهن بہ هڪ کٽ تي وهي تہ کوہ ۾
جي ڪري.

ڇڏهيس ڪاڪ نديءَ جي ڪناري
ي اِهو جادوءَ جو ڪيل تيار ٿيو تڏهن
سومل مُلڪن ۾ اهو پڙهو گهمايو تہ جيڪو
هزادو باغ مان لنگهي سلامت مومل
ت پهچندو تنهن جي شادي مومل
ان ٿيندي، بيءَ حالت ۾ ڪيس پنهنجي
ال ۽ سامان تان هٿ کڻڻو پوندو. مومل
ي سونهن مُلڪان ملڪ مشهور هئي، ان
ڪري ڪيترا ئي بادشاھ ۽ شهزادا ڌن
ولت ساڻ کڻي مومل کي حاصل ڪرڻ
و لڏائي جي شهر ۾، جتي مومل جي ماڙي
ئي، اُتي ايندا هئا.

اُن وقت عمر ڪوٽ جو بادشاهہ همير
ومرو هو. همير جا ٽي وزير هئا، راڻو
سنڌرو سوڍو، ڏنئرو ڀٽي ۽ شينهڙو تماچاڻي.
ي سڀ بهادر ۽ عقلمند هئا، پر راڻو سڀ
ڪنهن ڳالهہ ۾ ٻين کان وڌيڪ هو. سندس
ڀڻ وري همير جي رال هئي.

هڪ ڀيري مومل جي واکاڻ ٻڌي چارئي
سنيري اوڏانهن هليا. اُتي قلعي ٻاهران
ڏٺائون تہ هڪ سائي زار زار پيو روئي.
ان کان حال احوال وٺڻ تي معلوم ٿين تہ
اهو بہ ڪنهن ملڪ جو شهزادو هو پر مومل
جي سونهن تي موهت ٿي ڪن کي حاصل
ڪرڻ لاءِ آيو هو پر پوءِ پنهنجو مال اسباب
ٺڳرائي ائين اڄ اِن حالت ۾ هو.

سائيءَ جون ڳالهيون ٻڌي هنن چئن
يارن بہ فيصلو ڪيو تہ هو پهرين
مومل کي حاصل ڪرڻ ۾ پنهنجو بخت
آزمائيندا. راڻي قلعي ٻاهران پهل پير
تي اُجڙو ڏونڪو هنيو جو ڪاڪ جا ڪنارا
۽ لداڻ جو شهر گونججي ويو. اتا
گهوڙا ٻڌي بيلا ئي مس تہ سيڪاريل
نوڪرياڻي ”ناتر“ اچي نڪتي. پهريائين
ڪين سمجهايائين تہ مومل جي ڀچر
ڇڏي ڏين، پر چئني يارن هڪ آواز
ٿي چيس تہ، ”ڪاڪ آيا آهيون تہ مومل
حاصل ڪنداسين.“ پوءِ ناتر کين منجهيل
سٽ سلجهائڻ لاءِ ڏنو. راڻي اُن سٽ
کي ڪاتيءَ سان ڪٽي اُن مان گل ڳاهي
ڪٽي گهوڙي کي پاتو، باقي ٻين وڃي
سٽ سلجهايو.

ٿوري دير کان پوءِ ناتر ڪاڏو ڪٽائي
آچي سندن آڏو رکايو. ٽي جڻا تہ نڪرا
تي ڪاڏي ڏانهن وڌيا پر راڻي آيل ڪاڏي
مان ٿورو ذرو کڻي ڪتي کي ڏنو، جيڪو
ڪائڻ سان مري ويو.

ناتر پوءِ بہ اڪيلون ڪيون. پر سندس
هڪ بہ اٽڪل نہ هلي. آخر کين چيائين
تہ جي مومل سان ملڻو آهي تہ مون سان
هيڪُ هيڪُ ٿي هلو. ۽ هو ناتر سان گڏ

ريت آهي:

راجا نند نالي گرجر ذات جو هڪ راجا سنڌ جي ماڻيلي واري پاڙي تي حڪومت ڪندو هو. راجا کي ٻن ڳالهين جو ڪافي شوق هو - هڪ دولت ڪٺي ڪرڻ ۽ ٻيو شڪار ڪرڻ. هڪڙي ڀيري راجا نند شڪار ڪندي پنهنجو گهوڙو هڪ سوئر جي پٺيان ڪٽي ڇڏيو جيڪو ڀڄندو وڃي درياه ۾ گهڙيو. عجب جي ڳالهه اِها جو جيئن سوئر وڃي درياه ۾ اڳتي وڌندو، تيئن درياه جو پاڻي سُڪندو وڃي کيس رستو ڏيندو. اڳيان سوئر پٺيان راجا. نيٺ ٻئي وڃي درياه جي ٻيءَ پَرِ پهتا. پويان درياه اڳي جيان وهندو رهيو.

راجا ڏاڍي ڪوشش سان نيٺ سوئر کي ماريو ۽ اِهو ڏسڻ لاءِ ته سوئر جي ڪهڙي عضوي جي ڪري درياه جو پاڻي سُڪندو ٿي ويو، هن سوئر جا ٽُڪر ٽُڪر ڪري پاڻيءَ ۾ وجهي اُنجي پَرکَ ڪندو ويو، نيٺِ کيس معلوم ٿيو ته سوئر جي ڏند ڪري درياه جو پاڻي سُڪندو ٿي ويو، يعنيٰ اها ڪرامت سوئر جي ڏند ۾ هئي.

راجا نند اُهو جادوءَ وارو ڏند ڪٺي پنهنجي راجڌانيءَ ۾ آيو ۽ اُنجي مدد سان پنهنجو سمورو خزانو ڪٺي درياهه ۾ پوريو ۽ اتي اهو سلامت سمجهو.

راجا نند کي ست ڌيئر هيون جن ۾ سومل سيني کان وڌيڪ سياڻي هئي ۽ مومل سيني کان سهڻي هئي. راجا نند جو سيني کان وڌيڪ مومل ۾ موهه هو. کيس ڏاڍو پائيندو هو. سو هن اهو جادوءَ وارو ڏند مومل کي سنڀالي رکڻ لاءِ ڏنو. پر کيس اها ڪونه ٻڌايائين ته اِن ڏند ۾ ڪهڙو راز رکيل آهي.

هڪڙي جادوگر کي پنهنجي جادوءَ رستي ڄاڻ پئي ته جادوءَ جو ڏند راجا نند وٽ آهي. هن اهو حاصل ڪرڻ لاءِ راجا جي محل ڀاهران سين هڻي ۽ ڪنهن نموني مومل کان اهو ڏند حاصل ڪيو، راجا نند ڪنهن ڏينهن پنهنجو خزانو ڏسڻ لاءِ جڏهن مومل کان اهو ڏند گهريو ته مومل کيس سچو احوال ڏنو ته هن کيئن اهو ڏند هڪ فقير کي ڏيئي ڇڏيو. فقير ته ان ڏند جي مدد سان راجا جو سمورو خزانو، جو درياه جي پيٽ ۾ پوريل هو، سو ڪٺي جيڏانهن جو هو اوڏانهن هليو ويو.

راجا نند پنهنجو خزانو ائين لٽجي وڃڻ جو ٻڌي ڏاڍو ڪاوڙيو ۽ هن مومل کي مارڻ لاءِ تلوار ڪنئي، تنهن تي سندس سياڻي ڌيءَ مومل کيس چيو ته بابا توکي ملڪيت کپي يا مومل جي جان؟ مان توهان کي ملڪيت واپس وٺي ڏيندس. تڏهن راجا جو غصو لٿو.

مومل ڪاڪ محل نديءَ تي هڪ ماڙي ٺهرائي، پنهنجي ڀينرن ۽ ساهيڙين سان اچي اُتي رهي. مومل کي جادوءَ جي ڄاڻ هئي هن هوشياري ڪري ماڙي جي چوڌاري جادوءَ جي زور تي گلن ڦلن جا باغ رکايا جنهن جي وچان هڪ سوڙهو رستو مومل جي ماڙيءَ ڏانهن ٿي ويو، رستي جي ٻنهي پاسن کان جادوءَ جا خوفناڪ جانور ٻيهاري

# شاه جي سورمي : مومل

## ڊاڪٽر نارائڻ پارتي

لوڪ ڪهاڻين ۾ تنهن وقت جي جنتا پنهنجي سورمن، پنهنجي دل پسند شخصن کي اياريو آهي. پوءِ اهو دودو هجي يا راءِ ڏياچ. اهڙيءَ طرح پيار ۾ سک، دک ۾ سک. وڇوڙي ۾ گڏجاڻي کي ڪٿي عام شخص پنهنجي دل پسند نائڪن کي پنهنجي ڍنگ سان پڻ پيش ڪيو آهي. تاريخي، سماجڪ، ڌرمي، سورمن، سورمين کي پنهنجي روزاني زندگيءَ جو هڪ حصو بڻايو آهي. ڪنهن زماني جي نائڪن، نائڪائن يعني سورمن ۽ سورمين کي ڪٿي عام انهن کي ڳاتو ۽ دهرايو. شاه لطيف ڀٽائي پنهنجي سفر ۾ جدا جدا هندن، شهرن جو سفر ڪندي اهي ڳالهيون ٻڌايون. هن صاحب انهن ڪٿائن، بيانن کي پنهنجي شعر دواران ظاهر ڪيو ۽ اهي ڪهاڻيون امر ٿي ويون. انهن ڪهاڻين ۾ آيل نائڪن ۽ نائڪائن کي شاه صاحب امر ڪري ڇڏيو. اهڙا نائڪ آهن، چنيسر، راڻومينڌرو، پنهون، راءِ ڏياچ، ميهار وغيره ۽ نائڪائون آهن، ليلا، مومل، سسئي، سورٺ، سهڻي، مارئي وغيره. شاه لطيف صاحب جڏهن اهي آکاڻيون ٻڌيون تڏهن هن پنهنجي ڪلام ۾ اهي ڪهاڻيون سڌيون سٽيون ۽ سلسليوار ڪونه ڏنيون، بلڪ انهن جي ڪن واقعن جو شعر ۾ ذڪر ڪيو آهي.

انهن ڪهاڻين کي پهريون دفعو ڊاڪٽر هوتچند گربخشاڻيءَ کوج ڪري انهن ڪهاڻين کي مڪمل طور ۽ سلسليوار نموني پيش ڪيو. سنه ۱۹۲۳ ۾ جڏهن ڊاڪٽر گربخشاڻي جي سوڌيل سنواريل شاه جو رسالو ڀاڱو پهريون ظاهر ٿيو ته اُن ۾ جدا جدا سرن جي اڳيان انهن جي سمجهاڻي ڏيندي ڊاڪٽر صاحب سُر سهڻي ۾ سهڻي ميهار جي آکاڻي تاريخي پس منظر سان ڏني. اهڙيءَ طرح سُر مومل ۾ مومل جي آکاڻي، سُر سسئي ۾ سسئي پنهون جي آکاڻي، سُر مارئيءَ ۾ عمر مارئيءَ جي آکاڻي ڏني آهي. اڳتي هلي انهن ستن ڪهاڻين جو مجموعو "روح رهاڻ" جي نالي سان ظاهر ڪيو.

اڳتي هلي پروفيسر رام پنجواڻي انهن ستن ڪهاڻين کي ناٽڪي روپ ڏيندي 'سنڌ جا ست ناٽڪ' نالي سان ڪتاب ظاهر ڪيو.

هت ذڪر آهي مومل جو، ڪهاڻي هن


نالو : ڊاڪٽر نارائڻ پرياڻي "پارتي"
ڄمڻ، تاريخ : ڪنبر، ضلع لاڙڪاڻو، سنڌ: ۱-۱۰-۱۹۳۲
ڇپايل ڪتاب: دوجهالو، سنڌي لوڪ ڪهاڻي، لوڪ گيت، سنڌڙي ٿي ڳائي، شرت بابو وغيره
انعام : ڪيترا ئي ساهتڪ انعام ۽ سنمان.
پيشو : چيف ايڊيٽر سنڌي ٽائيمس اخبار.
اتو : 56, Hiro Housing Society, opp. Old Telephone Exchange ULHASNAGAR-3

آهي. جتان کين سماج جي شيوا ڪرڻ
وارن سنستائن کي گهٽي مدد، پلاٽ
وغيره پڻ ملندا آهن. عجب اِهو آهي
ته پڙهيل ڳڙهيل زالن جون سنستائون پڻ
لنچ يا ٽي پارٽي رکي تين ٽُڪلي جو ڪم
ڪري گيهر ڪارائي ان ميڙ کي سڏين سوشل
ورڪ! ڪنهن يا ڪن زالن کي سوشل ورڪ
ڪرڻ جو شوق هوندو ته ساهڙين کي ساڻ
ڪري ڏات لڳل ۽ پڙت پريل اچي
اوچي ساڙهي پهري اِسپتال ۾ موسميون
وراهندي ۽ پوءِ فوٽو ڪڍائيندي، ته مان
سوشل ورڪر آهيان!

ٿوري ۾ ائين ڪٿي چئجي ته ورهاڱي
کان اڳ زال ۽ مرد جي جيون جيئڻ جي
طريقن ۾ تفاوت هو پر هاڻ جيڪي مرد
ڪري ٿو سو زال به ڪري ٿي. ورهاڱي کان
اڳُ حيدراباد جي هڪ جج پهرين زال
هوندي ٻي شادي بمبئيءَ ۾ اچي ڪئي ته
واپس موٽندي اِسٽيشن تي ڪيس ڪارا
جهنڊا ڏيکاريا ويا هئا. هتي ته زال ٻار
ڇڏي وڃي ٻئي مرد سان وڃي ٿي ويهي
تڏهين به هلي ٿي وڃي ۽ ڪير آڱر به
ڏانهس نه ٿو کڻي! مطلب ته سنڌي مرد ۽
سنڌي زال جي جيئڻ جي نموني ۾
گهٽو فرق ئي نه رهيو آهي! ٿي سگهي
ٿو ته ورهاڱي کان اڳ حيدراباد جي
پڙهيل طبقي سان ۽ ورهاڱي بعد بمبئيءَ
جي فضا ۾ مونکي ڪجهه ٻيءَ طرح
جون زالون ئي ڏسڻ ۾ آيون هجن پر
تڏهين به جيئڻ جي نموني ۾ فرق ۽ گهٽو
فرق ضرور آيو آهي!

ٻيو به هڪ فرق آهي. سنڌ ۾ حيدرآبادي
زالون ڪاليجي سکيا وٺنديون هيون ۽
گهٽي ڀاڱي بي. اي. پاس ڪنديون هيون.
هتي اچي اُهي ساڳيءَ طرح بي. ڪام يا
بي. ايس. سي. يا وڌ ۾ وڌ ايم. اي. سي.
يا ايم. اي ڪن ٿيون.

پر اُتي سنڌ ۾ فقط شڪارپور ۾ ڪاليج
هو ۽ اُتي ايڪڙ ٻيڪڙ تمام ڪي ٿوريون
ڇوڪريون ڪاليجي وديا وٺنديون هيون.
هتي اچي غير حيدرآبادي ڇوڪريون
حيدرآبادي ڇوڪرين کي تمام گهٽي گوءِ
ڏيئي ويئون آهن! مون وٽ اِسڪول ۾
ڏوڏيچا پينڙ پڙهنديون هيون. اَڄ اميريڪا
۾ هڪڙي ڊاڪٽرياڻي (ڪئنسر اسپيشلسٽ)
آهي، ٻي رسرچ ڊپارٽمينٽ ۾ ڊئريڪٽر
آهي، ٽين چارٽر اڪائونٽنٽ آهي، چوٿين
هتي آرچيٽيڪٽ آهي. ان طرح مسز اندُر
ڪيسواڻي پريس هلائيندي آهي، اِندرا
جئسنگهه سپريم ڪورٽ جي وڪيل آهي،
سرلا شجان آسٽريليا ۾ پروفيسر آهي.
گوسوامي برهمانند جي ڌيءُ چندرا جا هينئر
مسز شرما آهي، سنگيت يونيورسٽيءَ ۾ هيڊ
آف ڊپارٽمينٽ طور رهي چُڪي آهي. ان
طرح اُهي هر قسم جي ۽ هر ڪيتر ۾ اوچي
تعليم وٺي تمام وڏا عهدا ماڻي رهيون آهن!

❖❖❖❖❖❖❖❖

ڏين ٿيون. ٻشي آهوڇا ريڊيو ۽ ٽي. وي.
ني اچي ٿي، مسز شيلا وڄيه پاريون
ڪئسيٽس پرائين ٿيون، آنيلا سُندر نِرتيه
ناٽڪائون پيش ڪري ٿي، مسز مينو
پرڪاش ٽڏاٽي بزنيس ڪري ٿي، راني
ڪرنا سرڪاري ۽ سنٿائن پاران اوُچ
نِرتيڪار طور اِنعام حاصل ڪري ٿي.
(مان نمام ٿورا ناﻻ مثال طور ڏيان ٿي
ڇاڪاڻ تہ ياداشتون پيش ڪرڻ هِن لبکہ جو
مقصد ڪنهي.)

هِڪ ٻاسي ڪيترين زالون ترقيءَ
جي راهہ تي قدم وڌائي رهيون آهِن
تہ ٻئي پاسي ماڊرن بڻجڻ جي بهاني
ڪي زالون اُلٽي راهہ پڻ اپنائي رهيون
آهِن. اُنهن مان ڪي انهن وِندُر جا وسيلا
بہ سِنڌ کان فريل ڳولبا آهِن. هر هنڌ
زالن جون ٽولبون ڪِٽي ٽاهي پارٽيون ڪن
ٿيون. بمبئيءَ جي ڪولابا ۾ رهندڙ زالون
ڪلب ڪِٽي، هولبل ڪِٽي، نبرن ڪِٽي،
منڇهند ڪِٽي، ڊِنر ڪِٽي، ايوننگہ ڪِٽي
اچڙيءَ ريت گهڻين ڪِٽيز جون ميمبرس
ٿي گڏجي کِلن کائين ٿيون. ڪي ورِي
رمي کيلڻ جا پنهنجا پنهنجا گروپس
ناهيندڙون آهِن.

هِتي زالن شادي مُراديءَ ۾ زبردست
ڏيکاءُ ڪرڻ شروع ڪيو آهي. لکين رپيا
خرچي مېندي پارٽي ۽ سنگيت پارٽي وغيره
ڪري ڏيکَ وٺَ جي مرض ۾ وڌيڪ مُبتلا ٿي
ويئون آهِن!

فئشنيبل ڪپڙا لٽا پائڻ ۾ پڻ
سنايبلي لڳي پيئي آهي جنهن ڪري سِنڌ
ڀاري سادگيءَ کي سِنڌي زال تِلانجلي ڏيئي
ويئي آهي!

مهمان مڙو اچڻ يا گهرائڻ تي انيڪ
ڪِنراڳہ شروع ٿي ويا آهِن! ڏيکاءَ ۽
شاهوڪاريءَ جو نُماءُ ڪرڻ ۾ اُنهن
مان ڪي زالون هِڪ ٻئي سان شرط پچائي
رهيون آهِن. ڪنهن کي مانيءَ تي گهراءِ
تہ ٻہ ٽي ترڪ چيزون، ٻہ ٽي ڀاڄيون،
گوشت ڪباب واريون پڻ ٻہ ٽي ڊِشز،
سلاد جا ٻہ ٽي قسم، مِٺي چيز جا ٻہ
ٽي نمونا، ڪا بيڪ ٿيل ڊِش تہ ڪا
چائنيز ڪا ليبنز تہ ڪا اسپئنيش!
مهمان نوازي هنومان جي پُڇ وانگر
وڌنهي ٿي ويئي آهي! نہ رڳو گهڻيون
چيزون تيار ٿيون ڪيون وڃن پر ميز
۽ ٿالهين جي سينگار جي رواج ۾
جپاني چيني پيالا چمچا ڏيکارڻ جو پڻ
نُماءُ ٿِئي ٿو!

هِتي زالون گهرن ۾ ڪنراڳي لنچ
۽ ڊِنر ڪن پر هوٽلن ۾ پڻ لنچ ڊِنر
جا پروگرام ٿيون ڪن. مطلب تہ هِتي
هِند ۾ توڙي هِندستان کان ٻاهر وِلائتن
۾ ڪي سِنڌي هِندو زالون پنهنجو وقت
فضول ڳالهين ۾ ئي ٿيون وڃائين.
آسودگيءَ ڪري اَج سِنڌي زال عيش آرام
۽ فرحت واري زندگي گذاريندي، ڪِٽي
پارٽين ۽ رمي رمڻ ۾ ئي پنهنجو وقت
وِڃائي ٿي.

ڪجهہ سال اڳہ مان حيدرآباد دکن
ويئي هُيس. اُتي ڏٺم تہ عهدا سنڀاليندڙن
توڙي واپارين جون زالون صحيح نموني
۾ پنهنجو وقت خرچ ڪنديون ڪن. هِندستان
۾ هر جاءِ ڪي پنهنجي راجيہ سرڪار

اُنهن خاص مُلڪن ۾ نه پر سنسار جي هر
مُلڪ ۾ وڃي هر چيز جو واپار ڪيو. پهرين
سنڌي صرف هيرن ۽ ڪپڙي جو ئي واپار
ڪندا هئا، پر هاڻ اُهي هر شيءِ جو واپار
ڪرڻ لڳا. پهرين صرف حيدرآباد جا
سنڌ ورڪي ئي واپار سانگي ٻاهر ويندا
هئا، پر هاڻ سنڌ جي هر شهر ۽ هر ڪُنڊ
جا ماڻهو ولائتن ۾ وڃي واپار ڪرڻ
لڳا. نتيجي طور واپارين جون زالون سون
۽ هيرن ۾ پاڻ تورڻ لڳيون! واپارين
جون ڌيئون گهر ۾ ٺهيل بار ۾ ويهي
ڪاڪٽيل ناهڻ لڳيون ۽ هال ۾ مرد
سان گڏ ويهي ڊنر کائڻ لڳيون. سنڌ ۾ مرد
محفل ڪندا هئا ته گهر سان گڏ ٺهيل
اوطاقن ۾ ويهندا هئا. زالون اِنهن محفلن
۾ شامل ڪين ٿينديون هيون.

سنڌ ۾ مُشاعرا ٿيندا هئا ته اُنهن ۾
صرف مرد شامل ٿيندا هئا، جي غزل چوندا
يا ٻُڌندا هئا. زالن کي غزل، رچڻ- ڳائڻ يا
ٻُڌڻ جي موڪل نه ملندي هئي. هتي
هندُستان ۾ رڪمڻي ڇتاڻي غزل رچيندي
آهي ۽ سُلا اُچا غزل جوڙي غزلن جا مجموعا
ڇپائيندي آهي ۽ ڪملا جهانگياڻي غزل
ڳائيندي پڻ آهي.

سنڌ ۾ هڪ ٻه ليکڪائون مس هيون
ڳُلي ڪرپالاڻيءَ جهڙيون پر هند ۾ گهڻيئي
ليکڪائون ۽ شاعرائون آهن!

سنڌ ۾ زال کي سنڌي کاڌو ئي رڌڻ
ايندو هو. هتي سنڌي زال جنهن مُلڪ ۾
رهي ٿي اُن مُلڪ جو کاڌو کائي به ڄاڻي ۽
رڌي به ڄاڻي ٿي. ڪيس اسپين جو پزا
ناهڻ به اچي ٿو ته چائنيز سوويٽ ۽ ساور

ناهڻ به اچي ٿوا هوءَ نانخطائي به ناه
ٿي، نان ڪيڪ ۽ بسڪيٽ به پچائ
ڄاڻندي آهي، ۽ چاڪليٽ به ناهي ڄاڻ
ٿي.

سنڌي واپاري لوڪومل اِسپتال لاءِ ڪرو
دان ڪندو ته سندس زال جسي ٻائي
پنهنجو نالو ۽ ٻت اُڪرائي سگهي ٿي ۽ پو
جسلوڪ اسپتال ٺهي وڃي ٿي. اِندِ
ڌوداساڻي گُذر ڪري ويو ته سندس
زال لڇميءَ پنهنجي پتيءَ جي برپ
ڪيل دان ڏيڻ واري ريت قائم رکي
اِن لئڪس نالي سان آديپور، بمبئي ۽
پوني ۾ اِسپتالون ٺهرايون. اِنِ اِندر جي
نالي پليان ۽ لئڪس لڪشميءَ نالي جو
ئي نمونو آهي. ساڳئي وقت لڪشميءَ
پنهنجي پٽ سميت گهوٽ وارو واپار وڌائي
سؤڻو ڪري ڇڏيو آهي!

هندُستان ۾ اچي سنڌي ڇوڪريون ۽
زالون گهڻي ڀاڱي آفيسن ۾ وڃي رواجي يا
اوچي پد واريون نوڪريون ڪن. ڪي آهن
جي پئجاما ڪُڙتا سُبارائي وِڪڻن ٿيون.
ڪي ٽرئولنگ ايجنسيون هلائين ٿيون،
منهنجون گهڻيئي شاگرديائيون اِنجنير
آهن، ڪي اميريڪا ۾ ڊاڪٽريائيون آهن،
ڪي ريسرچ ڊپارٽمينٽس ۾ آهن، ڪي
آسٽريليا ۾ پروفيسريائيون آهن. مطلب ته
ولايتن ۾ يا هتِ هندُستان ۾ سنڌي زال هر
ڪيتر ۾ ڪم ڪري ٿي.

ريتا شاهاڻي ۽ ڪملا گوڪلاڻي ساهتڪ
سيمينارن ۾ حصو وٺن ٿيون ۽ ساهت جي
هر ڪيتر ۾ اڳريون رهن ٿيون. ڀڳونتي
ناواڻي، ڪملا ڪيسواڻي سنگيت پروگرام

سنڌيل يا مِڪسڊ آچار مُربا ۽ مُند مُند ۾ پيا لهندا هئا. ننڍن ساوَن صوفن مان مُربو ٺاهڻ لاءِ هرهڪ جي گهر ۾ چانديءَ جي صوفٽي هوندي هئي، جنهن سان صوف جي ڪَريڻ وارو حصو ڪڍي ڇڏبو هوا گُلاب جا گُل گهٽا يڪرن ته گُلاب جو پاڻي گهر ۾ ڪرنلل جي مدد سان ڪڍبو ۽ جي موتيي جا گُل تين ته موتيي جو پاڻي. هِي چِيزون شربت ۾ وجهڻ لاءِ ڪم ايندِيون هيون. جونئن ۽ پار ٻچي کي کنگهه، ليسُ يا ٽپُ ٿِئي ته اُن لاءِ ڇوورقي عرق ۽ گهر ۾ ڪڍبو هو. پار لاءِ پنڙ ٺاهڻ يا اَکين لاءِ سُرمو پيهڻ جو ڪمُ بہ ٿيندو هو. اِن طرح گهر جون زالون پارهوٺي وُڏل رهنديون هيون. اَهڙن ڪمن وقت پاڙي اوڙي واريون مدد ڪنديون هيون. هِڪ گهر ۾ پاپڙ ٺِهن ته پاڙي جون سڀُ زالون پنهنجا چڪلا ويلڻ کڻيو اينديون هيون، بس ڪلاڪ ڏيڍ ۾ ۽ سير پاپڙ اِ ٺين ويلجي ويندا هئا!

ٽولريءَ تي ويهي زالون آڳٽ مڙهينديون هيون، گِدرن جا بِج چِلينديون هيون، چادرُن يا ٿوالن جي ڏاڻن جي جهالر لاهينديون هيون يا ڏيڻن جي شادين لاءِ آرِ سان لپائي ڪور يا قوني جا ڪور ۽ پرت پري چادرون ۽ وِهاڻي هون جتون تيار ڪنديون هيون.

سماجڪ طرح زال پنهنجي مُڙس جو نالو ڪين وٺندي هئي، ڪن سان هميشه لوهان ڪري ڳالهائيندي هئي ۽ ٻارن ۽ مڙس جي شيوا ڪرڻ پنهنجو ڪرم سمجهندي [illegible] پڻ پنهنجيءَ زال جو نالو نه [illegible]ي ماءُ سڏي ساڳس عزت

۽ پيار سان هلندو هو. ننڍي عمر ۾ هڪ ٻئي جو ساٿ نِڀائيندا هئا ۽ ڪهڙيءَ بہ حالت ۾ طلاق ڪين وٺندا هئا.

پر وِرهاڱي بعد زال جو اُٿڻ ويهڻ، رنگُ روپ، رهڻ ڪرڻ، سوچڻ ويچارڻ جو ڍنگُ صفا بدلجي ويو! وِرهاڱي بعد گهر جي گُذران لاءِ ڇوڪريون آفيسن ۾ وڃڻ لڳيون ۽ اوچ تعليم وٺڻ لڳيون. سنڌ ۾ ڇوڪري يا زال اَڪيلي ٻاهر ڪين نِڪرندي هئي. پر هندُستان ۾ ڇوڪريون زالون اَڪيلي ٿي سفر ڪري لوڪل ٽرين يا اِسڪوُٽر تي چڙهي آفيس وڃڻ لڳيون ۽ شام جو دير تائين گهر کان ٻاهر ڪم ڪرڻ لڳيون. اَڻ پڙهيل زالون گهرن ۾ ڪپڙا، پاپڙ، ڪچريون ۽ وريون ٺاهي، پري پري وَڃي وِڪڻڻ لڳيون. سنڌي مردن ڪارخانا ۽ فرمس کوليون ته زالون وڏا عهدا بہ ماڻڻ لڳيون.

سنڌ ۾ حيدرآباد جا سنڌ ورڪي هندُستان کان ٻاهر سينگاپور، هانگ ڪانگ، جپان ۽ جاوا ويندا هئا ۽ شڪارپور جا پائيبند پنهنجين هنڊين جي ڌنڌي لاءِ بغداد، بصري ۽ ايران ڏانهن اُسهندا هئا.

پنهنجين طبقن جا ڪٽنب پنهنجن پنهنجن شهرن ۾ ئي رهندا هئا. حيدرآبادي زالون اِطلس ۽ بخمل جا کپڙا پائي لڏنديون هيون ۽ شڪارپوري زالون مانهہ جون وڙيون گهوٽي سگهاريون رهنديون هيون. پر وِرهاڱي کان پوءِ هند سرڪار ٻاهران پئيسو آڇڻ ٿي نہ ڏِنو. انڪري سنڌ ورقي پنهنجا ڪا[illegible] ساڻ وٺي ويا.

پارپٽي ڳدواڻي ۽ گنگا ڳدواڻي شراب
جي دُڪانن ۽ وِلائتي ڪپڙي جي دُڪانن
تي پڪيٽِنگ ڪنديون هيون. اِن طرح
ڇوڪريون قومي جهنڊا وِڪڻنديون هيون
۽ سرگسِين ۾ نعرا هڻنديون ۽ هڙتائينديون
هيون ۽ رستن تي وِلائِتي ڪپڙا جلائينديون
هيون. ڪيترِيون زالون پنهنجا ڪيِر
پِياڪ ٻار هنج ۾ کڻي جيل ياترا به
ڪرڻ ويئون. جيٺي سِپاهيِملاڻي
راجنيتيءَ ۾ ڀِرو ونِي اسيمبليءَ جي
اِسپيِڪر به بڻي!

ڪراچِي، حيدراباد ۽ شِڪارپور
۾ ڪاليج کُليل هئا، اِن ڪري خاص
طرح حيدراباد ۽ ڪراچِيءَ جون ڇوڪِريون
نئين زماني سان وِڪ کڻي اڳتي وَڌِيون.
گُل جڳتياڻِيءَ ماسٽر هيروءَ کان ڊانس
سِکي ڪاليجي اِسٽيج تي
ڊِڪ گوسوامي برهمانند

جي پيٽ ۾ ڪراچِيءَ جون ڇوڪريون وڌيڪ
چُست قُرّت ۽ ائڊوانسِڊ هيون ۽ اُن کان پوءِ
حيدراباد جون ڇوڪريون. تڏهن به هوئن
رواجي طرح ڇوڪرين ۽ زالن جي زندگيِ
روزانو ساڳِي هوندي هئي ۽ سندن پوشاڪ،
وِندر ۽ سماجِڪ وهنوار مريادا اندر ئيِ
هوندو هو. شام جو ٻُڪ لڳڻ وقت داٻلي ۾
رکيل منجهند وارين مانين سان ٻاهِران ڳ
ڦرايل تيل جا پڪوڙا يا تيل جي انبڙيِ
کائِڻ جو رواج هو. مهمان مڙو آيو ته پلاءُ (
ويشڻو يا مڇِي يا پلي جو)، سنها ميٺيءَ جا
پڪوڙا يا پٽاٽي ٽِڪيون، ٽماٽي بصر ۽
بيِٽ جي سلائيسِز ۾ سُرڪو پيل سئِلڊ ۽
سائِي ڀاڄِي يا گوشت يا پٽاٽن پِيز يا
گوبِي سيئل ئيِ ناهِيا هئا. گهمڻ لاءِ وِڪٽورِيا
گاڏيءَ ۾ چڙهي ڳِدوبندر يا ساليانِي باغ
ئيِ وَڃبو هو. شادي مُراديءَ وقت مِٽن
ڀائِٽن وٽ ٽِڪي اُنهن کي ڪم ۾ هٿ وٺائِبو

# سنڌي زال سنڌ ۾ ۽ هند ۾

## پوپٽي هيراننداڻي

ھتي مان صرف سنڌي هندو زال جو ذڪر ئي ڪري سگهان ٿي. ورهاڱي کان اڳ مسلمان سنڌي زال ڇڙو ڇنتي پيل هئي. هوءَ تعليم کان محروم رهي پڙدي اندر ئي زندگي گذاريندي هئي. ورهاڱي بعد ڪن ڳهرن يا طبقن ۾ سنڌي مسلمان زال گهڻي ترقي ڪئي آهي. هاڻ سنڌ ۾ جڳ مشهور عابده پروين ڪلاسڪي اردو غزل ۽ سنڌي ڪلام ڳائي ٿي ۽ ادي زرينا بلوچ لوڪ گيت ڳائي ٿي (جنتوڪيڪ اسلام ۾ خدا جي ثنا کان سواءِ راڳ ڳائڻ کي ڪفر ڪري ڀيبو ويندو آهي). محترما محتاب راشدي انسٽيٽيوٽ آف سنڌيالاجي جي ڊائريڪٽر انچارج رهي چڪي آهي. سنڌ ۾ ئي هڪ عورت اردوءَ ۾ سنڌي جيون بي ناٽڪ لکي ٽي.وي. تي پيش ڪري ٿي. محتاب، محبوب ۽ ثميره زرين جهڙيون سنڌ جايون ڪهاڻيون ۽ سفرناما لکن ٿيون ۽ حميدا کهرو سياست ۾ ڀاڱو وٺي ٿي....

تڏهن به سنڌ ۾ رهندڙ سنڌي زائفائن بابت گهڻي ڄاڻ نہ اٿم اِن ڪري اُنهن تي قلم نٿي هلائي سگهان.

ورهاڱي کان اڳ سنڌ جي هندو زال کي راج رشي ديارام گدومل، ساڌو هيرانند ۽ ساڌو نولراءِ جهڙا نيڪ پرش ۽ سلجهيل دماغ وارا شخص مليا هئا جن زالن جي تعليم ڏانهن توجہ ڏيئي اسڪول کوليا ۽ زالن کي تعليم وٺڻ لاءِ همٿايو. جنهن ڪري زالن ۾ سجاڳي آئي ۽ اُهي ڪاليجن ۾ پڻ وڃڻ لڳيون. پڙهڻ جو ايترو شوق بہ زالن ۾ هو جو پروفيسر منگهارام ملڪاڻيءَ جي پتني اڪبن سچي هوندي بہ انگريزي ۽ سنسڪرت ٻوليون سکي هئي. ڪي حيدرابادي عامل ڇوڪريون لنڊن ڏانهن تعليم وٺڻ ويئون هيون. رشي ديارام جي پٽ ڪيولرام بنگال مان شري گهوش کي گهرائي هڪ چترشالا کولي هئي جتي ڇوڪرين کي معياري چترڪاري سکڻ جو وجهہ مليو هو.

مهاتما گانڌيءَ سڄي ديش جي استرين کي للڪاري ڇبو تہ ديش جي آزاديءَ خاطر پنهنجي مردن سان ڪلهو ڪلهي ملائي لڙو. اِها للڪار ٻڌي ڪئين سنڌي زالون گهرن کان ٻاهر نڪتيون. ديوي ماڪبجاڻي سرگسون ڪڍندي هئي تہ ڪملا هيرانند اخبار ۾ ليک لکندي هئي. ڪيڪي ٻيڻ لعلواڻي تقريرون ڏيندي هئي تہ

| | |
|---|---|
| نالو | پوپٽي هيرانداڻي |
| جنم، تاريخ | . حيدرآباد سنڌ؛ ١٧ - ٩ - ١٩٢٤ |
| ڇاپايل ڪتاب | ؛ رنگين زماني جون غمگين ڪهاڻيون، منجهو، جيءَ ۾ جهڙي ٿي ۾ تات، جيون ڀي ترت، ميڻ زندگي آهي، تنقيدي مضمون، مان سنڌي، منهنجي حياتي ءَ جا سونا روپا ورق. |
| انعام | ؛ ساهتيہ اڪادمي، مهاراشٽر گورو پرسڪار، آر.جي. آڏواڻي اوارڊ، انٽرنئشنل اوارڊ- اسڻ سنڌي دبئي، پريہ درشني اوارڊ. |
| پيشو | ؛ پروفيسر (رٽائرڊ) |
| پتو | 51, Sangeeta, Behind Telephone Bhavan, Colaba, Mumbai 400005 |

واتون وات، لبالب، زوران زور، ويران وير، مُنهان منهن، ڌوڪ ڌوڪان، دوس دوسان، دٻ دَٻان، چٽ چاٽ، گُس گساءِ، ماراماري، گرما گرم، ڦٽا ڦٽ، گڏ وگڏ، يڪا يڪ.

(۳) بنيادي لفظ جو سمورو ڏُهراءُ وچ ۾ ظرف سان گڏ.
رنگبرنگي، دربدر، وقت به وقت، پيڙهيءَ در پيڙهيءَ، پُشت به پُشت.

(۴) سموري ڏُهراءُ ۾ پهريان ڏُهرايل روپ ۾ اَندروني تبديل ڪرڻ :-
ڏٽي ڏوٽي، جاچ جوچ، ڇيڙ ڇاڙ، ٽينير ٽانير، ناچ نوچ، ليڪ لاڪ، سادو سودو.

(۵) اَڌورو ڏُهراءُ ڪرڻ (ٻئين نمبر لفظ جي شروعات ۾ 'ٻ' وينجن وجهڻ سان ) :-
مٺائي ٻٺائي، شربت ٻربت، پاپڙ ٻاپڙ، پاڻي ٻاڻي.

(٦) بنيادي لفظ کي اَهڙيءَ طرح ڏُهرائڻ جو اُهو ساڳئي بنيادي لفظ جي آخري حرف سان ٺُڪ ملائي ختم ٿئي يا ڏُهرايل حصي جي شروع ۾ پهرئين لفظ جو شروعاتي وينجن اچي.
(الف) ديوان درو، مهمان مرو، ننڊو نيٽو، تيوڻ تلهو، ڏنڊو ڏاڙي، لڪر لوهر، چورچڪار، ٻوڙ ٻاڙي، چٽي چپاٽي، ٻاجي ٻٽي، ڇڙو ڇانڊ، ڳجهه ڳوهه، وهٽ واٽو.
(ب) پڪڙو ڏڪڙو، ٻچا ٻاچا، ڇڊو ٻاڊو، سچ پچ، مٽ سٽ، خالي پيلي، گهٽو ٽٽو، اوڏر پاڏر، ڏٽو مُٽو، سوٽو موٽو، بڪ شڪ، وڻ ٽڻ.

(۷) بنيادي لفظ اڳيان ساڳيءَ طرز وارو اَڌورو ڏُهرايل روپ رکڻ :- آمهون سامهون، آس پاس، اوسي پاسي، تڙ تڪڙ، حالو چالو، لاءُ لشڪر.

ڏُهرايل لفظن کي سنڌيءَ ۾ **ٻٽا لفظ** به چئبو آهي. اهڙن لفظن جي استعمال سان عبارت سياويڪ ٻول چال وارو روپ وٺي بيهندي آهي. شمس الدين بلبل جي نثر ۾ اِن طرح جي اِصطلاحي سنڌي عبارت جا گهڻا مثال ملن ٿا.

مرڪب لفظن جي استعمال سان ٻوليءَ کي هڪ نرالي نزاڪت حاصل ٿئي ٿي. اِنهيءَ جي ساک اسان کي شاهه لطيف جي ڪلام مان بخوبيءَ ملي ٿي. لاکيڻي لطيف مرڪب لفظن جو اَهڙو ته جوڳو استعمال ڪيو آهي، جو ٻوليءَ کي هڪ اَنوکي سونهن عطا ٿي ويئي آهي. ڪجهه مثال ڏسو :-

١. سون **ورنيون** سوڍيون، **رُپي رالديون** ڪن. (مومل راڻو)
٢. وهسن **واڙيءَ ڦل** جئن، محبتي مچ لاءِ. (يمن ڪلياڻ)
٣. عاشق **زهر پياڪ**، وِهُ پسئو وِهسن گهڻو (سُر ڪلياڻ)
٤. سجڻ مانَ اَچي، **ڪرلاهوتي** ڪڏهن. (يمن ڪلياڻ)
٥. آئي **اُترواءَ** موکيءَ مَٽَ اُپٽيا. (يمن ڪلياڻ)
٦. سجڻ سوپارو، **پيهي پنيءَ** گهر آئيو. (سر ڪنيات)
٧. **وڏڦڙو** ۽ واءُ، ڪرهي ڪاڏو ڪوڙئو. (سر ڪنيات)
٨. وليون **واس ورنيون**، پهريون متي پٽ. (سر ڪنيات)
٩. پاڻهه اُوءِ پيهي، **ڪنڌ ڪيڙائو** آئيا. (سُر سريراڳ)
١٠. **چوڏِس** چنيسر جام جو، **ڏِهه ڏِهه** ڏهڪار. (ليلا چنيسر)
١١. ٺاڪر **اکين ٺار**، مٺئي تي ٿي متيين. (ليلا چنيسر)
١٢. اَصل آهي اکين، سندو **ڪوڙ ڪٽيون**. (ليلا چنيسر)
١٣. پسو شنهه ساميءَ جي، **رت ورلو** روءِ. (مومل راڻو)
١٤. هٽي حاڪمين کي، **زور ٻريون** زبرون. (مومل راڻو)
١٥. ڪائن **ڪکمارو**، ڪاٿر پئو ڪِنو ٿئي. (سُر ڪيڏارو)
١٦. **چوڏهيءَ ماهه چَنڊَ** جِنءَ، پڙ ۾ پاڳڙياس. (سُر ڪيڏارو)

هاڻوڪي سنڌيءَ ۾ پڻ شيخ اَياز، نارايڻ شيام ۽ ٻين اَعليٰ درجي جي سنڌي شاعرن جي شعر ۾ مرڪب لفظن جا سهڻا استعمال ملن ٿا.

''سنڌي ٻوليءَ جي شبد رچنا'' نالي پنهنجي تحقيقي مقالي ۾ مون مرڪب لفظن جو وستار سان جائزو پيش ڪيو آهي، جيڪو جلد شايع ٿيندو.

❖ ❖ ❖ ❖

جو ڪم ڪري ٿو، تڏهن اُهيءَ کي مرڪب 'ظرف' چئبو آهي. هن قسم جا مرڪب لفظ هميشه اُوڪاري يعني آئللرندڙ هوندا آهن. مرڪب ظرف جا ڪجهه مثال هن ريت آهن :-

(۱) ٻه اسم حرف جر ڇڏائڻ سان=مرڪب ظرف

دليئون جاليئون (دل ۽ جان سان)، واتين ويٺين (وات جي ويڻ سان يعني زباني طور)، ٻارين ٻچين (ٻارن ۽ ٻچن سان)، هنڌين ماڳين (هر هڪ هنڌ ۽ ماڳ تي).

(۲) اسم مفعول + اسم = مرڪب ظرف

ٻيلي پير (پير تي بيٺي ٿي، جلدي).

(۳) اسم + اسم مفعول = مرڪب ظرف

سڄ لٿي (سج جي لهڻ تي)، وات ويندي (وات تان ويندي).

(۴) عددي صفت + اسم = مرڪب ظرف

هڪدم (هڪ + دم)، يڪجاءِ (يڪ + جاءِ).

(۵) ضمير + اسم = مرڪب ظرف

هرروز (هر روز تي)، هردم (هر هڪ دم ۾).

(۶) ظرف + ظرف = مرڪب ظرف

جيئن تيئن، اڳي پوءِ، جيئن مٿي

(۷) صفت + اسم = مرڪب ظرف

وڏي واڪي (وڏي واڪي سان)

(۸) ڪردنت + ڪردنت = مرڪب ظرف

ايندي ويندي، لڄندي ئبندي، خالي ... واسي والسي، ڪالي ٻي.

... (... + حق) حق کان سواءِ، اجايو) ... 'موجب' شڪتي 'ظالت' ظالت

... لحيل مرڪب لفظ

... لفظن مان لحيل مرڪب ... ڏجن ٿا :-

... من ...

وڏيءَ دل دانا، امر ٿل سائين، جهنجهنڪار، جل ٿل واسي.

ڪيترائي سنڌي اسم خاص يعني ماڻهن جا نالا ٻن لفظن مان لحيل مرڪب اسم آهن :- سترامداس (ست + رام + داس)، جيرامداس ((جئيه + رام + داس)، گنيشانند (گڻ + ايش + آنند)، پيتامبرٿل (پيت + آمبر + ٿل).

سنسٿائن ۽ ويائن جي نالن ۾ به اڪثر ٻن کان وڌيڪ لفظن مان لحيل مرڪب اسم هوندا آهن. جيئن ته، گوٺ سڌار سمتي، سنڌر ساهتيه رسالو، گرام وڪاس پنچايت، سنڌ سڌار سڀا، جبوليٿل سوسائٽي.

## ڏهرايل مرڪب لفظ
### (Reduplicated Words)

ڏهرايل لفظن جي رچنا عام رواجي لفظن کان علحدي قسم جي آهي. اِهي مُرڪب (Complex) هوندا آهن يا مرڪب هوندا آهن. جيئن ته ڪبڪيو، لنللني مرڪب ڏهرايل لفظ آهن. پر گوٺ گوٺ، گهر گهر، در در، هلون هلِ مرڪب ڏهرايل لفظ آهن. ڏهرايل لفظ ۾ بنيادي لفظ ساڳيو، يا اُنهيءَ جو ڪو حصو ڏهرايو ويندو آهي. اُهو ڏهراءُ بنيادي روپ جي اڳيان يا پٺيان، اَندروني تبديل سان گڏ يا اُنهيءَ کان سواءِ، يا ڏهراءُ وارن لفظن وچ ۾ ڪو ظرف وجهڻ سان ٿيندو آهي. ڏهرايل لفظن جا ڪجهه مثال هيٺ ڏجن ٿا :-

(۱) بنيادي لفظ جو ساڳيو ڏهراءُ (تبديل کان سواءِ)

گهڙيءَ گهڙيءَ، طرحين طرحين، قسمين قسمين، واهه واهه، پل پل، چٽ چٽ، ڇم ڇم، ماڻ ماڻ، اڳ اڳ.

(۲) بنيادي لفظ جو ساڳيو ڏهراءُ تبديل سان گڏ.

هٿون هٿ، ڏينهون ڏينهن، راتون رات،

(ڳڻ چڙهيل ڏاٽي يعني اناج). اِنهن مرڪب لفظن ۾ ٻن اسمن جي وچ ۾ ڳجهو صفت لفظ هوندو آهي، جيڪو مرڪب لفظ کي پيچڻ بعد ظاهر ڪري لکبو آهي. سنسڪرت ۾ هن قسم جي سماس کي **''مڌيم پدلوپي سماس''** چئبو آهي، يعني جن ۾ وچون لفظ سماس ۾ گم ٿي ويو آهي. هن سماس جا ٻيا ڪجهه مثال هن ريت آهن :- تر پاپڙي، سورج گهڙي، ميڻ بتي، آڱناڏي، ڪٽ رس.

### مرڪب صفت لفظ

(۱) صفت + اسم = مرڪب صفت :
صافدل (اِنسان) = صاف آهي دل جنهن جي اُهو (اِنسان). خوبصورت (عورت) = خوب آهي صورت جنهنجي اُها (عورت). وڏقڙو (مينهن) = وڏا آهن قڙا جنهن جا اُهو (مينهن). ٻاڙهڳتو (ڇوڪر)=ٻاڙها آهن ڳتا جنهن جا اُهو (ڇوڪر).

(۲) اسم + صفت = مرڪب صفت :
جڳمشهور (ڳالهہ) = جڳہ ۾ آهي مشهور جيڪا، اُها (ڳالهہ). زرخريد (ٻانهو) = زر سان آهي خريد ڪيل جيڪو، اُهو (ٻانهو). هنن مثالن ۾ ٻن لفظن وچ ۾ حرف جر ڳجهو آهي، جيڪو مرڪب لفظ پيچڻ وقت ظاهر ڪري لکجي ٿو.

(۳) اسم + اسم = مرڪب صفت :
رتورنو = رت جهڙو آهي ورن (رنگ) جنهنجو، اُهو.
سونورنو = سون جهڙو آهي ورن جنهن جو، اُهو.
مومدل = موم وانگر نرم آهي دِل جنهن جي، اُهو.
کِلمُکہ = کِل آهي مُکہ تي جنهن جي، اُهو.
نندااکڙو = نند آهي اکڙين ۾ جنهن جي، اُهو.

(۴) صفت + صفت = مرڪب صفت :
ڪتمنڙو = ڪتو ۽ منو آهي جيڪو، اُهو.
چڱو ڀلو = چڱو ۽ ڀلو آهي جيڪو، اُهو.

(۵) اسم + اسم مفعول = مرڪب صفت :
مينديءَ رتو = مينديءَ سان آهي رتو جيڪو، اُهو.
ماڪ پنو = ماڪ سان آهي پنو جيڪو، اُهو.
منَ گُهريو = مَنَ سان آهي گُهريل جيڪو، اُهو.

(٦) ناڪاري ظرف+ اسم = مرڪب صفت :
نِڀاڳو = نہ آهي ڀاڳ جنهن جو، اُهو.
نِپٽو = نہ آهي پٽ جنهن کي، اُهو.
نامُراد = نہ ٿئي مُراد پوري جنهن جي، اُهو.
نِنانئون = نہ رهي نانءُ جنهن جو، اُهو.

(۷) ناڪاري ظرف+ صفت = مرڪب صفت :
نا چڱو = نہ آهي چڱو جيڪو، اُهو. (ناچاڪ)
نِروڳي = نہ آهي روڳي جيڪو، اُهو.

(۸) عددي صفت+عددي صفت = مرڪب عددي صفت :
آسان جي ٻوليءَ ۾ گهڻا انگ مرڪب صفت لفظ آهن. جيئن تہ - ٻاويهہ (ٻہ+ ويهہ)؛ ڇاهتر (ڇهہ + سٽر)؛ اٺانوي (اٺ + نوي)؛ نوانوي (نو + نوي). ''اوڻو''جي معنيٰ آهي''گهٽ''. اِهو لفظ ڏهائيءَ وارن انگن ۾ لڳائي مرڪب صفت لفظ ٺاهيا آهن. مثال طور :- اوڻٽيهہ (هڪ گهٽ ٽيهہ)، اُڻهتر (هڪ اوڻو سٽر)، اُڻهٺ (هڪ اوڻو سٺ).

(۹) عددي صفت+ (حرف جملو'يا' ڳجهو) + عددي صفت = مرڪب عددي صفت :
ٻہ چار (ٻہ يا چار)، ست اٺ (ست يا اٺ).
مرڪب صفت لفظن کي سنسڪرت ۾ **بهو وِريهي سماس** چئبو آهي.

### مرڪب ضمير

سنڌي ٻوليءَ ۾ مرڪب ضمير لفظن جا مثال تمام گهٽ آهن. جيئن تہ - سيڪو (سي + ڪو)؛ هرڪو (هر+ ڪو)؛ جيڪو (جي+ ڪو).

### مرڪب ظرف

واڪيہ رچنا ۾ ظرف جو لاڳاپو فعل سان هوندو آهي. جڏهن ڪوبہ مرڪب لفظ جملي ۾ ظرف

(٣) اسم + (ٻچڙو حرف جملو 'يا') + اسم = مرڪب اسم.
پاپ پنج (پاپ يا پنج)؛ شڪ دڪ (شڪ يا دڪ)؛ خوشي غمي (خوشي يا غمي). (حرف حر 'ءِ'، 'يا' کي ڪڍي ڇڏڻ ٻن يا وڌيڪ لفظن جو سماس ٺاهبو آهي، تنهن اُنهيءَ کي سنسڪرت ۾ ''دوندو سماس'' چئبو آهي.)
(٤) صفت + اسم = مرڪب اسم :
خوشبو، بدبو، جوان مرد، مهاپرش (مهان پرش)، مهاتما (مهان آتما)، خوشخبري (خوش+ خبر)، ستوڳڻ (ست + ڳڻ)
(٥) صفت + صفت = مرڪب اسم : ڪنمنو (ڪنو منو).
(٦) اسم + اسم = مرڪب اسم : (هن ۾ پهرئين اسم سان پيٺ ڪيل هوندي آهي).
گهنشيام (گهن يعني بادل، شيام يعني سانورو مطلب تہ بادل مثل سانورو)، چندرمک (چندر يعني چنڊ جهڙو مک يعني چهرو)، پراڻ پيارو (پراڻن مثل پيارو)، پيل پائو (پيل - هاٿي، هاٿيءَ جي ٽنگ جهڙو پائو).
(٧) اسم + اسم = مرڪب اسم : (هن ۾ ٻنهي اسم سان پيٺ ڪيل هوندي آهي).
چرڻ ڪمل (ڪمل گل وانگر ڪومل چرڻ)، ڪر ڪمل (ڪمل گل وانگر ڪومل ڪر يعني هٿ).
(٨) اسم + اسم = مرڪب اسم : (ٻئجهي پيٺ يا استعارو).
ڀَوَ ساگر (ڀَوَ يعني دنيا؛ دنيا روپي ساگر)، گرديو (گروءَ جي روپ ۾ ديوتا)، ڪرم بنڌن (ڪرم جي روپ ۾ بنڌن؛ ڪرم ئي بنڌن آهن).
نوٽ : چوٿين کان وٺي اَٺين نمبر تائين مرڪب لفظن جا جيڪي قسم آهن، اُنهن کي سنسڪرت ۾ ڪرم ڌاريہ سماس چوندا آهن.
(٩) اسم + فعل - ڌاتوءَ مان ٺهيل پروس روپ = مرڪب اسم :
پيچڪش (پيچ کي ڪشيندڙ)، مکيچوس (مک کي چوسيندڙ؛ اصطلاحي معني ڪنجوس)، ڳنڍيچوڙ (ڳنڍ کي چوڙيندڙ)، ڳنڍيڪپ (ڳنڍ کي ڪپيندڙ)، سنگتراش (سنگ يعني پٿر کي تراشيندڙ)، ڪاٺڪٽو (ڪاٺ کي ڪٽيندڙ هڪ قسم جو پکي).
نوٽ : هن قسم جي مرڪب لفظن کي سنسڪرت ۾ اُپپد سماس چئبو آهي.
(١٠) عددي صفت + اسم = مرڪب اسم :
يڪتارو (يڪ معنيٰ هڪ، هڪ تار وارو ساز)، چوراهو (چئن راهن وارو هنڌ).
ٻيا مثال :- ٽڪندو، ٻباني، ٻيڇري، سوپيري، چوماسو، ڏيڙو، چوديواري، ٽپائي، پنجاب، دوآبو. (انهن کي **ڏوگو سماس** چئبو آهي).
(١١) ناڪاري ظرف+ اسم يا صفت = مرڪب اسم :
ناستڪ (نہ + آستڪ يعني پرماتما جي هستيءَ ۾ وشواس نہ رکندڙ)، مڇڏ يا مڇڏو (مَ + ڇڏيندڙ)؛ نالائق (نہ + لائق)، هتي انهيءَ ڳالهہ جو ڌيان رکڻ گهرجي تہ ''نہ، نا، مَ'' اهي ناڪاري معنيٰ ڏيکاريندڙ ظرف آهن. اهي آزاد روپ يعني لفظ آهن. پر انات، اَلجوند لفظن ۾ اَ، اَن اڳياڙيون يا اُپسرگ آهن، جيڪي پروس روپ آهن. انهيءَ ڪري اُنهن سان ٺهيل لفظ مرڪب ليکبا ۽ نہ ڪي مرڪب. سنسڪرت ۾ هن قسم جي مرڪب لفظن کي نَنڃ - تتپرش چئبو آهي.
(١٢) اسم + (ٻچڙو صفت لفظ) + اسم = مرڪب اسم :
شيش محل (شيشي جو ٺهيل محل)، ڪنڊيڳڙا (ڪنڊ چڙهيل ڳڙا، يا ڪنڊ جا ٺهيل ڳڙا)، ڏهي وڙا (ڏهيءَ ۾ ٻڏل وڙا)، ڳڙڏاڻي

(٩) اصل لفظ جي معنيٰ ۾ تبديل ٿيڻ : جن لفظن جي ميلاپ مان مرڪب لفظ ٺهي ٿو، اُنهن لفظن جي اصلوڪي معنيٰ کان مرڪب لفظ جي معنيٰ ڪڏهن ڪڏهن بدلجي ويندي آهي. جيئن تہ - ''وڏو وات'' مان ٺهيل مرڪب لفظ ''وڏواتو'' اِصطلاحي معنيٰ ۾ ڪتب ايندو آهي، جيڪا آهي 'ڳهڻو ڳالهائيندڙ'. مکہ چوسڻ مان ٺهيل لفظ ''مکي چوس'' پڻ اِصطلاحي معنيٰ ۾ ڪتب ايندو آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ''ڪنجوس''. 'چوربازار' بہ محاوريدار پريوگ آهي. اُنهيءَ جي معنيٰ آهي 'اُها بازار جتي چوريءَ جو مال وڪامندو آهي'.

## مرڪب لفظن جا قسم

سنسڪرت ٻوليءَ ۾ مرڪب لفظن جو استعمال عام آهي. اُن ٻوليءَ جي ترتيب آهڙي آهي جو تيهہ - پنجتيهہ لفظ بہ پاڻ ۾ گڏي ساماسڪ شبد ٺاهي سگهبو آهي. پر ڀارت پاڪستان جي هاڻوڪين ٻولين ۾ مرڪب لفظن جو استعمال گهڻو گهٽجي ويو آهي. اُنهن ۾ عام طور مرڪب لفظ ٻن يا ٽن لفظن کان وڌيڪ لفظن مان جوڙيا نہ ويندا آهن. مون سنڌيءَ ۾ ڏهاڪو هزار کن مرڪب لفظ گڏ ڪري اُنهن جي رچنا جو اڀياس ڪيو آهي. هتي نموني طور مرڪب لفظن جا مکيہ قسم ڏجن ٿا.

## مرڪب اسم (Compound Nouns)

(١) اسم + (ڳجهو حرف جر) + اسم = مرڪب اسم.

هن قسم جي مرڪب اسمن ۾ پهريون اسم هميشه گردان جي حالت عام ۾ هوندو آهي. واڪيہ - رچنا ۾ اُنهيءَ جي پٺيان ڪو حرف جر هوندو آهي، جيڪو سماس ۾ ٺڪري ويندو آهي. مرڪب اسم جو ٻيو جزو بہ اسم هوندو آهي، جيڪو واڪيہ-رچنا ۾ حرف جر ذريعي پهرئين اسم سان لاڳاپو رکندڙ هوندو آهي.

چندن-چورو (چندن جو چورو)
اُتر - واءُ (اُتر جو واءُ)
چوٽيءَ ڦُلُ (چوٽيءَ لاءِ ڦُلُ)
راهہ - خرچ (راهہ لاءِ خرچ)
ڍڳي ڳاڏي (ڍڳي جي ڳاڏي)

هنن مرڪب اسمن ۾ ڪڏهن ڪڏهن پهرئين جزي جي صورت ۾ ڪجهہ تبديل پڻ اچي ويندي آهي. جيئن تہ - راجڪمار (راجا جو ڪمار)؛ لکاپتي (لکن جو پتي يعني مالڪ)؛ گهڙامنجي (گهڙي يا گهڙن لاءِ منجي). سنسڪرت ۾ هن قسم جي سماسن کي **تتپُرش سماس** چئبو آهي.

(٢) اسم + (ڳجهو حرف جملو 'ءُ') + اسم = مرڪب اسم.

دال روٽي (دال ءُ روٽي)؛ مڇي ماني (مڇي ءُ ماني)؛ آب هوا (آب ءُ هوا)

(الف) ٻن هم - معنيٰ اسمن مان ٺهيل مرڪب اسم :- ڪپڙو لٽو، مار ڪٽ، ڄڻ پوٽ، ٻار ٻچا، ٽوٽو ڦيٽو، ڪم ڪار، مٽي ماٽي، ڌن دولت، سار سنڀال، هلت چلت، ريت - رسم، ڪن ڪچرو، عيش آرام، شان شوڪت.

(ب) اُبتڙ معنيٰ وارا ٻہ لفظ :- گهٽ وڌ، لاهي چاڙهي، ڏيتي ليتي، هار جيت، ننڍ وڏائي.

(ڀ) ويجهيءَ معنيٰ وار ٻہ لفظ :- اَن جل، داڻو پاڻي، هيرا جواهر، هار سينگار، لاڏ ڪوڏ، ڇنڊ ڇاڻ، مال ٽول، روڪ ٽوڪ، گهر گهاٽ.

(پ) اَمر صيغي عدد واحد جا ٻہ فعل :- ڏي وٺ، اُٿ ويهہ، لهہ چڙهہ، اَچ وڃ.

(ڀ) ٻہ مصدر :- اُٿڻ ويهڻ، لهڻ چڙهڻ، لکڻ پڙهڻ، رلڻ پنڻ.

(ت) ٻہ اسم مفعول :- ڪاڌو پيتو، اُٿي ويٺي، رڌو پڪو.

۽ ايندا آهن تہ اُهي اڻلرندڙ بڻجي پوندا آهن. جيڪڏهن سمورو مرڪب لفظ اَوِڪاري (indeclinable) آهي، تہ پوءِ ڦرندڙ لفظ چاهي مرڪب لفظ جي شروع ۾ هجي يا آخر ۾ هجي، اُهو اَوِڪاري ٿي پوندو آهي.

ڏِڳي ڳاڏي، ڏِڳي ڳاڏيون، ڏِڳي ڳاڏيءَ ۽، ڏِڳي ڳاڏين ۾. - اِنهن مثالن ۾ ”ڏِڳي ڳاڏي“ هڪ مرڪب لفظ آهي، جنهن جا ٻئي جزا (ڏِڳو + ڳاڏي) ڦرندڙ يعني وِڪاري لفظ آهن. چاهي ڳاڏيءَ ۾ هڪ ڏِڳو ٻڌل هجي يا ٻہ ڏِڳا ٻڌل هجن، پر مرڪب لفظ ۾ پهريون جزو ”ڏِڳو“ هميشه حالت عام عدد واحد واري صورت ”ڏِڳي“ اختيار ڪندو آهي. هيءَ مرڪب لفظ جڏهن جملي ۾ ڪتب ايندو آهي، تڏهن اُنهيءَ جو فقط آخري لفظ گردان ۾ ڦرندو آهي. اِنهيءَ ڦيري جو اثر پهرئين لفظ ”ڏِڳي“ تي نٿو ٿئي.

هن غريب کي ناحق ڇو ٿو مارين؟

هو هر روز ٻِوقتو گهمڻ ويندو آهي.

اِنهن جملن ۾ ناحق (نہ + حق) ۽ ٻِوَقتو (ٻہ + وقت) مرڪب لفظ آهن. اِهي هنن جملن ۾ طرف جو ڪم ڪن ٿا ۽ اڻلرندڙ لفظ آهن. اِنهيءَ ڪري اُنهن ۾ آيل لفظ ”حق“، ”ٻہ“ ۽ ”وقت“ جيڪي وِڪاري يعني ڦرندڙ آهن، اُهي مرڪب لفظ ۾ اَوِڪاري ٿي پيا آهن.

(٦) لفظ جي جنس ۾ تبديل ٿيڻ : مرڪب لفظ جي پهرئين جزي طور اچڻ تي اُنهيءَ لفظ جي جنس جو جملي ۾ ڪتب اينڌڙ ٻين لفظن تي ڪوبہ اثر ڪونہ ٿو ٿئي. ڪن حالتن ۾ جن لفظن کي ٻوليءَ ۾ جنس نہ آهي، اُنهن کي مرڪب لفظ جو جزو بڻجڻ تي جنس حاصل ٿئي ٿي. مثال طور، ”هٿڪڙي“ مرڪب لفظ آهي، جنهن ۾ پهريون اسم مذڪر ۽ ٻيون اسم مونث آهي. پر سڄو سماس آخري لفظ موجب اسم مونث آهي. جملي ۾ اِنهيءَ جو ڦيرو بہ مونث اسمن وانگر هلي ٿو. هٿڪڙي، هٿڪڙيون، هٿڪڙيءَ ۽، هٿڪڙين ۾.

اَچ - وڃ، لهہ - چڙهہ مرڪب لفظ اَمر واحد جي فعلن مان ٺهيل آهن. امر صيغي ۾ فعل ۾ جنس مطابق تبديل نہ ايندي آهي. پر اِنهن فعلن جي ميلاپ مان ٺهيل مرڪب لفظ اِسم ٿي پون ٿا ۽ اُنهن جي جنس هميشه مونث هوندي آهي. جيئن تہ -

هن سڄو ڏينهن اَچ-وڃ پئي ڪئي.(اسم مونث)
گهڻي لهہ-چڙهہ ڪندين تہ ٿڪجي پوندين.(اسم مونث)

(٧) لفظ جو ڪلاس بدلجڻ : مرڪب لفظ جي رچنا ۾ اچڻ بعد لفظ جو پنهنجو اصلوڪو ڪلاس گهڻو ڪري بدلجي ويندو آهي. مثال طور، اَچ - وڃُ، لهہ - چڙهہ ۾ فعل بدلجي اسم مونث ٿيو آهي. ”ناحق“ مرڪب لفظ ۾ طرف ۽ اسم جي ميل مان ٺهيل سمورو مرڪب لفظ طرف ٿي پيو آهي.

(٨) واڪيہ - رچنا ۾ سادي يا مفرد لفظ وانگر ڦرڻ : ٻن يا وڌيڪ لفظن جي ميلاپ مان ٺهيل مرڪب لفظ، جملي جي بناوت ۾ هڪ مفرد لفظ وانگر ڦرندو آهي. ٻہ + آنا جي ميل مان ٺهيل مرڪب لفظ ”ٻياني“ سمورو اسم مونث آهي، جيتوڻيڪ اُنهيءَ جو آخري جزو ”آنو“ مذڪر آهي. چار+ وائون مان مرڪب لفظ ٺهيو آهي ”چوواٽو“. وات اسم مونث آهي، پر مرڪب لفظ ۾ ”واٽو“ مذڪر اسم ٿي پيو آهي. هيٺ جا ڦيري ۾ روپ ڏسو :-

ٻياني، ٻيانيون، ٻيانيءَ ۾، ٻيانين ۾.
چوواٽو، چوواٽا، چوواٽي تي، چوواٽن تي.

رق آهي؟ اِنهيءَ جي جواب ۾ هتي
ساماسڪ شبد يا مرڪب لفظ جي رچنا جون
ڪيہ خاصيتون سمجهائجن ٿيون، جيڪي
نهيءَ کي لفظي ميڙ کان الڳ درجو عطا
ڪن ٿيون. ڪجهہ مثال ڏسو:-

١. هن جو **وڏو وات** آهي.
هو **وڏواتو** آهي.

٢. اَڄ **وڏن ڦڙن وارو** مينهن پيو.
اَڄ **وڏڦڙو** مينهن پيو.

٣. هن جي **چٽائيءَ ۽ پلائيءَ** جو احوال
آيو آهي.
هن جي **چٽيلائيءَ** جو احوال آيو آهي.

اِنهن جملن ۾ ”وڏو وات“، ”وڏن
ڦڙن وارو“ ۽ ”چٽائي ۽ پلائي“ لفظي ميڙ
آهن. پر وڏواتو، وڏڦڙو ۽ چٽيلائي - مرڪب
لفظن جا مثال آهن. اِنهيءَ مان ظاهر آهي
تہ مرڪب لفظ جي رچنا ۾ ڪجهہ خاصيتون
ضرور آهن، جيڪي اُنهيءَ کي ساڳين لفظن
جي ميڙ کان الڳ ڪري بيهارين ٿيون.

سنڌيءَ ۾ مرڪب لفظ جي رچنا جون
خاصيتون هتي ڏجن ٿيون. اِهو لازمي نہ
آهي تہ هر هڪ مرڪب لفظ ۾ اِهي سڀ
خاصيتون موجود هجن. پر هر هڪ مرڪب
لفظ ۾ اِنهن مان ڪنهن بہ هڪ خاصيت جو
هئڻ لازمي آهي. اِهو ممڪن آهي تہ ڪنهن
هڪ مرڪب لفظ ۾ ساڳئي وقت هڪ کان
وڌيڪ خاصيتون موجود هجن.

(١) لفظن جي اُچار ۾ وچوٽي گهٽجڻ
(Phonological Fusion) - جڏهن ڳالهائڻ ۾
اسين لفظن جو اُچار ڪريون ٿا، تڏهن
جدا جدا لفظن جي اُچار ۾ ڪي قدر
وچوٽي هوندي آهي. مرڪب لفظ جي رچنا ۾
ڪتب آيل لفظن جي اُچار ۾ اِها وٿي گهٽجي
ويندي آهي. اِنهيءَ کان سواءِ آواز جي زور
(Stress)، جهيل ۾ بہ تبديل ايندي آهي.

ڪ. هن کي ڏسي منهنجي **دل خوش** ٿي (لفظي ميڙ)
پوني ۾ **دلخوش** ٿاڪيز آهي. (مرڪب لفظ).

ک. هن جي **صاف دل** آهي. (لفظي ميڙ)
هو **صافدل** اِنسان آهي. (مرڪب لفظ).

(٢) لفظن جي صورت ۾ تبديل: جن لفظن
مان مرڪب لفظ ٺهندو آهي، اُنهن مان ڪن
لفظن جي صورت ۾ تبديل اچي ويندي آهي.

ننڍائي + وڏائي = ننڍ وڏائي
چٽائي + پلائي = چٽيلائي
راجا + ڪمار = راجڪمار

(٣) لفظن جي ترتيب ۾ پختائي: مرڪب
لفظن جي جزن طور ڪتب ايندڙ لفظن جي
ترتيب، واڪيہ - رچنا ۾ ڪتب ايندڙ لفظن
جي پيٽ ۾ وڌيڪ پختي هوندي آهي:-
اَڄُ - وڃ، اُٿ - ويهہ، لهہ - چڙهہ وغيره مرڪب
لفظن جي جزن ۾ ڦير گهير ڪري اسين
وڃ - اڄ، ويهہ - اُٿ، چڙهہ - لهہ چونداسين تہ
اِهو ٻوليءَ جي رواج موجب غلط پريوگ
چئبو.

(٤) ڳنڍيندڙ لفظ گم ٿيڻ: مرڪب لفظن
جي رچنا ۾ حرف جر يا حرف جملو گم ٿي
ويندو آهي.

| لفظي ميڙ | مرڪب لفظ |
|---|---|
| پاپ يا پڃ | پاپ - پڃ |
| اِتي ۽ ڏڪر | اِتي ڏڪر |
| گنگا جو جل | گنگا جل |
| ديش مان نيڪالي | ديش-نيڪالي |

(٥) گردان ۾ ڦرندڙ لفظن جو نہ ڦرڻ: گردان
۾ ڦرندڙ لفظ جڏهن مرڪب لفظ جي شروع

ا هڪ کان وڌيڪ لفظن ۾ پيچي
سگهجي، اُنهن کي مرڪب لفظ يا ساماسڪ
لفظ (Compound Words) چئبو آهي. ٻن يا
وڌيڪ لفظن جي اَهڙي قسم جي ميلاپ کي
سماس يا مرڪب (Compound) چئبو آهي.

لفظن جي رچنا جو هڪ ٻيو قسم ڏسو:-

گهر گهرِ، هٽون هٽِ، مٺائي ٻٺائي، ڦٽ ڦٽ،
ڪڙ ڪڙ، ڦٽاڦٽ، ٻڪٻڪيو، وغيره. اِنهن لفظن
جي رچنا ۾ بنيادي روپ جو هوبهو يا ڪي
قدر تبديل سان ڏُهراءُ ٿيل آهي. گهر گهرِ ۾
”گهرِ“ لفظ ٻه دفعا آيو آهي. هٽون هٽِ
”هٽ“ لفظ ٻه دفعا ڏُهرايل آهي ۽ وچ ۾
پهرئين روپ کانپوءِ ”اون“ روپ لڳل آهي.
’ٻڪٻڪيو‘ ۾ ”ٻڪ“ لفظ کي ٻه دفعا ڏُهرائي
پنيان ’يو‘ پڇاڙي ڳنڍي ويئي آهي.
اَهڙن لفظن کي ڏُهراءُ وارا يا ڏُهرايل لفظ
(Reduplicated Words) چئبو آهي.

رچنا جي لحاظ کان هتي سنڌي لفظن
جا جيڪي قسم ڄاڻايا ويا آهن، اُنهن کي
چارٽ ۾ هيٺينءَ طرح سمجهائي سگهجي
ٿو.

لفظ

سادو يا مفرد (Simple) — ساڌت يامشتق (Derived)

ساڌت يامشتق (Derived): پيچيدو يا مرتب (Complex) — مرڪب يا ساماسڪ (Compound) — ڏُهرايلُ (Reduplicated)

لفظن جي اندروني رچنا جو اڀياس
ڪرڻ لاءِ مفرد يا سادن لفظن جي اڀياس
ڪرڻ جي ضرورت نہ آهي، ڇاڪاڻ تہ اُهي
ننڍن معنيٰ ڀرين جزن ۾ پيچي نٿا سگهن.
اُنهن جي ڀيٽ ۾ ساڌت يا مشتق لفظ اُهي

آهن، جن جو ڇيد ٻن يا ٻن کان وڌيڪ
روپن (معنيٰ ڀريل ننڍن جزن) ۾ ڪري
سگهجي ٿو. اُهي ڪنهن بُنيادي روپ مان
ڦُٽي نڪتا آهن. ساڌت معنيٰ ٺهيل ڪنهن
بنيادي روپ مان ساڌي ڪڍيل. مشتق جي
معنيٰ بہ آهي جنهن جو اِشتقاق ڪنهن
بنياد مان نڪتل آهي.

هڪدم ويجها جزا (Immediate Constituents)

ڪنهن بہ ساڌت لفظ جي رچنا ۾
جڏهن ٻن کان وڌيڪ جزا ڪتب آيا آهن،
تڏهن اَهڙي لفظ جي رچنا ۾ ترتيب جون
الڳ الڳ سطحون موجود آهن. اُن حالت ۾
جزن جي فقط لسٽ ڏيڻ سان ترتيب جي
تصوير چٽي ڪانہ ٿي سگهندي. اِنهيءَ حالت
۾ صحيح طريقو اِهو آهي تہ هر هڪ سطح
تي جيڪي جزا پاڻ ۾ ملي لفظ جو هڪ
ڀاڱو ناهين ٿا، اُنهيءَ کي ڌيان ۾ رکي
لفظ جو ڇيد ڪجي. مثال طور هيٺ ڏنل
لفظن جي رچنا ڏسو:-

”بيهوشي“ هڪ مرتب لفظ آهي، جنهن
۾ ٽي روپ آهن :- بي + هوش + ايِ. اِهي
ٽيئي روپ هڪ ئي وقت گڏجي هِن لفظ
جي رچنا نٿا ڪن. هن لفظ جي رچنا جي
ترتيب اِها آهي تہ ”بيهوش“ هڪ ڀاڱو
آهي، جنهن ۾ (ايِ) پڇاڙي لڳائي اسم
ذات ”بيهوشي“ ناهيو ويو آهي. اِنهيءَ سطح
تي پاڻ ۾ هڪدم ويجها جزا آهن بيهوش+
ايِ. هاڻي وري اندروني ٻين سطح ڏسو.
اِنهيءَ تي ’بيهوش‘ ڀاڱو جُڙيل آهي، جنهن
۾ ٻہ روپ آهن - بي+ هوش، جيڪي ٻين
سطح تي پاڻ ۾ هڪدم ويجها جزا آهن.
هن لفظ جي رچنا ۾ اسين پهرين سطح تي

/سُ/ ۾ ٻه آواز آهن سُ + اُ، /دار/ ۾ چار آواز آهن ا- ڏ + آ + رُ + اَ. ساڳيءَ ريت ''مٺي'' (مُ + اَ + ٺ + اي)، سنڌ (سِ + اِ + نُ + ڏُ + اُ) وغيره لفظن کي به اُنهن آوازن ۾ ڀڃي سگهجي ٿو، جن مان اُهي جڙيل آهن. پر اِنهن آوازن (سُرن ۽ وينجنن) کي اڪيلي سر پنهنجي ڪا به معنيٰ نه آهي. اُهي جڏهن ڪنهن مقرر ترتيب ۾ اچن ٿا، تڏهن گڏجي ڪو معنيٰ ڀريو لفظ ڦاهين ٿا. ڪنهن به ٻوليءَ جي آوازي سرشتي ۾ ننڍي ۾ ننڍو جزو يا ايڪو آهي آواز (Sound, Phone). اُنهيءَ کي پنهنجي معنيٰ نه هوندي آهي، پر اُهو ڪنهن ترتيب ۾ اچي معنيٰ جو اظهار ڪرڻ جي لوت رکندو آهي. ٻئي طرف ٻوليءَ جي وياڪرڻي سرشتي ۾ ننڍي ۾ ننڍو جزو يا ايڪو هوندو آهي 'روپ' (صرف Morph) جنهن کي پنهنجي معنيٰ ضرور هوندي آهي. اُهو يا ته آزاد هوندو آهي (جيئن ته - سِنڌ، عالِم) يا پروس هوندو آهي (جيئن ته - سُ، دار، ڙ).

هاڻي ثابت ٿيو ته جتي ڏنل بيت ۾ جيڪي تيرهن لفظ ڪتب آيا آهن، اُهي اندروني رچنا جي خيال کان هڪ قسم جا نه آهن. اُنهن ۾ ڪجهڙا لفظ اُهي آهن، جيڪي هڪ روپ يا صرف مان ٺهيل آهن، يعني اُنهن کي ننڍڙن معنيٰ ڀريل جزن ۾ ڀڃي نٿو سگهجي. ٻيا لفظ اُهي آهن جن کي ٻن يا وڌيڪ روپن يعني ننڍي ۾ ننڍن معنيٰ ڀريل جزن ۾ ڀڃي سگهجي ٿو. هاڻي اچو ته مٿي ڏنل بيت ۾ روپ يا صرف

مرادسکس + ما = ٻه روپ
اسلا + اين = ٻه روپ

۳. ڪرين (ڪَرُ + اين) = ٻه روپ
۴. مٺي (مٺ + اي) = ٻه روپ
۵. سِنڌُ (سنڌُ) = هڪ روپ
۶. سُڪارَ (سُ + ڪارُ + اَ) = ٽي روپ
۷. دوستَ (دوستُ + آ) = ٻه روپ
۸. مِٺا (مِٺ + آ) = ٻه روپ
۹. دلدارَ (دِل + دارُ + اَ) = ٽي روپ
۱۰. عالِمَ (عالِم + اَ) = ٻه روپ
۱۱. سڀ (سڀ + اِ) = ٻه روپ
۱۲. آباد (آ + باد) = ٻه روپ
۱۳. ڪرين (ڪرُ + اين) = ٻه روپ

اِنهيءَ طرح ڏسبو ته جن بيت ۾ تيرهن لفظ آهن، پر ستاويهه روپ آهن - 'سنڌ' لفظ هڪ روپ مان ٺهيل آهي. هڪ روپ وارن اهڙن لفظن کي سادا لفظ (Simple Words) چئبو آهي. ٻئي طرف اُهي لفظ، جن کي هڪ يا هڪ کان وڌيڪ پروس روپن ۾ ڀڃي سگهجي، اُنهن کي مرڪب يا پيچيدا لفظ (Complex Words) چئبو آهي

هاڻي لفظن جا ٻيا ڪجهه مثال ڏسو:- گهر ڏکي، اُتروا، خوشبو، ڏڳي ڳاڏي، هردلعزيز، هرفن موليٰ اهڙي قسم جا لفظ آهن، جن کي ٻن يا ٻن کان وڌيڪ لفظن ۾ ڀڃي سگهجي ٿو. جيئن ته - گهرڏکي (گهر + ڏکي 'گهر جو ڏکي')، اُتروا (اُتر + وا 'اُتر جو وا')، خوشبو (خوش + بوُ يعني سٺي بوُ، سڳنڌ)، ڏڳي ڳاڏي (ڏڳي + ڳاڏي 'ڏڳي يا ڏڳين واري ڳاڏي')، هردلعزيز (هر + دل + عزيز يعني هر هڪ دل کي عزيز يا پيارو)، هرفن موليٰ (هر + فن + موليٰ يعني هر هڪ فن ۾ موليٰ يا هوشيار). اُهي لفظ جن کي هڪ

يا هڪ کان وڌيڪ لفظن ۾ پيچي سگهجي، اُنهن کي مرڪب لفظ يا ساماسڪ لفظ (Compound Words) چئبو آهي. ٻن يا وڌيڪ لفظن جي اَهڙي قسم جي ميلاپ کي سماس يا مرڪب (Compound) چئبو آهي.

لفظن جي رچنا جو هڪ ٻيو قسم ڏسو:-
گهرِ گهرِ، هٿون هٿِ، مٺائي ٻٺائي، ڦٽ ڦٽ، ڪڙ ڪڙ، ڦٽاڦٽ، بڪبڪيو، وغيره. اِنهن لفظن جي رچنا ۾ بنيادي روپ جو هو بهو يا ڪي قدر تبديل سان ڏهراءُ ٿيل آهي. گهرِ گهرِ ۾ ''گهرِ'' لفظ ٻه دفعا آيو آهي. هٿون هٿِ ۾ ''هٿ'' لفظ ٻه دفعا ڏهرايل آهي ۽ وچ ۾ پهرئين روپ ڪانپوءِ ''اون'' روپ لڳل آهي. 'بڪبڪيو' ۾ ''بڪ'' لفظ کي ٻه دفعا ڏهرائي پنيان 'يو' پڇاڙي ڳنڍي ويئي آهي. آهڙن لفظن کي ڏهراءَ وارا يا ڏهرايل لفظ (Reduplicated Words) چئبو آهي.

رچنا جي لحاظ کان هتي سنڌي لفظن جا جيڪي قسم ڄاڻايا ويا آهن، اُنهن کي چارٽ ۾ هيٺين طرح سمجهائي سگهجي ٿو.

لفظ
- سادو يا مفرد (Simple)
- ساڌت يامشتق (Derived)
  - پيچيدو يا مرتب (Complex)
  - مرڪب يا ساماسڪ (Compound)
  - ڏهرايلُ (Reduplicated)

لفظن جي اندروني رچنا جو اڀياس ڪرڻ لاءِ مفرد يا سادن لفظن جي اَڀياس ڪرڻ جي ضرورت نہ آهي، ڇاڪاڻ تہ اُهي ننڍن معنيٰ پرين جزن ۾ پچي نٿا سگهن. اُنهن جي ڀيٽ ۾ ساڌت يا مشتق لفظ اُهي آهن، جن جو ڇيد ٻن يا ٻن کان وڌيڪ روپن (معنيٰ پريل ننڍن جزن) ۾ ڪري سگهجي ٿو. اُهي ڪنهن بُنيادي روپ مان ڦُٽي نڪتا آهن. ساڌت معنيٰ ٺهيل ڪنهن بنيادي روپ مان ساڌي ڪڍيل. مشتق جي معنيٰ بہ آهي جنهن جو اِشتقاق ڪنهن بنياد مان نڪتل آهي.

**هڪدم ويجها جزا (Immediate Constituents)**

ڪنهن بہ ساڌت لفظ جي رچنا ۾ جڏهن ٻن کان وڌيڪ جزا ڪتب آيا آهن، تڏهن اَهڙي لفظ جي رچنا ۾ ترتيب جون الڳ الڳ سطحون موجود آهن. اُن حالت ۾ جزن جي فقط لسٽ ڏيڻ سان ترتيب جي تصوير ڇٽي ڪانہ ٿي سگهندي. اِنهيءَ حالت ۾ صحيح طريقو اِهو آهي تہ هر هڪ سطح تي جيڪي جزا پاڻ ۾ ملي لفظ جو هڪ ڀاڱو ٺاهين ٿا، اُنهيءَ کي ڌيان ۾ رکي لفظ جو ڇيد ڪجي. مثال طور هيٺ ڏنل لفظن جي رچنا ڏسو:-

''بيهوشي'' هڪ مرتب لفظ آهي، جنهن ۾ ٽي روپ آهن:- بي + هوش + اي. اِهي ٽيئي روپ هڪ ئي وقت گڏجي هِن لفظ جي رچنا نٿا ڪن. هن لفظ جي رچنا جي ترتيب اِها آهي تہ ''بيهوش'' هڪ ڀاڱو آهي، جنهن ۾ (اي) پڇاڙي لڳائي اسم ذات ''بيهوشي'' ٺاهيو ويو آهي. اِنهيءَ سطح تي پاڻ ۾ هڪدم ويجها جزا آهن بيهوش+ اي. هاڻي وري اندروني ٻين سطح ڏسو. اِنهيءَ تي 'بيهوش' ڀاڱو جُڙيل آهي، جنهن ۾ بہ روپ آهن - بي+ هوش، جيڪي ٻين سطح تي پاڻ ۾ هڪدم ويجها جزا آهن. هن لفظ جي رچنا ۾ اسين پهرين سطح تي

/سُ/ ۾ ٻه آواز آهن سْ + اُ /دار/ ۾ چار آواز آهن:- دْ + آ + رْ + اَ. ساڳيءَ ريت "مٽي" (مْ + اَ + ٽْ + اي)، سنڌ (سْ + اِ + نْ + ڌْ + اُ) وغيره لفظن کي به اُنهن آوازن ۾ ورهائي سگهجي ٿو، جن مان اُهي جڙيل آهن. پر اِنهن آوازن (سُرن ۽ ويندڻن) کي اڪيلي سر پنهنجي ڪا به معنيٰ نه آهي. اُهي جڏهن ڪنهن مقرر ترتيب ۾ اچن ٿا، تڏهن ڪڏهن ڪو معنيٰ ڀريو لفظ ٺاهين ٿا. ڪنهن به ٻوليءَ جي آوازي سرشتي ۾ ننڍي ۾ ننڍو جزو يا ايڪو آهي آواز (Sound, Phone). اُنهيءَ کي پنهنجي معنيٰ نه هوندي آهي، پر اُهو ڪنهن ترتيب ۾ اچي معنيٰ جو اظهار ڪرڻ جي قوت رکندو آهي. ٻئي طرف ٻوليءَ جي وياڪرڻي سرشتي ۾ ننڍي ۾ ننڍو جزو يا ايڪو هوندو آهي 'روپ' (صرف Morph) جنهن کي پنهنجي معنيٰ ضرور هوندي آهي. اُهو يا نه آزاد هوندو آهي (جيئن ته - سنڌ، عالم) يا پروس هوندو آهي (جيئن ته - سُ، دار، م). هاڻي ثابت ٿيو ته هتي ڏنل بيت ۾ جيڪي تيرهن لفظ ڪتب آيا آهن، اُهي اندروني رچنا جي خيال کان هڪ قسم جا نه آهن. اُنهن ۾ هڪڙا لفظ اُهي آهن، جيڪي هڪ روپ يا صرف مان ٺهيل آهن، يعني اُنهن کي ننڍڙن معنيٰ ڀريل جزن ۾ ورهائي نٿو سگهجي. ٻيا لفظ اُهي آهن جن کي ٻن يا وڌيڪ روپن يعني ننڍي ۾ ننڍن معنيٰ ڀريل جزن ۾ ورهائي سگهجي ٿو. هاڻي اچو ته ڏسون ته مٿي ڏنل بيت ۾ روپ يا صرف گهڻا آهن؟

١. سائينم (سائين + م) = ٻه روپ
= ٻه روپ
٣. ڪرين (ڪرْ + اين) = ٻه روپ
٤. مٽي (مٽْ + اي) = ٻه روپ
٥. سنڌ (سنڌُ) = هڪ روپ
٦. سڪارَ (سُ + ڪارْ + اَ) = ٽي روپ
٧. دوستَ (دوستْ + اَ) = ٻه روپ
٨. مٽا (مٽْ + آ) = ٻه روپ
٩. دلدارَ (دل + دارْ + اَ) = ٽي روپ
١٠. عالمَ (عالم + اَ) = ٻه روپ
١١. سڀ (سڀْ + اِ) = ٻه روپ
١٢. آباد (آ + باد) = ٻه روپ
١٣. ڪرين (ڪرْ + اين) = ٻه روپ

اِنهيءَ طرح ڏسبو ته جن بيت ۾ تيرهن لفظ آهن، پر ستاويهه روپ آهن. 'سنڌ' لفظ هڪ روپ مان ٺهيل آهي. هڪ روپ وارن اهڙن لفظن کي سادا لفظ (Simple Words) چئبو آهي. ٻئي طرف اُهي لفظ، جن کي هڪ يا هڪ کان وڌيڪ پروس روپن ۾ ورهائي سگهجي، اُنهن کي مرڪب يا پيچيدا لفظ (Complex Words) چئبو آهي.

هاڻي لفظن جا ٻيا ڪجهه مثال ڏسو:- گهرڏلي، اُترواءُ، خوشبو، ڍڳي گاڏي، هردلعزيز، هرفن مولا اهڙي قسم جا لفظ آهن، جن کي ٻن يا ٻن کان وڌيڪ لفظن ۾ ورهائي سگهجي ٿو. جيئن ته - گهرڏلي (گهر + ڏلي 'گهر جو ڏلي')، اُترواءُ (اُتر + واءُ 'اُتر جو واءُ')، خوشبو (خوش + بوءِ يعني سٺي بوءِ، سڳنڌ)، ڍڳي گاڏي (ڍڳي + گاڏي 'ڍڳي يا ڍڳن واري گاڏي')، هردلعزيز (هر + دل + عزيز يعني هر هڪ دل کي عزيز يا پيارو)، هرفن مولا (هر + فن + مولا يعني هر هڪ فن ۾ مولا يا هوشيار). اُهي لفظ جن کي هڪ

## لفظن جا قسم

لفظ ڇا کي ٿو چئجي؟ لفظن جا رچنا جي خيال کان ڪهڙا قسم آهن؟ اچو ته انهيءَ سوال تي اول ويچار ڪريون. سونهاري شاهه لطيف جي ڪلام مان هيٺ ڏنل بيت ڏسو:-

سائينم! سدائين ڪرين، مٿي سنڌ سڪار،
دوستَ! مِٺا دِلدارَ! عالم سڀ آباد ڪرين.

ڪنهن کان به پڇبو ته هن بيت ۾ ڪهڙا لفظ آهن ته هو هڪدم ڳڻي جواب ڏيندو ته تيرهن لفظ آهن. اِنهيءَ مان صاف ظاهر آهي ته عام طور هر ڪو ماڻهو اُنهيءَ روپ کي لفظ سمجهي ٿو، جيڪو ڳالهائڻ ۾ الڳ اُچارجي ٿو ۽ لکڻ ۾ ٻين روپن کان جدا لکيو وڃي ٿو. حقيقت ۾ 'لفظ' جي سمجهاڻي ۽ پرڀاشا ايتري آسان نه آهي، جيتري هتي محسوس ٿئي ٿي. دنيا ڀر جا ڀاشا وگياني لفظ جي اهڙي عام پرڀاشا اڃا تائين تيار ڪري نه سگهيا آهن، جيڪا سڀني ٻولين ۾ ڪتب ايندڙ لفظن سان لاڳو ٿي سگهي. اِنهيءَ ڪري هتي اسين 'لفظ' جي پرڀاشا تي وستار سان بحث نه ڪري عملي نقطي نگاهه کان اُنهيءَ جي وصف پيش ڪريون ٿا. ٻوليءَ جي رچنا ۾ ڪو به معنيٰ ڀريو روپ، جيڪو عام طور ڳالهائڻ ٻولهائڻ ۾ اڪيلي سر ڪتب اچي سگهي ٿو، تنهن کي آزاد روپ (Free form) يا لفظ (Word) چئجي ٿو. اِنهيءَ مطابق هتي ڏنل بيت ۾ جيڪي تيرهن روپ استعمال ٿيا آهن، اُنهن ۾ هرڪو آزاد روپ يعنيٰ لفظ آهي.

هاڻي اچو ته اِنهن تيرهن لفظن تي وڌيڪ باريڪيءَ سان ويچار ڪريون. ڇا اِهي سيئي لفظ ساڳئي قسم جا آهن؟ ڇا اسين اِنهن سڀني لفظن کي ننڍڙن معنيٰ ڀرين جزن ۾ ڀڃي سگهون ٿا؟ ''سائينم'' لفظ جي ڀيٽ ڏيرم، سهرم، ڀُٽم، ڏاڏيم سان ڪري اسين خاطريءَ سان چئي سگهون ٿا ته اِنهن لفظن ۾ آخري جزي /-م/ جو مطلب آهي ''منهنجو، منهنجا''. اڳيون جزو ''سائين'' پڻ /-م/ کانسواءِ اڪيلي سر ڪتب ايندو آهي. اِنهيءَ مان ثابت آهي ته 'سائينم' لفظ ٻن ننڍن معنيٰ ڀرين ڀاڱن ۾ ڀڃي سگهجي ٿو. ساڳيءَ طرح 'سُڪارَ' لفظ جي ڀيٽ سُپٽ، سُڀَنڌ، سُويل سان ڪري اسين اِنهيءَ کي ٻن جزن ۾ ڀڃي سگهون ٿا، جيڪي آهن: سُ + ڪارَ. (سُ - جي معنيٰ آهي 'سٺو' ۽ ڪارَ جي معنيٰ آهي ڪم، حالت يعني سُٺي، ڀلي حالت). 'دِلدار' لفظ وانگر سنڌيءَ ۾ ٻيا به گهڻيئي لفظ ٺهيل آهن - جاگيردار، پهريدار، مٽيادار، وغيره. اِنهيءَ ڪري هتي /-دار/ جزو ڀڃي الڳ ڪري سگهون ٿا، جنهن جي معنيٰ آهي 'وارو'. اِنهن مثالن ۾ /-م/ ۽ /-دار/ اهڙا ننڍا معنيٰ ڀريا جزا آهن، جيڪي عام طور ڳالهائڻ ۾ اڪيلي سِر استعمال نه ٿيندا آهن. اِهي هميشه ڪنهن ٻئي روپ جي آخر ۾ ڳنڍيل هوندا آهن. ساڳيءَ طرح /سُ-/ به ننڍڙو معنيٰ ڀريو جزو آهي، جيڪو هميشه ٻئي ڪنهن روپ جي شروعات ۾ ڳنڍيل هوندو آهي. ڪو به معنيٰ ڀريو روپ جيڪو عام طور ڳالهائڻ ۾ اڪيلي سِر ڪتب نه ٿو اچي ۽ هميشه ٻئي ڪنهن لفظ يا روپ سان ڳنڍجي استعمال ٿئي ٿو، تنهن کي پرَ-وَس روپ (Bound form) چئبو آهي.

# سنڌي ٻوليءَ ۾ سماسن جي رچنا

## ڊاڪٽر مرليڌر جيٽلي

س

سنڌي اسان جي ماتر ڀاشا آهي. اسين سهج سڀاءَ اُها ننڍي هوندي کان وٺي ڳالهائيندا پيا اچون. پوءِ اسڪولي ۽ ڪاليجي تعليم دوران اُنهيءَ جو وڌيڪ ابياس ڪريون ٿا. اِنهيءَ هوندي پڻ اسانجي ٻوليءَ ۾ رچنا جي خيال کان ڪهڙيون خاصيتون آهن، اُنهن طرف اسان جو اڪثر ڌيان ڪونه ٿو وڃي. سنڌيءَ جي مشهور شاعر نارائڻ شيام سان ڳالهين ڪندي هڪ دفعي ڪِن چيم ته سنسڪرت ۽ هنديءَ جي شاگردن کي سماس يعني مرڪب لفظن جي رچنا ۽ اُنهن جا جدا جدا قسم اسڪولن ۾ سيکاريا وڃن ٿا، پر سنڌيءَ جي وياڪرڻ لکندڙن تعليمدانن اِنهيءَ وِشيه تي خاص ڌيان نه ڏنو آهي. اِهو ٻڌي شيام عجب ۾ پئجي ويو ۽ هڪدم سوال ڪيائين ته سنڌي ٻوليءَ ۾ سماس آهن ئي ڪٿي جو اُهي وياڪرڻ ۾ سمجهائجن؟ اِنهيءَ تي مون کين هڪدم سندس شاعريءَ مان ڪجهه مثال ڏنا. جيئن ته ماڪ ڦڙا ايبل، رنگ رتي لهر، واريءَ ڀريو پلاند، مينديءَ رتا هٿڙا وغيره جهڙا لفظ اوهان ڪتب آندا آهن، اُنهن ۾ ”ماڪ ڦڙا“، ”رنگ رتي“، ”واريءَ ڀريو“، ”مينديءَ رتا“ - اِهي سماس نه آهن ته ڇا آهن؟ پوءِ ته اِنهيءَ وِشيه تي ڊگهو بحث ٿيو ۽ شيام قبول ڪيو ته برابر اِنهن کي سماس يا مرڪب لفظ لکڻ گهرجي. مطلب ته سنڌيءَ جو هڪ عظيم شاعر پنهنجي شاعريءَ ۾ سماس استعمال پيو ڪري پر کيس اِها ڄاڻ به سمڪ نه آهي ته اِنهن لفظن جي رچنا ڪهڙي قسم جي آهي.

ڪن وياڪرڻ لکندڙن ۽ ڀاشا وگيانين سنڌي سماسن جا ٻه - ٽي مثال ڏيئي ڪم ٽاريو آهي. هنن سنڌي سماسن جو تفصيلوار ابياس پيش نه ڪيو آهي. مون سنڌي ٻوليءَ ۾ لکيل پنهنجي تحقيقي مقالي ۾ سنڌي سماسن جي رچنا ۽ قسمن جي وستار سان ڇنڊ ڇاڻ ڪئي آهي. اُنهيءَ مقالي تي سنه ١٩٦٥ ۾ پونا يونيورسٽيءَ 'ڊاڪٽر آف فلاسفي' جي ڊگري عطا ڪئي هئي. سنڌي ٻوليءَ جي ابياس ۾ چاهه رکندڙن لاءِ هتي ٿوري ۾ سنڌيءَ ۾ سماسن جي رچنا ۽ جدا جدا قسمن جو جائزو پيش ڪريان ٿو.


| | |
|---|---|
| نالو | ڊاڪٽر مرليڌر ڪشنچند جيٽلي |
| جنم، تاريخ | حيدرآباد، سنڌ؛ ٧ - ١١ - ١٩٣٠ |
| ڇپايل ڪتاب | اٽڪل ١٥ کن، سنڌي ساهتيه جو اتهاس، سنڌي لوڪ ڪهاڻيون، شاهه جو رسالو هڪ ابياس، سنڌي پهاڪا ۽ محاورا، سنڌي ڀاشا وياڪرڻ. ۽ راشٽريه انتر راشٽريه سيمينارن ۾ تحقيقي مقالا پيش ڪيل، چار شد ڪوش. |
| انعام | سنڌي اڪادمي دهليءَ طرفان انعام ۽ سمان؛ سنتوش سمان ۽ ٻيا ڪيترا سمان. |
| ڌنڌو | سنڌي ڀاشا وڀاڳ پرمک (رٽائرڊ)، دهلي يونيورسٽي. |
| پتو | D-127, Vivek Vihar, Delhi-110095. فون ؛ ( 2146121 ) |

جنهن جي هام انگريزي راڄ جي تعليمي آفيسر گرئريسن پنهنجي هندستاني ٻاشائن جي تفشيش جي رپورٽ ۾ ٻہ پيري آهي. هن صاف لفظن ۾ لکيو آهي تہ ٿر ريگستان جون ڪڇي ۽ ڍاٽڪي ٻوليون سنڌي ٻاشا جا Dialects يعني ٻولڻ جا قسم آهن ۽ اُنهن ۾ سرحد تي هئڻ سبب گجراتي ۽ مارواڙي ٻولين جا لفظ مليل ويا آهن جيئن اڪثر هر سرحد تي ٿيندو آهي. انگريزن سنڌ جي اوپري سرحد جي راڄن کي سنڌ سان ملائڻ اِن ڪري ضروري نہ سمجهيو جو جيسلمير کان وٺي ڪڇ تائين سيني راجواڙن انگريزن کي ڏن ڏيڻ ۽ وقت بي وقت وفادار ٿي رهڻ جي پڪ ڏني هئي. انگريزن کان اڳ۾ پوري واهي پرديش پنهنجو حقيقي نالو سنڌ اِن سبب اَختيار نہ ڪري سگهيو هئو جو قدرت جي بيرحم حملن سبب اٽڪل عيسوي ٻارهينءَ کان ٻارهين صديءَ جي وچ۾ واهي پرديش جي هِن حصي ۾ سنڌو نديءَ جا وهڪرا ئي بند ٿي ويا ۽ سمورو علائقو ريگستان بڻجي ويو. ٿر ريگستان جو ٻاهريون روپ تہ سنڌ کان جدا لڳڻ لڳو پر پرمپرائون، لوڪ گيت ۽ لوڪ ڪٿائون ساڳيون رهيو. اُهي اڄ بہ جئن جو تئن آهن. اِئين پيو لڳي جڻ سنڌين جي ابن ڏاڏن جي آتما ٿر جي واريءَ ۾ دبي پئي آهي.

اَڄ ضرورت آهي تہ سنڌ ڇڏي آيل سنڌي ڀارت جي اندر شامل ٿر ريگستان واري واهي پرديش کي پنهنجي سنڌيت جو علائقو سمجهي اِن کي پنهنجو ڪن ۽ اِنجو وڪاس ڪن ۽ ٿر ريگستان جي رهاڪن جي لاءِ موقعو آهي تہ پنهنجو سنڌ ڇوائڻ جو حق حاصل ڪن. ريگستان جا رهواسي سنڌ مان لڏي آيل سنڌي گڏي آواز اُٿارن تہ واهي پرديش جي هن ٽڪري جي سنڌ سڀيتا يا سنڌيت کي بچائڻ لاءِ هن علائقي کي جدا مرڪزي راڄ ٿاهي اُنجو نالو 'اوپري سنڌ' يا 'ٿري سنڌ' رکيو وڃي ۽ اِن راڄ جي سرڪاري ڪم ڪاج جي ٻاشا سنڌي گهوشت ڪئي وڃي. ٻاشا ۽ سڀيتا جو زنده رهڻ لاءِ پنهنجي ڀوميءَ سان جڙيو رهڻ تمام ضروري آهي.

ڪي سنڌي مُدبر اِئين چوَ ٿا سوچين تہ اسان سموري سنڌ وڃائي ويٺا آهيون تنهن ڪري راڄنيتڪ منچن تان گهرون پيا اُٿارڻ چاهن تہ سنڌين کي جلاوطن سرڪار يا بنا پرديش سرڪار ٺاهڻ جو اڌڪار ڏنو وڃي. جيئن تہ سنڌي سنڌ مان ڌڪيا ڪونہ ويا آهن پر پنهنجي ڀارت جي آزاديءَ خاطر پنهنجن اَباڻن وڻاڻن جو تياڳ ڪري آيا آهن. اُن صورت ۾ جلاوطن سرڪار ٺاهڻ اَنترراشٽريہ سمسيا پئدا ڪندو. ٻيو تہ اهڙي سرڪار اُنهن لاءِ ڪارگر ٿيندي آهي جن کي پنهنجي ديس کان سواءِ ڪو ٺاڻو ٺڪاڻو ڪونہ هوندو آهي ۽ پنهنجي ديس موٽڻ جو جنون دل ۽ دماغ مٿان سوار هوندو آهي. سنڌين جي حالت بلڪل جدا آهي. تنهن ڪري جلاوطن سرڪار يا راڄنيتيءَ ۾ رزرويشن دواران حصو پراپت ڪرڻ ۾ رڳو ڪن ٿورن سنڌي ٻائرن جو فائدو ٿي سگهي ٿو. پر سنڌيت زنده رهڻ ممڪن رڳو ڀوميءَ سان جڙڻ ۾ ئي آهي ۽ اِن لاءِ پنهنجي واراسيل ڀوميءَ کي سڃاڻي سيني جي سامهون آڻڻو آهي.

❖❖❖❖

ءَ تہ ضروري آهي ته پر هر سنڌيءَ لاءِ
اِنگي پنهنجي ذهن ۾ وهارڻ بنھہ ضروري
آهي. ضروري رڳو اِن لاءِ ناهي تہ پنهنجي
اعليٰ ۽ عظيم سڀيتا جنهنجو آحوال سنڌي
'موئن جي دڙي' جي کوٽ مان حاصل ڪري
سگهيا آهيون شرڪمون تو پري، اُن جي
لحاظ جي باري ۾ بہ پوري ڄاڻ رکي، پر
ضروري اِن لاءِ بہ آهي تہ سنڌي پنهنجي
ڌرتيءَ جي ڪنڊ ڪڙڇ جي واقفيت حاصل
ڪري تہ جنهن باهرين حملاورن جو اِتحاس
پڙهندي اِهو تہ سمجهي ٿي تہ اِهو سمورو
سندس ڪشش ۽ ڪشمڪش جو اِتحاس آهي
پر اِهو بہ ڏيان ۾ آڇبس تہ سندس وڏن
ڪڏهن بہ ڪنهن بہ حملاور کي پوري سنڌو
پرديش مٿان قبضو ڪرڻ نہ ڏنو هئو.

مثلن هوئن ۽ يونانين جا حملا تہ
سنڌو پرديش جي راجائن پارت جي
چڪرورتي راجائن وڪرماجيت ۽ چندرگپت
جي رهنمائيءَ هيٺ بلڪل ناڪامياب ڪري
ڇڏيا هئا. تنهن کانپوءِ عيسوي ڇهين صديءَ
۾ عربستان ۾ اِسلام مذهب جي پيدا ٿيڻ
کانپوءِ ستين صديءَ ۾ عربن جا ڪيترا حملا
بہ ناڪامياب ڪيا ويا هئا. سنہ ۷۱۲ ع ۾
محمد بن قاسم (محمد پٽ قاسم جو) جي
اڳوانيءَ هيٺ اَلوڙ جي راجا ڏاهرسين کي
ماري عربن جڏهن سوڀ حاصل ڪئي هئي
تڏهن بہ جنهن پوري سنڌو پرديش مٿان تہ
ڇا پوري واهي پرديش مٿان بہ سوڀ ڪونہ
پاتي هئي. پر ڇاڪاڻ جو عرب ۽ مڏيہ
۽ ا جا ها ملڪ پوري سنڌو پرديش کي
[illegible] يا 'سنڌ' کي 'ه' ۾ بدلي 'هند' چوندا
بن قاسم پنهنجي فتح ڪيل

علائقي کي سنڌ جو نالو ڏيئي اِهو ڀرم
پيدا ڪيو هئو تہ هن پوري سنڌو پرديش
کي جيتيو هئو. عربن اڇڻ سان ئي حماد
ڇيڙيو. جنهن سبب هندن ۾ ياح اڇي پئي
۽ ڪيترا هندو ڄان بچائي سنڌو پرديش
جي ٻين راڄن ملتان، جيسلمير، ڪڇ ۽
ڪاٺياوار ڀڄي ويا ۽ اُن ڀاڄ ۾ سنڌين
پاڻڪي ڪڏهن بہ شرنارٿي محسوس ڪونہ
ڪيو.

واهي پرديش جي اُن سنڌ نالي واري
علائقي مٿان عربن جو راڄ ختم ٿيڻ کانپوءِ
بہ اُن علائقي جي ننڍين راڄن مٿان اِسلامي
راڄ ئي رهيو ۽ تنهن ڪري اِسلامي تواريخ
نويس اُن علائقي کي سنڌ جي نالي سان
ئي ڪوٺيندا رهيا. پارتواسي بہ اِئين ئي
چوندا رهيا. يارهان سؤ سالن کانپوءِ جڏهن
انگريزن اڇي ميرن کان راڄ کسيو تڏهن
انگريزن بہ اُن راڄ تي سنڌ جو نالو قائم
رکيو. ڪجهہ وقت سنڌ کي بمبئي
پريزڊنسيءَ سان ملائي رکيو ۽ وري پوءِ
هڪ ڌار پرانت جو درجو ڏنو.

اِن طرح لڳاتار صدين تائين واهي
پرديش جي اِن ننڍي ٽڪري کي ئي سنڌ
چوندي چوندي رڳو عام ماڻهن جي ڌيان
مان نہ پر اِتهاسڪارن ۽ ڄاگرافي جي
ماهرن جي ڌيان مان بہ وشال سنڌو پرديش
جو نقشو نڪري ويو آهي. جمون ڪشمير
سرحدي پرانت ۽ پنجاب پنهنجي ليکي
پرانتن جي روپ ۾ اڇي ويا آهن. پر سنڌ
نالو پوري واهي پرديش کي ڪونہ ڏنو
ويو. جيتوڻيڪ اِن پوري واهي پرديش
جي رهڻي ڪرڻي ۽ ٻولي سنڌي هئي.

# سنڌو پرديش ۽ سنڌي

## گوبند حڪماڻي 'جيوت'

ڀارت ورش جي ست يگ ڪال کان وٺي اڄ تائين لڳاتار وهندڙ سنڌو نديءَ اُتر ۾ هماليه پروت ۾ ديولوڪ جهڙو نظارو پيدا ڪندڙ مانسروور مان نڪري ٿي. لداخ ۽ ڪشمير مان لنگهندي .... وٽان ڪابل نديءَ جو پاڻي کڻندي ۽ پنج ند کيتر (پنجاب) جي پنجن ندين جيهلم، چناب، راوي، بياس ۽ ستلج کي پاڻ ۾ سمائي ملتان کان ١٦٠ ڪن ڪلوميٽر ڏکڻ ۾ پنچند وٽ اهڙو ته وشال ڦوليل روپ ڌارڻ ٿي ڪري جو پنهنجي سنڌو يعني سمنڊ نالي کي سچو ثابت ٿي ڪري. آدي ڪال کان وٺي اڄ کان گويا اٺ يا نوَ صديون پهرين تائين به سندس اهو اديت روپ قائم هئو ۽ اِن روپ ۾ جڏهن هيٺ سڌي سپاٽ علائقي مان وهڻ لڳندي هئي ته ڪيترن وهڪرن ۾ ونڊجي ويندي هئي. هڪدم اولهه ۾ مکيه سنڌو وهڪري کانسواءِ ٻيا هئا محراڻ، هاڪرو ۽ گاگرو وغيره. اِهي سڀ وهڪرا گڏجي ڪراچيءَ کان ڪڇ ۽ سوراشٽر تائين ويڪر واري ڪيٽي کي سرسبز ڪندا وڃي ڏکڻ ۾ سنڌو ساگر(عربي سمنڊ) ۾ پوندا هئا.

اِهو سنڌو نديءَ ۽ اُن ۾ سمائيندڙ سي...
ندين جو کيتر سنڌو گهاٽي يا سنڌو ماٿر...
چوائيندو هئو. اِنهيءَ کيتر کي دنيا سي...
منش سڀيتائن ۾ پراڻي ۽ اوائلي سڀي...
سنڌو ماٿريءَ جي سڀيتا جو هندورو ڪوني...
آهي ۽ اَسانجي شاسترن ۾ اِنکي سن...
پرديش چيو ويو آهي. اِن پرديش جون
حدون ڏنل نقشي ۾ ڏيکاريل آهن : اُت...
۾ هماليه جو ڪاراڪورم پربت، ڏکڻ ۾
ديول بندر کان وٺي کنيات جي کاهيءَ
تائين ڦهليل سنڌو ساگر. اولهه ۾ هندوڪش،
سلئمان، کيرٿر جبلن جون قطارون، اوڀر ۾
يمنا گهاٽي، آراولي پهاڙ ۽ سرسوتي نديءَ
جي گهاٽي. چندر گپت ۽ چاڻڪيه جي
زماني ۾ اِهو پرديش ٽن حصن ۾ ورهايل
هئو. اُتر ۾ پهاڙي کيتر (تکششلا، جمون،
ڪشمير)، وچ ۾ پنچند کيتر (پنجاب) ۽
ڏکڻ ۾ وهڪرن وارو علائقو واهي پرديش.
هر هڪ حصي ۾ کيترا ئي ننڍا راڄ يا
جنپد هئا. پر سڀني جي سڀيتا ۽ سنسڪرتي
هئي سنڌو.

سنڌو پرديش جي اِن نقشي کي
سمجهڻ ۽ ياد رکڻ هر اِتهاس جي وديارٿيءَ


| | |
|---|---|
| نالو | : گوبند حڪماڻي 'جيوت' |
| جنم، تاريخ | : |
| ڇپايل ڪتاب | : |
| انعام | : |
| پيشو | : |
| پتو | : B - 16, Bhavani Singh Marg, JAIPUR - 302001 |

# سنڌو پرديش ۽ سنڌي

## گوبند حڪماڻي 'جيوت'

ڀارت ورش جي ست يگ ڪال کان وٺي اڄ تائين لڳاتار وهندڙ سنڌو ندي اُتر ۾ هماليه پروت ۾ ديولوڪ جهڙو نظارو پئدا ڪندڙ مانسروور مان نڪري ٿي. لداخ ۽ ڪشمير مان لنگهندي .... وٺان ڪابل نديءَ جو پاڻي کڻندي ۽ پنڇ ند کيتر (پنجاب) جي پنجن ندين جهيلم، چناب، راوي، بياس ۽ ستلج کي پاڻ ۾ سمائي ملتان کان ١٦٠ کن ڪلوميٽر ڏکڻ ۾ پنچند وٽ اهڙو ته وشال ڦوليل روپ ڌارڻ ٿي ڪري جو پنهنجي سنڌو يعني سمنڊ نالي کي سچو ثابت ٿي ڪري. آدي ڪال کان وٺي اَڄ کان گويا اَٺ يا نوَ صديون پهرين تائين به سندس اهو اديت روپ قائم هئو ۽ اِن روپ ۾ جڏهن هيٺ سڌي سپاٽ علائقي مان وهڻ لڳندي هئي ته ڪيترن وهڪرن ۾ ونڊجي ويندي هئي. هڪدم اولهه ۾ مکيه سنڌو وهڪري ڪانسواءِ ٻيا هئا مهراڻ، هاڪرو ۽ گاگرو وغيره. اِهي سڀ وهڪرا گڏجي ڪراچيءَ کان ڪڇ ۽ سوراشٽر تائين ويڪر واري کيتي کي سرسبز ڪندا وڃي ڏکڻ ۾ سنڌو ساگر (عربي سمنڊ) ۾ پوندا هئا.

اِهو سنڌو نديءَ ۽ اُن ۾ سمائيندڙ سيني ندين جو کيتر سنڌو گهاٽي يا سنڌو ماٿري چوائيندو هئو. اِنهيءَ کيتر کي دنيا سيني منش سڀيتائن ۾ پراڻي ۽ اوائلي سڀيتا سنڌو ماٿريءَ جي سڀيتا جو هندورو ڪوٺيو آهي ۽ آسانجي شاسترن ۾ اِنکي سنڌو پرديش چيو ويو آهي. اِن پرديش جون حدون ڏنل نقشي ۾ ڏيکاريل آهن : اُتر ۾ هماليه جو ڪاراڪورم پربت، ڏکڻ ۾ ديبول بندر کان وٺي ڪنيات جي ڪاهيءَ تائين ڦهليل سنڌو ساگر. اولهه ۾ هندوڪش، سليمان، کيرٿر جبلن جون قطارون، اوڀر ۾ يمنا گهاٽي، اَراولي پهاڙ ۽ سرسوتي نديءَ جي گهاٽي. چندر گپت ۽ چاڻڪيه جي زماني ۾ اِهو پرديش ٽن حصن ۾ ورهايل هئو. اُتر ۾ پهاڙي کيتر (تڪششلا، جموں، ڪشمير)، وچ ۾ پنچند کيتر (پنجاب) ۽ ڏکڻ ۾ وهڪرن وارو علائقو واهي پرديش. هر هڪ حصي ۾ کيترا ئي ننڍا راڄ يا جنپد هئا. پر سيني جي سڀيتا ۽ سنسڪرتي هئي سنڌو.

سنڌو پرديش جي اِن نقشي کي سمجهڻ ۽ ياد رکڻ هر اِتهاس جي وديارٿيءَ


نالو : گوبند حڪماڻي 'جيوت'

جنم، تاريخ :

ڇپايل ڪتاب:

انعام :

پيشو :

پتو : B - 16, Bhavani Singh Marg, JAIPUR - 302001

فهرست

# ليک


| نمبر | نالو | وشيه | صفحو |
| --- | --- | --- | --- |
| ١. | گوبند حڪماڻي ”جيون“ | سنڌو پرديش ۽ سنڌي | ١ |
| ٢. | ڊاڪٽر مرليڌر جيٽلي | سنڌي ٻوليءَ ۾ سماسن جي رچنا.. | ٤ |
| ٣. | پوپٽي هيراننداڻي | سنڌي زال - سنڌ ۾ ۽ هند ۾ | ١٦ |
| ٤. | ڊاڪٽر نارائڻ ”ڀارتي“ | شاهه جي سورمي ’مومل‘ | ٢٢ |
| ٥. | گنگارام سمرات | راجا ڏاهر هاريو يا کٽيو | ٢٨ |
| ٦. | ڊاڪٽر هوندراج بلواڻي | ايشورچندر جو ٻال ساهتيہ ۾ يوگدان | ٣٣ |
| ٧. | سلامتراءِ ڪرٻاڻي | آخر آسان جو وجود ڪيستائين | ٣٩ |
| ٨. | لڇمڻ ڪُڪريجا ”مسافر“ | سنڌ جو راجا وير | ٤٦ |
| ٩. | پروفيسر مينا روپچنداڻي ۽ پروفيسر گوپ روپچنداڻي | سنڌي سڀيتا | ٥٠ |
| ١٠ | ڊاڪٽر ارجن ٻجلاڻي | ڪرمن جون ڪڙيون | ٥٣ |
| ١١ | منوهر نهالاڻي | شري هري موٽواڻي ”سنڌي“ | ٥٦ |
| ١٢ | جيٺو لالواڻي | ٻنيءَ ۾ شاهه ڀٽائيءَ جو ادب | ٦١ |
| ١٣ | ڊاڪٽر نانڪرام ايسراڻي | آرڪشڻ - راحت نہ پر هڪ روڳ | ٦٥ |
| ١٤ | واسديو سيرناڻي | سنڌي ٻوليءَ جي شُڳنڌِ | ٦٧ |
| ١٥ | ايسر سنگهہ بيدي | سنڌي سورويرن جو اتهاس | ٧١ |
| ١٦ | چندرا ديوي | ٻڍاپي ۽ ٻڍا آشرمن تي هڪ نظر | ٧٣ |
| ١٧ | ماستر گيلارام رائچنداڻي | آزاديءَ ۽ اسان سنڌين جو قهري ڪال | ٧٥ |
| ١٨ | آتمارام گوپلاڻي | موت جو ڊپُ ڇو؟ | ٧٨ |
| ١٩ | ڊاڪٽر هنس يوڄراج | ڪراچي شهر جون يادگيريون | ٨٠ |
| ٢٠ | پريملتا عيدناڻي | ڀڳوان جهوليلال | ٨٣ |
| ٢١ | هندوجا نند آنند | شعر، شاعري ۽ شاعر | ٨٧ |
| ٢٢ | ڊاڪٽر موتيلال جوٽواڻي | پنهنجي پنهنجي حصي جي ذميواري | ٨٩ |

# موتيرام رامچندائي ’باغي‘ جو غزل

محبت جي ملي نٿي، پوءِ ڪرين پيار ڇو؟
ٻٽيو پيار واپار، پوءِ ڪرين اظهار ڇو؟

ملي نہ جي دل سان دل، ڪٽڻ جيون آ مشڪل،
اهڙن مان اميدن جو، پوءِ ڪرين انتظار ڇو؟

خبر بہ اٿئي دوست، اڄڪلهہ جي اُلفت جي،
اڄايو عشق ڪي تون، پوءِ ڪرين خوار ڇو؟

رکي ڇا تون ڪنهن جي، پاڳلن جيان ڦرين ٿو،
ملڻ جي نہ آهي آش، پوءِ ٿين غمخوار ڇو؟

پيار ڪرڻ سان جي، ملي ٿي خواري هِت،
اهڙو اڄايو ”باغي“، پوءِ ڪرين واپار ڇو؟

نالو : موتيرام رامچندائي ”باغي“
جنم، تاريخ : هيرپور خاص، ٩-٥-١٩٣٣
ڇپايل ڪتاب: مهڪندڙ موتي، ٻهڪندڙ موتي، ڇهڪندڙ موتي، انمول موتي، سورن سندي سوغات.
انعام :
پيشو : ليکڪ ۽ جرنلسٽ
پتو : ١/ ١٤ اي. وارڊ، نيو بنگلو ايريا، سهج پور بوگا، احمد آباد- ٣٨٢٣٤٥.

هيملتا بجاج جو آزاد نظم

# بي قدر مرد

جڏهن جڏهن تو جنم ورتو جڳ [illegible]،
هر جنم ۾ جڻيين ناريءَ جي ڪُک مان،
ماءُ به ناري ڀيڻ به ناري پتني به ناري،
پوءِ به ظلم ڪري رهيو آهين ناريءَ تي،
پنهنجي ئي ماءُ-ڀيڻ، ڌيءُ ۽ زال تي،
هي اَتياچار ڪري رهيو آهين!

ڄائيين ماءُ جي ڪُک مان،
پالجي ڳذاريئه ڀيڻ سان،
جواني مائيئه محبوبا سان،
ٻڌاپو ڳذاريئه زال سان،
پوري جيون ۾ شڪ پائيئه ناريءَ سان،

ويئتر احسان فراموش آهين تون،
وري به اَتياچار ڪري رهيو آهين ناريءَ تي
اگر ناريءَ کي پيار ڏيندين ته لڇمي ايندءِ
اُها به ناري آتشي!
اگر ظُلم ڪندين ته چنڊيءَ جو روُپ
ڌاري تنهنجي مٿان قَهر ڪندي،
اُها به ناري آتشي!

تنهنجي زندگي رهين ناريءَ سان ڳنڍ
اي اَحسان فراموش مرد،
ناريءَ کي مانُ ۽ عزت ڏي،
تون اَنجي مهانتا کان بي-خبر ناهين،
اَتياچار ڪرڻ بند ڪر
نه ته ڪنهن ڏينهن لوڪر ڪاليدين!

# پوءِ ئي سوچيندا سين..

پوءِ ئي سوچينداسين- ورهاڱي جو ڇا درد آ.

١. ماڙيون ماڙا اڏيون پيا
ڦاهيون مال مڏيون پيا
وقت ڪٿي آ سوچيون ويٺا
ورهاڱي جو ڇا درد آ
پوءِ ئي سوچينداسين- ورهاڱي جو ڇا درد آ.

٢. نيتا آفيسر آهيون اڄ
لٽيل فٽيچر ڦاهيون اڄ
احساس ڪونهي اڄ اسان کي
ورهاڱي جو ڇا درد آ
پوءِ ئي سوچينداسين- ورهاڱي جو ڇا درد آ.

٣. جلسا جلوس گهڻا ٿين
ڏڻ وار به گهڻا ٿين
بس اِهوئي وسري وڃي
ورهاڱي جو ڇا درد آ
پوءِ ئي سوچينداسين- ورهاڱي جو ڇا درد آ.

٤. مهڪ مٽيءَ جي مٺي آ
وطن ۾ به ٻُڌي آ
آهي سگهي سنگهي تڏهن
اُٿندو جڏهن ڪوئي مرد آ
پوءِ ئي سوچينداسين- ورهاڱي جو ڇا درد آ.

٥. صدين کان ڏسي ڏاهر توکي
فهمائش ڪري ڪنور توکي
تهذيب بچاءِ پنهنجي سنڌي
'پرائي' نه ٿي همدرد آ
پوءِ ئي سوچينداسين- ورهاڱي جو ڇا درد آ.

٦. هيمون هوشو ياد ڪر
شاه سچل آباد ڪر
سار سنڌڙي جيجل کي
دل ۾ رکي درد آ
پوءِ ئي سوچينداسين- ورهاڱي جو ڇا درد آ.

٧. سنڌيءَ ۾ آهه آس وڏي
ڇني نه ڏيندو ماڻ کڏي
لکي ساڌ ٻيلي ويندو وري
سنڌي جوان مرد آ
پوءِ ئي سوچينداسين- ورهاڱي جو ڇا درد آ.

٨. ٿي سڄاڻ سنڌي سڄڻ
لڳ نه پنهنجن کان پڄڻ
منڙي ٻولي ٿي ماءُ جي
هيءَ ويل وڏي ٻي درد آ
پوءِ ئي سوچينداسين- ورهاڱي جو ڇا درد آ.

نالو : نند لعل پرسراماڻي
جنم، تاريخ : سُلطان ڪوٽ، سنڌ: ١٠-٦-١٩٣٣
ڇپايل ڪتاب: پر...، جليل پياس، خواب خيالءَ ڪل، اپراجت ڪهاڻيون، پيڳي لمحي.
انعام : راجستان سطح تي ڪهاڻين تي.
پيشو : رٽائرڊ سيڪنڊري هيڊ ماستر
پتو : گوپال اور ڪمليش چتر شالا، سلومبر، ٣١٣٠٢٧ (راجستان)

# ڪشن ٻجاڄ جو غزل

١. نياڻي نہ ناتو - نہ ڪير ڪا شڪايت
اڳتي اچي ورجائين تہ نہ ها.

٢. ڪريس پي ڪريس پي ڪرڻ ڏين ها موتکي
سيني ۾ سمائي - سنڀالين تہ نہ ها.

٣. گلال ابير جا سڀ رنگ منظور
پر پالڻ ۾ پياري - پسائين تہ نہ ها.

٤. وسائڻ ڏينو روز ڪم آ تنهنجو
روايت وسائڻ جي - گسائين تہ نہ ها.

٥. سمهيو پيو هنس منجهن اونگو پلنگ تي
لڪ لڪ ڪري در - کرڪائين تہ نہ ها.


نالو : ڪشن ٻجاڄ
جنم، تاريخ : ٽنڊو آدم، سنڌ؛ ١٧-٨-١٩٣٨
ڇپايل ڪتاب: هڪ ٻہ نہ
انعام : راجستان سنڌي اڪادمي طرفان ١٩٩٧ ۾ ڇپايل ڪتاب ۾
پهريون انعام حاصل ڪيل.
مشغلو : پرائيويٽ نوڪري
پتو : ٧٣، شڪتي نگر، اديپور - ٣١٣٠٠١

## شرد 'ديوانا' شرد جو غزل

چئو ٻيلي ڪولي، چوڻُ جيڪو چاهيو
ڀرولين جي ڀولي نه ڀولي منجهايو

سوين سوُرَ سانديِ، هلوُن پيا اندر ۾
ڏيئي چو ڏوراپا، جگرُ پيا جلايو

اَسان ڪين ڪنهنجي ڪڏهن دِل دُکائي
ڀلا ڇو خفا تيِ، رهو پيا اَجايو.

سَيئي عمر سهوُن پيا، ڏِنَوَ جي اَسانکي
گهايلَ دليُن کي، نه ايڏو سَتايو.

سمُجهيِ سَگهياسين، نه ڪڏهين توهانکي
نه مِٺَن سان ماريو نه دِلڙيِ دُکايو.

اَسانکي پيروَسو، رهيو آهي رهندو
نِيائي ڏِسو جيئَن، اَسان پڻ نِڀايو.

ٺاهِڻُ سِکياسين، نه ڊاهِڻُ اچي ''شَرِدَ''،
نَفِرت کديِ پيارُ دِل ۾ جڳايو.

| | | |
|---|---|---|
| ناَلو | : | شرد ديوانا شرد |
| جنم، تاريخ | : | ٺٽ هوتچند، تعلقو ٺاروشاه، ضلع نواب شاه، سنڌ؛ ٩-٦-١٩٣٧ |
| ڇپايل ڪتاب | : | سُريلي سُرهاڻ، ساروڻ سنيارون، ڳوڙهن سنديون ڳالهڙيون. |
| انعام | : | |
| پيشو | : | سرڪاري نوڪريءَ مان رٽائرڊ |
| پتو | : | بي.-١٣٩، سنڌي ڪالوني، راجا پارڪ، جئپور -٣٠٢٠٠٤. |

## ساڌو موتيرام ’سائل‘ جا ڏوهيڙا

(١)

سوين آهن سير ۾ مائڪ موتي لعل
سائل پائين تا اُهي پيتا جي پاتال
ملندا تن کي مال، شيوا ڪئي جن سمنڊ جي

(٢)

سنڌي منهنجي ٻولي، سنڌي منهنجي ماءُ
سنڌي منهنجي سيتا سنڌي پانيان پاءُ
سنڌيت ساڻ لڳاءُ ”سائل“ آهي صدين کان

(٣)

ڪنوررام جي قرب جو مان ڪيئن ڪيان بيان
آيو هو آڪاش مان تي ڌرتيءَ تي انسان
نياز نمرتا ويو رکي هو ٿئي وڏو ٿِنوان
ڪيڙو خود پڳوان ’موتي‘ ساريءَ سنڌ جو

(٤)

سنڌوءَ جي ڌارا مان نڪتي سٺي سندر ٻولي
ملي ورهاست ۾ مونکي سا منڙي سنڌي ٻولي
ماءُ ڏني جت لولي سا هئي مٺڙي سنڌڙي

(٥)

سٺي سنڌي ٻوليءَ جو هنئين منجهه هڳاءُ
سنڌي ٻي ٻولي چوي ٻَبرو آهي پاڙ
ڪيئن نه اڄ ڪَبڪا ’سائل‘ سنڌين کي ڏسي

(٦)

ڪونهي ڀڄالهو قرب مان ماڙون جو احوال
اينڌي ويندي تو ڏٺا هو ڪيڙو ٿي خوشحال
مان جت قابو قيد ۾ هت ماڙون چاڙين مال
ڪيرڪير جي ڏيو مونکي ڪونهي مٺي اختيال
ملڻ آهي ته مُحال جيڪي جانيڻ سان

نالو : ساڌو موتيرام ”سائل“
جنم، تاريخ : ڳوٺ ٺٽو ضلع ميرپور خاص، سنڌ، ١ - ١ - ١٩٣٢
ڇپايل ڪتاب: گيتن ڪلين جا گلدستا، موتي محراڻ جا، موتيءَ جي مهڪ، گل ڪرڻا گلاب جا - ڪويتائن جو مجموعو.
انعام : ڪيترين ئي سنستائن ۽ ادارن طرفان سنمان حاصل ڪيا.
پيشو : ٻَنا ٻڌل اسٽيٽ ڊيپوٽ، آڪاشوالي ۽ دوردرشن تي پروگرام پيش ڪيا
: سيڪٽر ٣-ڊي-٢١٠، جواهر نگر هائوسنگ بورڊ، ٿلهور ٣٠٢٠٠٤

# راهگير

پُڇيو گوالير ۾ مونکان راهگير،
ڇو ميلان ميل هِتي هُتي هلي رهيا آهيو
ڇو هتي تا وقت وڃايو
هلڻ کين ٿيندو سڄايو
وڃايو وقت تا اڃايو اڃايو

نہ سمجهو مون راهگير ڇوڻ ڇاٿو ڇاهي
ٻلڻ منهنجو ڇو بيڪار آهي
اتبن سنڌي هتي بي ٻولي ڳالهائين
ٻوليءِ ۾ گيت هتي هرڪو گُنگُنائي

زمانس ٻڌ يار اڄ- ڪن تون لائي
ڄ کين جيڪو سو پڪ سنڌي آهي
ي وفادار جنبن پنهنجو سڀ ڪجهہ لُٽايو
ٻٽي هيمون ڪالاڻي سڀ ڪجهہ مٽايو

فلم ۾ ڏس تون ساڌنا ۽ ببيتا
وري ڏس حسن ۾ يمياڻي ڪوينا
تون ڏس راجسيا ۾ هير ڪرپلاڻي
۽ هاڻ آهي لعل ڪرشڻ آڏواڻي
لتا کان نہ گهٽِ هئي پگوتني ناواڻي

هتي آهن انيڪ سنڌيءَ جا شائق
امر آهن ساهتيہ ۾ سدائين
فخر سان ڪنڌ ڪٽي سنڌي ٿا سڏائين

امر آهي منهنجي سنڌي ٻولي
تون ’گُلشن‘ جي ڳالهين تي ويچار ڪر
تون ڇئہ مان سنڌيتون سنڌي هو سنڌي
مان سِڪندس هنديءَ سان گڏ سنڌي

نالو : لڇمڻداس ڪيشواڻي ’’گلشن‘‘
جنم، تاريخ :
ڇپايل ڪتاب:
انعام :
پيشو :
پتو : ڪيشواڻي ڀوَن، انسائيڊ اِتوارا، ڀوپال.

# احساس جي پڻڪن

تمام
صدين جو بار
ڪلهن تي ڪٽي !
هلي رهيو آهيان !
هيءَ
احساس جي پتڪن
سيني جي جلن
وڃي نہ ٿي.
تمام
آنسن جا ساگر
مون پي چڙيا آهن،
پوءِ بہ
زندگي ڪندي رهي
مزاق مونسان
ڪوئي
راهہ پتڪي نہ وڃي
اِهو سوچي
ڏٺيو بٽجي
پرندو رهيس
پر پوءِ بہ
زماني کي
رهي شڪايت.....


نالو :پريمچند چيلواڻي
جنم، تاريخ :
ڇپايل ڪتاب:
انعام :
پيشو :
پتو :پلاٽ نمبر بي-۲۱، فليٽ نمبر - ٽي-۳، لڏارام اپارٽمينٽ-۲، قوم-ئي-فدا، ڀوپال

# منگهارام 'ديوانو' جون رُباعيون

(١)

پرپو ڏلي تنهنجي دنيا، ڏنا تنهنجا رنگ،
ڪتي آهن جهيڳڙا تہ ڪتي باهين جا رنگ،
'ديوانا' ڏرم نہ تو سيڪاري پاڻ وڙهڻ،
ڇڏيو وير وروڌ جو هميشه توهان سنگ.

(٢)

ناهي زندگي ۾ اڄ مزو، ٻڌ منهنجا يار،
آهيان پيار جو پياسو، ٻڌ منهنجا يار،
'ديوانا' جيئڻ ٿيو آهي هاڻ جنجال،
ڪائي اڪيلائپ ٿي اڄ، ٻڌ منهنجا يار،

(٣)

ڏسو ملڪيت تان ٿين ٿا اڄ خوب جهڳڙا،
ٻچن ٿا ڪورٽ ۾ جي، ڪري اڄ خوب جهڳڙا،
'ديوانا' آهن پاڻ ۾ جي تہ سڳا ڀائر،
ٿيو ڀائرن ۾ وير، جي ڪن اڄ خوب جهڳڙا.

| | |
|---|---|
| نالو | : برهم کتري منگهارام ''ديوانو'' |
| جنم، تاريخ : مانلي، سنڌ؛ ٢-٩-١٩٣٩ | |
| ڇپايل ڪتاب، ١٣ ڪتاب سنڌيءَ ۾، ٣ ڪتاب گجراتي ٻوليءَ ۾. | |
| انعام | : هڪ ٻہ نہ |
| پيشو | :اگربتين جو |
| پتو | :سوامي ليلاشاہ اگربتي ورڪس، جيوتي ڀاڄي مارڪيٽ پٺيان، جگاوارا روڊ، ڄيتپور ٢٦٠٢٧٠ |

دنيا کي گبرجي پائيچارا - منهنجو جيون جل جي ڌارا.
صدين تائين وهندي رهندس - ''مسافر'' کي اِهو پيغام ڏيندس،
ملندس وڃي محبوب سان - ڪيئي بندر جا ڪٽي ڪنارا،
منهنجو جيون جل جي ڌارا.- منهنجو جيون جل جي ڌارا.

.... ڪيول هرناڻي 'مسافر' جون رُباعيون

اونچي عمارت کي ڏاهي نه سگهياسين،
جهوپڙي به پنهنجي بڻائي نه سگهياسين،
خوابن ۾ اسان محلات اڏيا جي،
حقيقت ۾ اُنهن کي ڍاهي ڇڏياسين.

ڇا سان شوڪت جو هو وڏن ۾ خمير،
قول تي مرندو هو غريب ۽ امير،
هي وهنوار جو دستور جهونو ٿيو،
اڄ نئين ۾ وڪامي پيو اِنساني ظمير!

**ڪيول هرناڻي ’مسافر‘ جو نظم**

# سنڌو

مانسروور مان منهنجو اُدگم ٿيو - هند سنڌ سان منهنجو ناتو جڙيو،
سڀيتا جا جتي وڃيا نغارا - منهنجو جيون جل جي ڌارا.
ننڍڙو سرو لداخ ۾ - اڳتي اڳتي وڌيس همٿ ۾،
هاريس پوکيون پنيون ٻارا- منهنجو جيون جل جي ڌارا.
پنجاب منهنجو پنهنجو آهي - سنڌ منهنجو هردو آهي.
هاري کٽيس جتي آبارا - منهنجو جيون جل جي ڌارا.
مالڪ موتي منهنجي من ۾ - ڪوٽ نہ اچي ڪڏهن ڏن ۾،
پريا پيا آهن پنڌارا - منهنجو جيون جل جي ڌارا.
ساوڻ منهنجو سالي آهي - ڳائي ملهار سرندو وڄائي،
ملاحن جا سي نغما پيارا - منهنجو جيون جل جي ڌارا.
سنڌو منهنجو نالو آهي - سنڌين جي لي ياد ستائي،
هر سال اُلن ٿا غبارا - منهنجو جيون جل جي ڌارا.
مون ڪنهنکي ڪين وساريو - ناتو سڀني سان آهي نڀايو،
ياد اچن ٿا سي نظارا - منهنجو جيون جل جي ڌارا.
منش جي من جو ٿاهہ ناهي - جتي پلاڻيءَ جو ٿاهہ ناهي،
’اُتي‘ وس پيا انگارا - منهنجو جيون جل جي ڌارا.
مونکي پنهنجو غم ناهي - منهنجو جيون پين لاءِ آهي،

.......... ..........


نالو : ڪيول هرناڻي
جنم، تاريخ :
ڇپايل ڪتاب:
انعام :
پيشو :
پتو : هائوس نمبر ۱۴۹/۰۲، سامهون اين. آر. آئي. ٽئگور پبلڪ اسڪول مانسروور، جئپور- ۳۰۲۰۲۰

## سچل جئسنگهاڻي جو غزل

١. نانگن جي ٻر ۾ هٿ وڌو ناهي اِئين ٻہ ناهي
ڪنهن نانگ ڏنگ هنيو ناهي اِئين ٻہ ناهي

٢. ٻوڙڻ -سهڪڻ - دل جو ڌڙڪڻ
مون ڪوڙو ڀڳو ناهي اِئين ٻہ ناهي

٣. اُداس شام اڪيلو من وياڪلتا
دل جي سنيارن ۾ شيام هوندو ناهي اِئين ٻہ ناهي

٤. ڇا ٻڌان ۽ ڇا ٻڌايان مان آخرين گهڙيءَ
ملڻ ڪو هن گهڙيءَ آئيو ناهي اِئين ٻہ ناهي

٥. ڌرتيءَ جي درد جو مونکان پڇُ
ٻي وسيءَ ڪان رنو ناهي اِئين ٻہ ناهي

٦. اڄ - اڄ منهنجي ذات اَڄ
تو ڪو گُل ڏنو ناهي اِئين ٻہ ناهي


نالو : سچانند(سچل) گورڌنداس جئسنگهاڻي
جنم، تاريخ : رتوديرو ضلع لاڙڪاڻو، سنڌ؛ ١٢ - ١٢ - ١٩٣٣
ڇپايل ڪتاب: الڳ الڳ مخزنن ۽ رسالن ۾ شايع ٿيل ڪويتائون.
انعام : ڪيترين سنستائن ۽ ادبي ادارن ۾ سنمانت ٿيل.
پيشو : پنهنجو ڪپڙي جو واپار.
پتو : شاپ نمبر-٢٣٣، مين بازار، اُلهاسنگر - ٤٢١٠٠٢.

# ديش جا دشمن

منيون منيون ڳالهيون آهن ڪڍنديون ترا
دنيا جي داون ڪان بچجانءِ ذرا

١. وير ولڻ ۾ وير نہ ڪن
خون ڪرڻ ۾ دير نہ ڪن
مطلب وارا، اندر جا ڪارا
منهن جا مٺا پر اندر ڇرا.
منيون منيون ..............

٢. ڪي وري ديش جا دشمن ٿئي
اسان جي وچ ۾ ڪي جئچند ٿئي
ملڪ غداري، ڪن ٿا عياري
آفت آڻي ۽ ڪڍن ارا
منيون منيون ..............

٣. ڪين ڪڍهن ڪن ڪنهجو ڀلو
ڀلي ڪنڌڙ جو ٿا ڪٽن گلو،
ڪن ٿا پچارون - ڏين ٿا گاريون
روز پيا ڪن ڪم تہ ٻرا
منيون منيون ..............

منيون منيون ڳالهيون آهن ڪڍنديون ترا
دنيا جي داون ڪان بچجانءِ ذرا

نالو : ڪندن لعل واسواڻي
جنم، تاريخ : مورو تعلقو شهدادپور، ضلع نواب شاه، ٢١-١٢-١٩٢۴
ڇپايل ڪتاب. تسليم شاعر
انعام :
پيشو : رٽائرڊ آفيسر
پتو : بي - ١٢، نيو ڪوارٽرس نمبر - ١٣٥، سنت هردارام نگر، ڀوپال - ٦٢٠٣٠.

(٣)

چوچريءَ ڪاڏي اِها چنتا،
ڪائيندي رهندي توکي
نه هلندي جي حوصلي سان،
سينو سنيالي لوکي
توکي جڳائي ڪٽڻ،
سوچي سمجهي هر قدم
ان لاءِ تڙڪندي تون،
سک دک درد ''پريتم''

(٤)

چاهين چاهيان چاهين،
چاهنا تنهنجيءَ جو ناهي سوال
ناهي ڪجهو وس واري ڪان،
ڪڏهن تنهنجو جو ٻيي حال
تون خوش رهي هر حال ۾،
گذار زندگيءَ جا دم
اهڙي رهڻيءَ ۾ پنها،
آتي ڪي راز ''پريتم''

(۵)

چڻا چوَن جيڪي توکي،
سدائين سو مچڻ گهرجي
نه رڳو هوڏ پنهنجيءَ تي،
ڪڏهن ٻيي هلڻ گهرجي
تهان پوءِ جيوت تو لاءِ،
چت شانتي رهندي هردم
آه شڪر سان ئي گهاڙڻ،
صحي زندگي ''پريتم''

# چنتا ئي چنتا

(۱)

چنتا ساگر ۾ ٻڏل آهي،
هر جيو کي تو ڏسان
نه رڳو توکي ئي،
خود پاڻ کي بي تو ڏسان
تري پار پوڻ لاءِ،
ونڻو ئي آ هوش کان ڪم
اهڙي سهڻي صلاح کي ئي،
اپناءِ تون ''پريتم''.

(۲)

چنتونا جي چڪيا ۾ پاڻ کي،
پيو تو جلائين تون
نٿو عقل کان ولين ڪم،
دل دماغ ھلائين تون
توکي ڪرمن جو ڦل ته،
ڏيڻو ئي پوندو دم بدم
اِن ڪري تيڻ بي همت
سونهين نه توکی ''پريتم''

نالو : تيرٿ هڱوراڻي ''پربتم''
جنم، تاريخ :
ڇپايل ڪتاب:
انعام :
پيشو :
پتو : ۲۰۴/۷، ورسووا ويو، سي. ايڇ. ايس، فور بنگلو، انڌيري (ويسٽ)، ممبئي - ۴۰۰۰۵۳

# هوڪو

وڏو ساهتڪار پل هُج تون
پر
هوڪو مور نہ ڏي
جو
هوڪا هت
اڳ۾ ئي آهن خوب وڏيل
اُنهن جا جي
ڄاڻ گهٽ هوندي
۽ علم گهٽ هوندي پڻ
ڪن پيا فضول يتن
مٿي ۽ مٿي
آسمان ۾ اُڏامڻ جو!!

نالو :اَمل آهوجا ”رحمي“
جنم، تاريخ : ٣٠ - ١ - ١٩٦٣
ڇپايل ڪتاب: قربانيءَ جون ڪٿائون، سياڻي ڪهڙو ٿيندو-ناٽڪ، سنمان، بهروپي چهرا.
انعام : يونيورسل ساوڪ ڪهاڻي چٽاپيٽيءَ ۾ پهريون اِنعام. اِسڪول ۽ ڪاليج ۾ اِنعام ۽ سنمان.
پيشو : سنڌي نيز ريڊر، آل اِنڊيا ريڊيو.
پتو :سنڌي نيوز، آل اِنڊيا ريڊيو، نئي دهلي - ١١٠٠٠١

# ڪماري ديا لعلچندائي جو غزل

۱. ڪڏهن تنهنجي آهي ائين ياد ايندي
اِجهو وڏ ڦري چاڻ برسات ٿيندي.

۲. ڪشادي ۽ ملڙي محبت پري دل،
ڪڏهن ڪين ڪنهن کي بہ فرياد ڏيندي.

۳. چمن ۾ گُل تي جڏهن پنور ايندا،
پني اڪ تڏهن راه راڌا تڪيندي.

۴. ڪٿلون ڏسي پنڌ جون سٽيون،
لِکي راز ڪولي کٽڻ ۾ پريندي.

۵. نگاهن ۾ جنهن جي هزارين نياپا،
اُها ڪنهن نہ ڪنهن جا اِشارا جهٽيندي.

۶. چڙهي چوٽ تي ڪنهن جَبل ڏي نهاري،
ڇڻي ڇٽر پيئي سا تارا ڳڻيندي.

۷. مِنو درد دل جو ڏنو جن بہ آهي،
'ديا' چوڻ آحسان تن جو مڃيندي.

نالو : ڪماري ديا لعلچندائي
ڄمڻ، تاريخ : آحمدآباد، گجرات، ۲۳ - ۱۰ - ۱۹۵۸
ڇپايل ڪتاب: آلپور پاسا، سيڻب زندگيءَ جو پوپٽي هيراننداڻيءَ جي ناول جو گجراتيءَ ۾ ترجمو.
انعام : گجرات سنڌي اڪادمي طرفان ڪويتائن جي مجموعي تي ۱۹۹۲ ۾ پهريون اِنعام حاصل
پيشو : ٽيچر ايڇ. بي. ڪاپر سيڪنڊري اِسڪول احمدآباد.
پتو : لڪشمي نواس سي. ۲۶۰، شانتي نگر، سنجيور پوپ، احمدآباد - ۳۸۲۳۲۵

# ارجن چاولا جو گيت

تون ئي ڏس ڪو ڏاءُ،
او راڻل، تون ئي ڏس ڪو ڏاءُ!
ڪهڙي ريت پرينديـن منڙا،
گهايل دل جو گهاءُ!
او راڻل، تون ئي ڏس ڪو ڏاءُ!

ڦاٽي هانوَ ڇڇي تي ڇاتي،
من جي پيڙا ڪنهن نہ سڃاتي،
ڪنهن پر ماڳ مُنيءَ جي موتي،
لهنديـن سُڌِ سماءُ!
او راڻل، تون ئي ڏس ڪو ڏاءُ!

ساجن ڪيئن سرچايان توکي،
ڪهڙي روءِ ريجهايان توکي،
آنءُ اياڻي پيي نہ پايان
ڇاڻان پيچ نہ داءُ!
او راڻل، تون ئي ڏس ڪو ڏاءُ!

پل پل سرتيون ويڻ وراڻن،
طعنا تنڪا ڏيئي ڏڪائن
ڏيهہ سڄي ۾ آهي ڦهليو
ڏاڍن جو ڏهڪاءُ!
او راڻل، تون ئي ڏس ڪو ڏاءُ!

رمز رسڻ جي واجب ناهي،
وير ونجوڻ مناسب ناهي،
پاند ڳچيءَ ۾ پائي، توسان
پاڻ ڪنديس پرچاءُ!
او راڻل، تون ئي ڏس ڪو ڏاءُ!

| | | |
|---|---|---|
| نالو | : | ارجن چاولا |
| جنم، تاريخ | : | ڪشمور ضلع جيڪب آباد، سنڌ؛ ١٠ - ٢ - ١٩٢١ |
| ڇپايل ڪتاب | : | چارڻ چوريو چنگ، شعرن جو مجموعو ۽ مخزنن ۾ شايع ڪيتائون. |
| انعام | : | چارڻ چوريو چنگ تي سينٽر هندي ڊائريڪٽوريٽ طرفان ۽ هزارن جو اِنعام حاصل ٿيل. |
| پيشو | : | رٽائرڊ پرنسيپال |
| پتو | : | ٦/١٩٨، اسٽريٽ ايس. بي. - ١، نئي بستي، عليگڙهہ. |

# اعزاپرسي

تنهنجو موت
ڪو اوچتو ڪونه ٿيو آهي،
اهو عام فهم آهي
ته اسي سالن بعد
هرڪو پيرسن
اُڏاري ورتل وقت تي
ٿيندو آهي.

تون هر روز چوندو هئين
ته جيئڻ ۾ تنهنجي دلچسپي
هينئر خير ڪا آهي
پر باوجود انجي
تون ته آخر تائين
هر عيش جو شيدائي
رهندو آئين.

تنهنجا دوست ته آهن
آڱرين تي ڳڻڻ جيترا
مگر دشمنن جو عدد
بي حساب آهي.
پوءِ به تنهنجي ارٿيءَ کي اُماڻڻ لاءِ
هي هشام مالهن جا
تنهنجي مڪان ٻاهر
ڪهڙي ڪارڻ ٿيا آهن ڪٺا؟
راز شايد آهي اِهو
ته هو تنهنجي مرتيوءَ جي
ڪرڻ آيا آهن تصديق
جنهن پڇاڻا، هنن کي
مانسڪ سکون ملڻ جو
سوَ سيڪڙو ٿيندو يقين.

ناﻟو : آسن واسواڻي "مجبور"
جنم، تاريخ : بنگلديرو، ضلع لاڙڪاڻو، سنڌ. ٢٧- ٢ - ١٩٢٢
ڇپايل ڪتاب، زندگي جا نغما، معاف ڪجو، ايشور جو آپگهات، خلش ۽ خاڪا، عقيدن جي وفات.
انعام : ايشور جو آپگهات تي گجرات سنڌي اڪادمي طرفان انعام ۽ بهترين ڪويتا سنگره جاڻايل
پيشو : پرنسيپال جي پد تان تان رٽائرڊ
پتو : ٽي. ايڇ. ايڪس، آديپور (ڪڇ) ٣٧٠٢٠٥.

(٥)

نڪي لوڻ ڦاٽڻو پيچرن ڏي پوليس،
پڪيٽنگ وارن کي روڪي پوليس،
جلوسن ۾ ميڙن ڦٽائي پوليس،
ڏنڊا ضرب لٺيون وسائي پوليس؛
جيلن جوان اهڙوان گرفتار ڪيا،
ڀريا جيل شاهي اتياچار ٿيا.

(٦)

سين وات نعرو انقلاب جو،
ملي موت نعرو زنده باد جو،
ٻيو بند بانتپ ڪم ثواب جو،
فڪر ديس واسين ته احباب جو؛
ڪيو پاس نعراءُ ڪُئٽ انڊيا،
وڃو هاڻ واپس انگريز جي ٿيا.

(٧)

آخرڪار گورن آزادي ڏني،
مگر پاڳ ٻن ۾ وراهي ڏني،
ٽڪر حند جا ڪاٽي اسان کان ڇني،
پاڪستان ناهيو الڳ تي ڪُني؛
ويٺي سنڌ ساري سڌوري سدا،
پاڪستان گڏ ٿي اسان کان جدا.

(٨)

أتي ڪونه ٿيو ڪو اسانجو ڏٺي،
قرباني سنڌين جي سيني کان گهٽي،
جنم آستان جي ڇڏيسين پٽي،
ڇڏيو مال ملڪيت جا ايشور وٽي؛
غلاميءَ جا گيهر وساري ڇڏيو،
آزاديءَ سندو گاه ڪٽي تان لڌيو.

(٩)

هند ۾ اچي پوءِ ڏيرو ڪري،
ڪٿي ڪير وينو جتي هن سري،
مٿن مائٽن کان ڇڇي ٿيا پري،
خبر ڪانه هڪڙي جئي يا مري؛
لڳا روزگارن ڌنڌا جي مليا،
ٿيا ٻانهن ٻيلي نه ڇوڪر ڀنيا.

(١٠)

پنجاه سال پورا آزادي ملي،
ڇيو ڪير نديون وهنديون گهلي،
ستائي ايندي ملڪ ۾ جُهلي،
مگر ڳالهه سيڪا ته اُٻني قلي؛
ڪرڻ هاڻ ڪوشش سنڌ ۾ هلي،
رکو 'بيوطن' تي نڪي ڪي ٽِلو.

مورومل 'بي وطن' جو نظم

# آزادي

(١)

عدمي چڏائڻ لئي، هلچل هلي،
وڃي ڪان جيڪر وڃڻ ڏي پلي،
اسان پل ته انگريز ڇاڙهي پلي،
ڏيو منهن مصيبت اچي ڪا جُهلي،
اسان جا ته اڳوان بيدار ٿيا،
شهر ڳوٺ گهر گهر ۾ پرچار ٿيا.

(٢)

ڇيو ڪامر گانڌيءَ احنسا ڪريو،
ٽنڪادر ته سُوراج جو حق گهريو،
نهرو رور پرچار پبلڪ سريو،
شُباش جي نيتيءَ ۾ ڦيرو ڦريو،
سنڌ جا به اڳوان لئي عام پيا،
چوئٿرام، جئرام، گهنشيام ٿيا.

(٣)

پڪيٽنگ چالو دڪانن متي،
ولائتي نه وڪڻو گهڻو ملهه ڪتي،
قطارون ڪري جوان شمپيا رتي،
اورانگهي وڃو پل اسانجي جتي،
ڪُٽي مرچ ڳاڙها وڌا تن اکين،
مگر ڪين هٽيا جُلي دک سهن.

(٤)

ڪلر مان ڪڍي لوڻ ناهي ڇڏيو،
سمنڊ جو به پاڻي شڪائي ڇڏيو،
لهي لوڻ آن مان وراهي ڇڏيو،
ولائتي ڪپڙن جلائي ڇڏيو،
وڪڻو ڪين دارون خريدار ڪي،
ڏيو ڪين پل به سرڪار ڪي.

نالو ؛ مورومل چيتنداس ڏانڌا ''ببوطن''
جنم، تاريخ ؛ ڳوٺ ٽنڊو فضل تعلقو ۽ ضلع حيدرآباد، سنڌ. ١٢-٧-١٩١٢،
ڇپايل ڪتاب. بيوطن جي وينتي، سنڌي برهم ڪترين جو ڌارمڪ، سماجڪ اتهاس،
ڪين جا لکهوار شجرا ونساوليون وغيره ۽ سوامي لبلا شاه جيون،
انعام ؛ چانديءَ جو ميڊل آبدار ايسوسئيشن سنڌ، اکل ڀارت برهم ڪتري پنچائت
طرفان چانديءَ جو ميڊل ۽ ڪيترا ٻيا سنمان حاصل ڪيل.
پيشو ؛ سنڌ ۾ پي. ڊبليو. ڊي. ۾ آبدار، هند ۾ اڪائونٽنٽ راجستان گورنميٽ (رٽائرڊ)
پتو ؛ ٣٩٠/١١ مالويه نگر، جئپور - ٣٠٢٠١٧٠.

چنرو ناگپال جو نظم

# ڪتاب مڙيئي ڪتاب ناهِن

ڪتاب مڙيئي ڪتاب ناهِن.
ڪي ٿا ننڊ ڦٽائن،
ڪن سان جهوٽا ايندا آهِن.
ڪن جا ور ور صفحا ڏسون،
ڪڏهن ختم ٿئي، جند ڇٽي.
ڪي ته شل نه ختم ٿين،
اڃا به ڪجهه ته پڙهائين.

ڪي ته مٽي جا سوُر،
ڪن سان دک ٿئي دور.
ڪن سان سمجهون جيون سڦلي،
دل دماغ ۾ اچي ٻرائي ڦڙتي.
ڪلي پوي ڪا ڪڙڪي ڪن سان،
۽ جيون ۾ اچي روشني.

ڪي ته وقت جو ذيان،
ماڳهين ڪي وقت گذارڻ ڪاتر،
وندر سنڌو هلڪڙو مال.
ڪي ته ڏسڻ جا ٿوٿا پوٿا،
ڊراڻينگ روُمن جو سينگار.

سرچڻ جو سامان ڏين ڪي،
ڦيريو ڇڏين جيون جي واٽ.
پل ڪي ننڍڙا سنهڙا آهن،
ڪاڏي ڪان يي اهم لڳن پيا،

تن کان سواءِ جيون بيڪار.
رنگي ڇڏن ڪي پنهنجي رنگ ۾
پائڪ ڦري ٿئي ليکڪ شاعر.

ڪن ڪي ملن انعام پلي ٿي،
پر من کي ڪونه جچن تڏهن بي.
ڪي ليکڪ پل ڪنڊ پاسيڙا،
ته به ٿا لڳن سدائين پيارا.
تن سان ياريءَ تي دل ٽيندي،
پڙهي اُمالڪ خط لکون ڪين،
شل موقعو ملي ته ملون انهن سان.
ڪن ڪي ڪن لاٿار ڪريون،
ڪِن تي ماڳهين غصو اچي.

ڪي ته جمندي جاڻ مري ويا،
ڪي جيئن صديون ڪي سال-
مري به ڪين مرن ڪي ليکڪ
وچن ڦهلجي ساري جڳ ۾.

ڪي ته اُڌارا ورتل جيڪر،
رکي ڇڏيون واپس نه ڪريون،
پر، ڪي جي ڏيون اُڌارا، چاهيون
موٽي ملن نه شال.

"ڪتاب مڙيوئي ڪتاب آهي
پل ته انهن ۾ ڪجھ بي ناهي"
چوٽي اِها سمجهٽي آهي.

نالو : چنرو ناگپال
جنم، تاريخ : شڪارپور، سنڌ. ١٢ - ٢ - ١٩٣٢
ڇپايل ڪتاب: جواني ڏينهن چار، روم ۾ هڪ رات، تنهنجي منهنجي ڪهاڻي، ياد وطن، دلبر پت منهنجو (سنهانجلي)
انعام : سينٽرل هندي ڊائريڪٽوريٽ، دهلي
پيشو : پنهنجو بزنيس
پتو : ٧٠٣ ورشا اپارٽمينٽس، ٢٢١ راجمحل والس ايڪسٽيشن، بئنگلور ٥٦٠٠٨٠.

## هري ڳوريجا جو غزل

۱. من پاون تنهنجو شباب آ،
مُکه سندر جيئن تہ گلاب آ.

۲. تن اکڙين جي مستي ڏس جئين
ڇلڇي بوتل مان، شراب آ.

۳. تيں ظاهر جذبي دل جنهن تي-
چهرو هو اهڙي ڪتاب آ.

۴. سکہ آهن پکڙيل هت ڪت پر-
تہ بہ ڇو هي جيون عذاب آ.

۵. روئندن کي جي اسين کلائي سگهون-
اُن جهڙو نہ ڪوئي ثواب آ.

۶. ڏن وڃي پيار جي جنهن تي ”هري“
هر دِل منجهہ اهڙو رباب آ.

نالو : هري ڳوريجا
جنم، تاريخ :
ڇپايل ڪتاب،
انعام :
پيشو
پتو : شُوَم ڪالوني، راءِ سِنگهہ باغ، شهر، گواليير- ۴۱۴۰۰۱

# شوِن ريلواڻي ’ساز‘ جو غزل

١. ڇو ڪنهن جي دل دکائين ٿو
سڀ ۾ عيوڊ ھلائين ٿو

٢. پنهنجو پاڻ پڏائڻ خاطر۔
سڄ سان ڪوڙ ملائين ٿو

٣. ننڍي وڏي جي ڄاڻ نہ ڪائي
ڪنهنکي نہ پنهنجو ڀانئين ٿو.

٤ اندر هڪڙي ٻاهر ٻي آ۔
ٻهروپي ٿي سڏائين ٿو.

٥. لوڀ لالچ جي وس اچي تون۔
ماڙيون محل بنائين ٿو

٦. سنسار سارو ڪوڙ آهي۔
ڇو ڪُوڙ سان دل لڳائين ٿو

٧. سڀ سان ميل ملاپ رکي ڏس۔
ڪيئن مان مرتبو پائين ٿو.

٨. سچ سان پريت لڳائي ڏس تون۔
جي من جي شانتي چاهين ٿو.

| | | |
|---|---|---|
| نالو | : | شوِن ريلواڻي ”ساز“ |
| جنم، تاريخ | : | لاڙڪاڻو، سنڌ. ١٧-٩-١٩٢١ |
| ڇپايل ڪتاب | : | مخزنن ۽ اخبارن وغيره ۾ رچنائون |
| انعام | : | |
| پيشو | : | سرڪاري نوڪري (رٽائرڊ) |
| پتو | : | ”چيتنا“، سُداما ڳهٽي، وڪاس گره روڊ، جامنگر-٣٦١٠٠٨ |

(٣)

امرت جي بدران ڇت پيارا،
زهر بہ پيئڻو پوندو آ.
من کي مرونِي جنگيون جوٽي
جڳ ۾ جيئڻو پوندو آ.
هر هنڌ تنهنجو ساٿي آهي،
تنهنجو دک ۽ تنهنجو سور.
تڪ ۾ جي ٿيو آهين چور
منزل پي جي پائين دور
ڳائيندو هل گيت نوان،
لاهيندو هل ميت نوان.
او راهي...... او راهي...... او راهي.

(٤)

اڄ تہ اُداسي همت جي،
من ۾ جوت جلائي ڏس،
پنهنجي تڪ ۽ مايوسيءَ کي،
ٿورو وقت ڀلائي ڏس.
تنهنجي قريب ايندي منزل،
پالِ ٿي منزا نيٺ ضرور
تڪ ۾ جي ٿيو آهين چور
منزل پي جي پائين دور
ڳائيندو هل گيت نوان،
لاهيندو هل ميت نوان.
او راهي...... او راهي...... او راهي.

# راهي

او راهي...... او راهي...... او راهي.
ٽڪ ۾ جي ٽيو آهين چور، منزل پيي جي پائين دور.
ڳائيندو هل گيت نوان، ڳاهيندو هل ميت نوان.
او راهي...... او راهي...... او راهي.

(١)

مايوسيءَ ڪي ماري ڇڏ،
مٺل اُمنگ جيئاري ڇڏ
ڪنهن ڪي ڪل ناهي پل جي،
دل ڪي ياد ڏياري ڇڏ،
مشڪل ناهي تنهنجو ماڳ،
مفت پڇائين پيو ٿو پور،
ٽڪ ۾ جي ٽيو آهين چور
منزل پيي جي پائين دور
ڳائيندو هل گيت نوان،
ڳاهيندو هل ميت نوان.
او راهي...... او راهي...... او راهي.

(٢)

موهه جا مورک پنڌن ٽوڙ
تند تار تون من جي جوڙ،
سچ جي راهه سڄاڻي هل،
غافل ٿي نه خود ڪي ڀوڙ.
جيڪي قسمت ۾ آهي سي،
ڏکا ۽ ٿاپا ڪر منظور،
ٽڪ ۾ جي ٽيو آهين چور
منزل پيي جي پائين دور
ڳائيندو هل گيت نوان،
ڳاهيندو هل ميت نوان.
او راهي...... او راهي...... او راهي.

نالو : ساون ڪمار ''اُداسي''
جنم، تاريخ : لاڙڪاڻو، سنڌ، ١-١-١٩٤٠
ڇپايل ڪتاب: هڪ گهڙي مونسان به گهار، عجب هيءَ آيو زمانو، ٻال سيا.
انعام :
پيشو : رٽائرڊ
پتو : ٢٠١، ساٿين مهر - سي بلاڪ چونڪ، اُلهاس نگر - ٤٢١٠٠١

## ليلارام تولاڻي 'پريم' جون رُباعيون

ٿي جي ڏسجن ڳاڙهيون ماڙيون،
آهن ٿين ۾ هريل اُماڙيون،
هيڏانهن هوڏانهن اچ آگ ٻري ٿي
باغ جلي ۽ جلن ڪينيون واڙيون.

پالي ۾ پڻ آگ ٻري ٿي،
مچلي تنهن ۾ هاءِ جري ٿي،
چوطرف آهي درد ڏکايل،
ڇيٺري هرڪا جان جري ٿي.

پره ڦٽي ۽ جون باکون نکري
پيهي وڻن جون شاخون اُڀري،
آگ لڳائين ٿيون تن - من ۾،
ٿيون وڃن هاءِ آهون نکري

ڀارت اسانجو ديش مهان،
سوني چانديءَ جي پڻ کاڻ،
ڪير نديون جب وهنديون هيون،
اُتِ ڪيڙي آئي آهي ڪاڻ؟

جهڳڙا جهڳڙا جنگ جولان،
ان ۾ قاتل آ انسان،
نيتائن جي چوچيءَ سان اچ
ديش بڻيو آ شمشان.

لويين آهه لڳايو لوڙهو،
پيسو سمجهي ٿيو آ سوڙهو،
پيٽ جي آگ سين ڪي ساڳي
جوان هجي يا هجي پوڙهو

سوارٿ ڪين هيءَ آگ وسائي،
ڦير جي ٻجلي ٻڻجي آئي،
ڪونه رهيو ڪو توڪان وانجو،
جلي رهي آ ساري خدائي

هاءِ دکي سنسار سڄو ئي،
بگڙي ويو وهنوار سڄو ئي،
سيتل جڳه ۾ جاءِ نه ڪائي
گرم بڻيو آ پيار سڄو ئي

مالڪ سهڻي راس رچائي،
ان ۾ آدم آگ لڳائي،
'پريم' بنا اچ جڳ ۾ ڪيڏي،
هاءِ بندي آ ڏوم مچائي!

نالو : ليلارام تولاڻي ''پريم''
جنم، تاريخ : پنواڙي تعلقو ڪنڊيارو ضلعو نواب شاهه سنڌ، ١ - ٩ - ١٩١٢
ڇپايل ڪتاب، سپنا ماڻا، پريم جا پور، آريه وير، آتم درشن ۽ مخزن ۽ اخبارن ۾ رچنائون.
اسم :
پيشو : رٽائرڊ ماستر
پتو : ٦٢٩/١، مالويه نگر، ڄئپور.

# ڪوڏومل واڌواڻي ’جانب‘ جو غزل

١. راز توکي ڳجها چوان چو ٿو؟
پوءِ بہ هر ڳالهہ تي ڏکان چو ٿو؟

٢.پاڻ مُهرو بڻائي شترنج جو،
چال هرڪا ڏکي هلان چو ٿو؟

٣. دائري ۾ رهڻ نٿو چاهيان،
حام اهڙي ڪڍهن هٽان چو ٿو؟

۴. يار جي ٿا چڙهي ڏين دڙڪا،
پو(ءِ) بہ تن کي وري وٺان چو ٿو؟

۵. ماٺِ ڪنهنجي نٿي وٽي بيشڪ،
ماٺِ ۾ خود رهي سگهان چو ٿو؟

٦. تو وساري ڇڏيو سمي لاکر،
ڏسُ ڇُپي سا گهِٽي لنگهان چو ٿو؟

٧. سيءَ هوندي بہ لُڪ لڳي ويئي،
ويڻ اهڙا ٻُڌي وڃان چو ٿو؟

٨ نانءُ هرڪنهن لحاظ کان ’جانِب‘
کيس تنهنجو ڏئي اچان چو ٿو؟


نالو : ڪوڏومل ’’جانب‘‘

جنم، تاريخ : وراز سچل سرمست جو ڳوٺ، سنڌ؛ ۴- ١١ - ١٩٢٧

ڇپايل ڪتاب: ڇو دل تي دل کان ڏار پرين، رُڪجي ويندي رات.

انعام : سنڌي ساهتيہ اڪادمي گجرات جو اِنعام حاصل ڪيل.

پيشو :

پتو : ١٦/۴، نيو جي. وارڊ، ڪُبيرنگر، احمدآباد - ٣٨٢٣۴٠.

## شريچند ڏبي 'جگري' جو غزل

چمڪ آ چانڊني راتِ جي سهائي،
ڪڪرا اڳيان وريِ ڪو، اچي ويو ڇو؟

درد ڇو ايترو، جي مِلي جُدائي؟
حوبہ حسرتن ۾، اڄُ ٻڏي ويو ڇو؟

خوب دليرڏني، ځب نہ ڪا مَدائي،
اوچتو باڙ دل تي، آچي ويو ڇو؟

تم فقط آسرو، مهر جو خدائي،
خود 'جگري' عجب ۾، آچي ويو ڇو؟

رحم ڪر يار تي، ساڻ جو سدائين،
خيال توبن جو ڪو، آچي ويو ڇو؟

نالو :شريچند ڏبي "جگري"
جنم، تاريخ : جھوناڳڙه گجرات ١٢-١٠-١٩٥٥
ڇپايل ڪتاب: ٻحادر راجڪمار، پيار جو پيغام

انعام .

پيشو :سارٿين جو هول سيل ڪندڙ
'پريم نواس، موچي بزار، جھوناڳڙه - ٣٦٢٠٠١ (گجرات)

## ڪشن کوبچنداڻيءَ ’رنجايل‘ جو هائڪو

(۱)

ڪاري ڪاري ڪان،
راڌا تي جادو ڪيو،
مڌر وڄائي تان.

(۲)

پيارُ راڌا جو پاڪُ
راس رچائي ڪانَ سان،
روحُ ڪانَ جو صافُ.

(۳)

راڌا گوري آهِ،
سانوري تي ساه ڇڏي
مَنَ جو ميرو ناهِ

(۴)

ڪيڏانهن ويو آ رامُ،
سيتا، ”راڻوڻ قيد“ ۾،
لنڪا سونو گامُ!

(۵)

ڪوڙُ ڪري ٿو راڄُ،
سچُ نہ سڙي هر جاءِ ٿو،
هنسَ ڪانوَن جو ڪاڄُ!

(۶)

ڪوڙي ڪڍايون ساکَ،
پُڇي ڳٽن کي ڪيرُ ٿو،
لاهِ ڳٽن جي لاک.

(۷)

”روئي جڏهن ٿي رات،
ٺهندي تڏهن ئي ماکَ آ،“
ڇوي پکين جي لاتِ.

(۸)

ولڇ نہ سچَ جي راھ،
بدنامي ۾ موچڙا،
ڪوڙُ نہ آ واھ واھ!

(۹)

سچُ ٻولڻ آ ڏوهہ،
سوريءَ چڙھ منصوُر جيان،
ڇڏ جيون جو موهہ.

(۱۰)

آئي سنڌُ جي سارَ،
اکڙين اونيو آبُ آ،
ڇايا مينگهہ ملهارَ.

| | |
|---|---|
| نالو | : ڪشن کوبچنداڻي ”رنجايل“ |
| جنم، تاريخ | : |
| ڇپايل ڪتاب | : |
| انعام | : |
| پيشو | : |
| پتو | : ايف - ۱۳۷، ڪُبير نگر، احمدآباد - ۳۸۲۳۴۰ |

# ڪيمچند گوڪلاڻيءَ جو غزل

ڇا ٻڌايان حال پنهنجو
ڪيئن گذاري پيو هلان
سُور ڪنهن ڪنهن جا ڪٽي
جيءُ جيئاري پيو هلان

چمن جي هر شاخ تي
اڄ هوائُون زهر جون
پنهنجي من مايوس ڪي
مفت ماري پيو هلان

دوستي جنهن سان ٻه ڪئي
تنهن نڀائي دُشمني
ڪيئن گلا ڪنهنجي ڪجي
سڀ سهاري پيو هلان

ناز سان پالي رکيم جا
دل ٻه گهائل تي پيئي
چوٽ ڪائي بي وفا ڪان
لڙڪ ڳاري پيو هلان

مُنتظر مؤن آ گذاري
عمر ڪنهنجي آسري
دم دلاسن جو ڏيئي
دل ڏُتاري پيو هلان

غير جي ناهي عنايت
گهاءَ هي پنهنجن ڏنا
ڇير ۽ رهڙون لڳائي
مرڪ ڏاري پيو هلان

ماڻ ۾ ”ڪيمن“ ڪٽي آ
پنهنجي بي وس زندگي
هن جنازي جيئري ڪي
بس، ڏڪاري پيو هلان.

نالو : ڊاڪٽر ڪيمچند گوڪلاڻي ”ڪيمن“
جنم، تاريخ : سانگهڙ، ضلع خود، سنڌ. ١-١-١٩٣٩
ڇپايل ڪتاب: ڪيترين ئي مخزنن ۽ اخبارن ۾ غزل گيت شايع ٿيل.
انعام :
پيشو : ميڊيڪل پرئڪٽس
پتو : ا، ٽي. اي. ٢٩، جواهر نگر هائوسنگ بورڊ، جئپور - ٣٠٢٠٠٤.

١٩. پڱن پولي جو پڄن پڱتي ڪندي - ڪامڻيءَ ڪنڇن ڏي ڇڪجي ڏيان ويو!
٢٠. پيو گرو گهنٽال جو ٽپ ۽ ٽپي - ويو ڏيڻ ۽ ڏيان، لڙهندو گيان ويو.
٢١. پاپ جي پئسيمان کو ڪجهه پيڇ ڪري- ڪئين نه تي ڏرماتما ڏنوان ويو!
٢٢. چيڪ لکن جو ۽ موٽر بنگلو - تي مهاڪليان، ڪنياڏان ويو!
٢٣. مائٽن سمجهيو، چڙهي ڏيءَ شينهن ڪلهي چا خبر، تي ٽانءَ هو بليدان ويو!
٢٤. تي سماجي سرشتي انڌي ڪري - استري، ابلا، پرش بلوان ويو.
٢٥. نباڻي کي ٿاڻي ٽڪاڻي مساڻي ۽ - ”ڏن ڏحي“ پڏجي اهو بنڏيان ويو
٢٦. پاڳ ڪاڻي پاڳ گهٽنئي جو لتي - پپ پري، پاڳيو تي پاڳيوان ويو!
٢٧. ياد ۽ نامي گراميءَ جي ڪڙو - يادگار تي چا نه عاليشان ويو!
٢٨. گيڙو پائي، هڪ گروگهنٽال تي - گياني ۽ ڏياني، گٽي گٽوان ويو.
٢٩. اسپتال ۽ پيءَ کي نڌلڪو چڏي - گم الائي ڪيڏانهن تي نادان ويو!
٣٠. ڪالهه شادي تي، چڏي پيءَ ماءُ کي- جوانڙيءَ سان گڏ هليو اح حوان ويو!
٣١. هڪ چلاپيٽيءَ ۽ هڪڙو چاپلوس - ڪنهن طرح ماري سچو ميدان ويو!
٣٢. مرض، يا جُمليں متي حو سُر هڪ - شاعريءَ حو ”خوابي“ تي شففان ويو.

## پڳوان نردوش جا ٽي ترائيل

(۱)

وات ڪنڊن جي، تڏهن پڻ هلڻو آ،
ڪشمڪش ئي زندگيءَ جو نام آ.
لڙڪ کي منهن، مرڪ سان ئي ڏيڻو آ،
وات ڪنڊن جي، تڏهن پڻ هلڻو آ.

سوز کي سوغات سمجهي جيئڻو آ،
صبح ايندي، پل تہ هاڻي شام آ.
وات ڪنڊن جي، تڏهن پڻ هلڻو آ،
ڪشمڪش ئي زندگيءَ جو نام آ.

(۲)

ڇو ڏکن جو يار توکي فڪر آ ؟
ڏک، سکن جي سونهن آهي ياد ڪر،
سُک ملي پل ڪنُ تہ پڻ ڇئو، شڪر آ،
ڇو ڏکن جو يار توکي فڪر آ ؟

ڇو نہ توکي ياد، سُک جو ذڪر آ ؟
هئيانءُ هاري ڪو نہ ڪو فر ياد ڪر،
ڇو ڏکن جو يار توکي فڪر آ ؟
ڏک، سکن جي سونهن آهي ياد ڪر،

(۳)

هتي ڪير سمجهي اِشارن جي ٻولي ؟
نگاهن اسان کي نهوڙي نِيو آ !
نہ ڌرتي تي سمجهي ستارن جي ٻولي.
هتي ڪير سمجهي اِشارن جي ٻولي ؟

نزاڪت پري آ نظارن جي ٻولي،
اُنهن سان اسان جيءُ جوڙي ڇڏيو آ.
هتي ڪير سمجهي اِشارن جي ٻولي ؟
نگاهن اسان کي نهوڙي ڇڏيو آ !

| | | |
|---|---|---|
| نالو | : | پڳوان هوتچنداڻي ”نردوش“ |
| جنم، تاريخ | : | درياخان هري، ضلع نواب شاه، سنڌ؛ ۱۳-۱۰-۱۹۴۲ |
| ڇپايل ڪتاب | : | سُر سُريلا ساز جا، سکہ جا پاچا، رم جهم، ميڙيا جي مون موتي، چونڊ ڪئي چانڊان، گل گلابَ جا ۽ ٻيا انيڪ ڪتاب. |
| انعام | : | گجرات سنڌي ساهتيہ اڪادمي طرفان ۽ آل انڊيا چتاپيتيءَ ۾ ٻيون انعام پرياورڻ ڪويتا تي ۽ ٻيا ڪيترا ئي سنمان. |
| پيشو | : | ليڪچرار سپروائيزر مهاتما گانڌي هاير سيڪنڊري اسڪول احمداباد |
| پتو | : | آشريہ فلئٽس، سي. -۱۷، برهم ڪماريز بنگلن جي سامهون، هنسول احمداباد - ۳۸۲۴۷۵ |

## هوتو 'سنڌو پياسي' جو غزل

کبر ناهي اسان کي وطن وارن، ڇو وساريو آ،
اسان ساري سدا تن کي، اکين مان آب هاريو آ،
اسين آهيون ڇڏ وطني، سنڀاريون ٿا وطن پنهنجو-
سدائين سنڌ جو تصور، خيالن ۾ اُتاريو آ،
پاڻي کيئن سگهون پنهنجي، وطن جي پاڪ ڀومي ءَ کي-
سدائين ياد ۾ اُن جي، اسان هر هنڌ گذاريو آ،
اسان جي خون جو رشتو، سنڌوءَ سان اڄ بہ آ قائم-
لهوءَ جي رنگ جي الفت، سدا اُن کي پڪاريو آ،
سنڌوءَ جو پاڪ پاڻي پي، اسان جي آتما اُجري-
اسان جا روح ٿيا روشن، اسان کي ان نکاريو آ،
وطن کان دور پل آهيون، جيئون ٿا ياد ۾ ان جي-
اسان يادن جي ترکڻ کي، لهو خود جو پياريو آ،
دعائون ٿا ڏيون دل سان، سنڌو هلندي جڳن تائين-
کٿي آسائتون اکيون، سدا سنڌ ڏي نهاريو آ،
ڪڏهن آزاد سنڌ ٿيندي، سنڌي موٽي وطن ويندا-
اسان جي آتما ان لئہ، سنڌوءَ کي خوب ساريو آ،
ڪريون ڪنهن جي گلا ڪهڙي، اسان هر وقت جا ماريل-
شڪايت وقت سان آهي، اسان کي وقت ماريو آ.

نالو : هوتو "سنڌو پياسي"
جنم، تاريخ : پليو لناري تعلقو سنجهورو، نواب شاهہ، سنڌ. ١٥-٦-١٩٣٤
ڇپايل ڪتاب، پياسا گيت، نشيلي سرحان، مٽڪ مٽي ءَ جي، ڌرڪي واٽي وطن جي، من جو ڪنبڻ، رت پنبون راهون، پر ڪنيل پکي، ليراب اکون جو، موٽي مانسرور ڏا.
انعام : رت پنبون راهون ني راجستان سنڌي اڪادمي ءَ جو انعام.
پيشو : پرائيويٽ........
پتو : اي - ٢٠٢، شنڪر نگر، ڪاغذي وارا جئپور - ٣٠٢٠٠٢.

# پرتاڀراءِ 'مسافر' جو غزل

برهه جي باهه ۾ مونکي
منهنجو جاني جلائي ٿو.
ڳوياهو منهنجي آنسن ۾
خوشي ڪا خاص پائي ٿو.

نه مان سمجهي سگهيو آهيان
سندس رازن ۽ رمزن کي-
لکي واريءَ تي منهنجو نانءُ
هو هر هر مٽائي ٿو.

''دوا تي تنهنجي غم جي''
مونکي منهنجائي ڏئي آنسون-
مونکي هو پنهنجي دلڪش سادگيءَ سان
ڪيئن ٺڳائي ٿو.

مسافر ڪهڙي هستي
ناز ور جي آ نگاهن ۾-
ڪٽي ٽڙ خاڪ جي
ڪيئن ڦوڪ سان اُن کي اُڏائي ٿو.

| | |
|---|---|
| نالو | : پرتاڀراءِ ''مسافر'' |
| جنم، تاريخ | : روهڙي، سنڌ. ١ - ٦ - ١٩٣٩ |
| ڇپايل ڪتاب | : شعري مسافر، هڪ بهار گل هزار، گيتن جي گنجار، راماڻ ڪويتا ۾. |
| انعام | : |
| پيشو | : پرائيويٽ دوڪانداري |
| پتو | : ٢٥٢ - سيڪٽر -٣، ديويندر نگر رائپور، ٤٩٢٠٠٩. |

## لڇمڻ ڏُبي جو غزل

اندر ۾ ناھ جي شرڌا، اسين سجدا ڪريون ڇو ٿا ؟
بنا ڀڪ ڀاؤ جي ڪنھنجي اسين پوڄا ڪريون ڇو ٿا ؟

جگر ۾ جوش ۽ جلوو اگر آھي عدم - پيدا -
اجايو گوڙ - ھنگامو ڪوئي برپا ڪريون ڇو ٿا ؟

ھنن جي راھ ۾ چِٽنگون، ڪنڊا، ٽانڊا وڇاياسون -
پيالي ۽ جو ڪنڊا پيرو اسين آشا ڪريون ڇو ٿا ؟

قتل جي قيد ۾ ڦاٻو اسين جيتامڙا جيئڙا -
پڻ وارو ڪوئي ڪونھي، رڙيون - واڪا ڪريون ڇو ٿا ؟

مڇيان تو يار ڏاڍن سان پڇڻ ڏاڍو اٽانگو آ -
مگر ھر ڳالھ تي گھر ۾ اچي جھيڙا ڪريون ڇو ٿا ؟

ڪبر آھي، نہ ٻارن لاءِ خريدي ڪجھ اچي سگھبو -
تڏھن پڻ روز ٻارن سان غلط وعدا ڪريون ڇو ٿا ؟

فقط ھڪ آرزوءَ مونکي ڪري برباد وِئي آھي -
اڄاڻون اپتريون ”لڇمڻ“ اسين پيدا ڪريون ڇو ٿا؟

| | |
|---|---|
| نالو | : لڇمڻ ڏُبي |
| جنم، تاريخ | : ڳوٺ شر، تعلقو ميرواھ، خيرپور رياست، سنڌ، ۱۵-۳-۱۹۲۲ |
| ڇپايل ڪتاب | : ڪوئي گھر ۾ ڀونڊي گھر، جو ڪنارا ٿا ڪپي، اڻئي ڀھر اڻالڪو، مڏوڪي دوڀپ، رباعيون، رامو ناما ۽ بانجھ رتئن. |
| انعام | : سينٽر سنڌي ڊائريڪٽريٽ طرفان ’ڪوئي گھر...‘ تي ۹۷ ۾ انعام. ڪيترن ئي الڳ الڳ سنستائن طرفان ساھب ڪيترن ۾ انعام ۽ سنمان حاصل ڪيا. |
| پيشو | : ٻلڊر |
| پتو | : ۸٦ - ڊي، گروناڪ سوسائٽي، ٿاڻا ايسٽ - ۴۰۰٦۰۳. |

## ڪمل ’پياسيءَ‘ جو غزل

اڪڙين جي آغوش ۾ ويڙهيل منهنجي نازڪ رچنا
هر شغل ۾ هر دم ڪوهيل منهنجي نازڪ رچنا

رچنا دئاران ڪيان پيو تو پاڻ کي پاڻ تباهه آجان،
خيالن جي انبار ۾ گهيڙيل منهنجي نازڪ رچنا

ساغر اندر غرق ٿيان تو پنهنجن پورن ۾،
دور رهيل دلدار کان وڇڙيل منهنجي نازڪ رچنا

پائڻ جي هن پرڪريا کي ڪير ڪندو سويڪار ڀلا،
ويچارن ۾ آهه وڪوڙيل منهنجي نازڪ رچنا

ممڪن آ، هوءَ منهنجي اُلجهن جاڻڻ ٿي چاهي،
پر لڳي ٿو اڃ ٿي هيسيل - منهنجي نازڪ رچنا

شاعر مان هڪُ پورالوءَ پاؤ پني ٿم پيڙڻ،
آنسن ۾ جڻ اُلجهن اوتل منهنجي نازڪ رچنا

جئڻ مرڻ ۾ شايد مونکي ”پياسي“ پرواهه ناهي،
تڏهن بہ سڪ سپنن تي سرجيل منهنجي نازڪ رچنا

نالو : ڪمل ڪيولرماڻي ”پياسي“
جنم، تاريخ : جيڪب آباد، سنڌ؛ ٢٩ - ١ - ١٩٢٩
ڇپايل ڪتاب: گيت منجري، ڇولين مار ڇال، منهنجي اننت اُساٽ، هڪ هو پيو مان، ہہ آواز هڪ پڙاڏو، سهڻا سهڻا گل، سمنڊ سمايو بوند ۾، ڪي ڏاڍا پڪا ڏاڍا، شاہ لطيف هڪ فنڪار، سپون سنسار، پنکڙيون گلاب جون، ٽمڪندڙ تارا، هري سمرن سنمڪ منهنجا سپرين، نمائن جا ماڻ.
انعام : گجرات سنڌي ساهتيہ اڪادمي جو، گجرات ساهت اڪادمي جو، ۽ ڪيترن ئي سنستائن پاران انعام حاصل ڪيل.
پيشو : رٽائرڊ گورنمينٽ آفيسر
پتو : ’هري شيوا‘، پلاٽ -٤/ ٣٨٢، سيڪٽر-٢٩، گانڌي نگر -٩.

پنهنجي سياڻپ ۽ زبان شيرينءَ سان
اسان هر خلقي ۾ آڌاڪو ڄمايو
پوءِ بہ اسان سان ايڏو حسد اڃايو!
ديش جي آزاديءَ جي جوڻ ڪُنڊ ۾
اسان ڇا ڇا نہ ڏنو!!
پنجابين کي پنجاب جو ڪجهہ حصو تہ
مليو
بينگالين کي ڪجهہ بينگال مليو
پر اسان ڪجهہ ڪين گهريو!
سنڌڙيءَ جيءَ جندڙيءَ کي
جنڌ تان قربان ڪري آياسين!
اسين ويدانت ۽ تصوف جي
ميليءَ مان ڄريل آهيون
اِن ڪري هر حال ۾ خوش رهڻ وارا آهيون!
نہ پاڻ تي ڪو ترسُ
پر
خدا ترس آهيون
اسان هن ديش کي ڇا ڇا نہ ڏنو !!
تعليم جا اعليٰ مرڪز
ڌرمشالا، رهيجا، جسلوڪ جهڙيون اسپتالون
ڪارخانا کولي هزارن کي رنيايو
سنڌن زندگيءَ کي بهتر بڻايو،
واپار هنر ۾ اسان ڌاڪو ڄمايو
هر راهہ ۾
پنهنجي عقل اورچائيءَ سان وڏيا آهيون!
جيتوڻيڪ بہ لوڪل ماٺيو پاڻ ۾ لڪرن ٿا
... کي بڻايو ٿو وڃي!
... جايو ٿو وڃي.

وڙهڻ سان لتاڙجن پوڻا
اسان ڪهڙو قصور ڪيو آهي؟
جو بيرحميءَ سان ستايو ٿو وڃي
جتان وارن کان اسانجي قرباني وڌ آ!
ڀارت ۾ جنهنکي ننڍي سنڌ ٿا سڏين
هنر جي لحاظ کان جپان ٿا سڏين
اُن سِنڌين جي بستيءَ ۾ سنڌين کي
بي رحميءَ سان ماريو ٿي ويو!
ريلون روڪي
ڪيئن نہ بي قصورن کي
چاڪُن تلوارن، هاڪين سان ماريو ٿي
ويو!
بي ڏوهي راهگيرن کي
صدقي جي ٻڪري بڻايو ويو
ڇاڪاڻ تہ هو سنڌي هئا!
اسانجي عصمت ۾ هٿ وڌو ٿي ويو
هندو ٿي جندن سان ڪيڏا نہ پال پلايائون
ڇا اسان سِنڌ صدقي اِن لاءِ ڪئي
افسوس اهيو بہ اسانجي حفاظت نہ رهي!
سمرٿ گرو رامداس
سنت گيانيشور
سنت نامديو
سنت تڪارام
ڇترپتي شواجي مهاراج
لوڪ مانيہ تِلڪ
وِير ساورڪر
جي آتما
هي حال ڏسي
روئندي هوندي!!

دیال ’آشا‘ جو آزاد نظم

# اَسين سِنڌي

ڌُنيا جي آڳاٽي
تهذيب
تمدن
جا
وارِث اَسِين آهيون
ويدن جي رچنا ٿي
جنهن سنڌوءَ جي ڪِناري
اُن يوميءَ جي مِٽيءَ مان
پيدا ٿيا اَسِين آهيون
اَسين سِنڌ ۽ سِنڌوءَ جا پرتيڪ آهيون
تڏهن تہ سِنڌي ٿا سڏايون.
ورهاڱي جو لڳو اهڙو واءُ
جو پنهنجي وطن کان اُکڙجي
هِتِ هِندُ ۾ آياسِين
پنهنجي ننگن جي
عصمت ۽ عزت بچائڻ لاءِ
ڌرم جي رکشا لاءِ
صبح ۽ شام، ڏينهن ۽ راتِ
ڪيڏا نہ ڪشالا ڪڍي

رتُ ۽ پسِينو هِڪُ ڪري
آکيرا اَڏياسِين
ڪنهنجي اَڳيان هٿَ نہ ٽنگياسِين
اَسانجا معصوم - اَبهم
ڪيئن نہ ٽرينين ۾
ڪٽِمِلڙا بِسڪوت وِڪڻندي
ڪي حادثن جو شِڪارُ ٿيا
اَسانجا ڪومل هٿَ
پورهيو ڪندي ڪندي
ڪيئن نہ سخت ٿيا!
پٿرائين زمِين تي پنڌ ڪندي
پيرن ۾ ڇالا پئجي ويا
پر تڏهن بہ مُشڪندا رهياسِين
بيوَسِ جو سُخن:
اَڪہ ٽڙڪ سان مُنهن مُرڪ پريو يادِ ڪنداسِين
فرحت پريِ دُنيا ۾ نہ فرياد ڪنداسِين“
ڏيَ ڏئي دِل کي
آڳتي وَڌياسِين
پنهنجي محنت ۽ سچائيءَ سان

......

نالو : ڊاڪٽر ديال ”آشا“
جنم، تاريخ :
ڇپايل ڪتاب:
انعام :
پيشو :
پتو :

## واسديو نرمل جو غزل

١. هتين خالي هؤ وريو آهي پيو ڪجهه ڪونهي،
نا اُميديءَ سان ڀريو آهي پيو ڪجهه ڪونهي.

٢. لِکَڪ وِڪڻي به ٿيو آهي ڀلا ڇا حاصل؟
شاڪو ڪجهه وقت لڙيو آهي پيو ڪجهه ڪونهي.

٣. اُڏرندو ڪانءُ وڃي مانسرور ڏي پيو،
ڀوني تي هنس وريو آهي پيو ڪجهه ڪونهي.

٤. دُشمن کي مليو لُڙ ۾ لپو مائي جو،
ڪير ياريءَ جو ڪريو آهي پيو ڪجهه ڪونهي.

٥. هرڪو هِڪُ شعر لکي چاهي ٿو شاعر بڻجڻ،
ڏيڙُ ڪنهن ڪونہ ڏريو آهي پيو ڪجهه ڪونهي.

٦. سنڌي گرامر جي حفاظت لئہ قدم ڇو نا کٽو؟
''مٺو'' ٿيو مٺجي 'مَريو' آهي پيو ڪجهه ڪونهي.

٧. سڀُ چون ٿا تہ پي ويڙن تہ نہ آ، 'نِرمل' سان،
سنڌ، سنڌيت لئہ ڇريو آهي پيو ڪجهه ڪونهي.


نالو : واسديو نرمل
جنم، تاريخ :
ڇپايل ڪتاب.
انعام :
پيشو :
پتو : فليٽ ٢٠، مهران، جي.وي پي.ڊي. اسڪيم، اين ايس روڊ نمبر ١٠، ممبئي ٤٠٠٠٤٩.

# ڳهڙيون مِڙيوئي ڳهڙيون

ڳهڙيون مِڙيوئي ڳهڙيون!
دُرلڀ ڳهڙيون
وِئرت ڳهڙيون
سَجايون ڳهڙيون
اَجايون ڳهڙيون
اُداس ڳهڙيون
خاموش ڳهڙيون
چنچل ڳهڙيون
گنڀير ڳهڙيون
خونخوار ڳهڙيون
مهربان ڳهڙيون
شرمسار ڳهڙيون
فخرمند ڳهڙيون
گذري ويندِيون ڳهڙيون.


نالو : ڊاڪٽر ارجن ''سڪايل''

جنم، تاريخ : سنڌوءَ جا ڳوٺ، تعلقو مورو، ضلع نواب شاه، ٥-١١-١٩١٩

ڇپايل ڪتاب : انارڪلي، ٽهمي وچ سنڌو نگرُ ڙي ياد، اَمر شهيد اِندرا ڳانڌي، هڪ پرش ٻي اِستريون، ڪچھ ڊياه، راجڪماري گيتا، ناري تنهنجا روپ اَنيڪ، تپسيا ٿي پيئي، هندو فيلسوفي ۽ جوسنديش، ڏهن مڻن ۾ گيتا، سنڌي ساهتڪارن جو آلبم، اَدب ۽ اَديب، سنڌي ڀاشا جي ڀڪار، سنڌي ۽ جو سُرُن (انتقيد)، جنڌي ۽ سنڌي ليڪچرس، تنهنجي رنڌلي ۾ تنهنجي اَسپتال، صحت تنهنجي ڦتح مُنهنجي، سنڌي ٻال-ٻوڌ، آءِ ڪاڻا ڪر ٻالي لنڊي آدم جو اِيڪاس، سنڌو نگر جا سنڌي.

انعام : مرڪزي سرڪار طرفان ٻه سوويت لئنڊ-رشيا سرڪار طرفان، اکل ڀارت سنڌي ٻولي ۽ ساهت سڀا طرفان، هيملتا ٻجاج طرفان ادبي اِنعام، سنڌو نگر واسين طرفان گولڊ ميڊل.

پيشو : آيورويدڪ ڊاڪٽر ۽ پترڪار

پتو : ٣٠ بنگلو ايريا، رتن نگر، انڌيري ويسٽ، ممبئي

## پريو وفا جو غزل

چهرو نِکريل نِکريل آهي،
اندر الجهيل الجهيل آهي.

۱. ميٺو پيٺو ٽل ٽُٽبي،
هي پنڇي پر ڪٽبريل آهي.

۲. سارو شهرُ سرابيل آهي،
هرڪو پنڌ پهل ٿيل آهي.

۳. دا سي ڏان ته شهر لڳي ٿو،
پر ڇا ٻٽ ترانيل آهي.

۴. ڪالي سُهبو شام نه ڏڄ ڏو،
سترڇين ۾ پرچيل آهي.

۵. هربا پريا ميدان ڪٽي ڄيت
الڻ الڻ وائريل آهي.

۶. ماڻ ۽ سيڱاريل گهر آهن
ڳنڍ ٻهين ۾ اُجڙيل آهي.

۷. سندس سرير ته سُندر آهي،
سندسِ ضمير ته ضربيل آهي.

۸. ماڻهو روبٽ مِثل هلي ٿو،
احساس کان والجهيل آهي.

۹. نس نس مان ٿي نفرت لبڪي،
مُرڪ چپن تي چنبڙيل آهي.

۱۰. ڪانءَ هلي ٿو ڇاتي لوڪي،
هنس ته هبسيل هيسبل آهي

۱۱. هِن غريب کي چيز نه ايڏو،
اڳ ٿي بِنو مجريل آهي.

۲۱. شهر ۾ آ راڪاس گهمي ويو،
هرڪو جيتِ هراسيل آهي.

۱۳. چڪرويوُهه ۾ وفا ڦري پيو،
منزل ڪان هي پنڪيل آهي.

نالو ، پريو ڇڳاڻي وفا
جنم، تاريخ ، پنجو ديرو ٻوٽ، ٺڙڪائو، سنڌ، ۱۹ - ۹ - ۱۹۱۵
ڇپيل ڪتاب ، ٿهڪڙ، پروار، شرح ٽڪ سرڏ خواب، مان اڙل ٿي اڄ آهيان، ٽون ساگر مان
اندر آئينو عڪس، پيغام، خليل جبران جي انگريزي ڪتاب پرافيت جو سنڌي ترجمو
انعام ، سينٽرل سنڌي اڪادمي، مهاراشٽر ٽڳ پرسکار، سحيوگ فائونڊيشن طرفان، سنڌي
سنڌي مئن طرفان، سينٽرل هندي ڊائريڪٽوريٽ، پريه درشي اڪادمي طرفان
پرڪاش پرواح طرفان سوهڻو ڪيترين سنستائن طرفان سنمان ۽ انعام حاصل ڪيا
پيشو ، رٽائرڊ سرڪاري نوڪريءَ تان
پتو ، سي. ٢، مڏوبن سينٽ انڊريوز روڊ، باندرا بمبئي - ۴۰۰۰۵۰

# منهنجو عڪس

آئيني جي آڏو بيهي - آن ۾ پنهنجو عڪس ڏٺو مون،
مون سمجهيو، هي آءٌ نه آهيان - پوڪ ڪيم: ''ڙي ڪير آهين تون؟''

ٺهڪ وڏو ڏيئي ھن آکيو - جو تون آهين سو مان ناهيان
ليڪن تو بن ڪجهه ٻي ناهيان.
منهنجي هستي تون ئي آهين - پر مان تنهنجي هستي ناهيان

آءٌ جسم جي صورت آهيان - ليڪن من جي مورت ناهيان،
روح نه آهيان، آتم ناهيان - من ۽ روح ته سوُڪيم آهن،
روپ اُنهن جو ٿيندو ناهي - آئيني ۾ ايندو ناهي.

آئيني کي طاقت ناهي - توکي روپ پسائي اصلي،
پرھوُ ڪنهن انڪل شڪل سان - ڏيکاري ٿو صورت نقلي.
اصلي روپ اندر ۾ اٿئي - آئيني جي ناهي ضرورت،
پاڻُ پاڻَ ۾ پيهي پسندين - تون پنهنجي اصلوڪي صورت.

شايد ڪو شيطان ئي هوندين - يا ڪوئي ڀڳوان ئي هوندين،
ساڌو سنت مهان ئي هوندين - ديش ڀڳت اڳوان ئي هوندين،
آفت ۽ طوفان ئي هوندين - سياڻو يا نادان ئي هوندين،
يا سادو انسان ئي هوندين،
واڻيو يا واپاري هوندين - پئسي جو پوڄاري هوندين.

جيڪو اصلي روپ اٿيئي - سو پنهنجي اندر ۾ پسندين،
اندر ۾ جي ويندين پيهي - پسندين پنهنجا روپ سڀيئي.

| | |
|---|---|
| نالو | : هري دريائي ''دلگير'' |
| جنم، تاريخ | : لاڙڪاڻو، سنڌ؛ ١٥ - ٦ - ١٩١٦ |
| ڇپايل ڪتاب | : ڪوڏ، درشچندر، پل پل جو پڙاڏو، مزيدار گيت، رولو آواز، ڇولو منهنجو چنڊ ۾، امر گيت، جپ ماڻيم. |
| انعام | : ڪوڏ ۽ درشچندر کي سنڌ ۾، پل پل .. کي ساهتيه اڪادمي دهلي طرفان، مزيدار گيت لئي NCERT، رولو آواز کي سينٽرل هندي ڊائريڪٽوريٽ جو انعام، سنڌي ساهتيه اڪادمي گجرات طرفان گارو پرسڪار، نارائڻ شيام اوارڊ بمبئي، پريه درشني اوارڊ بمبئي، انڊس انڊ اوارڊ ا لک مع. |
| پيشو | : رٽائرڊ پرنسيپال، چيئرمن سنڌي ساهتيه اڪادمي گجرات |
| پتو | : ١٧، منتري، ٣ - اي، آديپور - ٣٧٠٢٠٥. |

## ارجن شاد جو غزل

ساڻ سڏڪي ٿو تنهنجي در سائين !
منٿ مڃ منهنجي، مهر ڪر سائين !

تنهنجي چائنٽ تي ڇا ڳُهران توکان،
حٽ مٽي تي رکيو تون ڏر سائين !

سڪندڙ من ٿو توکي پاڏائي،
ڪر ڪٽي ڏوهه، درگذر سائين !

تو سان حجت هلڻ تي دل ٿي آ،
پنهنجي پاڪر ۾ مونکي ڀر سائين !

ڪيڏا ڪيڏا نه السنا دل ۾،
زندگي ڪيڏي مختصر سائين !

ڏاڍي شاد کي معاف ڪر مالڪ،
حٽ ٻڌي آيو تنهنجي گهر سائين !

# ايم ڪمل جو غزل

چوي نہ چپ رهي ٿي دل،
رکي رکي ڏُکي ٿي دل،

ڇڏي ڇڏي، جهلي ٿي آس
ٻُڏي ٻُڏي تري ٿي دل،

بلا جو شور آ مَنجهس
اَلائي ڇا گهڙي ٿي دل،

ٻَريو چراغ زخم جو
نئون غزل لکي ٿي دل،

دهلجي ويو بدن جو شهر
ڇو ڪولي دل، ڪلي ٿي دل،

اَڌوري بيت جي طرح
نہ ڪجهہ چئي، چوي ٿي دل،

سدا نئون ڪنڊر لڳي
نهي نهي، ٻهي ٿي دل،

اِها تہ ڪَلَ نٿي پوي
ڪڙهي ٿي يا نري ٿي دل،

خزان جي سبز خوف ۾
گلن جو ٻج ڇٽي ٿي دل،

جنوني آڳ نہ هئي هنئر
پرم نگر اڏي ٿي دل،

نہ خود سان پيي لڳي ٿي، اڄ
تو سان مون سان لڳي ٿي دل،

ڇڏي تمام لوڇ پوڇ
جيئڻ تان هٿ کڻي ٿي دل.

| | | |
|---|---|---|
| نالو | : | مولچند منگهارام ٻندراڻي (ايم. ڪمل) |
| جنم، تاريخ | : | ڪراچي، سنڌ؛ ٨-٨-١٩٢٥ |
| ڇپايل ڪتاب | : | ١٦ شعرن جا مجموعا، ٦ ايڪانڪي مجموعا |
| انعام | : | 'ٻاهہ جا وارث' شعرن جي ڪتاب تي مرڪزي ساهتيہ اڪادميءَ جو ٢٥ هزارن جو اِنعام حاصل ڪيل ۽ الڳ الڳ سنستائن طرفان اِنعام ۽ سنمان حاصل ڪيل. |
| پيشو | : | سرڪاري نوڪريءَ تان رٽائرڊ. |
| پتو | : | بلاڪ سي، بئرڪ نمبر ٥٤٠، اُلهاس نگر - ٤٢١٠٠٣ |

## فهرست

### ........... غزل ۽ ڪويتائون


| نمبر | نالو | وشيہ | صفحو |
|---|---|---|---|
| ٢٦ | چترو ناگپال | نظم | ٢٩ |
| ٢٧ | مورومل ''بي‌وطن'' | نظم | ٣٠ |
| ٢٨ | آسن واسواڻي | نئي ڪويتا | ٣٢ |
| ٢٩ | ارڇن چاولا | گيت | ٣٣ |
| ٣٠ | ڪماري ديا لعلچنداڻي | غزل | ٣٤ |
| ٣١ | اٽل آهوجا ''رحمي'' | نئي ڪويتا | ٣٥ |
| ٣٢ | تيرٿ چگواڻي ''پريتم'' | نظم | ٣٦ |
| ٣٣ | ڪندن لعل واسواڻي | نظم | ٣٨ |
| ٣٤ | سچل چنينگهاڻي | غزل | ٣٩ |
| ٣٥ | کيول هرناڻي ''مسافر'' | نظم | ٤٠ |
| ٣٦ | منگهارام ''ديوانو'' | رباعيون | ٤٢ |
| ٣٧ | پريمچند جيٺواڻي | نئي ڪويتا | ٤٣ |
| ٣٨ | موتيرام هيراننداڻي | نظم | ٤٤ |
| ٣٩ | لڇمڻداس ڪيشواڻي ''گلشن'' | نظم | ٤٥ |
| ٤٠ | ساڌ موتيرام ''سائل'' | ڏوهيڙا | ٦٤ |
| ٤١ | شرد ''ديوانا'' شرد | غزل | ٤٧ |
| ٤٢ | ڪيش بجاج | غزل | ٤٨ |
| ٤٣ | نند لعل پرسراماڻي | نظم | ٤٩ |
|  | هيرلتا بجاج | آزاد نظم | ٥٠ |
|  | موتيرام رامچنداڻي | غزل | ٥١ |

ڀارت سنڌي ٻولي ۽ ساهتيہ سڀا اُلهاسنگر پاران هردوار ۾ آيوجت سنگوشٺيءَ ۾ راجستان جي
ن ليکڪن کي موڪليو ويو. راجستان سنڌي اڪادميءَ جي رهڻ تيار ٿي چڪي آهي ۽
وهان کي سچي مارچ جي آخري ٿي جاءِ ٿي ڏجي، جيئن تہ اپريل کان وري نيمت طريقي
ان سنڌو دوت ۾ توهان سال ٢٠٠٠ - ١٩٩٩ جا ڪاريڪرم پڙهي سگهو.

مارچ مهيني ۾ جئپور، اَجمير ۽ بيڪانير ۾ آدبي بٺڪون رکڻ کان سواءِ ٢١ مارچ تي
اليانو جلسو رکيو ويو آهي. اِهو ٿي نہ پر ٢١ مارچ تي اڪادميءَ پاران آيوجت چترڪ
رتيوڳتا ۾ اِنعام پاتل ڪرتين کي ڪلا ديرگها رويندر منچ، رام نواس باغ جئپور ۾ پردرشن
ڪرڻ کان سواءِ اِنهيءَ ڏينهن تي سچي سال ۾ اڪادميءَ پاران ڪرايل چٽاييٽين جي
جيتائن کي سنمانت پڻ ڪيو ويندو. هِن مارچ جي مهيني ۾ چيٽي چنڊ مهاپروُ جي موقعي
ي "قومي ايڪتا ۽ چيٽي چنڊ" وشيہ تي راجستان جي ويهن جڳهين تي سنگوشٺيون رکيون
يون آهن. سنڌين جي سيني کان وڏي پروُ چيٽي چنڊ تي ديش جي لڳ ڀڳ ٢٠٠
اهتيڪارن، سماج سيوين، ڪلاڪارن، ۽ ٻڌيجيوين کي واڌاين جي تار پڻ ڏني ويئي آهي
ڪيترن نہ وڏي ڳالهہ آهي جو صدر ڀڳوان الاڻيءَ سال ١٩٩٨ ۾ اِن عهدي تي پنهنجو
يون سال شروع ٿيڻ واري موقعي تي چيو هو تہ هن سال لڳ ڀڳ ١٥٠ ڪاريہ ڪرم رکيا
يندا. ڏسندي ئي ڏسندي سال گذري ويو. جڏهن ڪاريہ ڪرمن جو پوتامبل ڪيو ويو تہ
ڪادميءَ پنهنجي ڳهوشٺا کان الڪل ٥٠ ڪاريہ ڪرم وڌيڪ ڪيا آهن يعني ١٥٠ جي
دران ٢٠٠ ڪاريہ ڪرم هِن سال ٿيا، جيڪا اڪادميءَ جي صدر جي دوردرشتا محنت ۽
ڪاجي ڪم ڪرڻ جي جذبي کي ثابت ٿي ڪري. ڀڳوان الاڻيءَ جي دماغ ۾ هڪڙي ئي
ڳالهہ آهي تہ پنهنجي لن سالن ۾ سنڌي اڪادميءَ ذريعي راجستان ۾ سنڌي ڀاشا، سنسڪرتي
۽ ڪلا جو وڌيڪ ۾ وڌيڪ وڪاس ڪري هندستان ۾ هِن اڪادميءَ جو نالو روشن ڪيان.

ڪيو ويو. جنوري ۲۱ تاريخ تي راجستان جي جئپور، اجمير، بيڪانير، جوڌپور، ڪوٽا، ٽونڪ پدمپر، ڀيلواڙا، ٻالتورا، ڪشنگڊ، آلوَر ۽ سَلومبر ۾ اَمَر شهيد هيمون ڪالاڻيءَ جا شهيدي ڏينهن تي ڀُوا رَئِليون ڪڍيون ويون ۽ گوشٽيُن جو پڻ آيوجن ڪيو ويو. چوويهين جنوريءَ تي اَڪادمي ڪاريالَيَ، جئپور ۾، ماسڪ اَدبي گوشٽيءَ کان سِواءِ، اَجمير ۽ بيڪانير ۾ پڻ اَدبي گوشٽيون رکيون وَيون. ۲۵ جنوريءَ تي جئپور ۾ ”سَوالن جو ذخيرو“ ڪتاب جو نيايَ مُورتي اِندرَسين ايسراڻيءَ وموچن ڪيو. جنوريءَ جي ۲۸ تاريخ تي، آکِل ڀارتيه ڪهاڻي آليک چتاپيتيءَ جو نتيجو ظاهر ڪيو ويو، ۽ ۳۰ تاريخ تي آکِل ڀارت ۽ راجيه اِستَرن جي ايڪانڪي آليک چتاپيتيُن جا نتيجا ظاهر ڪيا ويا. هاڻي هلون نئين سال جي ٻئين مهيني يعني فيبروريءَ پاسي.

راجستان سِنڌي اَڪادمي فيبروَري مانگهه/ڦڳڻ

سڄي سالَ ۾ فيبروَري جو مهينو تاريخُن جي حساب سان سڀِنِ مهينن کان ننڍو ٿيندو آهي. پر هِنِ مهيني ۾ بہ اَڪادميءَ پانهنجي ڪمن ۾ ڪميِ نہ ڏيکاري آهي. چوٿين فيبروريءَ تي، اَڪادميءَ ساهِتيَڪارن جي پُرَسڪارِن جي گهوشٽا ڪئي. ۷ فيبروريءَ تي وارشِڪوتسَو (ساليانو جلسو) جي تياريءَ جي باري ۾ جئپور ۾ ٻئٺڪ سڏائي وئي. هِنَ مهيني جي ۲۱ تاريخ تي، ساڌو ٽي.ايل. واسواڻي وياکيان مالها رکي وَئي. فيبروري ۲۵ تاريخ تي، ”مهمانن جي آجيان“ ۾ شري جيوَت وينسواڻي پاران، سٺن اَسِنڌي ڀاشي شِڪيَڪن جو، جيڪي سِنڌي سِکي رهيا هُئا، سنمان ڪيو ويو. هِن مهيني جي ۲۸ يعني آخري تاريخ تي، اَڪادميءَ جي جئپور ڪاريالَيَ ۾ اَدبي گوشٽي رکڻ کان سِواءِ، الڳ الڳ تاريخُن تي، اَجيمر ۽ بيڪانير ۾ پڻ ساهِتيڪ گوشٽيون رکيون ويون. هِن تاريخ تي پانڊولِپي پرڪاشن سهيوگ يوجنا جي تحت اَنِنِ سِنڌي ليکڪن کي مالي مدد ڏني وئي ۽ سهيوگي سنستائن کي پڻ آرٿِڪ سهيوگ ڏنو ويو. آرٿِڪ درشٽيءَ کان ڪمزور ساهِتيہ ڪارن کي پيسي جي مالي مدد ڪرڻ کان سِواءِ ’راجستان راجيہ پائيہ پُستَڪ منڊل‘ پاران ڏِنل پائيڪرمَ جي ڪتابن جو سِنڌيءَ ۾ ترجمو ڪرايو ويو. اِهو ئي نہ، پرَ هِنَ مهيني ۾ آڪادميءَ جي ٽِماهي پترِڪا ”سِنڌو دوُت“ جي نِيَمِت پرڪاشن کان سِواءِ، وارشِڪ پترِڪا ”رِهاڻِ“ جو پڻ پرڪاشن ڪرايو ويو. هاڻي اَچو تہ هلون آخِري مهيني مارچ ڏي:-

راجستان سِنڌي اَڪادمي مارچ ڦڳڻ/چيٽُ

راجستان سِنڌي اَڪادميءَ جي صدر شري ڀڳوان اَٽلاڻيءَ کي، تاريخ مارچ ۷، ۱۹۹۹ تي، پوُرا بہ سالَ ٿِيَڻَ تي آهِنِ. هِن مارچ جي مهيني ۾ ۱۳ کان وٺي ۱۵ تاريخ تائين اکل

ٻئي سَتر ۾ ”سِنڌي ساهِتيہ جي سامهون آزاديءَ
جنڌي ساهِت“ وشيہ تي ويچار ڪيو ويو. ٻئي سَتر ۾ ”سِنڌي ساهِتيہ جي سامهون آزاديءَ
کان پوءِ آيل ڪُپايئين ۽ اُنهن جي سَماڌان لاءِ سُجهاوَ“ وِشيہ تي ويچار گوشٽي رکي وئي.
اِنهيءَ تاريخ تي سِنڌي مُشاعري جو آيوجن ڪيو ويو. نَومبر جي پندرهين تاريخ تي، ٽئين
سَتر ۾ ” آزاديءَ کان پوءِ جاوَل سِنڌي ليکڪن جي رچنائن تي نظر“ وشيہ کان سِواءِ پنجين
سَتر ۾ ”راجستان سِنڌي اَڪادمي ۽ سِنڌي ساهِتيہ جو وِڪاس“ وشيہ تي کُلي چرچا ڪئي وئي.
اِنهيءَ ڏينهن تي ”سِنڌي ليکڪ سيمينار“ جو سَماپَن ڪيو ويو. ١٤ نومبر تي ٽئي ڪوٽا ۾
سِنڌي مُشاعري جو آيوجن رکيو ويو. نومبر مهيني جي ١٧ تاريخ تي ڪشنگڍ ۾ ”سامانيہ
گيان پرتيوگتا“ جو آيوجن ڪيو ويو. اهڙو آيوجن جئپور، بيڪانير، کيرٿل، ٽونڪ ۽ بياور
۾ رکيو ويو. ٢٧ نومبر تي راجيہ اِستر جي سامانيہ گيان پرتيوگتا جو اُديپور ۾ آيوجن رکيو
ويو. ٢٨ نومبر تي ٽي ڪوٽا ۾ مجلا سَمِتيءَ جي بَٺڪ رکي ويئي. اِنهيءَ کان پوءِ ٢٩ نومبر
تي اَڪادمي ڪاريالہ، جئپور ۾ ماسڪ ادبي گوشٽي رکي وئي. هاڻي هلون ڊسمبر جي
مهيني طرف.

| راجستان سِنڌي اَڪادمي | ڊسمبر | ناهري/پوهہ |
|---|---|---|

ڊسمبر مهيني جي ٦ تاريخ تي ڪوٽا ۾ راجيہ اِستر جي ”سامانيہ گيان پرتيوگتا“ جو
آيوجن رکيو ويو. ڇهين تاريخ تي ئي جوڌپور ۾ بہ ساڳيو آيوجن رکيو ويو. ڊسمبر جي ستين
تاريخ تي اَجمير ۾ ”سامانيہ گيان پرتيوگتا“ رکي وئي. اِنهيءَ تاريخ تي ڪوٽا جي سِنڌ يُوا
منڊل سَمِتيءَ جي مدد سان ”سِنڌي يُوا مهوتسو“ رکيو ويو جنهن ۾ آڪادميءَ جي صدر شري
ڀڳوان اَٽلانيءَ چُنڊيلءَ ۾ ڪلنڊرن کي پُرسڪار ڏنا. ٧ کان ١٣ ڊسمبر تائين جئپور جي
الڳ الڳ اِسڪولن ۾ چِترڪلا پرتيوگتا رکي ويئي. ان مهيني جي ١٩ تاريخ تي ڪوٽا ۾ مجلا
سَمِتيءَ جي بَٺڪ رکي ويئي ۽ ٢١ ڊسمبر تي بيڪانير ۾ ماسڪ اَدبي گوشٽيءَ جو آيوجن
ڪيو ويو. ان کان پوءِ ٢٧ ڊسمبر تي، جئپور ۾ ماسڪ ساهِتيڪ گوشٽي رکي وئي. ڊسمبر جي
٣٠ تاريخ تي اجمير ۾ ٽِن سِنڌي ناٽڪن جو پرَدرشن ڪيو ويو. ايڪٽيهين ڊسمبر تي ڪوٽا
۾ ٽي ناٽڪ ڏيکاريا ويا. هاڻي ٿو شروع ٿئي انگريزي جنوريءَ جو مهينو. هاڻي نئين سال ڏي
ٿا هلون.

| راجستان سِنڌي اَڪادمي | جنوري | پوهہ/مانگهہ |
|---|---|---|

جنوري مهيني ١٩٩٩ جي پهرين تاريخ تي اُديپور ۾ ٽِن ناٽڪن جو پردرشن ڪيو ويو.
تي، ٢ جنوريءَ تي، جئپور جي جَواهر ڪلا ڪيندر ۾ پڻ، ٽي سِنڌي ناٽڪ ڏيکاريا ويا.
شري داماند جيٽاڻيءَ کي ٽِن سالن لاءِ آڪادميءَ جو سيڪريٽري مُقرر

اِنَ ئي مهيني جي ٢٦ تاريخ تي راجيہ اِستر تي آيوجت پينٽنگ چٽاپيتيءَ ۾ اجمير، ڪوٽا،
اُديپور، بيڪانير، بياور، ٽوُنڪ، پدمپور، اَلوَر، ڪِشنگڍ ۽ ڪيرٿل جي ١٦٠٠ ٻارن ڀاڱو ورتو.
ائين ئي اَڪادميءَ پاران ٢٧ سيپٽمبر تي جئپور ۾ ماهوار ڪوي گوشٽي رکي وئي. هاڻي
سيباري جي مؤسمَ جي شروعاتَ تي رهي آهي. هلو تہ آڪٽوبر مهيني کي ڏسون :-

| راجستان سِنڌي اَڪادمي | آڪٽوبر | اَسوُ/ڪتي |
|---|---|---|

آڪٽوبر مهيني جي چوٿين تاريخ تي راجيہ اِستر تي پينٽنگ پرتيوگِتا جو جوڌپور ۾
آيوجن ڪيو ويو. هِن مهيني جي ٥ کان وٺي ١١ تاريخ تائين، بيڪانير ۾ نَوَنِ ڪلاڪارن لاءِ
سٺن ڏينهن جي 'ناٽڪ ڪاريہ شالا' رکي وئي. بيڪانير ۾ ڏهين آڪٽوبر تي راجيہ اِستر تي
سِنڌي ايڪانڪي ناٽڪ چٽاپيتيءَ ۾ پهرئين ڏينهن پنجن ناٽڪن کي منچ تي آندو ويو.
آڪٽوبر ١١ تي راجيہ اِستر جي ايڪانڪي چٽاپيتيءَ ۾ چوُنڊيل ايڪانڪي ناٽڪن جو
بيڪانير ۾ منچن ڪيو ويو. هِن مهيني جي ١٦ تاريخ تي، ''سِنڌ، سِنڌيت ۽ سِنڌي ساهت ۽
سَڀيَتا سان واسطو رکندڙ ''سوالن جو ذخيرو'' ڪتاب جو اَجمير ۾ وموچن ڪيو ويو. اِهو ئي
نہ، پر الڳ الڳ تاريخن تي پيلواڙا، ٻياوَر، جئپور، بالتورا، ٽونڪ، اُديپور، جوڌپور ۽ ڪوٽا
۾ پڻ وِموچن رکيو ويو. آڪٽوبر جي ١٩ تاريخ تي ڪوٽا ۾ مَهِلا سمِتيءَ جي بئٺڪَ رکي
وئي. اِنهيءَ مهيني جي ٢٣ تاريخ تي ''ليکڪَ سان گڏِجو'' ڪاريہ ڪرمَ ۾ وَڏَوَر ساهتڪار
شري گوبندرام حُڪماڻيءَ جو اَجمير ۾ سنمان ڪرڻ سان گڏُ گڏُ اِنٽرويوُ رکيو ويو. ٢٥ آڪٽوبر
تي راجستان سِنڌي اڪادميءَ جي ڪارياليہ ۾ ساهِتيڪ سنگوشٽيءَ جو آيوجن ڪيو وِيو.
ڇهويهين (٢٦) آڪٽوبر تي، اَڪادميءَ پاران پرڪاشِت ڪِتاب ''سوالن جو ذخيرو'' جو آلوَر
۾ وموچن رکيو ويو. اِنهيءَ تاريخ تي ئي بيڪانير ۾ ''سوالن جو ذخيرو' ڪتابَ جو وموچن
ڪرايو وِيو. هاڻي تہ شروع ٿئي ٿو نَومبر جو مهينو :-

| راجستان سِنڌي اَڪادمي | نَومبر | ڪتي/ناهِري |
|---|---|---|

نَومبر يعني ڪِ ڪَتي-ناهِريءَ جي مهيني جي پهرين تاريخ تي، اَڪادميءَ جي
جئپور ڪارياليہ ۾ بُزرگ ليکڪ گوبندرام حُڪماڻيءَ جي گُذارڻ تي شرڌانجلي ڏني وئي.
ائين ئي ٥ نَومبر تي هُنن کي اجمير جي سنت ڪنوررام ڌرم شالا ۾ اڪادميءَ پاران
شرڌانجلي سڀا جو آيوجن رکيو ويو. نَومبر جي ٨ تاريخ کان وٺي ١٥ تاريخ تائين، نوَنِ
رچناڪارن لاءِ جوڌپور ۾ آٺنِ ڏينهن جي ليکڪ ڪاريہ شالا رکي وئي. نَومبر جي ٩ تاريخ تي
ڪشنگڍ ۾ ''سوالن جو ذخيرو'' ڪتاب جو وموچن رکيو ويو. ١٤ نَومبر تي جوڌپور ۾ ٻن
ڏينهن جو ليکڪ سيمينار رکيو ويو، جنهن جي پهرئين سترَ ۾ ''سوَتنترتا کان پهرين جو

...جي 'بزمِ وارن جي تعداد وڌي" وشيہ تي رکي وئي. هِن گوشٽيءَ ۾ ٻہ ماڻهن پنهنجا
بزمِ وارن جي تعداد وڌي" وشيہ تي رکي وئي. هن گوشٽيءَ ۾ ٻہ ماڻهن پنهنجا
وچار پيش ڪيا. آگسٽ مهيني جي ۱۴ تاريخ تي يعني ڪہ "سِنڌ سمرتي ڏِوس" تي، جئپور،
اجمير، ڪوٽا، اُديپور، جوڌپور، بيڪانير، ٽونڪ ۽ بياوَر ۾ واد-وِواد پرتيوڳِتا(چٽاپيٽي) رکي
وئي. اِنهيءَ ۱۴ تاريخ تي ئي "آزاديءَ جي سُورڻ جَينتي" سماپتي سماروهہ جي موقعي تي
الور جي 'جئہ ڪرشڻ ڪلب' جي آڊيٽوريم ۾ سروڀاشا ڪوي سميلن جو آيوجن ڪيو ويو. آگسٽ
مهيني جي ۱۹ تاريخ تي سِنڌي ساهتيہ سمِتي، بيڪانير، جي مدد سان، بيڪانير ۾ سِنڌي لوڪ گيتن
جي چٽاپيٽي رکي ولي. اِنهيءَ ۱۹ تاريخ تي ئي ڪوٽا ۾ مَحِلا سمِتيءَ جي گوشٽي رکي وئي.
هِن مهيني جي ۲۲ تاريخ تي سِنڌ-يُوا سنگهہ بياوَر، جي سهيوگ سان بياوَر ۾ "ڏاهرسين
جَينتيءَ جو آيوجن ڪيو وِيو. اِنهيءَ ڏينهن تي ئي سِنڌي آڪادمي جئپور جي ڪارياليہ ۾
ماهواري اَدبي گوشٽي آيوجِت ڪئي ويئي. سال جي هِن آنگريزي آٺين مهيني يعني ڪہ
آگسٽ جي ۲۵ تاريخ تي "سِنڌوپتي مهاراجا ڏاهرسين جَينتي" تي "ڏاهرسين سمارڪ
سنگوشٽي" اجمير ۾ رکي ويئي. هِن مهيني جي ۲۸ تاريخ تي اجمير ۾ ساهتيڪ گوشٽي
رکي ولي ۽ ۳۰ تاريخ تي ڀارتييہ سِنڌو سماج جي مَحِلا شاکا آجمير جي سنگٺن-سَچِو،
شريمتي اَنجنا ساجوالڻيءَ جو، سماج ۾ ڪَيل ڪم جي ڪري، سنمان ڪيو وِيو. هاڻي هلو تہ
اَنگريزي سال جي نائين مهيني ڏي وِڪَ وڌايون :-

| راجستان سِنڌي اَڪادمي | سيپٽمبر | ڀڊو/اَسوُ |
|---|---|---|

سيپٽمبر مهيني جي ٦ تاريخ تي، اَڪادميءَ جي ڪارياليہ ۾، "رِهاڻ" جي سمپادڪ
منڊل جي بئٺڪَ رکي وئي. ۱۲ سيپٽمبر تي آجيمر جي ڀارتييہ سِنڌو سڀا جي مَحِلا شاکا جي
سنگٺن سَچِو، شريمتي اَنجنا ساجوالڻيءَ جو سماج سيوا جي ڪم ڪرڻ ڪري آڪادميءَ پاران
سنمان ڪيو ويو. اِنهيءَ تاريخ تي ئي اجمير ۾ ادبي گوشٽي رکي ويئي. سيپٽمبر جي ۱٦
تاريخ تي اَڪادميءَ جي "محمانن جي آجيان" سمِتيءَ پاران آجمير ۾ ممبئيءَ جي برک
ساهتڪارن - ڊاڪٽر نارايڻ ڀارتي، شري هري موٽواڻي ۽ آجمير جي ڊاڪٽر بدري پرساد
پنچوليءَ جو اَڪادميءَ پاران سنمان ڪيو وِيو. سورهين تاريخ تي، راجيہ سطح تي، "اَڌوُري
ڪهاڻي پوري ڪيو" وشيہ تي جئپور، اجمير، ڪوٽا، بيڪانير، جوڌپور، اُديپور، ڪشنگڍ، بياوَر،
کيرٿل ۽ الور ۾ چٽاپيٽي رکي ويئي؛ ۱۵۰۰ ٻارن ڀاڱو ورتو. هِن ئي مهيني جي ۱۸ تاريخ
تي اُديپور ۾ ماسِڪ اَدبي گوشٽي رکي وئي. سيپٽمبر جي ۲۲ تاريخ تي راجستان جي
جئپور، اجمير، جوڌپور، ڀيلواڙا، ڪوٽا، ٽونڪ، بياوَر، آلوَر، ڀالتورا، ڪِشنگڍ ۾ راجستان
...اَڪادميءَ جي مالي مدد سان "آسو-چنڊ" تي ڀهراڻو صاحب جي جهانڪي ڪڍائي
...جي ۲۴ تاريخ تي ڪوٽا ۾ محلا سمِتيءَ جي بئٺڪ رکي ويئي.

پربندڪن/اَڌيڪين/پرنسيپالن ۽ پرڌان-اَڌياپڪن جو راجستان سطح تي سَميلن سَڏايو ويو
اِنهيءَ جون جي ۲۱ تاريخ تي، اَڪادميءَ جي جئپور آفيس ۾ اَدبي گوشٽي رکي وئي. جوُن
مهيني جي ۲۸ تاريخ تي، گنگانگر جي سِنڌي سينٽرل پنچايت جي مدد سان، شري گنگا
نگر ۾ راجيه اِستر جو ”سِنڌي پنچايت سميلن“ رکيو ويو. مهيني جي آخري تاريخ يعني ڪ
۳۰ جون تي بيڪانير شهر ۾ ادبي گوشٽي رکي وئي. هاڻي اِسڪوُل کُلي چُڪا هئا. هلو ته جولاءِ
جي مهيني ۾ ڪيل ڪمن تي نظرُ وجهون.

| راجستان سِنڌي اَڪادمي | جوُلاءِ | آکاڙ/سانوڻ |
|---|---|---|

جوُلاءِ يعني ڪِ آکاڙ-سانوڻ جي ڇهين تاريخ تي سِنڌي سينٽرل اَئسوسيئيشن، جواهر
نگر، جئپور جي مدد سان سِنڌي سيکارڻ جي ڪلاسن جو سَماپَن سَماروهه آيوجِت ڪيو ويو.
جولاءِ جي اَٺين تاريخ تي، ڪيندريءَ هِندي نِديشاليه (آگرا سنياگم) جي ريڊر ڊاڪٽر
پيتامبر ٺاڪواڻيءَ جو، اَڪادمي ڪارياليه، جئپور ۾، سنمان ڪيو ويو. جولاءِ جي ۹ تاريخ
تي اَڪادميءَ جي جئپور ڪارياليه ۾، مڌيه پرديش سِنڌي ساهِته اَڪادميءَ جي سَچِو،
شري سابوُ ريجهواڻيءَ جو سنمان ڪيو ويو. هِن مهيني جي ۱۸ تاريخ تي اَڪادميءَ طرفان
نِڪرڻ واري ٽِماهي پَترڪا ”سِنڌو-دوُت“ جي وشيشانڪَ (خاص پرچي) جو وِموچن راجستانَ جي
راجيه پال شري ايم.اين. ٽِبيروال ڪيو. جولاءِ ۱۹ تي راجستانَ جي سِيني ڀاشائي اڪادمِيُن
جي اَڌيڪيَن/سَچِوَن جي بَئٺڪَ، اَڪادميءَ پاران رِٿيَل ”سروَڀاشا ڪوي سميلن“ جي
روُپ-ريکا ناهڻ لاءِ، اَڪادميءَ جي ڪارياليهَ ۾ ۱۴ آگسٽ ۱۹۹۸ تي رکي وئي. جولاءِ ۲۱
تاريخ تي ڪوٽا ۾ مَهِلا سِمِتيءَ جي بَئٺڪ رکي وئي ۽ ۲۵ تاريخ تي اَجمير ۾ ماهواري
اَدبي بَئٺڪَ وئي. جوُلاءِ جي ۲۶ تاريخ تي اَڪادميءَ جي ”سامي“ پُرسڪار وِجيتا، شري
راڌاڪرشڻ ’راهي‘ جو اَڪادميءَ جي ڪارياليهَ ۾ ”ليکڪَ سان گڏجاڻي“ ڪاريڪرم رکيو ويو.
جولاءِ جي مهيني جي آخري تاريخ يعني ۳۱ جولاءِ تي بيڪانير ۾ اَدبي بَئٺڪ رکي وئي.
هاڻي ٿو شُروع ٿئي آگسٽ جو مهينو. هلو ته اَڳتي وَڌون.

| راجستان سِنڌي اَڪادمي | آگسٽ | سانوڻ/بَڊو |
|---|---|---|

آگسٽ مهيني جي ۹ تاريخ تي جئپور جي ساڌو واسواڻي اِسڪول ۾ اَکِل راجستان اَڌياپڪ
سميلن رکيو وِيو. انهيءَ تاريخ تي اَنِ سِنڌي شِڪشڪن جو سنمان ڪيو وِيو. هِن موقعي تي
گوشٽي رکي وئي، جنهن ۾ گاگنداس خوشالاڻيءَ جي اَڌيڪيتا ۾ ”سِنڌي ڀاشا جي پُروتساهن
۾ شِڪشڪن جو يوگدان“ وشيهَ تي شِڪشڪن ۽ ٻين ويچارَ پيش ڪيا. اِنهيءَ موقعي تي ٻي
گوشٽي شري هاسانند چيناڻيءَ جي اَڌيڪيتا ۾ ”اَهِڙو ڇا ڪيو وڃي جنهن سان سِنڌي ڀاشا

رچنائون گهرايون ويون. چوٿين مئي تي آڪاڪين جي ڇپائيءَ لاءِ ڪهاڻيون گهرايون ويون.
اهو ئي نہ، ١٢ مئي تي نوان ڪتاب ڇپائڻ ۾ ساهتيڪارن کي مالي مدد ڏيڻ لاءِ ليکڪن
کان پانڊولپيون (هٿ-لکيتون) گهرايون ويون. ١٢ مئي تي، مالي نظر کان ڪمزور سنڌي
ليکڪن کي سهيوگ/مدد ڏيڻ لاءِ درخواستون گهرايون ويون. وڌندڙ گرميءَ سان گڏوگڏ،
اڪادميءَ پنهنجو حوصلو نہ ٽٽڻ ڏنو ۽ ١٥ مئي کان جئپور جي سنڌ سنسڪرتي پرچار سنستا
جي مدد سان اڪادميءَ سنڌي سيکارڻ جا ڪلاس لڳايا. اهو ئي نہ، ١٥ مئي کان ئي سڌار سڀا،
اجمير جي سهيوگ سان اڪادميءَ اجمير ۾ سنڌي پاڙهڻ جا ڪلاس لڳايا. اڪادميءَ جي
آفيس ۾ ١٧ مئي تي ادبي گوشٺي رکي وئي، ۽ ٢٢ مئي تي اجمير شهر ۾ اڪادميءَ جي
سڏارڻ سڀا رکي وئي. انهيءَ چوويهين تاريخ تي ئي، اجمير جي آدرش ڊگري ڪاليج ۾
ڪميٽيءَ جي سنيوجڪن/سهہ-سنيوجڪن ۽ ميمبرن جو سميلن رکيو ويو. اجمير شهر ۾ ٢٦ مئي
تي ادبي گوشٺي رکي وئي. ڏاڪڻ جي آخري مٿئين ڇڻ واري ڏاڪي تي، يعني ڪ ١٣
مئي تي، ڪمانپورا، ڪوٽا جي سنت ڪنوررام ڌرمشالا ۾ ضاعفائن جو سميلن رکيو ويو.
هاڻي هلو تہ وڌون جون جي مهيني ڏي.

<table><tr><td>راجستان سنڌي اڪادمي</td><td>جون</td><td>جيٺ/آکاڙ</td></tr></table>

جون مهيني جي پهرين تاريخ تي، جواهرنگر، جئپور جي سنڌي سينٽرل ائسوسيئيشن
جي مدد سان پندرهن ڏينهن جو سنڌي ڀاشا شڪشڻ شبر لڳايو ويو. پهرين جون تي ئي ١٦ مئي
کان ٢٥ جون تائين هري سندر ٻالڪا اُچ-ماڌيمڪ وديالي، اجمير، جي سهيوگ سان سنڌي
ڀاشا سيکارڻ جو شبر لڳايو ويو. انهيءَ پهرين تاريخ تي ئي سنڌي ٻولي وڪاس سميتي،
جوڌپور، جي مدد سان ٢٢ مئي کان ٣٠ جون تائين جوڌپور جي ٻارن کي سنڌي سيکارڻ لاءِ
شبر لڳايو ويو. سڀ پنهنجي گرمائش پوري جهڙي رهبو هو، انهيءَ گرميءَ سان گڏ گڏ
اڪادميءَ جي ڪمن ۾ بہ گرمي اچي رهي هئي ۽ ٦ جون تي پارتيہ سنڌو سڀا (اجمير شاکا)
جي مدد سان اجمير ۾ ٦ جون کان ١٣ جون تائين سنڌي ڀاشا سيکارڻ جو شبر لڳايو ويو. اهو
ئي نہ پر انهيءَ ٦ جون تي ئي ڀيل-واڙا شهر جي هري شيوا ڌام جي مدد سان سنڌي
سيکارڻ جو شبر آيوجت ڪيو ويو. جون جي سورهين تاريخ تي، سنڌو يوٿ سوسائٽي، ڪوٽا
جي مدد سان ڪوٽا ۾ سنڌي سکڻ جي شوقين ٻارن لاءِ پندرهن ڏينهن جو سنڌي ڀاشا شڪشڻ
شبر لڳايو ويو.

انهيءَ ١٦ تاريخ تي ئي اڪادميءَ جي وارشڪ پترڪا ”رهاڻ“ - جيڪا هن وقت
توهانجي هٿن ۾ آهي - ۾ رچنائون ڇاپڻ لاءِ ليکڪن کان عمديون رچنائون گهرايون ويون.
... تي، شري ڪي.ڪي.ابيچندالي ماڊرن اسڪول، جوڌپور ۾ سنڌي پربندڪي وديالين جي

پرٻندڪن/آڌيڪين/پرنسيپالن ۽ پرڌان-آڌياپڪن جو راجستان سطح تي سميلن سڏايو ويو
انهيءَ جون جي ٢١ تاريخ تي، اڪادميءَ جي جئپور آفيس ۾ آدبي گوشٽي رکي وئي. جوُ
مهيني جي ٢٨ تاريخ تي، گنگانگر جي سنڌي سينٽرل پنچايت جي مدد سان، شري گنگا
نگر ۾ راڄيه اِستر جو ”سنڌي پنچايت سميلن“ رکيو ويو. مهيني جي آخري تاريخ يعني ۽
٣٠ جون تي بيڪانير شهر ۾ ادبي گوشٽي رکي وئي. هاڻي اِسڪوُل کُلي چُڪا هئا. هلو ته جولا
جي مهيني ۾ ڪيل ڪمن تي نظر وجهون.

| راجستان سنڌي اڪادمي | جوُلاءِ | آکاڙ/سانوڻ |
|---|---|---|

جوُلاءِ يعني ڪِ آکاڙ-سانوڻ جي ڇهين تاريخ تي سنڌي سينٽرل آئسوسيئيشن، جواهر
نگر، جئپور جي مدد سان سنڌي سيکارڻ جي ڪلاس جو سماپن سماروهه آيوجت ڪيو ويو.
جولاءِ جي آٺين تاريخ تي، ڪيندريءَ هندي نِديشاليه (آگرا سنڀاڳ) جي ريڊر ڊاڪٽر
پيتامبر ٺاڪوائيءَ جو، اڪادمي ڪاريالي، جئپور ۾، سنمان ڪيو ويو. جولاءِ جي ٩ تاريخ
تي اڪادميءَ جي جئپور ڪاريالي ۾، مڌيه پرديش سنڌي ساهتيه اڪادميءَ جي سڇو،
شري سابوُ ريجهواڻيءَ جو سنمان ڪيو ويو. هن مهيني جي ١٨ تاريخ تي اڪادميءَ طرفان
نِڪرڻ واري ٽماهي پترڪا ”سنڌو-دوُت“ جي وشيشانڪ (خاص پرچي) جو وِموچن راجستانَ جي
راڄيه پال شري ايم.اين. ٽيبيروال ڪيو. جوُلاءِ ١٩ تي راجستانَ جي سيني ڀاشائي اڪادمين
جي آڌيڪين/سچون جي بئٺڪ، اڪادميءَ پاران رٿيل ”سروڀاشا ڪوي سميلن“ جي
روُپ-ريکا ناهڻ لاءِ، اڪادميءَ جي ڪاريالي ۾ ١٤ آگسٽ ١٩٩٨ تي رکي وئي. جولاءِ ٢١
تاريخ تي ڪوٽا ۾ مَحِلا سمِتيءَ جي بئٺڪ رکي وئي ۽ ٢٥ تاريخ تي اجمير ۾ ماهواري
آدبي بئٺڪ وئي. جوُلاءِ جي ٢٦ تاريخ تي اڪادميءَ جي ”سامي“ پُرسڪار وِجيتا، شري
راڌاڪرشڻ ’راهي‘ جو اڪادميءَ جي ڪاريالي ۾ ”ليکڪ سان گڏجاڻي“ ڪاريڪرم رکيو ويو.
جولاءِ جي مهيني جي آخري تاريخ يعني ٣١ جولاءِ تي بيڪانير ۾ آدبي بئٺڪ رکي وئي.
هاڻي ته شُروع ٿئي آگسٽ جو مهينو. هلو ته آڳتي وڌون.

| راجستان سنڌي اڪادمي | آگسٽ | سانوڻ/بڊو |
|---|---|---|

آگسٽ مهيني جي ٩ تاريخ تي جئپور جي ساڌو واسواڻي اِسڪولَ ۾ آکِل راجستان آڌياپڪ
سميلن رکيو وِيو. انهيءَ تاريخ تي آئنِ سنڌي شِڪشڪن جو سنمان ڪيو وِيو. هن موقعي تي
گوشٽي رکي وئي، جنهن ۾ گاگنداس خوشالاڻيءَ جي آڌيڪيتا ۾ ”سنڌي ڀاشا جي پروتساهن
۾ شِڪشڪن جو يوگدان“ وشيه تي شِڪشڪن ۽ ٻين ويچارَ پيش ڪيا. اِنهيءَ موقعي تي ٻي
گوشٽي شري هاسانند جيٺاڻيءَ جي آڌيڪيتا ۾ ”آهڙو ڇا ڪيو وڃي جنهن سان سنڌي ڀاشا

چنائون گهرايون ويون. چوٿين مئي تي آڪاڻين جي چونڊيءَ لاءِ ڪهاڻيون گهرايون ويون. ائو ئي نہ، ١٢ مئي تي نوان ڪتاب ڇپائڻ ۾ ساهتيڪارن کي مالي مدد ڏيڻ لاءِ ليکڪن کان پانڊوليپيون (هٿ-لکيتون) گهرايون ويون. ١٢ مئي تي، مالي نظر کان ڪمزور سنڌي ليکڪن کي سهيوگ/مدد ڏيڻ لاءِ درخواستون گهرايون ويون. وڌندڙ گرميءَ سان گڏوگڏ، اڪادميءَ پانهنجو حوصلو نہ ٽٽڻ ڏنو ۽ ١٥ مئي کان جئپور جي سنڌ سنسڪرتي پرچار سنسٿا جي مدد سان اڪادميءَ سنڌي سيکارڻ جا ڪلاس لڳايا. اهو ئي نہ، ١٥ مئي کان ئي شڌار سڀا، اجمير جي سهيوگ سان اڪادميءَ اجمير ۾ سنڌي پاڙهڻ جا ڪلاس لڳايا. اڪادميءَ جي آفيس ۾ ١٧ مئي تي اَدبي گوشٺي رکي وئي، ۽ ٢٢ مئي تي اَجمير شهر ۾ اڪادميءَ جي پاڌارڻ سڀا رکي وئي. انهيءَ چوويهين تاريخ تي ئي، اجمير جي آدرش ڊگري ڪاليج ۾ شاگردن جي سنيوجڪن/سهہ-سنيوجڪن ۽ ميمبرن جو سميلن رکيو ويو. اَجمير شهر ۾ ٢٦ مئي تي اَدبي گوشٺي رکي وئي. ڏاڪڻ جي آخري ڏاڪي تي، يعني ڪہ ٣١ مئي تي، گمانپورا، ڪوٽا جي سنت ڪنوررام ڌرمشالا ۾ شاعرن جو سميلن رکيو ويو. شاکي هلو تہ وڌون جون جي مهيني ڏي.

## راجستان سنڌي اڪادمي جون جيٺ/آکاڙ

جون مهيني جي پهرين تاريخ تي، جواهرنگر، جئپور جي سنڌي سينٽرل اَسوسيئيشن جي مدد سان پندرهن ڏينهن جو سنڌي ڀاشا شکشڻ شِبر لڳايو ويو. پهرين جون تي ئي ١٦ مئي کان ٢٥ جون تائين هري سُندر بالِڪا اُچہ-ماڌيمڪ وديالي، اَجمير، جي سهيوگ سان سنڌي ڀاشا سيکارڻ جو شِبر لڳايو ويو. انهيءَ پهرين تاريخ تي ئي سنڌي ٻولي وڪاس سمتيءَ، جوڌپور، جي مدد سان ٢٢ مئي کان ٣٠ جون تائين جوڌپور جي ٻارن کي سنڌي سيکارڻ لاءِ شبر لڳايو ويو. سڀ پانهنجي ڪرمائش پوري ڪندي رهيو هو؛ انهيءَ گرميءَ سان گڏوگڏ اڪادميءَ جي [illegible] ۾ بہ گرمي اُچي رهي هئي ۽ ٦ جون تي پارتيہ سنڌو سڀا (اجمير شاکا) جي مدد سان اجمير ۾ [illegible] جون کان [illegible] جون تائين سنڌي ڀاشا سيکارڻ جو شِبر لڳايو ويو. اهو [illegible] بہ انهيءَ [illegible] جون تي ئي بيبل-واڙا شهر جي هري شيوا ڌام جي مدد سان سنڌي [illegible] جو شبر آيوجت ڪيو ويو. جون جي ستين تاريخ تي، سنڌو يوٿ سوسائٽي، ڪوٽا جي مدد سان ڪوٽا ۾ سنڌي ٻارن جي شوقين ٻارن لاءِ پندرهن ڏينهن جو سنڌي ڀاشا شکڻ شبر لڳايو ويو.

[illegible] ١٢ تاريخ تي ئي اڪادميءَ جي ٽڙيشڪ پتريڪا "رهاڻ" - جيڪا جن وقت [illegible] ۾ [illegible] ۾ رچنائون [illegible] لاءِ عمديون رچنائون گهرايون ويون. [illegible] سنڌي پرينڊڪي وديالين جي [illegible]

# سال ۱۹۹۸-۹۹ ۾
# رِتيسل کان وَڌيڪ ڪاريہ ڪرمَ ڪيا ويا

راجستان سنڌي اڪادميءَ سال ۹۹-۱۹۹۸ ۾ گهٽيئي دؤر ڏِنا. اِنهن دؤرن ۾ راجستان سِنڌي اَڪادميءَ کي اَرجُن ڪونواڻي، اين.اين. ڳداواڻي، جَسٽس آءِ.ايس. ايسراڻي، ڪانتا ڪنوُريا، نانڪرام اِيسراڻي ۽ نَولراءِ بَڇاڻيءَ جهڙا اَڌيڪيہ مِليا. هر ڪنهن پنهنجي قُوت جي اَنوسار ڪمُ ڪيو.

اِنهيءَ کان پوءِ سنہ ۱۹۹۷ ۾، راجستان سرڪار، ساهِتيڪار ڀڳوان اَٽلاڻيءَ کي راجستان سنڌي اَڪادميءَ جو اَڌيڪيہ ناهيو. جيئَن ڀهرين کان هتي ڪري اَڪادمي سِنڌي سَماجَ جي سنسڪرتي، ساهِتيہ ۽ ڪلا جو وڪاسُ ڪري سگهي. اَپريل ۱۹۹۷ کان وني مارچ ۱۹۹۸ تائين، صدر شري ڀڳوان اَٽلاڻيءَ جي نِگرانيءَ ۾ ٿِيَل ڪمن جو احوال توهان سنہ ۱۹۹۸ جي ”رِهاڻِ“ ۾ پڙهيو هوندو. چَوَندا آهِن تہ عمر وڌڻ سان ماڻهو پوڙهو ٿيندو آ... ۽ سندس ڪمَ ڪرڻَ جي ڪَيمَتا گهٽجي ويندي آهي. پر هِتي اِن جي اُبتو آهي. ڀڳ... اَٽلاڻيءَ جي عمِر وڌڻ سان هُن جي ڪمَ ڪرڻ جي شڪتيءَ ۾ واڌارو ٿيو آهي. اَچو تہ اِنهي... واڌاري جي مدنظر، اَپريل ۱۹۹۸ کان وني مارچ ۱۹۹۹ تائين، اَڪادميءَ پاران ڪيل سند... ڪمن کي هِتي گهرائيءَ سان ڏِسون :

| راجستان سِنڌي اَڪادمي | اَپريل | چيٽ/ويساک |
|---|---|---|

اَنگريزي مهينو چوٿون، ليڪن ڀارت جي پرمپرا جي مُطابق ڀهريون مهينو، چيٽُ، يعني ڪِ اَپريل ۱۹۹۸ جي ۱۲ تاريخ تي اَڪادمي ڪاريالي، جئپور، ۾ اَڪادميءَ جي ساڌارڻ سَيا ۽ ڪاريہ سَمِتيءَ جون ميٽنگون سڏايون وَيون. اِنهيءَ مهيني جي ۱۹ تاريخ تي، اَڪادميءَ جي جئپور ڪاريالي ۾، ماهواري اَدبي گوشٽي رکي ويئي. اپريل ۲۳ تي بيڪانير ۾ اَدبي گوشٽي سڏائي ويئي ۽ ۲۷ اِپريل تي اَجمير ۾ پڻ اَدبي گوشٽي رکي وَئي. اِهو ئي نہ، پر اِن ئي مهيني جي ۲۹ تاريخ تي، سِنڌي اَڪادميءَ پاران ڪِتابن تي پُرسڪارَ ڏيڻ لاءِ ليکڪن کان سندن عمدا ڪتابَ گهُرايا وِيا. هاڻي پاڻَ وڌون تا مَئي جي مهيني ڏي.

| راجستان سِنڌي اَڪادمي | مَئي | ويساک/جيٺ |
|---|---|---|

اَنگريزي مهينو مَئيءَ جو، يعني ڪِ ويساک-جيٺَ جي شروعات، ڀهرئين ڏاڪي تي پير رکون ٿا. مطلب صاف آهي. ڀهرينءَ مئي تي، ايڪانڪي ناٽڪن جي چٽاڀيٽيءَ لاءِ

## عرضُ تہ......

ساھتَ ۾ نئين ۽ پُراڻي، سَماجي سطح تي مقبوُل ۽ عام، اِنعامي يا غير-اِنعامي، وڏي پيماني تي سُڄاتَلَ يا اَڻَ-سُڄاتلَ ليکڪن جو ھِڪَ-ٻئي سان وھنوار ڪھڙو ھُئَڻُ گھرجي؟ ڏِسَڻَ ۾ اِھو ايندو آھي تہ جڏھن ڪو نئون ليکڪُ تيزيءَ سان اَڳتي وڌندو آھي تہ پُراڻا ليکڪَ گھڻي ڀاڱي ڪيس ''ڪالھوڪو ڇوڪرو'' چئي رَد ڪري ڇڏيندا آھِنِ. ساڳئي نموني، ڪنھن سرڪاري يا غير-سرڪاري اِداري ۾ جيڪڏھن ڪنھن گھٽِ مقبول ليکڪ کي ڪا زميواري ملندي آھي تہ پُراڻا ليکڪَ ھُنَ جو يا تہ بائيڪاٽ ڪندا آھِنِ يا ھِڪ ڪِناري تي ويندا آھِنِ.

ساھتَ جي وھڪري کي سُھڻي نموُني اَڳتي وَڌائِڻَ لاءِ اِھو ضروري آھي تہ نونِ ليکڪن ۽ نئين نسلَ کي صلاح مصلحت ڏيئي رستو ڏيکاري اَڳتي وڌڻ جو ڀرپور موقعو ڏنو وَڃي. ائين نہ ڪرڻ سان ٿي سگھي ٿو شخصي بغز پوُرا ٿيندا ھُجن، پر ڪُل مِلائي ساھت جو نُقصان ٿئي ٿو. چاتلَ-سُڃاتَلَ ۽ مقبوُل ليکڪن کي جُڳائي ھتَ ڏِگھيري آئينده جي راھ کي روشن ڪن. اِئين نہ ڪرڻ جا بھانا گھڻيئي ٿي سگھن ٿا، پَر اُنھن مان ڪوبہ ساھِتَ جي ھِتَ ۾ نٿو ٿي سگھي.

ھر مخزن جو سَمپادڪ/سمپادڪ منڊل بھتر مال، سُٺي مَوادَ ۽ پانڪَنِ لاءِ وڌِ ۾ وَڌِ ڪارائتا مَقالا پيش ڪرَڻَ لاءِ خواھِشمند ھوُندو آھي. ''رھاڻِ'' کي ليکڪَن ۽ پانڪَنِ جو پيار ھميشه مِلندو رھيو آھي. سنتوشَ جي ڳالھ آھي تہ سال ۱۹۹۸-۹۷ جي ''رِھاڻِ'' سِنڌ (پاڪستان) جي سِنڌي ليکڪن ٻي ساراھي آھي. بھتر ۽ بھتر جي تَلاشَ اَڳتي وَڌڻَ جو ڀھريون اصول آھي. گُذريلَ سالِ اَسان سِنڌي ٻوليءَ لاءِ ديوناگري لِپيءَ جي اَھمِيَتَ مڃيندي ''رِھاڻِ'' ۾ ديوَناگريءَ ۾ سِنڌي رَچنائون جھجھي تعداد ۾ شايع ڪيون ھيون. ''رِھاڻِ'' کي بھتر روُپ ڏِيَڻَ لاءِ اَسان ھِنَ دفعي ھِڪُ ٻيو قدَم کنيو آھي. اَربي خواھ ديوَناگري سِنڌيءَ ۾ رَچَنا سان گڏُ ليکڪ/ليکڪا جو فوٽو ۽ سندس تعريف ڇاپي اَسان پانڪَنِ جي ''رِھاڻِ'' جي ليکڪن سان مُلاقات ڪرائڻ جي ڪوشِش ڪئي آھي.

اِھا ڳالھ تجربيڪار سَمپادڪَ سمجھن ٿا تہ آيَل رچنائُن مان ڇاپَڻَ-جوڳي موادَ جي چونڊَ ڪيتري نہ ڏکي ڳالھ آھي. ڪُجھ نالا وڏا ھوندا آھِن تہ سندن رچنائون ڪمزور ھوُنديون آھن. ڪُجھ نالا اَڻَ-چاتل ھوندا آھِن، پر سندن رچنائون اَثردار ھونديون آھن. اَسان ڪوشِش ڪئي آھي تہ ليکڪَ ۽ سندس رچنا ٻنھي کي جوڳو مانُ ڏيون. سِنڌيءَ جي سيني مائناز ليکڪن کي ''رِھاڻِ'' ۾ رچنا موڪلڻ جي نينڊ موڪلي وَئي ھُئي. تنھن ھوندي بہ ٿي سگھي ٿو ڪنھن خاص ڪارڻ ڪري پنھنجو پريہ ليکڪُ ''رِھاڻِ'' ۾ پڙھڻ لاءِ نہ مِلي. اَسان جي ھرچند ڪوشِش کان پوءِ بہ ''رِھاڻِ'' ۾ شايع رچنائن جي دُنيا مُڪمِل نہ ٿي سگھي ھُجي تہ تعجُب جي ڳالھ نہ ٿيندي. سَمپوُرڻ ۽ سَروَگُڻ-سَمپَن اِنسان ڪائنات ۾ مِلڻُ ممڪن آھي ڇا؟ ''رِھاڻِ'' ۾ شامل رچنائون توھان کي مٿي لِکيل ويچارن جي نُمائندگي ڪندڙ نظر ايندي.

ڀڳوان اَٽلاڻي
مُکيم سَمپادڪ

# راجستان سنڌي اڪادمي

۱۹۹۷-۲۰۰۰

## اڪادميءَ جا عهديدار

ڀڳوان اٽلاڻي (چيئرمن)
رميش گرسهاڻي (وائيس چيئرمن)
سلامتراءِ گرباڻي (خزانچي)
هاسانند جيتاڻي (سيڪريٽري)

**ڪاروباري ڪاميٽيءَ جا ميمبر :**
ڊاڪٽر هي. لي. پٽ (ڄئپور)، پريوداس پهوڄا (اُديپور)، راڌاڪشن چانڊواڻي (بيڪانير)، ستيش گوپلاڻي (ڪوٽا)، شريش ببلاڻي (اجمير).

**جنرل باڊيءَ جا ميمبر :**
ڪسيالدل اُگناڻي (ڄئپور)، ڪشنچند شڪناڻي (ڪشنگڙه)، گجيندر ريجهواڻي (ڄئپور)، گوبند راماڻي (ڄئپور)، گيانچند شڪناڻي (بالوترا)، ڪشن رتناڻي (ڪوٽا)، ڊاڪٽر ڏرمون لونگاڻي (اُجمير)، ڊاڪٽر ڀڳونداس چاڙيا (اُديپور)، موهن ”اُداسي“ (ڄئپور)، ريواچند ائڊووڪيٽ (جوڌپور)، ڊاڪٽر شنيه موتواڻي (اُجمير)، هريش ديوناڻي (جوڌپور)، هريش ڪرمچنداڻي (ڄئپور)، هري بالچنداڻي (اَلوَر).

---

هاسانند جيتاڻي: سيڪريٽري، راجستان سنڌي اڪادمي، جي - ۷، سڀاش مارگ،
سي- اِسڪيم، ڄئپور - ۳۰۲۰۰۱ طرفان شايع
ڪمپيوٽر ٽيپ سيٽنگ: شريش سارسوت C-1، ديانند ڪالوني، لاجپت نگر، نئين دهلي-24، فون: 6475398.
پرنٽنگ: ليپر پرنٽرس - A-6 گووند مارگ، آدرش نگر، ڄئپور. فون: 608697، 609549.

# رهاڻ



١٩٩٨ - ١٩٩٩

مکيہ سمپادڪ

## ڀڳوان اٺلاڻي

سمپادڪ

## موهن ”اُداسي“
## ڪنعيا آڳناڻي

سنڌي آڪادمي، ڄئپور